بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

# ڪلام گرهوڙي



خليفه عبدالله طاهري

ڪوٽڙي.

# كلام گرهوڙي

يعني

شهيد عبدالرحيم گرهوڙيءَ رحمة الله عليه جي سنڌي

مؤلف

شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو

ڇپائيندڙ:

ثقافت ۽ سياحت کاتو

حڪومت سنڌ، ڪراچي

١٩٩٥ع / ١٤١٦ھ

حڪومت سنڌ جي خصوصي اسڪيم ”قديم ۽ ناياب ڪتابن جي اشاعت“
جي سلسلي ۾ شايع ڪيل

پهريون ڇاپو : ١٩٥٦ع
ٻيو ڇاپو : ١٩٩٥ع
تعداد : هڪ هزار
ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ : آغا رياض ۽ اڪبر خشڪ

ملهه : -/300 رپيا

ISBN 969-81013-X

هي ڪتاب عبدالحميد آخوند سيڪريٽري ثقافت ۽ سياحت کاتو، سنڌ حڪومت جي ثقافت ۽ سياحت
کاتي جي پاران آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي وٽان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

# ناشر طرفان

مخدوم ميون عبدالرحيم گرهوڙي شهيد، هڪ جيّد عالم ۽ موحد انسان هو. هڪ عالم جي حيثيت ۾، سندن باري ۾، سنڌ ۾ ڪيئي حڪايتون اڄ بہ عام آهن. هن عالم شاعر، پنهنجي فڪر ۽ فهم جو دائرو ”حقيقت محمّدي“ (ﷺ) جي پس منظر ۾ قائم ڪيو. سندس سنڌي ۽ بيت سنڌي زبان جو املهہ سرمايو آهن.

سنڌ حڪومت، سنڌي توڙي انگريزي زبان ۾ سنڌ بابت لکيل آڳاٽن ۽ ناياب ڪتابن جي ٻيهر ڇپائي جي تجويز منظور ڪئي، جنهن تحت حڪومت سنڌ جي ثقافت ۽ سياحت کاتي طرفان ڪيترائي نادر ۽ ناياب ڪتاب شايع ڪيا پيا وڃن. انهيءَ سلسلي جي هڪ اشاعت ”ڪلام گرهوڙي“ اوهان جي هٿن ۾ آهي.

”ڪلام گرهوڙي“، مرحوم شمس العلماء ڊاڪٽر محمّد عمر بن داؤد پوٽي جي تحقيق آهي. مرحوم ڊاڪٽر صاحب سنڌ جي جهوني شاعري تي، جديد تحقيقي اصولن مطابق محنت ڪئي، جيڪا اڄ بہ اسان جي عالمن لاءِ مشعلِ راه آهي. مرحوم ڊاڪٽر صاحب هڪ سچو محقق ۽ سنڌي زبان جو شيدائي ۽ فدائي هو. گرهوڙي صاحب جي ڪلام ۾ قران مجيد و فرقان حميد توڙي حديثن جي تمام گهڻي اُپٽار ڪئي وئي آهي. ڊاڪٽر داؤد پوٽي صاحب پنهنجي علمي تبحر ۽ تحقيق جي جديد طريقن سان اُن تي ٽيڪا ٽپڻي بہ ڪئي آهي، ۽ هڪ سچي محقق جي حيثيت ۾، جنهن ڳالهہ يا نڪتي جي ڄاڻ محسوس نہ ڪئي اٿس تہ ”هِن يا هُن ڳالهہ جي معنيٰ منهنجي سمجهہ ۾ نہ آئي آهي، اُن کي ٻي ايڊيشن ۾ واضح ڪيو ويندو“.

ڊاڪٽر صاحب جي زندگي وفا نہ ڪئي، ۽ هو گرهوڙي صاحب جي ڪلام تي مزيد تحقيق نہ ڪري سگهيو، اِنهيءَ جي باوجود، هيءَ تحقيق پنهنجي جاءِ تي موجوده وقت جي ماڻهن ۽ محققن لاءِ نشانِ راه آهي. اُميد ڪري سگهجي ٿي، اڄ جي دور جا عالم ۽ محقق هن ڪم ڪي، سنڌي زبان جي قديم ورثي کي وهجائڻ لاءِ پنهنجي سر ڪوششون ڪندا، ۽ سنڌي شاعري جي هن قديم اساسي کي مزيد ترواز ڪرڻ لاءِ، جديد تحقيق جي بنيادن تي ڪم ڪري، پنهنجي ٻولي ۽ شاعري جي خدمت ڪندا.

ڪراچي
۲، جولاءِ، ۱۹۹۵ع

عبدالحميد آخوند
سيڪريٽري
ثقافت ۽ سياحت
حڪومت سنڌ

# ديباچو

سڀڪا ساراه ۽ ثناء جڳائي تنهن سائينءَ کي، جنهن "ڪُن" جي لفظ سان ڪائنات کي جوڙيو، ۽ پنهنجي نور ظهور منجهان پيغمبر پاڪ (صلي الله عليہ وسلم) پيدا ڪيائين، جنهن وحدت جي وائيءَ سان ڪفر جي ڪارنهن عالم تان ڪوري ڪڍي. رضامندو رحمان جو شل سندس چئن يارن ڀلارن تي هجي، جن دين جي ديوار درست ڪئي، ۽ سندس آل اطهار تي جي ٻڏندڙن لاءِ ٻيڙيون آهن، ۽ رحمتون ۽ برڪتون سيني صحابن ڪرامن، امامن مجتهدن ۽ ولين سڳورن تي، جن سچ جي واٽ ورتي!

اما بعد هي عاصي عرض ٿو ڪري تہ سن ۱۹۳۴ع ۾ جڏهن اسماعيل ڪاليج انڌيري (بمبئي) ۾ عربي مدرس هوس، ۽ پياري وطن جي ادب جي احياء لاءِ اندر اداسي هوندو هوم، تڏهن هڪ ڀيري پير جهنڊي جي ڳوٺ وڃڻ ٿيو، جتي مرحوم مغفور پير ميان احسان الله صاحب العلم الخامس پنهنجي بي بها ڪتب خاني جي معايني جو موقعو بخشيو. ڪتاب قولندي حضرت سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان (رح) جي سنڌي ابيات جا ٻہ نسخا جناب حضرت قدوه المجتهدين و زبده الشهداء الصالحين شيخ عبدالرحيم (رحہ) جي شرح سان هٿ لڳا، ۽ انهن سان گڏ پڻ سندس سنڌيءَ جو هڪ سڏاريل ۽ صحيح نقل پلءِ پيو، ازانسواءِ بزرگن مولوي غلام محمد خانزئي مرحوم جو رسالو پڻ مطالعي ۽ اشاعت لاءِ مرحمت فرمايو. اهي ناياب ۽ نادر تحفا ساڻ ڪري بمبئي پهتس، جتي بزرگ گرهوڙي جي سنڌي ڪلام جي مزيد نسخن ڪٺي ڪرڻ جو شوق مافوق پيدا ٿيو. استاد محترم ڊاڪٽر گربخشاڻي لنواريءَ جو هڪ نسخو، جو منهنجي سعادتمند تلميذ رشيد پير سعيد حسن (اطال الله عمره) کيس ڏنو هو، سو مون کي ڏياري موڪليو ۽ منهنجي اڳوڻي عزيز شاگرد دين محمد سومري وري عبدالحي نقرچ جو اتاريل نسخو ٿيهن ربين جي هديہ تي مهيا ڪيو، ۽ ازانسواءِ نهايت تڪليف وٺي سن ۱۹۳۸ع جي اواخر ڏاري گرهوڙ شريف جي پير سال بزرگ فقير سنگهار واتان ٻڌل گرهوڙي صاحب جي حياتي جو احوال قلمبند ڪري پهچائي ڏنو، جو اڪثر مستند ۽ ڪتابي سوانح جي مطابق آهي، ۽ پڻ پنهنجي سابق ۾ هاڻ منهن موڙيل دوست سيد عطا حسين شاه موسوي جي طرفان چند سنڌي ڪلام جا نسخا عطا ٿيا. خاص جناب پير صاحب خواجہ ميان گل حسن لنواري واري جو منت پذير آهيان، جن پاڻ وٽ رکيل نسخي جو ماستر شير محمد صاحب هٿان نقل ڪرائي پيٽ لاءِ عطا ڪيو. ۽ پڻ قاضي محمد اشرف صاحب ٽنڊي جان محمد واري جو، جنهن مرحوم مير خان محمد خان ٽالپر جو هٿ

اکر لکيل نسخو موجود ڪري ڏنو. ٻڻ عزيزم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ميان محمد حسين ماڪاٽي جو نهايت احسان مند آهيان، جن مختلف نمونن ۾ بنده سان ڀلائي جا ڀير ڀريا آهن. انهن ٽوڙي ٻين سڀني صاحبن جو شڪرگذار آهيان، جن سڳوري شهيد جي ڪلام بلاغت انجام کي صحيح نموني ۾ تيار ڪرڻ لاءِ بي لوث مدد ڏني آهي. جزاهم الله عني احسن الجزاه.

بزرگ گرهوڙي جي سنڌي ڪلمن جو صحيح متن بمبئي واري زماني ۾ ئي تيار ڪري رکيو هوم، باقي بيت آئنده لاءِ ڇڏي ڏنا هئم. سنڌ ۾ موٽڻ بعد ٻيا بہ ڪيترائي نسخا ملي ويم، پر جنهن صورت ۾ انهي سڳوري ڪلام جي اشاعت جو امڪان ئي نظر نٿي آيو، تنهن صورت ۾ وڏيڪ محنت کي مهمل ڪري ڇڏيم، تان جو ١٩٥٠ع ۾ سنڌي ادبي سوسائٽي جو بنياد پيو، ۽ سڄڻ صلاح ڏني تہ هي برڪت ڀريو ڪلام سوسائٽيءَ جي ماتحت ڇپائي، ۽ خاص ڪري عزيزم دين محمد سومرو انهيءَ ڪم جي سرانجاميءَ لاءِ محرڪ ٿيو. ۽ درگاه گرهوڙ شريف جي سجاده نشين سيد احمد شاهہ کي آمادو ڪيائين تہ ڪلام جي طباعت لاءِ پنج هزار روپيا عطيو ڏئي، سوسائٽيءَ جو وڏو مربي بڻجي، پر افسوس جو ڪاپي رائيٽ جي مسئلي تي اها آڇ رد ٿي وئي. ليڪن مون اميد نہ لاٿي، ۽ سڀني نسخن جي نئين سر تطبيق ڪري ۽ بيتن کي سرن جي صورت ۾ آڻي، مسودو تيار ڪيم، الله تي آس رکي مطبعة العرب جي حوالي ڪيم، جنهن اڳي ئي ”گل خندان“ ڇپيو آهي. ڪاغذ نهايت عمدو ۽ قيمتي ڪم آندو ويو آهي ۽ ڇاپي جي صحت تي خاص ڌيان ڏنو ويو آهي. تنهن هوندي بہ امڪان آهي تہ ڪيتريون ئي خفيف چڪون منجهس رهجي ويون هجن، جي قارئين ڪرام لطف ۽ عفو جي نظر سان درست ڪري ڇڏيندا. قدردان اندازو لڳائي سگهندا تہ صحيح متن جي تيار ڪرڻ، ۽ تمهيد ۽ شرح لکڻ تي ڪيڏي نہ ڀاري محنت ٿي هوندي.

مخفي نہ رهي تہ هن کان اڳ بزرگ گروهوڙيءَ جو ڪلام، بہ دفعا ناقص نموني ۾ ڇپجي چڪو آهي: پهريائين عالي جناب نواب ڄام ڪانيو خان جي اهتمام سان ١٩٠٤ع ۾، ۽ ٻيو دفعو مرحوم استاد مولوي حاجي عبدالرحيم منگسيءَ جي هٿان سن ١٩٣١ع ۾. ڄام صاحب وارو نسخو مرحوم مير خان محمد خان پنهنجي ”پريتم پياري ماستر واسومل ولد ڇاڇي مل، ساڪن نوشهره فيروز جي مدد سان اتاري پورو ڪيو“ هو، پر ويچاري هندو صاحب کي پراڻي سنڌي پڙهڻ ۾ ئي ڪين آئي، جنهنڪري سارو ڪتاب چڪن سان ڀريو پيو آهي. مرحوم مولوي صاحب تہ ڪلام جو ڳچ حصو بالڪل ڇڏي ڏنو آهي، انهيءَ اميد تي تہ باقي رهيل ٻئي حصي ۾ ڇپائيندو ۽ ديباچي جي آخر ۾ هيئن ٿو فرمائي تہ ”ڪتاب ۾ ڪيتريون غلطيون فرصت گهٽ هجڻ ۽ اڳين پراڻي سنڌي ۽ صورت خطي نہ سمجهڻ ڪري رهجي ويون آهن“. تنهنڪري گويا ڇپيو تہ ڪلام جهڙو ڇپيو تهڙو نہ ڇپيو. انهيءَ مد نظر تي نهايت ڪشالو وٺي هن لاثاني سنڌي ڪلام کي

"سنڌي ادبي سوسائٽيءَ" جي سهاري هيٺ نئين سر آب ۽ تاب سان ڇپايو ويجي ٿو. ڏکين لفظن جو فرهنگ ۽ واجبي فقرن جي شرح پيڇاڙي ۾ ڏنو ويو آهي. تنهن هوندي به ڪي پڙهيون اجا به مشتبه آهن، جن تي شرح جي دوران مختصر بحث ڪيو ويو آهي. جيڪو صاحب انهن تي روشني وجهي، هيٺ صحيح ڪندڙ کي اطلاع بخشيندو، تنهن جو ٻئي ڇاپي ۾ شڪرانو ادا ڪيو ويندو.

هي ديباچو ميلاد النبي صه ١٣٧۴هه جي ڀلاري ڏينهن لکيو ويو آهي. باري تعاليٰ جي درگاهه ۾ التجا آهي ته انهيءَ سڀاڳي ڏينهن جي برڪت سان بنده جي هيءَ ناچيز ڪوشش مقبول ٿئي، ۽ عام توڙي خاص ماڻهون، هي متبرڪ ڪلام پڙهي فيض حاصل ڪري، هن ضعيف جي حق ۾ خير جي دعا گهرن. وعندالله اجر بغير حساب.

تاريخ ١٢ ربيع الاول ١٣٧۴هه
مطابق ٨ نومبر ١٩٥۴ع .

اضعف العباد
ع. م. داودپوٽو عفي عنه

# شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رحہ
# جو
# مختصر احوال*

شيخ عبدالرحيم گرهوڙي، ذات مگريو، حضرت سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان لنواري (قدس سره) جو وڏو خليفو، زماني جي عجائبين ۽ بي نظير هستين مان ٿي گذريو آهي، چاپندي چام هو، ننڍي هوندي کان ئي مطالع جو شوق هوندو هوس، ۽ ايتري قدر علمي تبحر حاصل ڪيو هئائين، جو ساري سنڌ ۾، ملتان کان وٺندي ٺٽي تائين جهڙس جيد عالم ڪونہ هو. منقول توڙي معقول ۾ اعليٰ درجي جي مهارت هيس، ۽ مباحثي ۽ مناظري ۾ ايڏو تہ دسترس هوس، جو ڪو بہ عالم مٿس غالب پئجي نہ سگهندو هو. فقهہ جي ميدان ۾ جهڙي تهڙي کي ڪين مڃيندو هو، ۽ هميشہ پنهنجي اجتهاد تي هلندو هو، جيئن هيٺ معلوم ٿيندو.

## ولادت

گرهوڙي صاحب جي ڄم جي پوري خبر ناهي، پر جنهن صورت ۾ سنديس شهادت سن

---

* هي احوال هيٺين مآخذن تان ورتو ويو آهي:

١. فردوس العارفين، مولف بلوچ خان ولد مکرم تالپر، تاريخ تاليف رمضان مبارڪ، سن ١٢٠١هہ مطابق جون ١٧٨٦ع. اڪثر ڳالهيون حافظ هدايت الله کان نقل ٿيل آهن، جو حضرت سلطان الاولياء جو ٻيو خليفو هو، ۽ سندس خدمت ۾ سڄا سارا چاليهہ سال گذاريا هوائين.

٢. مرغوب الاحباب، مولف نظر علي بلوچ، تاريخ تاليف سن ١٢٧٣هہ مطابق ٥٦ - ١٨٥٧ع. هن ڪتاب جو مدار گهڻو ڪري فردوس العارفين آهي مگر ان ۾ ٻيو بہ ڪيترو ئي مواد ڪٺو ڪيو ويو آهي.

٣. متفرق رسالا، جن جو بنياد ٻهرين مذڪوره ڪتابن تي ٻڌل آهي، جي موجود پير صاحب لنواري جي خاص ڪمدار حاجي ميان عبدالرحمان وٽان پڙ پيا.

٤. سنگهار فقير جي زباني روايت، جا عزيزم دين محمد سومري مون ڏي آڪٽوبر ١٩٣٧ع ۾ نقل ڪري بمبئي موڪلي هئي، ۽ جا گهڻو ڪري ٻهرين ٻن ماخذن سان ملي اچي ٿي، فقط مگرين جو اصل نسل ۽ بارگاه نبوي تان گرهوڙي صاحب کي ٿي مليل ارشاد وغيره فقير صاحب جو اصلي اضافو آهن، جيئن مختلف موقعن تي نروار ڪيو ويندو.

ت سن ١١٩٢هہ ۾ واقع ٿي، ۽ ان وقت سنديس عمر چاليهہ سال هئي، تنهن صورت ۾ قوي گمان آهي، تہ سنديس ولادت سن ١١٥٢هہ ڌاري ٿي هوندي. ڪٿي ڄائو ۽ ڪيئن نپنو، تنهن جو بہ پورو پتو ڪونہ ٿو پوي. قرائن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سندس جنم خيرپور رياست جي مشهور شهر راڻيپور ۾ ٿيو هوندو. سندس والد صاحب جو نالو سعدالله هو، پر ان کان وڌيڪ پيو ڪو احوال ڪونہ ٿو ملي (١). سندس والده صاحبہ سندس شهادت تائين جيئري هئي، پر سندس نالي جي بہ خبر ناهي، قياس طور چئي سگهجي ٿو تہ سندس والدين وڏي هستي ۽ شيءِ وارا هئا، جن اهڙو لاثاني فرزند پيدا ڪيو.

## مگريا قوم جو اصل ۽ نسل (٢)

راجپوتانا جي رڻ پٽ ۾ هڪ ننڍي رياست هئي، جنهن تي ڪنهن سمي هڪ هندو راجا باجيراءِ نالي حڪومت ڪندو هو. ڪنهن قضائي سندس راڻيءَ (نيامت؟) کي پيٽ ٿيو. پورن پنجن مهينن جي عرصي گذرڻ بعد راڻي جي بطن مان ڪلمہ "لاالہ الله" جو آواز اچڻ لڳو. انهيءَ از غيبي ۽ غير معمولي آواز اچڻ سبب راڻي خواه راجا ڏاڍو حيران ٿيا. جيئن جيئن وقت ويو گذرندو، تيئن تيئن آواز بہ ويو وڌندو. آخر لاچار ٿي راجا اهو راز پنهنجن منترين ۽ ٻانيڻن اڳيان رکيو. انهن گهڻي غور ۽ ويچار بعد راجا کي صلاح ڏني، تہ جيڪڏهن اهو ٻار ڄائو تہ اسلامي راڄ قائم ڪندو، بهتر آهي تہ ان کي ڄمڻ کان اڳي ناس ڪيو وڃي. ڪهڙي نموني ۽ طريقي اهو ٻار نابود ڪجي، انهيءَ متعلق گهڻي خوض ۽ خيال بعد فيصلو ڪيو ويو تہ راڻي کي ڏاگهہ چاڙهيو وڃي. ڪاٺين جو وڏو انبار ڪٺو ڪري، راڻي کي ان جي چوٽ تي وهاري، ڦوڪي آگ ڏني ويئي. جڏهن راڻي کي چوڌاري باهہ ويڙهي وئي ۽ ماڻهن ائين سمجهيو تہ راڻي سڙي ڀسم ٿي چڪي هوندي، تڏهن سندس پيٽ مان ٻار پڙڪو کائي اچي ٻاهر پٽ تي پيو، ۽ ڪرڻ سان چيائين "محمد رسول الله" اهڙي آواز تي ماڻهون عجب ۾ پئجي ويا. ڪن جو خيال هو تہ ٻار کي وري باهہ ۾ جلائي ڇڏجي، مگر راجا ۽ سندس صلاحڪار ڊڄي ويا، ڇي اهو ٻار آڙاهہ مان بہ نڪري آيو، تنهن ۾ وڏو ڪو اسرار آهي، ۽ متان ائين ڪرڻ ڪري خود راجا کي نہ ڪو نقصان رسي. تنهنڪري راجا اهو ابهمڙو ڪٿي چانهيا قوم جي حوالي ڪيو ۽ ڪين چيائين تہ هي نينگر مسلمان ٿو ڏسجي، اوهين وڃي ڪيس سنڀاليو. ڇوڪري جو نالو مگرراءُ"(٣) رکيو ويو، ۽ سنديس پالنا ۽ پرداخت لاءِ چانهين کي ڪي جاگيرون بہ ڏنيون ويون.

---

(١) سندس وڏي ڏاڏي جو نالو موسيٰ هو، جنهنڪري سندس پاڙي کي "موسيجا" بہ چوندا آهن.

(٢) سنگهار فقير جي روايت موجب.

(٣) مگر معني باه.

اڄ ننڍو سيان وڏو، جڏهن مگر راءِ بلوغت کي رسيو، تڏهن سندس شادي ڪرائي وئي، ڪيس ٽي پٽ ڄاوا، جن مان وڏي جو نالو ساهڙ هو. ساهڙ کي هڪ پٽ ۽ نياڻي پيدا ٿي. پٽ جو نالو ٻڪيو هو، باقي نياڻيءَ جي نالي جي خبر ناهي. ٻڪيي جي ڏينهن ۾ مگر راءِ لاءِ ڏنل جاگيرون کسجي ويون، جڏهن ٻئي ڀاءُ ڀيڻ وڏا ٿيا ۽ ڪاني، ڪرامت جا صاحب ٿيا، تڏهن وقت جي راجا کان جاگيرن جي واپسيءَ جي طلب ڪيائون، پر راجا صفا نابري واري. پنهي ڄڻن صلاح ڪئي ته هاڻ جنهن صورت ۾ ٻيو وس نٿو هلي، تنهن صورت ۾ جاگيرن کي ڪرامت جي زور تي هٿ ڪجي. اهو پهه ڪري ٻئي ڄڻا اچي جيسلمير ۾ پرگهٽ ٿيا ۽ راجا کي چوائي موڪليائون ته جيڪڏهن ڪسيل جاگيرون موٽائي نه ڏيندين ته زوري ورتيون وينديون. جڏهن راجا پنهنجي هٺ کان هيٺ نه لٿو، تڏهن ٻڪيي جي ڀيڻ، جا ڀاءُ کان وڌيڪ اک واري ۽ زياده طاقت رکندڙ هئي، تنهن ڀاءُ کي چيو ته "تون هڻ ڪاني پوءِ جي راجا آڻ مڃي ته آءٌ اها ڪاني ڪٽي ونديس، پر جيڪڏهن مون ڪاني هڻين ته توکان ڪجي ڪين سگهندي". تنهن بعد ٻڪيي وٺي قلعي تي ست جي ڏيري اڇلائي ته سڄو قلعو لڏڻ لڳو، ۽ هڪ هنڌان ڦاٽي پيو. راجا ۽ سندس صلاح ڪار سنگي ويا ۽ جاگيرن ڏيڻ جو وعدو ڪيائون. تنهن تي ڪاني واپس ورتي وئي، مگر قلعي ۾ جيڪو ڦاٽ پيو هو، سو قائم رهيو. ٻڪيو ۽ ڀيڻس انهن جاگيرن جي پيدائش تي گذارڻ لڳا ۽ پشت به پشت اهي جاگيرون سندن عزيزن ۾ ورهاست ٿينديون آئيون، اهڙي طرح مگريا قوم جو بنياد پيو.

ڪجهه زماني گذرڻ بعد مگريا جيسلمير مان لڏي اچي شاهه ڳڙهه ۾ رهيا، جتان ٿلڪندا ٿلڪندا سنڌ ملڪ ۾ پهتا. پهرين پهرين راٺيبور ۾ سندن ورود ٿيو، ۽ پوءِ رفته رفته ميرپورخاص ۾ اچي رهيا. انهيءَ وقت ميرپورخاص ۾ ڪهڙي هنڌ رهندا هوا، سو چئي نٿو سگهجي. مگر ايئن معلوم ٿئي ٿو ته بزرگ گرهوڙيءَ جي والد شريف جو گهر ڪڏڙي ريلوي لائين جي اوپر طرف هوندو هو، جتي هينئر ڳاڙها سيد رهندا آهن. اهو پڻ چئي نٿو سگهجي ته ميرپورخاص ۾ ڪيترو وقت رهيا. ليڪن پاڻ چوڪرائي اوستا ۾ آيا تا ڏسجن، جو ظاهري علوم به ميرپورخاص ۾ اچڻ بعد حاصل ڪيا هوائون، ۽ ميرپورخاص مان ئي لنواري شريف وڃڻ ٿيو هون(١).

## ظاهري علومن جي تحصيل

انهن ڏينهن ۾ چوٽيارين جو ڳوٺ علم جو هڪ وڏو مرڪز هو، ۽ ميون محمد مبين

---

(١) ان وقت حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد زمان پيرسن ۽ ضعيف هئا (جيئن هيٺ ڏنل حڪايت سان ظاهر آهي) يعني گرهوڙي صاحب جو لنواري وڃڻ تقريبا ١١٨٠ ۽ ١١٨٨ هه جي وچ ڌاري ٿيو هوندو.

انهيءَ مدرسي جو مدارالمهام هو. چيو وڃي ٿو تہ گرهوڙي صاحب ظاهري تعليم ميين مبين وٽان پرائي(١) ۽ سيني هڪ جيڏن کان اصول توڙي فروع ۾ گوءِ کٽي ويو. فردوس العارفين جو مؤلف فرمائي ٿو تہ : "ننڍي وهيءَ کان ڪتابن پڙهڻ ۾ مشغول هوندو هو، ۽ جيڪو ڪو سائنس مباحثو ۽ مناظرو ڪندو هو، تنهن تي غالب پوندو." هڪ زبردست مناظري جو بيان اڳتي ايندو. گرهوڙي صاحب کي پنهنجي استاد ميين محمد مبين لاءِ سخت عزت ۽ محبت هوندي هئي ۽ کيس "بابو" ڪري سڏيندو هو. ايتري قدر جو جيڪڏهن ڪنهن شخص کي خطرو ٿي پوندو هو، تہ انهيءَ کي پاڻ هيٺين طرح سلام ڏياري موڪليندو هو تہ، "ميين عبدالرحيم پٽ ميين مبين ۽ ميين مبين پٽ رعد جي سلام ڏنا اٿئي، اي خطرا هليو وڃ. انهيءَ نيايي تي خطرو هليو ويندو هو. هڪ دفعي جو ذڪر آهي، تہ بزرگ گرهوڙي اتر ڏي(٢) منهن ڪيو وينو زور سان چئي "ميان مبين ڪوپرو، ميان مبين ڪوپرو.." ٿوري ئي وقت ۾ ميون مبين اچي سهڙيو ۽ ڏونگهين جا ڪوپرا اچي اڳيان رکيائينس. مجلس وارن ائين سمجهيو تہ شايد گرهوڙي صاحب کي ڏونگهين جي ضرورت هئي، جن لاءِ مبين ميين کي سڏي رهيو هو. مگر پوءِ ميين مبين کان معلوم ٿيو تہ گرهوڙي صاحب مون کان دريافت ڪري رهيو هو تہ "خداوند ڪريم ذوالجلال جو ڪو پرو پاند آهي يا نہ؟ ۽ ائين ناهي جيئن ماڻهو سمجهي رهيا آهن"

## طريقت ۽ روحاني تعليم

گرهوڙي صاحب ظاهري علومن سان آراستہ هوندي بہ هميشہ باطن ڏي مائل هوندو هو ۽ خواهش هوندي هيس، تہ ڪو باڪمال روحاني بزرگ ملي تہ ان جو دامن وٺان. روايت آهي(٣) تہ

---

(١) هي حقيقت عزيزم حاجي نواب محمد علي خان تاجپوريءَ جي ڏنل چوپڙيءَ مان نروار ٿئي ٿي. ٻئي ڪنهن بہ آڳاٽي مآخذ ۾ ميين مبين جو نالو نہ آيل آهي. ميين مبين سان بزرگ گرهوڙيءَ جي محبت جو ذڪر سنگهار فقير جي روايت ۾ پڻ آيل آهي. فقير راضيءَ کان معلوم ٿيو تہ ڪنهن سمي گرهوڙي صاحب دائره شريف (اڏيرو لعل) جي هڪ سيد بزرگ وٽ درس وٺندو هو. جيئن تہ هو بدن ۾ تمام ڏبرو ۽ شڪل جو پورو پنو هو، ٻيا شاگرد ڪائنس نفرت ڪندا هوا. ۽ کيس پاڻ سان ماني کائڻ نہ ڏيندا هوا. تنهن تي سيد سونهاري چيس تہ ابا تون مون سان ماني کاءُ. انهيءَ سبب ڪري گرهوڙي صاحب کي سيدن لاءِ وڏي عزت هوندي هئي. شايد اهو ئي ڪارڻ هو جو پنهنجن ٽن نياڻين جو سڱ سيدن سان ڪيائين. فقط هڪڙي نياڻي پنهنجي پاڻيي کي ڏني هوائين، سو بہ پنهنجي والده صاحبه جي زور آڻڻ تي.

(٢) چوٽيارين جو ڳوٺ گرهوڙ شريف جي اتر طرف آهي.

(٣) هيءَ روايت عزيزم نواب حاجي محمد علي تاجپوريءَ جي چوپڙيءَ تان ورتل آهي. جنهن جي تائيد جهوڪ شريف جي موجود سجاده نشين جناب ميان عبدالستار صوفي پڻ ڪئي آهي. چي، اها روايت حضرت شاه شهيد (رحہ) جي فقراء کان ٻڌي ويٺي آهي. اهو چار جو وڻ جنهن جي هيٺان دڪيءَ تي خليفو ابن ۽ گرهوڙي پاڻ ۾ روحاني راز اوريندا هئا، سو اها دڪي اڃا بہ موجود آهي.

سچا پارنهن مهينا شاه شهيد عنايت الله صوفي (رحہ) جي خاص خليفي ميان آبن سمي "اوڙاه" جي صحبت ۾ جهوڪ شريف جي درگاهہ تي گذاريائين، ۽ وٽانئس گهڻو فيض پرايائين. آخر ۾ خليفي ابن سمي گرهوڙي صاحب کي چيو تہ "اسان کان جيڪا خدمت پڳي سا ڪئي سون، هاڻ وڃو لنواري شريف جتي اوهان جي عقده ڪشائي ٿيندي.

## لنواري شريف جي زيارت

گرهوڙي صاحب جو لنواري شريف ڪيئن وڃڻ ٿيو، ان بابت بہ روايتون آهن. پهرين روايت سنگهار فقير جي هن ريت آهي: شروعات کان وٺي سندس دلي تمنا هوندي هئي تہ ڪنهن ڪامل مرشد کان ارشاد وٺان، مگر ڪو اهڙو يگانو نظر ڪونہ ٿي چڙهيس. هڪ دفعي جو ذڪر آهي تہ پاڻ نماز خاطر وضو پئي ڪيائين، تہ هڪ پري کان ايندڙ مسافر اچي عرض ڪيس تہ سائين مهرباني ڪري مون کي ڪرو (ڪونرو) ڏيو تہ مان بہ وضو ڪري نماز پڙهي وٺان. تڏهن مسافر کان پڇيائين تہ اوهين ڪاڏي ٿا وڃو؟ مسافر وراڻيو تہ مان لنواري شريف وڃي رهيو آهيان. تنهن تي گرهوڙي صاحب چيس تہ "ڏني سون توهان جي لنواري". انهيءَ جي جواب ۾ مسافر چيو تہ "الله ڪندو تہ ضرور ڪنهن ڏينهن لنواري شريف ڏسندا". اها ورندي سڻي پاڻ ڪجهہ وقت ٽپيءَ ۾ پئجي ويو ۽ ٻورن ٽي ڏينهن بعد لنواري ڏي روانو ٿي ويو.

ٻيءَ روايت موجب (١) سندس طريقت جي ابتدا هن ريت آهي: ڪنهن دفعي واٽ ويندي هڪ درويش کي ڏٺائين، جو لنواري ڏي پئي ويو. ڪيس چيائين تہ پنهنجي پير کان منهنجي طرفان پڇجانءِ تہ "اها واٽ جنهن تان اسان جو پيغمبر ﷺ آسمان تي ويو آهي، سا فقط سندس لاءِ مخصوص هئي، يا ٻين لاءِ بہ کليل آهي؟" لنواري پهچڻ بعد اها ڳالهہ سندس دل تان لهي وئي، ۽ جڏهن موٽڻ جو ارادو ڪيائين، تڏهن حضرت خواجه محمد زمان (رحہ) کانئس ازخود پڇيو تہ، "فلاڻي تو کي ڇا چيو هو؟" تڏهن ياد پيس ۽ ساري ماهيت عرض رکيائين. پاڻ فرمايائون تہ، "شيخ عبدالرحيم کي چئج تہ بغداد جي خليفي لاءِ پل اڏي هئون. جا اڃا تائين قائم آهي ۽ سيڪو پيو مٿانس لنگهي. ساڳئي طرح عالم جي سردار لاءِ بہ گويا هڪ پل نهرائي وئي هئي، سا ڪا ڍهڻ جي آهي. البته حضور جن جو ان تان لنگهڻ خاص سندن شان ۽ دستور وٽان هو، ۽ لشڪرين جو سلطان پٺيان لنگهڻ سندن شان ۽ رواج موافق آهي."

انهيءَ جواب ٻڌڻ شرط گرهوڙي صاحب هڪدم لنواريءَ هليو آيو. پهريائين دل ۾ خيال

---

(١) هيءَ روايت فقط "مرغوب الاحباب" جي مؤلف ڏني آهي، ۽ ٻين پڻ ان تان نقل ڪيو ٿو ڏسجي. فردوس العارفين واري انهيءَ روايت ڏي اشارو نہ ڪيو آهي.

تيس تہ ڏسان تہ خواجه صاحب جن ڪيتري پاٺي ۾ آهن. ڇا وٽن حقيقت ۾ معنيٰ بہ آهي يا فقط اسم ۾ رسم. تنهن تي حضرت خواجه صاحب جن ڪائنس قرآني آيت "والطور و ڪتاب مسطور في منشور والبيت المعمور" جي معنيٰ پڇي، شيخ عبدالرحيم ظاهري معنيٰ تہ بالڪل سهڻي نموني ۾ ادا ڪئي، پر جڏهن خواجه صاحب جن مٿس روحاني معنيٰ جا راز پلٽيا، تڏهن اکين تان انڌاريون لهي ويس(١) ۽ يڪدم سندس مريد ٿيو. پوءِ علمي بحث مباحثا ڇڏي وڃي عرشين لڳو. هڪڙي ئي ملاقات ڍئي ڇڏيس، هڪڙي ئي ڇاتيءَ چريو ڪري ڇڏيس.

پر پراڻي عادت ڪا منجهڻ جي آهي، ڪنهن ڏينهن ٽيهري نماز جو وقت ضعيف ٿيڻ تي هو. پاڻ خواجه صاحب جن کي ڇتايائين. خواجه صاحب جن فرمايو تہ اسان جي مشائخن اهو وقت دير سان پڙهيو آهي. شيخ عبدالرحيم چيو تہ فرضن جي ادا ڪرڻ ۾ طريقت تي هلڻ جي ڪهڙي

---

(١) سنگهار فقير جي روايت مان ظاهر آهي تہ خود حضرت سلطان الاولياءُ سندس علمي مبلغ معلوم ڪرڻ لاءِ انهيءَ آيت شريف جي معنيٰ پڇي هئي. گرهوڙي صاحب ظاهري معنيٰ تہ چڱي ادا ڪئي، پر جڏهن روحاني معنيٰ پڇيائون تڏهن منجهي پيو. پيا بہ جيڪي سوال پڇيائونس تن جو فقط هي جواب ٿي ڏنائين تہ "اها قلب جي ڳالهہ آهي." شيخ صاحب سمجهيو تہ زياده طاقتور هستيءَ وٽ پهتو آهيان ۽ چوڪنيو ٻڌجي ويو آهيان. پر وري بہ دل جهلي سوال پڇيائين تہ "قبلا، حقيقت محمدي کي اولياءُ ڪيئن ٿا ڳڌجن؟ ان جي جواب ۾ پاڻ هي بيت پڙهيائون:

جي محبت منجهہ مٺا، سي مور نہ مرن ڪڏهين،
من قتلته فانا ديته، وڏي ملهہ وٺا،
ان الدين عندالله الاسلام، وڃي موت وهاءُ،
موتان اڳي ماءُ، اڳاهون اسلام ٿيو.

انهيءَ بيت ٻڌڻ بعد گرهوڙي صاحب سمجهيو تہ واصل بالله ٿي ويس يعني حقيقت محمدي کي پهچي چڪس. ٻئي رات سومهاڻيءَ وقت گرهوڙي صاحب کي ارشاد ٿيو. صبح جو معلوم ٿيو تہ هوش ۾ ناهي. تڏهن وڃي مسجد ۾ ڇڏيائونس، جتي اٺ پهر غش ٿيو پيو هو. جڏهن اها خبر خواجه صاحب جي ڏيان مبارڪ تي آندي وئي، تڏهن پاڻ فقيرن سميت مگريي فقير وٽ آيا، ۽ ڪيس اٿاري هڪ ڪتاب ڏئي هليا ويا. شيخ صاحب اهو ڪتاب پڙهي زار زار پئي رنو، ۽ هيٺيان بيت پئي پڙهيائين:

١ - ڏڙهہ ڏونگر ۾ ڏيهہ، وڃن رات وسايا،
مون منجهارا ڪيهہ، ڪنهن وڏي پارڻ نڪري.

٢ - ورد وظيفا وسريا، نڪا ٿي نماز،
منيون بحري باز، چوري ڪيو چنبن ۾.

(خبر ناهي تہ اهي بيت سندس آهن، يا شاهہ عبداللطيف جا، ڇاڪاڻ جو رسالي ۾ پڻ اچي وڃن ٿا.)

ضرورت آهي؟(١) حضرت سلطان الاولياء تنهن تي فرمايو ته اجان ملن وارا مناظرا ونيو اچين ! تڏهن گرهوڙي صاحب چيو ته :

ڏڙهہ، ڏونگر ۽ ڏيهہ، وڃن رات وسائيا،
مون منجهانرا کيهہ، کنهن وڏي ڀارڻ نکري.

تڏهن پاڻ وضو کندي، هٿ چنڊ ڪري، ڏانهنس اشارو ڪيائون. شيخ عبدالرحيم مورڇا ٿي ڪري پيو ۽ ٻئي ڏينهن تائين بيهوش هو. جڏهن وري وڃين جي مهل ٿي، تڏهن فقيرن عرض ڪيو ته، "قبلا، ميون عبدالرحيم گرهوڙي اجا انهيءَ حالت ۾ پيو آهي." تڏهن پاڻ وٽس اچي فرمايائونس ته: "مگريا فقير، اسين ته باوجود پيريءَ جي وڃين نماز پيا پڑهون، ۽ تون ته ڪيترائي وقت قضا ڪري چڪو آهين." تڏهن هوش ۾ آيو ۽ هي بيت پڑهيائين:

منهنجو ماهہ مجاز، پيچاري جيئن پچيو،
ورد وظيفا وسريا، نکا رهي نماز،
هنيڙو بحري باز، چوري ڪيو چنبن ۾.

ان بعد ڪيس پنهنجي وطن ڏانهن موٽي وڃڻ جو امر ٿيو. ۽ پاڻ اچي ميرپورخاص ۾ رهيو. مگر ڪيس اهڙي جلالت اچي ڪنيو(٢)، جو وڻن تي چڙهيو، پاڻ ڪٽي پٽ تي ڇڏي، ۽ بار بار هيٺيون بيت پيو پڑهي:

فرزند بي بي فاطمه جا، ناحق ڪسن ڪيئن؟
وير ونندي سينءُ، پاسو پٽ نہ ڪوڙيان،
الله اڪبر، ڪونهي تڪبر.

ائين چئي پاڻي جو ڪونرو ونيو مٿي تي نانئي، جو سچو مٿي ۾ جذب ٿيو وڃي. اها حقيقت ٿوري گهٽي ڏينهڙين وڃي لنواريءَ پهتي، اتان نياپو آيو ته پاڻ هينئر جلاليءَ ۾ آهي، ۽ ڪو بہ سندس ويجهو نہ وڃي، مبادا ڪو نقصان ڪري وجهي، ڪيس چورائي موڪليائون ته بهتر آهي

---

(١) ايستائين روايت "متفرقه رسالات" جي آهي. مير خان محمد خان ٽالپر ساڳئي روايت مذڪوره دليل بغير پنهنجي هٿ اکر لکيل ڪلام گرهوڙيءَ جي نسخي جي آخر ۾ هڪ خالي صفحي تي آندل آهي، ۽ هيٺ بيان لڳ ڀڳ مير صاحب جي لفظن ۾ ادا ڪيو ويو آهي. "متفرقه رسالات" وارو اڳتي هلي هيئن ٿو لکي: خواجه صاحب جن لمحو ڪن ماٺ ۾ رهيا ۽ پوءِ نماز لاءِ اٿيا - ان کان پوءِ شيخ عبدالرحيم ڏانهن منهن ڪري فرمايائون ته: اسان جي ديرڙائي جو سبب بدن ۽ طبع جي هيٺائي آهي. شيخ صاحب چوندو هو ته اهڙي گستاخي ڪري اڄ تائين وڃين نماز پوري وقت تي پڑهي نہ سگهيو آهيان.

(٢) هي سارو احوال فقير سنگهار جي روايت موجب آهي.

تہ هلي چليءَ تي هلو. جڏهن هي پيغام پهتس، تڏهن وٽن تي چڙهڻ ۽ پاڻ کي پٽ تي ڪيرائڻ ڇڏي ڏنائين، ۽ چيائين تہ منهنجو ارادو هو تہ شيطان کي دنيا مان تڙي ڪيان، جو خدا جي مخلوق کي پيو خراب ڪري، پر هاڻي اجازت نہ ملي.

## خدا آباد ۾ مناظرو (١)

مٿي ڄاڻايو ويو آهي تہ شيخ عبدالرحيم گرهوڙيءَ کي ڪنهن جهڙي تهڙي فقه جي ڪتابن تي اعتماد نہ هوندو هو، ۽ پنهنجي فهم فراست ۽ اجتهاد موافق فقه تي عمل ڪندو هو. انهيءَ ڪري وقت جي علمائن سندس تبديع ۾ فتوائون لکيون ۽ اتفاق ڪيائون تہ ڪيس تعذير ڏيون، جو هو بي شرع ڳالهيون ٿو ڪري(٢). سندن چرچ تي وقت جي حاڪم (شايد ميان محمد سرفراز خان ڪلهوڙو: ١١٨٦ هہ ـ ١١٩٧ = ١٧٧٢ ـ ١٧٧٥م) عالمن ۽ شيخ عبدالرحيم گرهوڙيءَ کي دارالسلطنت خدا آباد ۾ مناظري لاءِ گهرايو.

گرهوڙي صاحب وڃڻ لاءِ تيار ٿيو، پر اول چوائي موڪليائين تہ هڪ عالم جو سيد آل رسول هجي، تنهن کي امين مقرر ڪن، ۽ هيئن بہ چوائي موڪليائين تہ هر هڪ سان جدا جدا مباحثو نہ ڪيو ويندو، بلڪہ پاڻ مان هڪ عالم چونڊين جو ساڻس منهن ڏئي، ۽ ٻيا ان جا مددگار ٿين ۽ ڪتابن مان حوالا ۽ عبارتون ڪي ڏيندس. عالمن اهو شرط قبول ڪيو ۽ سيد جمال شاهہ گهوٽڪي(٣) واري کي منصف ڪري چونڊيائون جو ڪلهوڙن وٽ ملازم هو.

حضرت شيخ صاحب جڏهن شهر کي ويجهو پهتو، تڏهن پنهنجي رفيقن کي هن آيت موجب "لا تدخلوا من باب واحد، وادخلوا من ابواب متفرقه" امر ڪيائين تہ جدا جدا ٿي مقرر مسجد ۾ داخل ٿين، ۽ پاڻ تن تنها رواجي لباس ۾، گودڙي ڪڇ ۾ ۽ چادر مٿي تي، جنهن مان

---

(١) هي مناظرو غالباً حضرت خواجه محمد زمان (قدس سره) جي ارادتمنديءَ ۾ اچڻ بعد واقع ٿيو آهي. تنهنڪري هن جاءِ تي ڏجي ٿو. هن مناظري جو ذڪر مرغوب الاحباب ۽ رسالات متفرقه ۽ سنگهار فقير جي روايت ۾ آيل آهي.

(٢) گرهوڙي صاحب جا ڪيترائي اجتهادي فيصلا ذڪر ٿيل آهن، پر فارسي ۽ عربي ايتري تہ غلط آهي، جو انهن جو مطلب مشڪل سان سمجهڻ ۾ ٿو اچي. از انسواءِ هڪ ادبي تصنيف لاءِ غير ضروري آهن، جنهنڪري هتي نظر انداز ڪيا ويا آهن.

(٣) سنگهار فقير جي روايت موجب ڄمال شاهہ "لوءِ" (ڀريالوءِ) جو ويٺل هو. ساڳئي روايت موجب عالمن جو انداز ٢٤٠ هو، ۽ انهن مان ١١ ڄڻا علم جي زور تي پير بہ هوا مگر ڪين مرشد ڪونہ هو. مناظري لاءِ خاص جاءِ ناهي وئي هئي، جتي شيخ عبدالرحيم لاءِ هڪ ڪرسي ڇڏيل هئي ۽ وچ ۾ ڪتابن جو ڍير رکيل هو.

دستار جو طرو ڏسڻ ۾ پئي آيو، اچي وارد ٿيو(١). رمضان جو مهينو هو ۽ سخت اڄ لڳي هيس. مسجد ۾ گهڙڻ شرط پاڻيءَ جي طلب ڪيائين. علمائن کيس منع ڪئي. چيائين ته مان مسافر آهيان. علمائن چيو ته تاهم منع ڪرڻ واجب آهي. تنهن تي گرهوڙي صاحب هي سڳوري آيت پڙهي "ومن كان مريضاً او علي سفر، "فعده من ايام أخر"(٢) ۽ پڻ هي حديث ايراد ڪيائين: "الصائم في السفر كالمفطر في الحضر"(٣). خادمن مان هڪڙي کيس پاڻي ڏنو، جو پي ويهي رهيو(٤). علمائن هاڻي کيس سڃاتو ۽ منصف کي چيائون ته (رمضان جي مهيني ۾) پاڻي پيئڻ سراسر بدعت آهي. گرهوڙيءَ صاحب منصف کي چيو ته حضرت رسول ﷺ جن جو سيني انن تي سوار ٿيل اصحابن کي گڏ ڪري علي الاعلان پاڻي پيتو هو، سا به بدعت آهي؟

ايتري ۾ گرهوڙي صاحب جي تشريف آوريءَ جو ٻڌي، شهر جا اڪابر ۽ افاضل ۽ دربار جا امير ۽ مشير به اچي مسجد ۾ گڏ ٿيا، ۽ مباحثو ظهر کان وٺي عصر تائين هليو. علمائن ڪتاب کولي سوال پئي پڇيا ۽ گرهوڙي صاحب انهن جا شڪ ۽ شبها قرآن ۽ حديث جي روشنائي ۾ پئي رد ڪيا، ۽ وري وري پئي چيائين ته منصف صاحب انصاف ڪري ته مان دليل قرآن مجيد ۽ حديث

---

(١) مرغوب الاحباب جي روايت موجب شيخ صاحب گهوڙي تي چڙهيل هو. جڏهن هالن نون مان مخدوم نوح (رحه) جي درگاهه وٽان اچي لنگهيو تڏهن مجاورن چيس ته گهوڙي تان لهو، پر شيخ صاحب نه لٿو. اتفاق سان انهيءَ وقت شيخ محمود مجذوب، جو پڻ خواجه محمد زمان صاحب جن جو هڪ برگزيدو مريد هو، سو کيس ملڻ آيو. جيئن شيخ صاحب سندس تعظيم لاءِ جهڪيو ٿي تيئن دوال بند ٽٽي پيو، ۽ شيخ صاحب وڃي گوڏن ڀر ڪريو. مجاورن چيو ته ڏٺو، جو اسان منع ڪيس پر نه مڃيائين ۽ ان جو ڪيتو لوڙيائين. گرهوڙي صاحب کو خيال نه ڪيو، پر شيخ محمود صاحب چيو ته "نه نه، پنهنجي گوڏن سان قبي کي ضرب هڻي اٿس" ۽ پوءِ جلد ئي روضي جو گنبذ ڪري پيو. منهنجي خيال ۾ اها روايت واهيات آهي. مخدوم نوح جي درگاه اڳيان گهڻائي گهوڙي سوار ۽ موٽرن وارا پيا لنگهن، پر ڪنهن کي به آسيب کو نه ٿو رسي. اهڙي طرح قبي جو اتفاقي ڪرڻ به تحقيق طلب آهي.

(٢) يعني "۽ جيڪو بيمار هجي يا سفر ۾ هجي، ته پوءِ اوترا ڏينهن ٻيا روزا رکي سگهي ٿو".

(٣) يعني "روزائتو سفر ۾ ائين آهي جيئن روزو ڇوڙيندڙ پنهنجي شهر ۾" مون کي هي حديث اڃا هٿ نه لڳي آهي، شايد حديث بالمعنيٰ آهي.

(٤) فقير سنگهار جي روايت موجب گرهوڙي صاحب قرآن شريف هٿ ۾ کڻي پٽ تي ويهي رهيو. تڏهن سڀ مجلسي اٿي بيهي رهيا، ڇي پهريون الزام نه اهو آهي، جو قرآن شريف پٽ تي رکيو ويو آهي. انهيءَ جي جواب ۾ پاڻ فرمايائين ته قرآن ڪريم حضرت رسول ﷺ تي نازل ٿيو، ۽ پاڻ سڳورا پٽ تي هئا، ۽ آخر زمين ۾ داخل ٿيا، پوءِ ڪهڙو گناه ٿيو، جو قرآن مجيد پٽ تي رکيو ويو. انهيءَ جواب ملڻ تي ملن پنهنجو اعتراض واپس ورتو ۽ کيس عرض ڪيائون ته مٿي ڪرسي تي وهو تنهن تي پاڻ ٽپ ڏيئي ڪتابن جي ڍير تي چڙهي ويٺا. انهيءَ فعل تي گهڻو گوڙ ٿيو، جنهن جي جواب ۾ شيخ صاحب چيو ته مان به هڪ ڪتاب آهيان (ڇاڪاڻ ته کيس سيئي ڪتاب برزبان ياد هوا) پوءِ جيڪڏهن هڪ ڪتاب ٻين ڪتابن تي رکيو ويو ته ڪهڙو قصور؟

شريف موجب ڏيان ٿو، ۽ انهن بعد اصحابن جي اجماع ۽ مجتهدن جي قياس موجب، ۽ ڪنهن به جهڙي تهڙي فقيه جي قول کي شمار ۾ نٿو آڻيان. انهيءَ ردو بدل بعد فيصلو ڪيو ويو ته هڪ ٽي ڳالهائي، ۽ جيڪو وچ ۾ ڳالهائيندو، تنهن جو رد ڪيو ويندو. ٻيو شرط هي وڌائين ته مون سان اهو ملو بحث ڪري، جيڪو مرشد وارو هجي. انهيءَ شرط ٻڌڻ تي مجلس جي امين سيد جمال شاهه يڪدم عرض ڪيو ته قبلا مون کي مرشد ناهي، مون کي ارشاد نوازش ٿئي. انهيءَ وچ ۾ هڪ طالب العلم(١) چيو ته مخدوم محمد هاشم هيٺن لکيو آهي. جنهن تي گرهوڙي صاحب هڪ مس ڪيڙي پرڪري انهيءَ طالب العلم کي هڻئي. جو سندس پيشاني مان رت وهڻ لڳو، ۽ چيائين ته "مخدوم محمد هاشم جا سڪايل وڻ اڃا ساوا ٿي نه ٿيا آهن، ۽ تون ٻيو هاشم هاشم ڪرين. جيڪڏهن ٻيو دليل ڪو نه اٿئي ته چوٿين درجي جو دليل(٢) آڻ نه ته بيهودو نه ڳالهاءِ..." انهيءَ سندس فعل تي ڏاڍا اعتراض اٿيا. مگر مقرر ڪيل شرطن موجب گرهوڙي صاحب کي ڪجهه ڪري نٿي سگهيا. اهو طالب العلم هڪڙيئي ڌڪ سان وڏي هدايت کي رسيو، ۽ طريقت جو صاحب ٿيو.

القصہ علماء جواب ڏيڻ کان عاجز ٿيا، ۽ سيد منصف ظاهر ڪيو ته "بدعت هن شخص وٽ ڪٿان آئي، هي ته خود قرآن ۽ حديث جو نور آهي". اهڙي طرح ملن جي مناظري جي ڪيڏ ٽٽي پئي، ۽ سيئي رفو چڪر ٿي ويا. سيد جمال شاه تمام گهڻو زور ڀريو ته مون کي ارشاد ڏيو، تنهن تي پاڻ ڪيس گهڻو سمجهايائون ته هن وقت ارشاد توهان لاءِ چڱو نه ٿيندو، جو مون تي جلالت جو جوش آهي، ۽ ان جي سختي اوهان جي سهڻ کان پري آهي، بهتر آهي ته مڪان تي اچو ته ارشاد به ڏيانو، ۽ ٿانءَ به جهلڻ لاءِ ڏيانو، ٻئي صورت ۾ جلي مري ويندا. مگر سيد جمال شاه نه مڙيو ۽ ڪين ارشاد ڏيڻ لاءِ مجبور ڪيائين. تنهن تي گرهوڙي صاحب چيس ته" هڪدم پنهنجي ڳوٺ هليا وڃو، جيئن پنهنجي وڏن جي قبرستان کي پهچو." شاهه صاحب انهيءَ دم روانو ٿيو، ۽ گهوٽڪيءَ کان هڪ فرسنگ پنڌ تي ساه ڏنائين. سندس ساٿي جنازو کڻي سندس وڏن جي مقام ۾ آيا ۽ اتي دفن ڪيائونس.

## ٻيون پيرو لنواري شريف وڃڻ

بيان ڪيو ٿو وڃي(٣) ته هڪ رات بزرگ گرهوڙيءَ خواب ڏٺو ته حضرت رسول الله ﷺ

---

(١) فقير سنگهار جي روايت موجب اهو طالب العلم خود مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو پوٽو هو.

(٢) يعني مجتهدن جو قياس

(٣) فقير سنگهار جي روايت موجب.

جن تشريف فرما ٿيا آهن، ۽ ڪيس فرمايو ائين ته هڪدم لنواريءَ هليو وڃ، جو خاندان ۾ رلي پوڻ جو امڪان آهي، انهيءَ کي وچي بند ڪر. انهيءَ فرمودي موجب پاڻ يڪدم لنواريءَ شريف پهتو، ۽ ڇا ڏسي ته حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد زمان (قدس سره العزيز) جن هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪرڻ وارا آهن(١). ان وقت سندن فرزند ارجمند حضرت خواجه گل محمد صاحب جي عمر فقط ١١ ورهيه هئي. سندس مامي سليمان جي سازش تي ڪن وڏن مريدن ۽ يارن سندس سجاده نشينيءَ تي اعتراض اٿاريو هو، ڇي "هو اڃا ٻار آهي، سو مريدن جي ڪهڙي تربيت ڪري سگهندو. خلافت جي وڏي عهدي لاءِ گهٽ ۾ گهٽ چاليهن ورهن عمر هئڻ ضروري آهي". اڃا اڪثر اصحاب حضرت سلطان الاولياء جي ڪفن دفن ۾ مشغول هوا، ته ميان سليمان مخالف ڌر جي مدد سان وچي خانقاه جي مسند تي ويٺو، ۽ ماڻهن کان بيعت وٺڻ لڳو. اها خبر جڏهن شيخ عبدالرحيم صاحب کي پيئي، تڏهن يڪدم ڊوڪيندو خانقاه ۾ آيو ۽ گوڏا ڀڃي ميان سليمان ڏي نوڙڻ لڳو. ميان سليمان سمجهيو ته شيخ عبدالرحيم بہ شايد سندس بيعت ڪرڻ آيو آهي، سو خوش ٿي پير ٻاهر ڪڍي چمڻ لاءِ ڏنائينس. شيخ صاحب بہ نڪا ڪئي هم نڪا تم، ٽنگ کان گهلي ڪڍي ڪيائينس ٻاهر، ۽ پاڻ صاحبزادي سان بيعت ڪري ڪيس هنج ۾ وهاري مسند تي ٿي ويٺو، ۽ سڀني خليفن، مريدن ۽ خادمن کي اعلان ڪيائين ته اچي بيعت ڪريو. تنهن تي حضرت سلطان الاولياء جي خاص خليفن جهڙوڪ شيخ ابو طالب ۽ حاجي طاهر ۽ حافظ هدايت الله بيعت مڃي، ۽ پوءِ سڀني حاضرين سندن هٿ ورتو. فقط ٻہ ڇٽا پوءِ تي پرڪيا. انهن مان هڪ ظاهري عالم هو. جنهن کي شيخ عبدالرحيم صاحب مناظرو ڪري مڃايو ۽ قرآن شريف جي هي آيت پڙهي: "و آتيناه الحکم صبياً" (يعني اسان حضرت يحيٰ کي دانائي بخشي جڏهن اڃا ٻار هو) ڪيس شڪن ۽ شبهن جي گرداب مان ڪڍي، اقرار ۾ ايمان جي ساحل تي آندو. ٻيو شخص ڪمال عصار (چاڪي) هو، جو پنهنجي گمراهيءَ تي قائم رهيو.

اهو ڪمال چاڪي مير بجار خان جو خاص ماڻهو هو، ۽ مير صاحب وٽ وڏي عزت هيس. جڏهن شيخ عبدالرحيم صاحب، عالمن سان مناظريءَ لاءِ خدا آباد ويو هو(٢) تڏهن ڪمال چاڪيءَ مير صاحب جا ڪي نياپا ڪٺي آيو هو. هٿ ملائڻ وقت شيخ صاحب ان کي ڏاڙهيءَ کان جهلي زمين تي ڪيرايو، ۽ خوب لتون هنيائينس، ۽ چيائينس ته "انهيءَ ڏينهن کان وٺي جڏهن تو اسان جي مرشد جي بيعت نہ ڪئي هئي، منهنجي دل ۾ سخت غيرت ويٺل هئي. پير پائي هئڻ

---

(١) خواجه صاحب جن جي وفات جي تاريخ آهي: چوٿين ذوالقعده ١١٨٨هہ (٦ جنوري ١٧٧٥ع).

(٢) انهيءَ مان ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته اهو مناظرو خواجه محمد زمان جي وفات بعد ٿيو هو. تنهن جي معنيٰ ته غلام نبي شاه ڪلهوڙي جي وقت ۾ ٿيو هو. جا ڳالهہ ناممڪن آهي. تاريخ ۽ ڏند ڪٿا جي وچ ۾ وڏو فرق آهي. غلام نبي شاه يا عبدالنبي شاه کي لڙاين کان فرصت ڪٿي هئي، جو اهڙو مناظرو ڪرائين.

ڪري گهڻي ئي ڪوشش ڪيم ته اهو ڏمر دل تان لهي، پر ٻيو ڪو به چارو نظر نه آيم، سواءِ انهيءَ جي ته توسان اها جٽ ڪريان، ۽ توکي هلاڪيءَ کان بچايان. جيڪڏهن سچ سمجهين ته مون توسان وڏي ڀلائي ڪئي آهي" تحقيق :

ظهور خشم بزرگان تهي ز رحمت نيست
غبار چهره گردون دليل باران است(١)

خواجه گل محمد صاحب جي بيعت بعد شيخ عبدالرحيم صاحب (رحه) تقريباً هڪ سال سندس ملازمت ۾ رهيو. چون ٿا ته جڏهن ڪڏهن خواجه گل محمد صاحب محبوب الصمد ڪنهن مريد ڏي متوجه ٿيندو هو، تڏهن شيخ عبدالرحيم سندن پٺيان وهندو هو، ۽ توجه وقت پنهنجي روحانيت ۽ همت ڪم آڻيندو هو، ته مريد تي زود اثر پوي. تنهن کان پوءِ خواجه صاحب کان رخصت وٺي پنهنجي اصلي وطن ميرپورخاص(٢) موٽي آيو، ۽ خلوت اختيار ڪيائين. ڪاڏو تمام ٿورو ڪائيندو هو، ۽ ٽئين ٽئين ڏينهن مسهل وٺي معدو خالي ڪندو هو.

مرغوب الاحباب جي مؤلف جو ڏاڏو حاجي شهمير ڳالهه ٿو ڪري ته هڪ دفعي سندس در تي ويس. نوڪر وينو هو، جنهن خبر ڏني ته شيخ صاحب ڪنهن کي به ٻاڻ وٽ اچڻ نٿو ڏئي، جيومانس ته اطلاع وجي ڏينس. نوڪر ڪيس خبر ٻڌائي، تنهن تي چيائين ته پير ڀائي آهي، سندس خاطر ضرور ٻاهر ويندس. ٿوري وقت بعد ٻاهر آيو ۽ سانس هٿ ملايم. سخت ضعيف ٿي ويو هو، ۽ هڏن جي مٺ وانگر ڏسڻ ۾ ٿي آيو. چيو مانس ته "جو ٻاڻ کي ايتريءَ محنت ۾ وڌو اٿو؟" چيائين ته قرآن شريف ۾ آيو آهي ته "واذكرو الله في ايام معدودات"(٣). تنهنڪري مصلحت انهيءَ ڳالهه ۾ ڏٺيم پوءِ جڏهن الله جو امر ٿيس، ۽ خلوت جا ڏينهن پورا ٿيا، تڏهن غسل ڪري، نئون ويس اوڍي، ٻاهر نڪتو، ۽ دهلارين کي سڏي حڪم ڏنائين ته شهر جي ڳليءَ ڳليءَ ۾ وڃو ۽ پڙهو ڏيو ته "جيڪو اچ منهنجي بيعت ڪندو ته سڀاڻي (قيامت جي ڏينهن) آءٌ سندس دوزخ کان دوريءَ جو ضامن ٿيندس". سڄو ڏينهن منادي ڦري، پر ڪير به انهيءَ عنايت کان مستفيض نه ٿيو، مگر هڪ "بخشو شامو" جنهن کي اڳيئي هڪڙي مجذوب کان فيض پهتل هو.

شيخ فتح محمد بيطار به سندس مريدن مان آهي. ان جي ڳالهه ڪن ٿا ته اجا بالغ ئي مس ٿيو هو ته پنهنجن رفيقن سان سامان جا اٺ ڀرائي شهدادپور کان ميرپورخاص روانو ٿيو. شيخ عبدالرحيم جي اچڻ جو غوغا ٻڌي دل ٿيس ته وڃي سندس تماشو ڏسان. دوستن جهليس ته متان

---

(١) يعني بزرگن جي ڪاوڙ رحمت کان خالي ناهي. آسمان جي چهري تي لٽ مينهن جو دليل آهي.

(٢) فقير سنگهار جي روايت موجب "گرهوڙ" شريف.

(٣) يعني "۽ الله کي ياد ڪر ڪن ڳاڻ ڳڻين ڏينهن ۾"

وڃين، ماڻهن کي ماري ٿو. چيائين ته مان سندس ويجهو کو نه ويندس، رڳو گهر جي پٺيان سوراخ مان سندس نظارو ڪندس. ان وقت حضرت شيخ پڻ انهيءَ سوراخ ۾ جوهه ماريو ويٺو هو. فتح محمد کي ڏسڻ شرط پنهنجي ماڻهن کي حڪم ڪيائين ته پڪڙي وٺي اچوس. جڏهن ٻڌي وٺي آيس. تڏهين فرمايائين ته هاڻي ڇڏي ڏيوس، چيائون ته هڪ دفعي پڳو ته وري هٿ نه ايندو. تنهن تي وراڻيائين ته "جيڪي ويو سو ويو، آينده سندس هذا به هٿ پراڻا ٿيندا". انهيءَ سخن سندس دل ۾ اهڙو ته گهرو اثر ڪيو، جو دنيا ۽ ماسوا کي ڇڏي سندس خدمت ۾ ويهي رهيو، ۽ وڏي روحاني رتبي کي وڃي رسيو. چوندو هو ته "رب تعاليٰ جو حضور مون کي هردم حاصل آهي، ۽ هڪ اک جو لمحو به رب تعاليٰ مون کان پري ناهي".

مرغوب الاحباب جو مؤلف بيان ٿو ڪري ته سندس ڏاڏي جو ڀاءُ ابوالحسن غازي، جو وڏي خواجه صاحب جن جو مريد هو، سو شيخ عبدالرحيم جي گرهوڙ ۾ شريف جو ٻڌي وٽس زيارت لاءِ ويو. ڏٺائين ته رليءَ ۾ ويڙهيو تونريءَ تي ستو پيو آهي ۽ ماڻهو سندس چوڌاري مراقبي ۾ ويٺا آهن. دل ۾ خيال آيس ته حضرت خواجه جن وڏي جو به شان ڏٺو هوم، ۽ هي ڇا احوال آهي؟ قوم جي رهبر کي قدري تجمل هئڻ گهرجي. في الفور ڏانهن نظر ڪري هي بيت چيائين:

مکن عيب درويش مدهوش مست
که غرق ست زان مي زند پا و دست (١)

اهڙي طرح ٻيا به ڪيترائي قصا سندس باري ۾ مشهور آهن.

## ميرن کي صاحبي وٺي ڏيڻ (٢)

ڪلهوڙا جيتوڻيڪ بادشاه هوا، پر ان سان گڏ پيريَ مريدي به ڪندا هوا. ٽالپر يا مير اوائل کان ڪلهوڙن جا مريد هوا ۽ مٿن وڏو ويساه هون. سرفراز ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ ميرن جو وڏو مير بهرام خان ولد مير شهداد خان هو، جنهن ڪلهوڙي خاندان جون وڏيون خدمتون ڪيون هيون. ليڪن هڪ شرير سردار راڃي ليکي جي چرچ تي سرفراز خان هوڙائي ڪري مير بهرام

(١) يعني: مدهوش ۽ مست درويش جو عيب نه ڪر، ڇاڪاڻ ته هو غرق آهي، ۽ انهي ڪري هٿ پير هڻي رهيو آهي.

(٢) هي بيان مرغوب الاحباب ۽ متفرق رسالات ۽ سنگهار فقير جي روايت تي مبني آهي، تاريخي ڪتابن ۾ انهيءَ ڳالهه ڏي ڪو اشارو ڪو نه آيو آهي. پيروز پٽافي جيڪو ڪلهوڙن جي لشڪر جو مهندار هو، سو لانياريءَ جي لڙائي ١١٩٠هه (= ١٧٧٦ع) ۾ قتل ٿيو.

خان ۽ سندس ننڍي پٽ صوبدار خان کي دغا سان گهرائي مارائي ڇڏيو(١). ان وقت مير بهرام خان جو وڏو پٽ مير بجار خان حج تي ويل هو. تنهن کي ڪلهوڙن جي انهيءَ ڪلور کان واقف ڪيو ويو. جيستائين ڪ مير بجار خان پهچي تيستائين ميرن جي هڪ عزيز مير فتح خان ڦرڻي ڪري ٻروچ سپاهين جي مدد سا خدا آباد جي قلعي تي گهيرو ڪيو. سرفراز خان ٻي واه ن ڏسي راتو واه ٻيڙيون ڪري وڃي حيدرآباد نڪتو ۽ قلعي ۾ پناه ورتائين. مير فتح خان تنهن تي سرفراز خان جي ڀاءُ محمود خان کي گاديءَ تي وهاري، يڪدم حيدرآباد ڏي روانو ٿيو. مير فتح خان جي پيش قدمي ڏسي، ۽ مير بجار خان جي انتقام جي هراس کان ميان سرفراز ڪلهوڙي جا مکيه سردار ۽ امير جهڙوڪ راڄو ليڪي ۽ الله بخش جهنجهڻ، ميان سرفراز جو طرف ڇڏي اچي مير سان شامل ٿيا. سيني مڙي حيدرآباد جي قلعي تي گهيرو ڪيو ۽ هفتي اندر قلعو فتح ڪري منجهس گهڙي پيا. ميان سرفراز گهڻو ئي ٻڇتايو. وفادار ميرن جي قتل تي ارمان ڪيائين، ۽ راڄي ليڪيءَ کي بدشد ڳالهايائين ۽ پاراتا ڏنائين. پر ڪجهه ن وريو. خزانن جون ڪنجيون مير فتح خان کي ڏنائون، پر هن ونڻ کان انڪار ڪيو. "جي مير بجار خان اسان جو وڏو آهي، اهو پاڻهي اچي دشمن کي جوڳي سزا ڏيندو، حال في الحال مون پنهنجي اندر جي آڳ اجهائي."

راڄي ليڪيءَ کي اهڙو بهانو گهربو هو. سو ڪنجيون ڪٺي پاڻ وٽ سوگهيون ڪيائين ۽ پنهنجي پٽ تاڄي کي قلعي جي سنڀال هٿ ۾ ڏنائين. ڪيس جو خزانا هٿ اچي ويا. سو دل کولي خرچڻ ۽ مير بجار خان جي مقابلي جي تياري ڪرڻ لڳو. الله بخش جهنجهڻ ۽ پيروز پتافي ۽ ڪوسن جي سردار کي پنهنجي طرف ڪيائين. مير فتح خان اها روبڪار ڏسي، حيدرآباد کان هٽي وڃي شهدادپور ۾ ڇانوڻي ڪئي. راڄي ليڪيءَ، محمود خان کي گاديءَ تان لاهي، ميان غلام نبي خان کي پڳ ٻڌائي (١١٨٩ هه = ١٧٧٥ م). ميان غلام نبي خان پنهنجي سر چڱو مڙس هو، پر لاچار حريفن سان نباھڻو ٿي پيس. ايتري ۾ مير بجار خان جي اچڻ جا هاوانا پيا. راڄي ليڪيءَ ڊپ وچان زهر کائي پنهنجي حياتي پوري ڪئي، ۽ سڄو ڪاروبار سندس شرير پٽ تاڄي جي هٿ ۾ اچي ويو.

مير بجار خان حج تان موٽندي، جڏهن خداآباد جي ويجهو پهتو، تڏهن سندس پٽ عبدالله خان ۽ صوبدار خان جا چار صغير پٽ ماتم ڪندا اچي ڪيس مليا. اتان سنڌ جي سردارن ۽ چڱن مڙسن ڏي راڄي ليڪيءَ ۽ سندس پٽ تاڄي جي ظلمن بابت خط لکيائون، ۽ گهڻائي ماڻهون اچي ساڻن ٻانهن ٻيلي ٿيا. اتي مير بجار خان خيال ڪيو ت ميان غلام نبي خان جو وچ لهجي، پر جنهن صورت ۾ هو پنهنجي خود غرض سردارن جي هٿن ۾ لاٽين وانگر هو، تنهن صورت ۾ هن مير

---

(١) فقير سنگهار جي روايت موجب ڪلهوڙن ميرن کان سڱ گهريو هو، مگر سندن انڪار ڪرڻ تي ڪلهوڙن وڏا مير گهرائي مارائي ڇڏيا.

صاحب کي ليکيو ٿي ڪين. انهي ڪري لاچار ٿي پنهنجو مال ۽ اسباب کڻي وڃي عمر ڪوٽ کان نڪتو. جتان ڪوسن کي هڪالي قلعو والاري ويهي رهيو. پر سنت ٿي الله بخش جهنجهڻ جي حرفت ڪري اهو قلعو ڇڏڻو پيس، ۽ الله بخش جهنجهڻ اتي پنهنجا ٻه هزار هٿيار بند سپاهي ويهاري ڇڏيا. مير بجار کي جڏهن انهيءَ ڪيڏ جي خبر پيئي تڏهن ٻه مهينا ترسي آخر تاجي ليکيءَ کي چوائي موڪليائين ته ميان غلام نبي کي تڪليف ڏيڻ کان سواءِ اچي کلي ميدان ۾ مقابلو ڪريو. ميان گهٽو ٿي صلح لاءِ پاڻ پتوڙيو. پر تاجو ليکي ٻين همراهن جهڙوڪ الله بخش جهنجهڻ، پيروز پتافي، محمد حسن ڪهاوڙ ۽ محراب جتوئي جي معيت ۾ ٽيهه هزار لشڪر سان مير بجار جي سامهون ٿيو. مير بجار وٽ ٦٠٠٠ سروبيچ سپاهي هوا. ٻئي لشڪر لانياريءَ* (تعلقي شهدادپور) وٽ دوبدو ٿيا، ۽ خونريز لڙائي لڳي. جنهن ۾ پيروز پتافي مارجي ويو. ميان غلام نبيءَ جڏهن ڏٺو ته سندس مهندار هڪ ٻئي پٺيان ناس ٿي رهيا آهن، تڏهن پنهنجن خاص خدمتگارن هٿان مير بجار ڏي قرآن شريف جي ميڙ ڏياري موڪليائين ته مون کي هن پاپين جي چنبي کان ڇڏايو. تاجي ليکيءَ کي جڏهن اها ڪٽڪ پيئي، تڏهن ميان غلام نبيءَ کي اڦٽ ماري. ساري لشڪر سان پيڙين ۾ چڙهي شاه ڳڙه ڏي روانو ٿي ويو. هي واقعو سنه ١١٩٠هه (= ١٧٧٦م) ۾ ٿي گذريو.

هي آهي تاريخي واقعي جو مختصر بيان، جنهن کي مرغوب الاحباب جي مؤلف ۽ فقير سنگهار مرچ مصالح ڏيئي جدا جدا نموني ۾ بيان ڪيو آهي.

## مرغوب الاحباب جي روايت

جڏهن مير بجار خان ڪلهوڙن سان لڙائيءَ جو ارادو ڪيو، تڏهن حضرت شيخ عبدالرحيم صاحب جي خدمت ۾ هلي آيو ۽ دعا گهريائين. شيخ صاحب فرمايو ته "اوهان جي فتح ڪجهه شرطن تي منحصر آهي، جيڪڏهين اوهان اهي شرط پشت به پشت قبول ڪيا ته بادشاهي اوهان جي آهي". اهي سڀ شرط اهل دين جي آسودگي ۽ بدعت جي پاڙ پٽڻ، ۽ باقي ڪافرن کي ناس ڪرڻ بابت هوا. القصه عهد نامي تي مهرون هنيون ويون. ان وقت جاسوسين مير بجار خان کي ڪن ۾ اچي چيو ته دشمن جو پنجاهه هزار(١) لشڪر پيروز پتافيءَ جي سرڪردگي هيٺ ويجهو اچي رهيو آهي، جو وڏو ظالم ۽ سرڪش آهي. مير جو لشڪر فقط چار هزار هو(٢)، جنهنڪري سندس منهن مان پريشاني بکڻ لڳي. شيخ صاحب فرمايو ته فڪر نه ڪريو. دشمن جو لشڪر جيڪڏهن پنجاهه لک هوندو ته به سوبه توهان جي آهي، شيخ صاحب مير جي هڪ سپاهي کي

* "گنجينه جهان نما" واري "لانياري" بدران "هالاڻي" لکيو آهي.

(١) تاريخي روايت موجب: ٽيهه هزار

(٢) تاريخي روايت موجب: ڇهه هزار.

ڏاڙهيءَ کان جهلي مير کي چيو تہ "هي اٽئي سسي پيروز پٽافي جي، وٽ". پوءِ فرسنگ کن سائٽس گڏجي لشڪر سان ويو ۽ چادر جو ٽڪر ڪانيءَ ۾ ٻڌي چيائين تہ هي آهي جهنڊو اسلام جو. پوءِ مير کي چيائين تہ "آءٌ دعا جو لشڪر آهيان، اوهان پلي اڳتي وڌو". پاڻ پوئتي هٽي، پري کان جنگ جو نظارو ڪرڻ لڳو. ڪنهن وقت اوچتو اٿيو، ۽ پنهنجي جاءِ کي پنهنجي هٿن سان ٻهاري ڏئي ۽ ڪلهي تي مشڪ پاڻيءَ جي کڻي ڇٽڪار ڪيائين، ۽ پوءِ ادب سان گوڏا ڀڃي اتي ويهي رهيو، ۽ ماڻهن کي چيائين تہ ڪو بہ ليڪي اندر نہ اچي، ٿوري دير رکي، متو مٿي ڪري چيائين تہ ٻئي امام سڳورا منهنجي سڏ تي آيا هوا ۽ هينئر سوڀ جي مبارڪ ڏئي اٿيا آهن. ويرم نہ گذري تہ قاصد مير بجار جي فتحيابيءَ جي خوشخبري کڻي آيو ۽ پڻ اها خبر آندائين تہ انهيءَ شخص جنهن جي ڏاڙهي حضرت شيخ پڪڙي هئي، تنهن ئي پيروز پٽافيءَ جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو. تنهن تي شيخ صاحب الله تعاليٰ جو شڪرانو بجا آندو، ۽ انهيءَ سوڀ کي اسلام جي فتح ڪري سڏيائين.

## فقير سنگهار جي روايت

جڏهن مير بهرام خان ۽ سندس پٽ مير صوبدار خان کي ميان محمد سرفراز هڙهہ ڪري مارايو، تڏهن حادثي جي خبر مير بجار خان کي حرمين شريفين موڪلي وئي، جو ان وقت مدينه منوره ۾ هو. اها حقيقت معلوم ڪري مير بجار خان کي سخت اندوه ۽ ارمان ٿيو، ۽ دل ۾ چيائين تہ انهيءَ درد جي دانهن کڻي مديني جي مير اڳيان عرض رکان، تہ اهو ڪو غور ڪري، سو اهو ظلم جو داستان کڻي وڃي روضي پاڪ اڳيان روج راڙو ڪيائين. سندس آه ۽ زاريءَ هٿي هنڌ ڪيو. رات جو خواب ۾ مديني ڌڻيءَ فرمايس تہ "سنڌ ۾ مهدي(١) وينو اٿئي، وڃي سندس دامن جهل تہ ماڳهين سنڌ اوهان کي وٺي ڏئي".

---

(١) امام مهديءَ بابت مختلف رايا آهن، جن جو وستار قيامت واري ڪلمي ۾ ڪيو ويندو. مهديءَ جي معنيٰ آهي "هدايت ڪيل" يعني اهو شخص جنهن کي رب تعاليٰ جي طرفان هدايت ٿيل هجي تہ گمراهن کي سنئينءَ راه تي آڻي. اهڙو شخص مهديءَ موعود(؟) کان سواءِ ٻيو بہ ٿي سگهي ٿو، بشرطيڪ اهو استعداد هجيس. يقين سان چئي ٿو سگهجي تہ بزرگ گروهڙي ڪا مهديت جي دعويٰ ڪئي هئي. بهرحال هيٺين بيت مان اهڙو انومان ڪڍي سگهي ٿو:

پاڳون پٽن سنديون، گل ڦل گجراتا،
آبا آديسين جا، واحد وڃاپيا،
گيڙو گوڏڙين جا، خالق خوار ڪيا،
ٻيٺيون ٿلڪن ٽوپيون، ٿيا ملا مرادودا،

(باقي اڳئين حاشيہ تي)

سنڌ ۾ موٽي اچڻ بعد مير بجار خان گهڻن ئي فقيرن جا دروازا کڙڪايا، مگر سندس مطلب حاصل نہ ٿيو. آخرڪار رلندي پنڪندي، اچي گرهوڙي صاحب وٽ حاضر ٿيو، ۽ دامن جهلي عرض ڪرڻ تي هو، تہ پاڻ يڪدم فرمايائونس تہ ”ڪاٿا متان مديني جو تو نشان ڏين“ تڏهن مير صاحب چيو تہ ”قبلا، هائو“ تنهن تي مير صاحب کي چيائون تہ ”اسين تنهنجو هينئر ئي ٿا فيصلو ڪريون. اسين ٿا ڪريون ڪهڙ، ۽ تون وڃي ڏي باهہ“(١). مير صاحب کي اعتبار نہ آيو. تنهن تي پاڻ وري فرمايائونس تہ ”تون آهين ڏاتو، ۽ هو (يعني ڪلهوڙا) آهن گاهہ، وڃي لڻين“. تڏهن بہ مير صاحب نہ مڃيو، ۽ عرض ڪيائين تہ ”قبلا، آءٌ اڪيلو ڪو نہ ويندس، مهرباني فرمائي مون سان گڏجي هلو“. نيٺ ٿوريءَ رد بدل کان پوءِ پاڻ مير سان گڏجي هليا. انهيءَ وقت ميرن جا ڪل ٦٠٠ ڪن(٢) هوا، جن مان ڪيترن کي تہ بندوقون بہ ڪين هيون. ٽنڊي الهيار وٽ وڃي منزل انداز ٿيا ۽ ڪلهوڙن کي اطلاع ڏياري موڪليائون. اهڙي اطلاع ملڻ تي، ڪلهوڙن کي ڏاڍي ڪل آئي ۽ پيروز پٽافيءَ جي هٿ هيٺ هڪ هزار گهوڙي سوار سندن مقابلي لاءِ روانا ڪيائون. ميرن کي جڏهن خبر پيئي، تڏهن پچڻ جا سعيا ڪرڻ لڳا. گرهوڙي صاحب پڇن تہ ڪاڏي ڇڙوڇڙ ٿيڻ لڳا آهيو؟ تڏهن پنهنجي دل جو حال اورياڻون. انهيءَ ڳالهہ ٻڌڻ تي پاڻ يڪدم هڪ ٻرسان بيٺل ٻروچ جي ڏاڙهي هٿ ۾ جهلي، ڏاڍا لوڏا ڏئي، فرمايائون تہ ”پيروز پٽافيءَ جي ڏاڙهي منهنجي هٿ ۾ آهي، توهين چو ٿا بي همت ٿيو؟“ تنهن تي مير پنهنجا وهٽ اتي ئي ڇڏي، اڳتي وڌي وڃي هڪ ڇن ۾ لڪي ويٺا. دشمن سمجهيو تہ ميرن جو لشڪر شايد اجا اڳيرو آهي سو اڳتي وڌندا ويا ۽ جڏهن اچي ميرن جي لشڪر جي دوبدو ٿيا، تڏهن گرهوڙي صاحب ڪين بندوقن هلائڻ جو حڪم ڏنو. اوچتو بندوقن ڇٽڻ تي ڪلهوڙن جي لشڪر ۾ اچي ڀاڄ پئي، ۽ اهو ٻروچ جنهن کي گرهوڙي صاحب ڏاڙهي کان جهلي لوڏا ڏنا هوا، تنهن پيروز پٽافيءَ کي قتل ڪري، سندس سسي آڻي مير جي اڳيان رکي. ان بعد ڪلهوڙن وڃي حيدراباد جي قلعي ۾ پناهہ ورتي، ۽

---

ناهہ مڪو ناهہ مدينو، نڪو عرفاتا،
آهہ آس اها، تہ سيف سٽيندس ڪل تي،
آهہ آس اها، تہ مهدي ٿيندس ملڪ جو.

مرغوب الاحباب جي مصنف جي هيءَ عبارت انهيءَ دعويٰ جي مزيد تائيد ڪري ٿي: چنانڪہ مهدي موعود شيخ عبدالرحيم در شرح بيت شصت و نهم از ابيات سندهي آورده است، ان ڪمال الانسان في مراتب القرب الخ ـ والله اعلم بالصواب.

ڊاڪٽر نبي بخش صاحب وري هيءَ روايت ٻڌي آهي. فقير دعا ڪيس تہ :

بجر ڪاٿا، وڃي وڃهينس گهاٽا.
نہ ڇٽنديس توبون، ليندس ناٿا.

(٢) تاريخ موجب : ڇهہ هزار.

حڪومت مير جي هٿ آئي(١). ڪلهوڙا ڪجھ وقت قلعي اندر بند هوا، پر سنئين آڻ مڃيائون ۽ غلام نبي خان ڪلهوڙي کي موسي ڪنياڻ جي ڳوٺ وٽ ماريو ويو(٢). ان بعد ڪلهوڙا جوڌ پور طرف لڏي ويا، جتي اجا بہ سندن نسل موجود آهي.

جڏهن ميرن کي سنڌ جي صاحبي ملي، تڏهن گرهوڙي صاحب کين ڪي شرط لکي ڏنا(٣) ۽ فرمايائين تہ جيڪڏهن انهن شرطن موجب حڪومت هلائيندا رهندا، تہ اوهان جو راڄ قيامت تائين قائم رهندو. پير ميرن انهن شرطن جي پرواهہ ڪا نہ ڪئي، جنهن جو نتيجو آخر اهو نڪتو، جو سٺ ورهين اندر ئي سندن اميري ختم ٿي ويئي.

## گرهوڙ وسائڻ (۴)

يقين سان چئي نٿو سگهجي تہ شيخ عبدالرحيم صاحب ڪڏهن گرهوڙ وسايو. آيا حضرت

---

(١) هيءَ ڳالهہ تاريخي حقيقت جي ابتڙ آهي. لانياري جي جنگ، جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي ١١٩٠هہ (= ١٧٧٦ع) ۾ ٿي گذري. حڪومت ميرن جي هٿ ۾ ڪانہ آئي، بلڪ ميان غلام نبي شاهہ جي وصيت موجب مير بجار خان ميان عبدالنبي ڪلهوڙي کي، باوجود سندس ظلمن جي، مسند تي وهاريو، ۽ پاڻ سندس وزير ٿيو، ۽ ملڪ جو سمورو ڪاروبار سندس هٿ ۾ رهيو. سن ١١٩۴هہ (= ١٧٨٠ع) ۾ عبدالنبي ڪلهوڙي جوڌپور جي راجا وٽان موڪليل ٻن راٺوڙ راجپوتن هٿان مير بجار کي دغا سان قتل ڪرائي ڇڏيو ۽ پوءِ پاڻ ميرن جي انتقام جي ڊپ کان قلات ڏي ڀڄي ويو ۽ پنهنجا پٽ جوڌپور جي راجا ڏي ڏياري موڪليائين. سندس غيبت ۾ مير بجار خان جي پٽ مير عبدالله خان هڪ گوشه نشين ڪلهوڙي فقير ميان صادق علي خان کي گديءَ تي وهاريو. ان جي ڏينهن ۾ جوڌپور جي راجا باجيسنگ جو لشڪر هڪڙي طرف کان ۽ قلات جي خان جو لشڪر ٻئي طرف کان عبدالنبي جي سرڪردگي هيٺ سنڌ تي ڪاهي آيو. پر ٻنهي کي مير عبدالله خان شڪست ڏني. عبدالنبي ڪلهوڙو تنهن تي سردار مدد خان پٺاڻ کي چاڙهي آيو، جنهن جي لشڪر ساري ملڪ جي طول ۽ عرض ۾ ڦرلٽ جي باهہ ٻاري ڏني. ميرن ڪجھ وقت تائين تہ افغانستان جي بادشاه تيمور شاهہ جي حذر ڪري، مدد خان جو مقابلو ڪيو، پر جڏهن سندس ظلم حد کان وڌي ويو، تڏهن عبدالله خان ڪجھ ڏيکر ڏيکاري ۽ مدد خان کي سنہ ١١٩٥هہ (= ١٧٨١ع) ۾ ملڪ مان پويان پير ڪرڻا پيا. ظالم عبدالنبي ڪلهوڙي وري قرآن مجيد جي ميڙ وٺي ميرن سان صلح ڪيو، پر پنهنجي اندر جو وير ڪين وساريائين، ۽ دوهہ سان مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان کي پاڻ وٽ بي هٿيار گهرائي مارائي ڇڏيائين. تنهن تي ميرن فتح علي خان کي پنهنجو وڏو مقرر ڪيو، جنهن عبدالنبي کي هالاڻي جي جنگ ۾ شڪست ڏني، ۽ ان بعد بہ گهڻين تڪليفن کان پوءِ سن ١١٩٧هہ (= ١٧٨٣ع) ڏاري سنڌ جي حڪومت جي واڳ مس مس پنهنجي قبضي هيٺ آندي.

(٢) اصل روايت ۾ لکيل آهي تہ غلام نبي شاهہ کي موسي ڪنياڻ جي ڳوٺ وٽ ٽالپرن ماريو هو. جو حقيقت جي خلاف آهي.

(٣) جي اڃتي فارسي خط ۾ ايندا، جو شيخ عبدالرحيم صاحب مير بجار خان ۽ مير فتح خان ڏي لکيو هو، ۽ جنهن ۾ مهاڏيو جي مڙهي مسمار ڪرڻ لاءِ ڪائنہ مدد گهري هوائين.

(۴) سچو بيان فقير سنگهار جي روايت تي ٻڌل آهي.

سلطان الاولياءَ جي وفات (۱۱۸۸هہ) کان اڳ يا پوءِ؟ پاڻ هڪ سال حضرت محبوب الصمد خواجہ گل محمد صاحب جي ملازمت ۾ گذاريائون، ۽ ان کان پوءِ خبر ناهي تہ ميرپور خاص وٽي رهيا يا گرهوڙ ۾. منهنجو خيال آهي(۱) تہ لانياري جي ٿي لڙائيءَ (يعني ۱۱۹۰هہ) بعد گرهوڙ ۾ لڏي گهر ڪري ويٺا. سندن گرهوڙ طرف ڪوچ ڪري وڃڻ جو سبب فقير سنگهار هن ريت ڄاڻايو آهي:

شروعات ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ مگريا قوم رلندي رلندي اچي سنڌ ۾ وارد ٿي هئي، ۽ سندن جاگيرون ڀيا ماڻهو آباد ڪري رهيا هوا. جيئن تہ شيخ عبدالرحيم صاحب وڏي ڪاني ڪرامت جو صاحب هو، تنهنڪري سندس مائٽن مٿس زور ڀريو تہ اسان کي هلي پنهنجن ابن ڏاڏن جون جاگيرون واپس وٺي ڏيو. ڀهرين تہ پاڻ انهيءَ ڳالهہ جي سخت برخلاف هوا، پر پوءِ سڄي فقراءَ ۽ والده صاحبه جي سٽاءُ تي جيسلمير ڏانهن هلڻ جو قصد ڪيائون. جڏهن گرهوڙ وٽان انهيءَ هنڌان اچي لنگهيا، جتان هن وقت زيارتي تبرڪ طور خاڪ جي چپٽي کڻندا آهن(۲)، تڏهن ڀري کان هڪڙو سفيد ريش نوراني شڪل سان پير مرد ايندو ڏسي اٺ تان لهي پيا. پير مرد ويجهو اچي عرض ڪيو تہ قبلا سائين، جڏهن خداوند ڪريم پوڻ پڪيڙي، تڏهن حضرت رسول ﷺ جن مدينه منوره واري زمين مان هڪ ٽڪرو ڪڍي، هن هنڌ رکيو، ۽ مون کي امر ڪيائون تہ تون هت ويهي رهہ، ۽ جڏهن شيخ عبدالرحيم اتي اچي، تڏهن هي زمين جو ٽڪر سندس حوالي ڪري، جيڏانهن وڻيس تيڏانهن هليو وڃ. توهان جي شڪل مبارڪ مون کي ڏيکاري ڇڏي هوائون. هاڻي توهان اچي ويا آهيو، سو پنهنجي امانت هٿ ڪريو ۽ آءٌ وڃان ٿو. انهيءَ ٻڌڻ تي پاڻ يڪدم قافلي سميت اتي ترسي پيا ۽ اڳتي وڃڻ جو خيال لاهي ڇڏيائون ۽ پنهنجا ٻار ٻچا بہ گهرائي ورتائون.

ان وقت گرهوڙ ۾ پلن جو هڪ وڏو راڄ رهندو هو، جن جو مرشد نالي محمد شاهہ وڏي امانت جو صاحب هو. شيخ عبدالرحيم وٽ ماڻهن جو رجوعات ڏسي ڪيس اچي ڏپ ورتو تہ متان سندس ماڻهون نہ وڃي شيخ عبدالرحيم جا مريد ٿين. تنهن تي لنگهي ويو شيخ عبدالرحيم صاحب وٽ، ۽ چيائينس تہ هتان هليا وڃو، نہ تہ اوهان لاءِ چڱائي نہ ٿيندي. تنهن تي شيخ صاحب چيس تہ"مان توهان جي پٽ آهيان، ۽ توهان کي مون مان ارهو نہ ٿيڻ گهرجي." سيد محمد شاهہ جواب ڏنو تہ " ٻہ شينهن ٻيلي ۾ نہ ماپندا، بهتر آهي تہ اوهان هتان هليا وڃو. ٻيءَ صورت ۾ مان اوهان

---

(۱) منهنجي هن خيال جي تقويت "تذڪره مخادير کهڙه" مان ملي ٿي، جنهن ۾ ڄاڻايل آهي، تہ جڏهن مير گذجي ميين عبدالرحيم وٽ دعا لاءِ آيا هوا، تڏهن پاڻ لڏ پلاڻ ۾ مشغول هوا. پر پوءِ ميرن جي اصرار تي حال في الحال ميرپورخاص ۾ رهي پيا.

(۲) هن جاءِ تي پاڻ عبادت ڪندا هئا ۽ ڏها رکندا هئا. انهيءَ جاءِ جي چوڌاري پٽ ڏنل آهي ۽ انهي کي وڏي عزت سان ڏٺو ويندو آهي.

ڪي ڪرامت جي زور تي ڪيڏي ڇڏيندس." پاڻ فرمايائون تہ "اوهان جي مرضي، مگر مان هتان نہ چرندس". اهڙي ڪتي جواب ملڻ تي سيد محمد شاهہ ڪاوڙجي روانو ٿي ويو، ۽ وڃڻ سان وڃي ڏهو رکيائين. انهيءَ ڏهي ۾ ميان محمد شاهہ پاڻ کي رسول الله ﷺ جي ڪچهريءَ ۾ ڏٺو، جتي سڀ وڏا وڏا بزرگ حاضر هئا. مجلس پور ۾ هئي تہ هڪ شخص ڪاغذ ڪٺي آيو، جنهن تي حضرت جن جي حضور ۾ ويهي ٿي مهرون هڻي هليو ويو. تڏهن محمد شاهہ پاڻ ڪريمن کان دريافت ڪئي تہ هي ڪير هو، جو مجلس ۾ ويهڻ جي بدران هليو ويو. تڏهن جواب مليس تہ هي اهو شخص آهي، جنهن کي تنڙ لاءِ اوهان ڏهو ڪيو آهي. محمد شاهہ تنهن تي يڪدم توبه ڪئي ۽ چيائين تہ مان ٿي خود اتان هليو ويندس، مگر مون کي آگاهہ تہ ڪريو تہ هي ٽي مهرون ڇا جون هئي، ڪٺي ويو آهي: پاڻ فرمايائون:

پهرين مهر: پٿورو اصل مسلمان هو، مگر مٿي کان پوءِ ڪيس هندو سمجهي، مٿس ڏيوري ناهي وئي آهي. ان کي ڊاهي قبر ٺاهڻ ۽ بانگ ڏيڻ جي اجازت.

ٻين مهر: ٿر ۾ ٻن وڻن جا تنڙ آهن، جن جي وچان ماڻهو اڪاري، حرام ۽ حلال جي خبر ورتي ويندي آهي. انهن ٻنهي وڻن جي ڪپڻ جي اجازت.

ٽين مهر: خيرپور رياست جي ٿر ڀاڱي ۾ ڪافر مهاڏيو جي مڙهيءَ ڀڃڻ جي اجازت.

سيد محمد شاهہ ڏهو پورو ڪري، گرهوڙ مان لڏو ڪٺي هليو ويو، ۽ پنهنجن مريدن کي پڻ هدايت ڪيائون تہ توهان بہ گرهوڙ مان تيڙ ڪٺي ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي رهو.

## بزرگ گرهوڙيءَ جا ٽي ڪارناما

### پهريون ڪارنامو

پهريون ڪم گرهوڙي صاحب يڪدم هٿ ۾ ڪنيو. پٿوري جي ڏيوري ڊهرائي، مٿس قبر نهراياڻين، ۽ بانگ ڏياريائين. ان کان پوءِ جڏهن ميلو لڳندو هو، تڏهن سندس ماڻهو انهيءَ موقعي تي اچي قبر تي بانگ ڏيندو هو، ۽ ماڻهن کي ٻڌائيندو هو، تہ پٿورو مسلمان آهي ۽ نہ هندو، جيئن سندس مريد مينگهواڙ سمجهندا آهن.

پير پٿورو اصل ۾ غوث بهاءُ الدين ملتان واري جومريد هو، ۽ ستين صدي هجريءَ ۾ ٿي گذريو آهي، ۽ وڏيءَ ڪرامت جو صاحب هو. هر سال بدي مهيني جي پهرينءَ تاريخ مٿس ڏم ڏمان ميلو لڳندو آهي.

## ٻيون ڪارنامو

ٺٽي جان محمد جي ويجهو ٻه شيطاني ٽڙ هوا، جن ۾ جادوگر رهندا هوا، جي جادوءَ جي زور تي ماڻهن کي ڪاريندا هوا. پاڻ ٻن ڄڻن کي انهن شيطاني ٽڙن جي ڪپڻ لاءِ سنيرايائون، ۽ ڪين هدايت ڪيائون تہ "مان تو انهن جادوگرن جي ننڍ ٻڌان ۽ اوهين وڃي ٽڙ ڪپيو. انهن ٽڙن جي اندران ٻہ ٽانگ نڪرندا، جن کي جيڪڏهن اڦٽ ماري وڌو، تہ آينده شيطاني ڪم ڪونہ ٿيندو، جي نہ تہ انهيءَ جاءِ تي ميلو لڳندو رهندو. ٻيو چيائين تہ جيڪڏهن ٻئي جادوگر جاڳي پون تہ يڪدم وڃي ڀڄجو، نہ تہ جان جو جوکو آهي. مان اوهان کي زمين تنگ ڪري ڪٽي وٺندس. آخرڪار گرهوڙي صاحب جا ٻئي ماڻهو منزل مقصود تي پهتا. حڪم موجب هڪ ٽڙ ڪپيائون، تہ برابر ٽڙ مان نانگ نڪتو، جنهن کي اتي جو اتي ماري وڌائون. وري ٻيو وڻ ڪپيائون ۽ نانگ بہ نڪتو، پر جادوگر جاڳي پيا. گرهوڙي صاحب جا ماڻهو اٿي ڀڳا. تان جو اچي گرهوڙ ڪان نڪتا. هن جاءِ تي اڄا ميلو لڳندو آهي، جنهن کي آمريءَ جو ميلو سڏيندا آهن.

## ٽيون ڪارنامو

تنهان بعد ٽيون وڏو ڪم هٿ ۾ ڪنيائون يعني مهاڏيو جي مڙهي ڀڄڻ، جنهن ۾ پاڻ شهادت جو پيالو پيتائون. انهيءَ ڳالهہ ڏي اشارو "فردوس العارفين" ۾ بہ آهي، پر مفصل بيان "مرغوب الاحباب" ۽ سنگهار فقير جي روايت ۾ ڏنل آهي، جنهن جون سلسليوار ڪڙيون ڳنڍي هن ريت بيهاريون ويون آهن:

مٿي چئي چڪا آهيون تہ ميرن کي حڪومت گرهوڙي صاحب جي دعا سان ملي هئي، جنهنڪري سڀ مير ڏانهس مراد رکندا هوا، خصوصاً مير بجار خان وڏي مراد رکندو هو، ۽ ٿورو گهڻو گستاخ بہ هوندو هو. هڪ دفعي گرهوڙي صاحب، مير بجار خان ۽ سندس وزير مارو ٿيبي، جو شيخ عبدالرحيم صاحب جو مريد هو، گڏجي ماني ٻئي کاڌي(۱) جڏهن کاڌو کائي فارغ ٿيا، تڏهن ڳالهين ڪندي، مير بجار خان گرهوڙي صاحب کان پڇيو، تہ "قبلا ٻڌائي سگهندا تہ منهنجي پڇاڙي ڪيئن ٿيندي." پاڻ فرمايائون تہ"اوير ڪان بہ بگهڙ ايندا، جي اچي تنهنجو پيٽ ڦاڙيندا" آخرڪار ٿيو بہ ائين، جو جوڌپور ڪان بہ راجپوت آيا، جن ٻنهي خنجرون هڻي ماري

(۱) مرغوب الاحباب موجب؛ هڪ ڏينهن شيخ صاحب، مير بجار خان، مير فتح (محمد) خان ۽ سيد الله بخش شاهہ پاڻ ۾ ماني ٻئي کاڌي. حضرت شيخ فرمايو تہ اسين چارئي شهيد ٿينداسين. پر شاهہ صاحب کي حسيني درجو حاصل ٿيندو. آخر ان کي هڪ سخت واقعو پيش آيو. جنهنڪري آل عيال سميت منهن ڏئي اٿي ڀڳو. لاچار اچ ڪان ماندا ٿي هڪ پاٿيءَ جي چشمي وٽ پهتا. جتي شهادت جو شربت چکيائين. اهڙي طرح باقي ٽي ڄڻا بہ شهيد ٿيا.

وڌس(١) وري حجاب لاهي پچيائين ته پلا ٻڌايو ته اوهان جو موت ڪيئن ٿيندو. تڏهن پاڻ جلالت ۾ اچي فرمايائون ته "مون کي حسيني شهادت نصيب ٿيندي". انهيءَ ٻڌڻ تي ماروءَ ٿيپي رڙ ڪري چيو، ته "قبلا، آءٌ ڪيئن جهان ڇڏيندس". گرهوڙي صاحب جواب ڏنو ته "پنهنجا رت گڏبا". هن هيٺ سندن شهادت جي ذڪر ۾ بيان ڪيو ويندو ته ڪيئن مارو ٿيپو ابو، ابو ڪري اچي گرهوڙي صاحب جي مٿان پوندو، ۽ ڪيئن منحوس ڪيس ترار سان قتل ڪري وجهندا.

## مهاڏيو جي مڙهيءَ جو ذڪر

مهاڏيو جي مڙهي خيرپور رياست جي ٿر واري ٽڪر(٢) ۾ هئي. چون ٿا ته انهيءَ مڙهي جو بنياد ٥٠٠هه ۾ پيو. روايت آهي ته مرهيءَ جو برپا ڪندڙ گنگا نديءَ مان پاڻي کڻي نڪتو هو، انهيءَ ارادي سان ته ڪٿي هڪ وڏي مڙهي ٺاهي وڃي رهان. ڪٿي ۽ ڪهڙن اصولن تي مڙهي بنائي وڃي، انهي لاءِ گنگا جر ڪنيو هوائين، ۽ دل ۾ رٿيو هوائين ته جنهن هنڌ جو پاڻي گنگا جر سان تور ۾ هڪ جيترو بيهندو، اُتي اها مڙهي اڏائي ويندي. گهڻائي ڏيهه ڏوريائين، مگر پاڻي يا وزن ۾ گهٽ ٿي بيٺو يا وڌيڪ. آخر جڏهن رلندي رلندي هگورن(٣) وٽ آيو، تڏهن اُتي جو پاڻي گنگا جر سان وزن ۾ پچي آيو. پوءِ اهو پائو اتي مڙهي ٻڌي ويهي رهيو ۽ ان کي مهاڏيو جي مڙهي يا مهاڏيو جو مندر ڪري سڏيائين. آهستي آهستي ان جي چوگرد هڪ شهر بنجي ويو.

انهيءَ مڙهيءَ جي مهنت کي جادو جي زور تي ڏاڍي طاقت هوندي هئي، جنهنڪري سڄو ملڪ نميو پيو هوندو هوس. چيو وڃي ٿو ته اوائل ۾ مڙهي جو مهنت پنهنجي مرٽي ڪونه مرندو هو، بلڪ پاڻ کي جيئري دفنائيندو هو. وڏي ڪوهي کٽائي انهيءَ اندر مهنت وهندو هو ۽ تنهن بعد سانن سوٽن سان وٽي مٿس لوڻ پلٽيندا هوا. پوءِ اڌ کن ڪوهي لوڻ سان پري مٽي وجهي، مٿانس ڏيوري ٺهرائي ڇڏيندا هوا. رفته رفته اهي ڏيوريون ڊهي زمين دوز ٿي ويندي‌يون هيون. جڏهن مهاڏيو جي مڙهي مسلمانن جي قبضي ۾ آئي، جيئن هيٺ ذڪر ايندو، تڏهن انهيءَ ٽڪري اندر کوهيون کوٽيندي ٻن ٽن هنڌن لوڻ مان ماڻهن جا مڙهه نظر آيا هوا.

---

(١) مير بجار خان جي قتل لاءِ ڏسو ص    حاشيہ. ۽ مير فتح خان ۽ مير عبدالله خان ولد مير بجار خان کي عبدالنبي ڪلهوڙي بيڪ ڪري (١١٩٧هه ۾) مارايو. (ڏسو صفحہ ٣٢ حاشيه). ۽ باقي شهيد گرهوڙي جو ذڪر اڳتي ايندو.

(٢) ڳوٺ جو نالو هٿونگو هو، جو هاٿوڪي هٿونگي کان بالڪل جدا هو. (جيڪي ضلعي سانگهڙ ۾ آهن).

(٣) تيجسنگه سولنڪيءَ موجب، اها مڙهي راڻا سر کان پريرو هئي.

## مهاڏيو جي مڙهي ڀڃڻ ۽ شهادت جو پيالو پيئڻ

ٻارهين صدي هجري جي اواخر ۾ مهاڏيو جي مڙهي جو مهنت سوامي دت گرنالي هو، جو پنهنجي نندي ياءُ گرت گر جي حمايت سان وڏي هستي رکندو هو. هندو خواه مسلمان هزارن جي تعداد ۾ سندس پوئلڳ هوا، ۽ گهڻي پسگردائي ۾ سندس مڃتا هلندي هئي. سندس لنگر هميشه جاري هو. تنهنڪري آيو ويو سندس نمڪ کائي سندس ارادتمنديءَ جو دم ڀريندو هو. چانهيا ۽ گجو ذات جا مسلمان (جي اصل ۾ هندو هوا) پڻ سندس مريد هوندا هوا. انهن جي استدعا تي سوامي دت گر کين شڌ ڪري وري هندو ڌرم ۾ داخل ڪندو ٿي ويو(١).

جڏهن ڪان مسلمانن جي مرتد ٿيڻ جو ڪڙلاءُ گروهڙي صاحب جي ڪن تي پيو، تڏهن کان وٽي دلي ارادو هوندو هوس ته اها مڙهي منهدم ڪري، ساري ماڻداڻ کي نابود ڪري ڇڏيان. هڪ دفعي لنواري شريف ڏي ويندي، مڙهي جي طرف کان اينڌڙ يارن وٽان معلوم ٿيس ته بتخانو اڃي کان به وڌيڪ زور تي ويو آهي. اها ڳالهه ٻڌندي ڏاڍو جوش ۽ خروش ٿيس ۽ يارن کي چيائين ته "بتخانو ڊاهڻ ضروري آهي". حاضرين مان هڪ درويش کي پنهنجي پاران خواجه گل محمد صاحب ڏي موڪليائين ته وڃي احوال پهچائي ۽ پاڻ پوئتي موٽيو. انهيءَ درويش خواجه صاحب جي حضور ۾ پهچي، سربستو احوال پيش ڪيو ۽ عرض ڪيائين ته شيخ صاحب مون کي اماڻڻ وقت هيٺيون بيت روئي پڙهيو، اگرچه مون کي رئڻ نٿو اچي:

جنهن ڪن ٿوپايا ڪوڙ مان، تنهن کي ڪهاڙو؟
ماڻس ستاڙو، پٽس نالو ڪين ڪي.

حضرت خواجه صاحب جن اهو سنيهو سڻي ڏاڍو افسوس ڪيو ۽ فرمايائون ته "حضرت شيخ پنهنجي عمر جي پڇاڙي ڏني آهي"(٢).

پوءِ گرهوڙ پهچي وٽي عام پڙهو گهمارايائين ته آهي ڪو غازي جو جهاد في سبيل الله ۾ ساهه ڏئي؟ مگر هلي اهو، جنهن کي ڦٽي ڏيڻ جيڏي ڏاڙهي هجي. ڪل ٻاهتر ماڻهو ساڻس هلڻ لاءِ

---

(١) اها حقيقت تيجسنگ سولنڪي عمر ڪوٽ واري جي هڪ مقالي مان ورتي وئي آهي، مرغوب الاحباب جو صاحب انهيءَ قصي جي ابتدا هن طرح ٿو ڪري: "صادق دوستان گويندگہ بيست فرسنگ دور از گرهور در ريگستان بتخانه اي بود از هنود که دران انواع فواحش مي گرديد، و حضرت شيخ را بر تخريب آن پيوسته اهتمامي بود." يعني سچن دوستن کان روايت آهي "گرهوڙ کان سٺ ميل پري ريگستان ۾ هڪ هندن جو بتخانو هو، جتي طرحين طرحين جون بڇڙايون ٿينديون هيون ۽ حضرت شيخ صاحب جن کي هميشه سعيو هوندو هو ته انهيءَ بتخاني کي ڊاهيان."

(٢) هي سارو بيان "مرغوب الاحباب" تان نقل ڪيو ويو آهي.

تيار ٿيا.(١)

---

(١) جيئن حضرت امام حسين (رضہ) سان بہ پاھتر ماڻھو مديني کان گڏجي نڪتا ھوا. مرغوب الاحباب موجب "سندس اھل ۽ اصحاب جو سچو تعداد ٻاھر نڪتو". فقير سنگھار واري روايت ۾ آھي، تہ اھو پڙھو ٻڌي ماڻھن ۾ ڏاڍي چرفڙ پيدا ٿي، ۽ چيائون تہ مڙھي جو مھنت ڏاڍو زور وارو آھي، اُتي اسان جي نہ ھلندي، تنھنڪري اھڙي ڪا تجويز ڪجي، جو انھيءَ ارادي کان باز اچي. گھڻي ڪوشش ڪيائون، پر گرھوڙي صاحب نہ مڙيو. سندس والده صاحبہ کي سيکاريائون تہ توھين ڪيس منع ڪريو، ۽ جيڪڏھن نہ مڃي تہ ڪيس چئجو تہ "مان تنھنجي والده آھيان، منھنجو فرض لاھي پوءِ ڀلي وڃ". تنھن تي جواب ڏنائينس تہ "مون تنھنجو حق اڳيئي لاھي ڇڏيو آھي، جو تون اجان ڀڙي سان ننڍڙي ھئينءَ تہ توکي جھڪ ڪنيو پئي ويئي، مون تہ تو کي انھيءَ جھڪ کان بچايو ھو."

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ وري ھي روايت ٻڌي آھي: تہ جڏھن فقير صاحب جھاد لاءِ روانو ٿي ٿيو، تڏھن سندس نياڻيون ڪيس روڪڻ لاءِ قرآن شريف ميڙ ڪٽي آيون، جنھن تي چيائين تہ:

ڳورا ڳئي ٻار، ھورو مار نہ ھيڪڙو،
وھان تہ ويرم پئي، نينھن ۾ پوءِ نھار،
ھتي وعدي جي وار، ھتي سوٽون ڏينم سرتيون.

ھي بيت حقيقت ۾ شاھ لطيف (رحہ) جو آھي:

ڳورا ڳئي ٻار، ھنيون حيرت ۾ پيو،
وھان تہ ويرم ٿيي، نينھن ۾ پوءِ نھار،
وچان تہ واڪو ٿيي، ٻاڙي پوءِ پچار،
ھت ٿي وعدي وار، ھت سوٽون ڏينم سرتيون.

مخدوم محمد عاقل صاحب کھڙائي پنھنجي تاريخ "گنجينہ جھان نما" ۾ ذڪر ڪيو آھي تہ واٽ ويندي مخدوم صاحب کي ڪنھن شخص چيو تہ حضرتا اوھان سان ٿورڙا ماڻھو آھن ۽ جوڳي وٽ چيلا گھڻي انداز ۾ رھن ٿا، پوءِ توھين انھن سان ڪيئن مقابلو ڪري سگھندؤ؟ تنھن تي پاڻ فرمايائون تہ "ادا جي ھوءَ مڙھي ڀڳي تہ بہ فتح اسان جي، پر جي ھيءَ مڙھي ڀڳي تہ بہ فتح اسان جي".

ھن ڳالھ جي تصديق عزيزم محمد اسمعيل عرسائيءَ جي موڪليل احوال مان پڻ ملي ٿي، جو سندس سھڻن لفظن ۾ ھو بھو ھيٺ ڏجي ٿو:

"مرحوم ميين عبدالرحيم گرھوڙي ھن وڏي فتني جي خبر ٻڌي پنھنجا چند سرفروش دوست روبرو حالتون ڏسڻ لاءِ ھٿونگي روانا ڪيا، جن سموري روئداد ڏسي اچي بزرگ وٽ حقيقت پيش ڪئي. پاڻ فوراً پنھنجن احبابن ۽ دين محمدي جي شيداين کي جمع ڪري چيائون تہ جھاد في سبيل الله ڪرڻو آھي، ڪير آھين اھي ھڪڙي خداي عزّ و جل جا سچا پرستار ٻانھا جي مون کي پنھنجو خون لکي ڏيندا ۽ الله جي راھ ۾ سرقربان ڪندا؟ ڪيترن ئي ايمان وارن اھو حق جو نعرو ٻڌي سندس ھڪل تي لبيڪ چئي جان فدا ڪرڻ جو وعدو، پنھنجي رت سان لکي بزرگ جي پيش ڪيو. پر ڪي اھڙا بہ ضعيف الايمان ٻانھا ھوا جن بزرگ جي عزم کي سست ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي، ۽ ڪيس چيو تہ "سائين ٻائي جي مڙھي جادوءَ جو مرڪز آھي ۽ ان کي فتح ڪرڻ ڪا چرچي يا

رواني ٿيڻ وقت هڪ خط ماروءِ ٽيبيءَ هٿان مير بجار خان ڏي لکي موڪليائون(۱) ۽ هي نياپو ڏنائون ته: جنهن جي نياپي تي مون توهان کي دنيوي رهايش لاءِ هڪ زمين جو ٽڪر هٿ

---

مذاق جي ڳالهه ناهي. لهذا تعجيل کان ڪم وٺڻ سراسر غلط ٿيندو. تنهنڪري دوباره پنهنجي فيصلي تي غور ڪريو. مگر شهيد اعظم مجاهد في سبيل الله جن سوڻن الفاظن ۾ جواب فرمايو، اهي هي لفظ آهن: ”فتح هر حال اسان جي آهي جي هوءَ مڙهي (ٻائي واري) پڳي ته به فتح ۽ جي هيءَ مڙهي (يعني ديهه يا جسم) ته به فتح“. پوءِ هڪدم الله اڪبر جو نعرو هڻي پنهنجن مجاهدن سان منزلون ڪندو، اچي هٿونگي پهتو.

(۱) هي خط فارسي ۾ موجود آهي جو نقرچ واري نسخي کان سواءِ پير صبغت الله شاهه واري ملفوظات جي قلمي نسخي ۾ خليفه گل محمد صاحب سانوٽيءَ جي هٿ اکر (سن ۱۲۵۵هه) پڻ ڏنل آهي. جو عزيزم ڊاڪٽر نبي بخش تڪليف وٺي مون ڏي نقل ڪري موڪليو. عزيزم دين محمد سومري پڻ ان جو صحيح نقل گرهوڙ شريف جي درگاهه تان اُتاري موڪليو هوم. تاهم ان جي فارسي تمام جڏي آهي. خط ۾ مير صاحبان کي ترغيب ڏني وئي آهي ته شريعت جي متابعت ڪن، ۽ اهلبيت رسول الله صلعم کي تعظيم ڏين ازانسواءِ منجهس نفس جي حقيقت تي روشني وڌي وئي آهي، ۽ منجهس ”مڙهي مهاڏيو“ جي تخريب ڏي اشارو آهي. انهن ٻنهي نقلن کي ملائي، هيٺ ان جو متن سنڌي ترجمي سميت ڏجي ٿو:

مڪتوب مرشد مڪمل قبلة العارفين مخدوم حضرت ميان عبدالرحيم صاحب قدس سره العزيز بجانب مير فتح خان و بجار خان تالپور.

مير صاحب مهربان ميان فتح خان و مير صاحب هشيار بسيار وقار ميان بجار بعافيت دارين باشند، ونحن ڪذلڪ - آمين!

بعد از سلام آنڪه اين احقر چون از لشڪر دعائي است ڪه بعزت الله و رسوله از لشڪر غزاء برتراست. قال رسول الله صلي الله عليه و آله وسلم انما تر زقون و تنصرون بضعفاء ڪم، وڪان رسول الله يستفتح بضعفاء المهاجرين،

مصطفي جويد ز مسڪينان دعا
وخير خواه شماست بنابر الثالث بالخير -

ماسڪين رادر مجادله صغري و ڪبري همراه دانند، يعني قوم نانڪي را بتيغ حديد و دفع قوم يزيدم را بقرآن مجيد: الذين يؤ ذون الله و رسوله، لعنهم الله في الدنيا والاخره - سازند، و ذالڪ من العجائب الاتفاقيه:

مرشد ڪامل ۽ قبله العارفين مخدوم حضرت ميان عبدالرحيم صاحب قدس الله سره العزيز جو خط مير فتح خان ۽ مير بجار خان ڏانهن.

مير صاحب مهربان ميان فتح خان و مير صاحب هشيار بابسيار وقار ميان بجار، شل ٻنهي جهانن جي عافيت نصيب هجين، ۽ اسين به اهڙي طرح - آمين!

بعد سلامن جي واضح هجي ته هي احقر دعا جي لشڪر منجهان آهي، جو الله ۽ سندس رسول جي توفيق سان رواجي جنگ جي لشڪر کان گهڻو مٿاهون آهي. رسول الله ﷺ فرمايو آهي ته ”ضعيفن ڪري ئي اوهان کي رزق ۽ نصرت ملي ٿي“ ۽ رسول الله ﷺ خود ضعيف مهاجرن کان سوڀ جي دعا گهرندو هو.

مصطفي دعا ٿو گهري مسڪين کان ۽ پڻ اوهان جو خير خواهه آهي، ٽي دعا خير جي.

مون مسڪين کي ظاهري ۽ باطني جنگ ۾ پنهنجو همراه ڄاڻن. يعني نانڪ جي (هندو) قوم کي تکي ترار سان ناس ڪن ۽ يزيدي قوم کي قرآن مجيد جي هن آيت سان دفع ڪن: جيڪي الله ۽ سندس رسول کي ايذائين ٿا. انهن تي دنيا توڙي آخرت ۾ خدا جي لعنت

ڪري ڏنو هو. انهيءَ نيابي موڪليندڙ جي ڪم سان مان هتان روانو ٿيان ٿو. توتي هاڻي فرض آهي تہ اچي منهنجي مدد ڪر. حڪم موجب مارو ٽيپي مير بجار خان کي وچي خط ڏنو. مير کي

---

(بقيه الحاشيه)

غنيمت دان امور اتفاقي را

قوله تعالي: و اذ أغرقنا آل فرعون و أنتم تنظرون؛ يعني في الواقعة الاولي والثانية

يک حسام الدين و ديگر مولوي
جمع گشتهٔ موت هر ملحد غوي

وكفي الله المؤمنين القتال

(يعني(؟) بعلم علي سبب عدم نقمة الكافرين)

وقوله تعالي: فما لهولاء القوم لا يكادون يفقهون حديثا

يا بنا برحق آشنائي وهسايگي، يا بنا بر رسم روزه و نماز و تعظيم قرآن ڪريم، ونا داشتن مذهب غير مذهب قرآن ڪريم، يا بنا بر حسنات ظاهري ميخواهد که سرداري شمارا وفادار باشد ـ يعني في الدارين موجب سرخرو ئي شما باشد؛

اين نعمت عظمي و دولت قصوي وقتي بدست آيد که فرامين شريعت را بر فرامين زيدو عمرو راجح دارند.

ان تنصروا الله ينصركم" بر صحيفة جان نگرند.

بالفعل تعظيم فرمان دين رسول الله صلي الله عليه آله وسلم و اولاد او تابجا نيارند. قدم بر زمين نسايند.

قوله تعالي: ولقد مكنا ليوسف في الارض.

(اڳئين سان مليل)

آهي، ۽ اهو هڪ اتفاقي عجائبن مان آهي.

اتفاقي امورن کي غنيمت ڄاڻج.

الله تعاليٰ فرمايو آهي (ياد ڪريو) جڏهن اسان فرعون جي پوئلڳن کي ٻوڙيو ۽ اوهان اهو رنگ ٻيٺي ڏٺو، يعني پهرئين ۽ ٻئين واقعي ۾.

هڪ حسام الدين ۽ ٻيو مولوي
جمع ٿيڙا - موت هر ملحد غوي

۽ الله تعاليٰ مومنن کي جنگ کان بچايو.

(يعني ڪافرن کي نہ سزا ڏيڻ جي سبب جي علم هوندي بہ (؟) ۽ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ هنن ماڻهن کي ڇا ٿيو آهي، جو ڪا بہ ڳالهہ نٿا سمجهن؟

يا آشنائي ۽ هسايگيءَ جي حق موجب، يا روزي ۽ نماز ۽ قرآن ڪريم جي تعظيم، ۽ قرآن ڪريم بغير ٻيو ڪو بہ مذهب نہ رکڻ جي راهہ ۽ رسم جي بناء تي. يا ظاهري چڱاين جي بنياد تي، ھي (مسڪين) گهري ٿو تہ اوهان جي سرداريءَ سان وفادار رهي. جنهن ۾ اوهان لاءِ ٻنهي جهانن جي سرخروئي آهي. هيءَ وڏي نعمت ۽ پراهين دولت انهيءَ وقت هٿ ايندي، جڏهن شريعت جي فرمانن کي زيد ۽ عمرو جي فرمانن تي ترجيح ڏيندا.

" "جيڪڏهين الله کي مدد ڪندا تہ الله بہ اوهان کي مدد ڪندو". اها ڳالهہ پنهنجي جان جي صحيفي تي چٽي چڙيو. حال في الحال جيستائين رسول الله ﷺ جي ديني احڪامن ۽ سندس اولاد جي تعظيم بجا نہ آڻيندا، تيستائين زمين تي پير نہ گسائيندا.

خدا تعاليٰ فرمايو آهي، تہ اسان يوسف کي زمين تي پختو ڪيو.

انهيءَ وقت ايمان ڇڏي ويو. پاڻ تہ ڪو نہ آيو، پر مدد بہ ڪانہ موڪليائين. پاٺان جواب ڏياري موڪليائين تہ توهين ۽ مهنت پٽي فقير آهيو. اسان جو انهيءَ ڪم ۾ ڪو بہ واسطو نہ آهي: جيئن وڻيو تيئن ڪريو. هوڏانهن مهنت ڪي چوائي موڪليائين تہ اسان جو مگريي جي ڪاهہ سان ڪو

---

(بقيه الحاشيه)

علیم دين متين بدان خواهد بود که بخانه کفر خراب کنند، و مجامع ايشان تفريق شوند، و مهري مهاديو ضرور تخريب کنند، و ايشان را ابر مسلمانان عامل نکنند. اشداءُ علي الکفار رحماءُ بينهم، علامت محمديان همين است.

واز کسي که نمازي بود متهکي نگيرند. قال رسول الله صلي الله عليه و آله وسلم: ليس علي المسلم جزيه و بي نماز را بيلي ندارند، و درشادي و غمي دعوت نکنند، که قطع و وصل براي محبوب حقيقي رواست، نہ براي اغراض دنيا؛

هر چه جز عشق خدا جانکاهي است و بردروازه شريعت کاردار کسي رادارند که مسئله شرعي نگذارد، و برشوت و رياء ميل نيکند. وقاضي جاهل را بمذهب محمدي قاضي کردن روا ندارند؛

آکه ز شرع نيست بود رهزن انعام و از قوت مسلمانان لاگہ نگيرند، که خلاف شريعت است، و حصه زراعت موجب حکم شريعت بگيرند، که بر مسلمانان ظلم واقع نشود.

و (نتيجه) تعظيم اولاد رسول عليه الصلوه و (علي) آله السلام بدان است که هريکي راکه کند يعني متاهل گردد، ده جريب سيري کنند يا پنج.

(اڳئين سان مليل)

دين متين جي تعظيم هن ۾ آهي تہ ڪافرن جا بتخانا ڊاهيو، سندن مجموعا ڇڙوڇڙ ڪريو، مهاڏيو جي مڙهي ضرور ناس ڪريو، ۽ انهن کي مسلمانن جي هٽان ڪامورا ڪري نہ مقرر ڪريو. محمدين جي هي نشاني آهي تہ"ڪافرن تي سخت هجن، ۽ پاڻ ۾ نهايت ٻاجهارا."

۽ جيڪو نمازي هجي، تنهن کان مٽڪي نہ وٺو. رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ "مسلمانن تي جزيو نہ آهي"۽ بي نمازي کي ٻيلي ڪري نہ رکو، ۽ شادي توڙي غمي ۾ ان کي نہ سڏيو، ڇاڪاڻ تہ ڇنڻ ۽ ڳنڍڻ خاص محبوب حقيقي جي خاطر هئڻ گهرجي ۽ نہ دنياوي غرضن لاءِ: "خدا کان سواءِ ٻيو سڀڪجهہ جان جو کاپو آهي".

شريعت جي دروازي تي انهيءَ ماڻهوءَ کي ڪاردار مقرر ڪجو جو شرع جا مسئلا ڇڏي نہ ڏئي، ۽ رشوت ۽ رياء ڏي لاڙو نہ رکي، ۽ جاهل قاضي کي قضاوت لاءِ روا نہ رکجو: "(جو" شريعت کان غير واقف ۽ ڊورن جو چور آهي".

۽ مسلمانن جي قوت مان لاڳ نہ وٺجو جو شريعت جي خلاف آهي. پوک جي پيدايش جو حصو شريعت جي حڪم موجب وٺجو، جيئن مسلمانن تي ظلم نہ ٿئي.

۽ رسول الله ﷺ جي اولاد جي تعظيم هن ڳالهہ ۾ آهي تہ جڏهن ڪو منجهانئن شادي ڪري، تہ ان کي پنج يا ڏهہ جريب زمين جا سيريءَ طور ڪري ڏيو، يا از خود اوهين ان جو طريقو (يعني مسڪيني) اختيار

ٻه واسطو ڪونه آهي، توهان مگربي سان ڪهڙو ٻه سلوڪ ڪري سگهو ٿا.

گرهوڙ کان پهرين منزل "رڪن ڊليار" وٽ ڪيائون، جو ڪيري کان ٥ ميل اوڀر ۾ آهي. اُتي ٿيپن وٽ سرينهن جي وڻ هيٺ ڏينهن ٽاريائون. مارو ۽ الياس ٽيپو ٻئي ٻاڻر جهاد لاءِ تيار ٿيا.

---

(بقيه الحاشيه)

يا از خود هم طريق او ديگر سپردند(؟)

حيف باشد كه اهلبيت رسول
گر سنه خسپندو توسير و ملول

ما ا متيان را دستار و تيغ وقتي زيبد كه از اهلبيت پيش نخوريم.

وقال عليه الصلوه والسلام:

"اطلبوني في اهل بيتي" وقال صلي الله عليه وسلم: لا ايمان لمن بات شبعان و جاره طاو.

بني آدم اعضاء يكديگرند.

ومانع از رعايت اين هفت امور هيچ نيست مگر نفس، كه دشمن خانگي انسان است. مولوي گويد:

جمله قرآن شرح خبث نفسهاست
ورنه نور باغها در باغهاست وجامي گويد:

نفس چون نيست در درون باقي
چہ غم از دشمنان آفاقي

تتمه : نفس چيست تلاش غير شرعي اين وصيت نامه خود بخوانند و عمل نمايند.

جوا نا سر متاب از پند پيران.

والسلام.

(اڳئين سان مليل)

ڪريو.

حيف آهي جو رسول الله ﷺ جا اهلبيت بکارا سمهن ۽ تون ڍاول ۽ سست هجين! اسان امتين کي پڳ ۽ ترار انهيءَ وقت سونهي جو اهلبيت کان اڳ ۾ نه کائون.

رسول الله ﷺ فرمايو آهي ته:

"مون کي منهنجي اهلبيت ۾ ڳوليو" ۽ پڻ فرمايو آهي ته رسول خدا جي ته "ان کي ايمان ناهي جو رات جو ڍاول سمهي ۽ سندس پاڙيسري بکايل هجي".

بني آدم هڪ ٻئي جا عضوا آهن.

انهن ستن ڳالهين جي رعايت رکڻ کان ٻيو ڪجهه به مانع نه آهي مگر نفس، جو انسان جو گهرو دشمن آهي. مولانا جلال الدين رومي فرمايو آهي:

سارو قرآن نفس جي بڇڙاين جو شرح آهي. نه ته باغن جو نور باغن ۾ ئي آهي (؟)

۽ مولانا جامي چيو آهي:

جڏهن اندر ۾ نفس باقي ناهي،
تڏهن ٻاهرين دشمن کان ڪهڙو خوف؟

ضميمو: نفس ڇا آهي ۽ غير شرعي شين جي تلاش هي وصيت نامو خود پڙهندا ۽ ان تي عمل ڪندا.

اي جوان ! ٻڍڙن جي نصيحت کان منهن نه موڙ

والسلام.

۾ پاڻ الياس کي پوٺتي گهر جي سنڀال لاءِ ڇڏيائون، ۽ فقط ماروءَ کي ساڻ ڪنيائون(١). اُتان کوچ ڪري راڄ جي سيدن ۾ آيا. سيدن کي چيائون ته ”اوهان سونهان ٿي هلو“. سيدن چيو ته ”مهنت تمام ڪرڙو آهي ۽ هو لشڪر ڪڏهن به ڪونه ڪندو ۽ جيڪڏهن مهنت کي خبر پئي ته اسان سونهپ ڪئي آهي ته اسان کي ٻيڙي ڇڏيندو“. ائين چئي هلڻ کان انڪار ڪيائون. سندن ساٿ ۾ ڪامل نالي هڪ ڪوري هئو، جنهن چيو ته ”قبلا، مان تازو اُتان اَن خريد ڪري آيو آهيان، واٽ آءٌ به ڏيکاري سگهندس. تنهن تي پاڻ فرمايائون ته ”جڏهن تون هتي ٧٢ ڇٽن جو هن وقت سونهو ٿيو هلين ٿو. تڏهن ڏينهن قيامت جي به هتي ٧٢ ڇٽن جو سونهو ٿي هلندين. هتي سيدن جي سيدي وئي ٿو ڏيان ڪورين کي، ۽ ڪورين جي ڪورپ وئي ٿو ڏيارين راڄ جي سيدن کي“. راڄ، ڪپري تعلقي ۾ هڪ ننڍو ڳوٺ آهي، جتي اڃا تائين ڪيترا سيد ويٺا آهن، جي ڪورڪو ڪم پيا ڪن. ڪامل ڪوريءَ جا پويان اڃان تائين گرهوڙي صاحب جي درگاهه جا مجاور ٿيندا اچن. مرحوم سنگهار فقير جنهن جي واتان هي روايت هتي آندي وئي آهي، سو به ڪامل ڪوريءَ جي ڪڙم مان هو.

آخر راڄ کان رڙهي، اچي مهاڏيو جي مڙهي(٢) کي قابو پيا. ان وقت سڄي عملي وٽ فقط هڪ ڏور دار بندوق هئي.

## مهنت جي جادوءَ جو ذڪر

مهنت وٽ هڪ ڪشتو هوندو هو، جو هر ڪنهن طرف کان اَن، گيهه، گوشت وغيره گڏ ڪري اچي سندس ديگ ۾ وجهندو هو، جا رجهي تيار ٿيندي هئي، ۽ ان مان اتي جا رهاڪو، هندو خواه مسلمان کائيندا هوا. انهيءَ ديگ ۾ اهڙي حڪمت هئي، جو سوين ماڻهو کائي اُٿندا هئا، پر هوءَ اوتري جي اوتري رهندي هئي(٣). ازانسواءِ ڪهڙو به مريض وٽس ايندو هو، ته مٿس ڀي ٿي

---

(١) هي روايت مون کي برادرم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کان ملي آهي.

(٢) عزيزم ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيقات موجب اها مڙهي هاٿوڪي خيرپور رياست جي حد ۾ دين ڳڙهه طرف هئي، يعني ته ڪپري کان اٽڪل ٿيهه ڪوهه اتر اوڀر طرف. اُتي به ٽڙ هوا؛ ١. رهو، ٢. ڏيڏرو. رهو مڙهيءَ کان ۴ ميل ڏکڻ ۽ ڏيڏرو ٣ ميل اولهه هو. فقير عبدالرحيم ڏيڏرو ٽڙ تي هڪ ڪنڊيءَ هيٺ اچي لٿو، جا ٽڙ کان الهندي طرف دڙي تي بيٺل هئي.

(٣) عزيزم عرسائي صاحب کان معلوم ٿيو، ته اها جادوءَ جي ڪونڊي يا ننگهه مڙهي پٽڻ بعد مجاهد پاڻ سان کڻي آيا هئا. ۽ اڃا تائين درگاهه لنواري تي سلامت رکيل آهي. مٿس سنسڪرت جهڙن اکرن ۾ ڪي جادوءَ جا ڪلما لکيل آهن، جي زماني جي دستبرد سبب پڙهڻ ۾ اچي نٿا سگهن. اها ڪونڊي حضرت سلطان الاولياءِ جي مقبري واري صحن جي ڏکڻ اوڀر واري ڪنڊ ۾ رکيل آهي، جا هر هڪ تمنائي ڏسي سگهي ٿو.

لفظ پڙهي شوڪاريندو هو، تہ مرض لهي ويندو هو. انهي ٻنهي ڪرتبن ڪري ماڻهن ۾ مهنت جي وڏي مڃتا هوندي هئي.

شيخ عبدالرحيم صاحب شهر جي ويجهو وارد ٿيڻ شرط هڪ جتي جي ٻادر ڪي حڪم ڏنو تہ ڪشتي کي ڪيڏانهن بہ نہ ڇڏج. سو ڪشتو جيڏانهن وڃي تيڏانهن موچڙا ڪايو موٽيو اچي سامي جي اڳيان ڪري. سامي حيران ٿي چيو تہ شايد ڪو جادوگر آيو آهي، جو ڪشتي کي گدائيءَ کان روڪي ٿو. چوڌاري چاري موڪليائين جن اچي خبر ڏنيس تہ ٻيو تہ شهر جي چڪ ۾ ڪونہ آيو آهي، سواءِ گرهوڙ واري مگريہ فقير جي. سامي کي اڳيئي سڌ هئي تہ مگريو وڏو درويش آهي، جنهن ميرن کي سنڌ وٺائي ڏني هئي. تنهن تي ساميءَ جي ننڍي ڀاءُ گرت گر کيس چيو تہ هن کي ميرن جي ضرور مدد هوندي ۽ ازانسواءِ فقير بہ آهي، انهي سبب ساڻس وڙهڻ چڱو ناهي، بهتر ٿيندو تہ منٿ ڪري جند ڇڏائجي، ۽ کيس ڪجهہ ڌن ڏيئي پوئتي موٽائجي. دت گر کي اها صلاح آئڙي، ۽ ٻئي ڄڻا گروهڙي صاحب وٽ لنگهي ويا. گهڻيون ئي منٿون آزيون ڪيائونس، سون، هيرن جواهرن ۽ سوڊين عورتن جي لالچ ڏنائونس، مگر گرهوڙي صاحب سيني آڇن کان انڪار ڪيو، بلڪہ ٻنهي ڄڻن کي اسلام جي دعوت ڏنائين، ۽ کين صاف چيائين تہ جيڪڏهن ايمان نہ آڻيندا تہ مان جنگ کان ڪين گسندس. ٻنهي ڄڻن ايمان آڻڻ کان نابري واري. تنهن تي ٻاڻ کين چار شرط پرڪا طور وڌائين، ۽ فرمايائين تہ جيڪڏهن انهن مان ڪو بہ شرط قبول نہ ڪيو تہ پنجون شرط تلوار جو آهي، جا پاڻهي فيصلو ڪندي.

## چئن شرطن جو ذڪر(١)

پهريون شرط: هندن جو سردار اسان وٽ اچي. اسين کيس چاليهہ راتيون هڪ ڳڙکين کان سواءِ جاءِ ۾ بند ڪري ٻاهران در کي قفل ڏئي ڇڏينداسون. اهڙي طرح آءٌ جو مسلمانن جو

---

(١) مرغوب الاحباب موجب، فقير سنگهار جي شرطن ۾ قدري اختلاف آهي. روايت جو ٽيون ۽ چوٿون شرط مرغوب الاحباب جي ٽئين ۽ ٻئين شرط جي مطابق آهن. روايت جو پهريون ۽ ٻيون شرط مرغوب الاحباب جي پهرين شرط سان معنيٰ ۾ موافق آهن. مرغوب الاحباب جو چوٿون شرط بالڪل نيارو آهي. روايت جا پهريان ٻہ شرط هن طور آهن:

١ ـ رات جو ٻئي ڄڻا اڪيلا رهاڻ ڪريون. پوءِ جيڪڏهن تنهنجي صحبت جو اثر مون تي پيو تہ مان جٽيو پائي هندو ٿيڻ جو اعلان ڪندس، ۽ جيڪڏهن منهنجو اثر توتي ٿيو تہ تون خود بخود مسلمان ٿيندين.

٢ ـ ٻنهي ڌرين جا ماڻهو جدا جدا جاين ۾ بند ڪري، ڪنجيون ڪٺي پري وڃي ويهجي. پوءِ جنهن جي طرف مالڪ ذوالجلال هوندو، تنهن طرف جا ماڻهون پاڻهي تڪري ايندا. جيڪا ڌر بنديل رهي، سا ٻاهر نڪتل تي سواءِ ڪنهن شرط شروط جي ايمان آڻي.

مهندار آهيان سو وٽن چاليهہ راتيون قفل اندر بند رهندس. پوءِ جيڪو بہ اسان مان فوت ٿيو، تنهن جو لشڪر آڻ مڃيندو.

ٻيون شرط: هڪ ميدان مقرر ڪجي. هندن جو لشڪر هڪڙي طرف بيهي ۽ مسلمانن جو سامهين طرف، جيئن هڪ ٻئي کي ڏسي سگهن. پوءِ مان ۽ هندن جو سپہ سالار ميدان ۾ ملهون وڙهنداسون. جيڪڏهن تنهن دفعا آءٌ مٿس غالب پيس تہ هو مسلمان ٿيندو، نہ تہ آءٌ جٽيو ٻڌي ساري لشڪر سميت سندس تابع ٿيندس.

ٽيون شرط: مون کي ۽ هندن جي سرڪردي کي سيني ماڻهن جي روبرو ٻڌري پٽ ساهميءَ ۾ تورين. جيڪڏهن هو باوجود ٿلهائي جي ڳورو ٿيو، تہ مان سندس رسمون پاڻ تي هموار ڪندس، پر جيڪڏهن آءٌ باوجود ڏٻرائي جي وزن ۾ سرس ٿيس تہ هو اسلام آڻيندو.

چوٿون شرط : هندو پنهنجي بت اڳيان راڳ روپ ۽ ريتيون رسمون ڪن. جڏهن جوش ۾ اچن، تڏهن آءٌ تن تنها وٽن حاضر ٿيندس. پوءِ جيڪڏهن مون تي تصرف هلايائون، تہ مان سندس جماعت ۾ شامل ٿيندس، يا آءٌ ذڪر جي حلقي اندر ويهي رهندس، ۽ سندس سردار اڪيلو اچي، اچا اوٺيهہ وکون پري هوندو تہ از خود ڪلمه شهادت پڙهي مسلمانن جي دين ۾ داخل ٿيندو.

پنجون شرط آهي جهاد، جنهن جي لاءِ سنبري آيا آهيون.

انهيءَ پيغام موڪلڻ بعد شيخ عبدالرحيم پاڻ کي ڪلهن تائين واريءَ ۾ پورايو، ۽ سيني سپاهين کي سڏي ڪائن پڇيائين تہ ڪهڙي صلاح آهي، جيڪڏهن ڪافر چار شرط نہ مڃين. سيني يڪ آواز چيو:

صلاح ماهمه آنست کان تراست صلاح

(اسان سيني جي اهائي صلاح آهي جا اوهان جي آهي.)

تنهن تي پاڻ فرمايائين تہ مون کي هيءَ ڳالهہ منظور آهي يعني تہ شهيد ٿي پورجون. سيني چيو تہ شهادت جو موت قبول ڪري آيا آهيون. تنهن کان پوءِ زمين کان ٻاهر ڪڍيائونس(١).

مٿيان چار ئي شرط سامي قبول نہ ڪيا. تنهن تي گرهوڙي صاحب ڪيس ٻيو وجهہ ڏنو ۽ چيائينس تہ "اوهان ڪشتو گهرايو ۽ ڪائنس پڇو. جيئن هو چوي تيئن ڪريون. ڪشتي کان دريافت ڪئي ويئي، پر جواب ندارد. تڏهن گرهوڙي صاحب چيو تہ هاٿي وري جمنيءَ کان ٿا پڇون، پوءِ جيئن چوندي تيئن ڪنداسين. ساميءَ سمجهيو تہ جمني بہ ڪشتي وانگر خاموش رهندي، سو اهو شرط ڪٽي قبول ڪيائين. جمني وٺي ڪبو "دين ! دين !" سامي مڪر ڪري چيو

(١) هي تفصيل "مرغوب الاحباب" تان ورتل آهي.

تہ جمني مان "ڏن ! ڏن !" جو آواز ٿو اچي. تنهن تي يڪدم "حق! حق!" جو آواز اچڻ لڳو. انهي ڪشمڪش تي ننڍي پاءِ گرت گر وڏي پاءِ دت گر کي چيو تہ بهتر آهي تہ نيزاري ڪري پاڻ ڇڏائجي، نہ تہ هن بلا مان جند نہ ڇٽندي. پوءِ ٻنهي ڀائرن صلاح ڪرڻ لاءِ اجازت وٺي پنهنجي جاءِ تي ويا(١).

جاءِ تي پهتا ئي مس تہ مير بجار خان جو مخفي خط بہ اچي مليس، جنهن ۾ لکيل هو تہ اسان جو مگريه فقير جي لڙائي سان ڪو بہ واسطو ڪونهي. اوهين پاڻ ۾ ڇاڻو. ٻنهي ڀائرن کي مير صاحب جو ڊپ هو، پر جڏهن خبر پين تہ مير جو هٿ ناهي، تڏهن پيٽ ۾ ساهہ پين، ۽ چيائون تہ انهن ٻاهتر ڄڻن کي اجهو ٿا گهمائي وٺون. انهيءَ خيال سان وٺي پير تي ڏونڪو هنيائون ۽ جنگ لاءِ تياري ڪرڻ لڳا. ايتري ۾ گرهوڙي صاحب جي ماڻهن بہ اچي احوال ڪيو تہ "قبلا، سامي ۽ سندس ڀاءُ تہ صلاح مشورت لاءِ وقت وٺي ويا هوا، مگر ڏسجي ائين پيو تہ جنگ لاءِ تياري ٿي رهي آهي". تڏهن پاڻ فرمايائون تہ شايد مير بجر ڊوهہ ڪيو آهي، ٿيندو بہ سائس ڊوهہ:

اسان ٻاري، بجر نہ ٻاري، وٺي بجر جي سرداري(٢)

هن جنگ ۾ ڪي ٽالپر بہ شامل هئا، جن عرض ڪيو تہ "قبلا؛ بجر تہ دغا ڪئي، پر اسان ٽالپرن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو، جو اسان کي بہ ٻاراتو ڏنو ويو آهي". تڏهن پاڻ فرمايائون تہ:"اوهين مير پيا سکيو پيٽ پاليندا". انهيءَ دعا جو نتيجو اهو ٿيو، جو اڄ اڄاڻ تائين سيئ ڪنهن ٽالپر وٽ ڪجهہ نہ ڪجهہ زمين جو ٽڪر آهي، ۽ خوش گذران ڪري رهيو آهي.

ٿوري وقت ۾ ساميءَ جو لشڪر اچي ويجهو پيو. پاڻ پنهنجي ساٿين سان اڳيرو وڌيا ۽

---

(١) هي تفصيل فقير سنگهار جي روايت تي ٻڌل آهي. انهيءَ روايت ۾ وڌيڪ آيل آهي تہ جڏهن ٻئي ڀائر صلاح مصلحت لاءِ موڪل وٺي ويا، تڏهن گرهوڙي صاحب بہ پنهنجن ساٿين سان مشورت ڪئي. ڀهرين ڀهرين ابراهيم سوڍڙي کان صلاح پڇيائون. هي ماڻهو تازو مسلمان ٿيل هو ۽ ويجهڙائي ۾ لنواري شريف مان ارشاد وٺي آيو هو، جواب ڏنائين تہ قبلا، نبيءَ بہ جزيو وٺي ڇڏي ڏيندا هوا، پاڻ بہ ڪٿي ائين ڪريون". وري گرهوڙي صاحب ابراهيم ٽالپر کان پڇيو، جنهن جواب ڏنو تہ "قبلا، هيءُ مهل برڪت واري اسان کي وري هٿ نہ ايندي، باقي توهان لاءِ تہ اهڙيون گهڙيون هميشہ پيون اينديون. تنهنڪري هي موقعو نہ ڇڏڻ گهرجي". تڏهن پاڻ ابراهيم سوڍڙي ڏانهن مخاطب ٿي فرمايائون تہ "توکي تازو ارشاد مليل آهي، تہ بہ تو مان اڃان ڪفر جي ٻوءِ پئي اچي". وري ابراهيم ٽالپر ڏي منهن ڪري چيائون تہ، "تنهنجو درجو خليل الله وارو آهي."

(٢) هن ڳالهہ ڏي برٽن صاحب بہ پنهنجي معرڪة الآرا ڪتاب "سنڌ ۽ سنڌونديءَ جي ماٿر ۾ رهندڙ قومون" (سن ١٨٥١) ۾ اشارو ڪيو آهي.

رامڻ ٽالپر(١) کي حڪم ڏنائون تہ بندوق ڀري ڇڏ. رامڻ جواب ڏنو تہ مون اڳئي ڀري ڇڏي آهي. چيائونس تہ ٻيو ڪان بہ ڀري ڇڏينس، ۽ جڏهن مان چوانءِ تڏهن ڇوڙج. جنگ ڇڙڻ تي پاڻ ڀرپرو ٿي رامڻ سان گڏ وڃي بيٺا. مريدن هڪ ترار ۽ ڍال واري کي موڪليو تہ وڃي ڀر ۾ بيهہ تہ وقت سر ڍال سان بچاءُ ڪري سگھجي. پاڻ يڪدم ڍال واري کي هٽائي چيائون تہ:

سپر سور ڪندياءِ، مرڻ پاس تہ مير ٿين (٢).

پوءِ تہ مجاهدن وٺي هندن جي لشڪر تي هلان ڪئي. گرهوڙي صاحب پاڻ نڪو هٿيار هلايو، ۽ نڪي ڪو ڪاوڙ يا پٽ جو لفظ وات مان ڪڍيائين. رڳو "اياڪ نعبدو اياڪ نستعين" واري آيت پئي دهرايائين. ايتري ۾ سامي دت گر، ڪاري گھوڙيءَ تي چڙهيل، ڪتاري چيلهہ سان ٻڌل ۽ نيزو هٿ ۾ لشڪر اڳيان گھوڙي کي ٽپائيندو ۽ ڪڏائيندو نظر آيو. پاڻ رامڻ ٽالپر کي حڪم ڏنائون تہ سامي جي سيني ۾ بندوق هڻ. بندوق لڳڻ سان سامي گھوڙيءَ تان آهتجي پيو ۽ سندس تنگ رڪيب ۾ ڦاسي پئي. هندن جي لشڪر جڏهن ڏٺو تہ سندن صوبو ڪري پيو آهي، ۽ گھوڙي ڪيس گھليندي وتي، تڏهن چيائون تہ ڀهرين ساميءَ کي بچايو، ۽ پوءِ انهن ٻاهتر ماڻهن کي گرفتار ڪندي ويرم نہ ٿيندي. دشمن ۾ ٽاڪوڙو ڏسي، مسلمان ڀڃيائڻ ڪاهي پيا. اهو وجهہ وٺي دشمن جا ڪي آدمي گرهوڙي صاحب تي اور ڪري آيا(٣). ڀهرين ڀهرين لڪاني چانهين گروهڙي صاحب تي بندوق ڇوڙي، پر بندوق ڦاٽي پئي. پوءِ بندوق اڇلي اچي ڪيس ٻڙڇيون هنيائين(٤)، ۽ ستابي گجوءَ(٥) ترار جا ڌڪ هنيا، ۽ هنگورئي ۽ راهڙ متس کهاڙين جي وار ڪئي.

---

(١) مرغوب الاحباب ۾ آهي تہ بزرگ گرهوڙي جي جماعت ۾ رامي نالي هڪ ڳڀرو نوجوان ٽالپر هو، جنهن کي وات ويندي ساڻ ڪنيو هوائون، ۽ واڪو ڪري چيو هوائونس تہ "هليو آءُ، اڄ تنهنجو وقت آهي" جنهن ڳالهہ سندس رفيقن کي عجب ۾ وڌو هو. جنهن دت گر کي نيزو هٿ ۾، گھوڙي چڙهيل ايندو ڏٺو هو، جو "ماريو ماريو" ڪندو پي آيو. الله اڪبر پڙهي بندوق سيني ۾ سٽڪا پائينس، ۽ سندس لشڪر فراري ٿيو. موجود لنواري درگاهہ جي سجاده نشين خواجہ گل حسن صاحب مون کي زباني ٻڌايو تہ خواجہ گل محمد صاحب جن گرهوڙي صاحب کي اشارو ڪيو هو تہ رامن ٽالپر کي وات تان ضرور ڪڍجو.

(٢) مرغوب الاحباب ۾ آهي تہ "جڏهن يارن مان هڪڙي کي هٿ ۾ سپر ڏنائون، تڏهن ڪيس واڪو ڪري (اهو بيت) چيائون، جا ڳالهہ ٻڌ موزون آهي. مون سنگهار فقير جي روايت اختيار ڪئي آهي.

(٣) هي منهنجو قياس آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي روايت (صفحہ ٥٧ حاشيہ) موجب جنگ جي ختم ٿيڻ بعد ٿي لڪائي ۽ ستابي ڪيس ٻڙڇيون هنيون هيون. والله اعلم بالصواب.

(٤) انهي ڪري گرهوڙ ۾ چانهين کي گهٽ نظر بلڪہ نفرت سان ڏٺو ويندو آهي ۽ چيو ويندو آهي تہ : لک لعنت لڪاني کي، جنهن مگريو مارايو." ڪيترن سالن تائين چانهيا درگاهہ گروهڙ تي ڪو نہ ايندا هوا، انهي ڪري جو جيڪو بہ روضي مبارڪ جي دروازي کان لنگھندو هو، تنهن جي ڏاڙهي ننگجي پوندي هئي. ڪجھ سالن کان اها تڪليف مٿانئن دور ٿي آهي.

(٥) اصل روايت ۾ گجوءَ جو خاص ٽالو ڏنل ناهي. عزيزم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ٻڌل روايت مان ورتو ويو آهي.

مارو ٽيپي(١) جڏهن هي حال ڏٺو تڏهن ڊوڙندو ڊوڙندو "ابو ابو" ڪري، اچي گرهوڙي صاحب جي مٿان پيو، ۽ انهن ساڳين نامرادن ڪيس ترار هڻي ماري وڌو(٢). اهڙي طرح گرهوڙي صاحب جي ماروءَ جي حق ۾ پيشنگوئي پوري ٿي ۽ سندن رت گڏيا.

ايڏن زخمن هوندي به شيخ صاحب جي بدن مبارڪ مان رت جو هڪڙو ڦڙو به نه وهيو، ۽ سيئي گهاو اندران اچا ڏسڻ ۾ پئي آيا. انهيءَ حادثي بعد پاڻ ٽي ڏينهن جيئرا هوا(٣)سامي جي لشڪر تي اچي لاهي مصيبت ڪڙڪي جو سچو ناس ٿي ويو ۽ گرهوڙي صاحب جا به ڪيترائي اصحاب شهيد ٿي ويا. پاڻ پنهنجي لشڪر ۽ ماڻهن کي حڪم ڏنائون ته مڙهن کي ڊاهيو، ۽ بت کي پيچي پورا پورا ڪري ڇڏيو. پوءِ انهيءَ جاءِ تي مسجد ٺهرايائون، ۽ مٿس مجاور(٤) مقرر

---

(١) اها ڳالهه تحقيق طلب آهي ته آيا مارو ٽيپو مير بجر خان جو وزير هو يا ڪو رواجي فرد هو.

(٢) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي روايت موجب، شيخ عبدالرحيم جنگ هلندي ڪو نه زخميو هو، نڪي ڪي سندس ساٿين مان ڪو شهيد ٿيو هو. بلڪه جڏهن مهنت کي شڪست ڏيڻ بعد پاڻ مڙهي جي پرسان هڪ ڪنڊيءَ هيٺ اڪيلو ويٺو هو، ۽ مسجد جي اڏاوت جي نگراني پئي ڪيائين. تڏهن لڪاتو ڇانيهو ۽ ستابو گجو بڙچيون لڪائي وٽس زيارت جي بهاني سان آيا، ۽ ڪيس اچي سخت زخمي ڪيائون. مارو ٽيبو جو پريرو ويٺل هو، سو هاءِ هاءِ ڪري اچي مٿانس پيو. ايتري ۾ ببو فقير اهو هنگامو ڏسي ترار ڪڍي ڊوڙندو آيو، ۽ پانيائين ته شايد ماروءَ گرهوڙي صاحب کي زخميو آهي. سو ماروءَ کي به ماري وڌائين. انهيءَ حادثي تي ماروءَ جي پاءِ الياس ٽيپي هي ٻه بيت چيا آهن:

> ١. ستابو ٿيو عتابو، جنهن ڏڪيل ڏڪ هنيو،
> گجو گانڊو غير تي، سو اصل عتابو،
> لک لعنت لڪاتي کي، جنهن سورهه ڪين سڃاتو.
> ٢. عبدالرحيم اڏ ٿيو، مارو تنهن مٿا،
> انين جا الياس چي، ليڪا سي لٿا.

گرهوڙي صاحب جا ماڻهو حملي ڪندڙن پٺيان پيا، پر بزرگ منع ڪين ۽ چيائين ته انهن کي ڪجهه به نه چئجو ۽ پڻ عوض نه وٺجو جو عوض ڏٺي وٽ آهي. اهو پوپاڙيءَ جو وقت هو، ۽ فقير ستت ٿي دم ڏنو. سچ لٿي لاش لڏيائون، ۽ ٻئي ڏينهن سومهاڻي وقت گرهوڙ آندائون.

(٣) مرغوب الاحباب موجب: چند ضربات تيغ و نيزه بحضرت الشيخ رسيده که بساعتي وفات فرو: يعني حضرت شيخ صاحب کي ايترا ترار ۽ نيزي جا ڌڪ لڳا جو گهڙيءَ اندر وفات فرمايائون. فردوس العارفين جي عبارت موجب هي حادثو سن ١١٩٢هه (١٧٧٨ع) ۾ ٿي گذريو، ۽ ان وقت شيخ صاحب جي عمر چاليهه سال هئي. روايت آهي ته لاڏاڻي وقت بار بار هيٺيون بيت پئي دهرايائون:

> ستي وٽ (نه) سومري، مٿو (نه) ڏوتائين،
> قيمتي ڪپڙا، اچا (نه) اوڍيائين،
> ملير ماڙيائين، ستيءَ سيل نباهيو.

(٤) ڊاڪٽر بلوچ جي روايت ۾ آيل آهي ته اتي جيڪي هنگورا ذات جا ماڻهو ويٺل هئا. تن کي چيائين ته مسجد جي سنڀال ڪجو.

ڪيائون. لشڪر کي هدايت ڪئي وئي تہ ڪانئن ٻيڻ مباح آهي. مگر ڪنهن شي کڻڻ جي اجازت ناهي. ٽن ڏينهن اندر سارو انتظام پورو ڪري پوءِ دم ڏنائون. رحمة الله رحمة واسعة!

چون ٿا تہ وصال وقت امر ڪيو هوائون تہ مون کي يڪدم نہ پوريو وڃي. جو ٽن ڏينهن بعد(١) جيئرو ٿي اٿندس. پر جيڪڏهن منهنجي مڙهہ تي ڪا مک وهي تہ پوءِ هڪدم دفنايو وڃي. سندن همراز ساٿي اچا پٽ ۾ سندن حڪم موجب ڪم ڪري رهيا هوا. تہ سندن جنازو گرهوڙ اچي پهتو. سندن شهادت جو ٻڌي ڪيترائي ٽالپر بہ اچي گرهوڙ ۾ ڪٺا ٿيا هوا. جڏهن انهن کي خبر پئي تہ گرهوڙي صاحب جو هي فرمان آهي، تڏهن ڪين اچي ڊپ ورتو تہ جيڪڏهن گرهوڙي صاحب جيئرو ٿي اٿيو. تہ اسين سخت ڏورابي هيٺ اچي ويندا سين. جو اسان سندن سڏ نہ وڙنايو هو. سو اچي تاهوت مچايائون تہ بزرگ کي هڪدم دفن ڪيو وڃي. آخر انهن جي زور تي جنازو تڙ تڪڙ ۾ زمين داخل ڪيو ويو. جڏهن سندن سچا ساٿي پهتا، تڏهن ارادو ڏيکاريائون تہ قبر کوٽي جنازو ٻاهر ڪڍي رکون، مگر خواب ۾ اشارو ٿين تہ اهو هلي چلي جي برخلاف ٿيندو، تنهنڪري ضرورت ناهي.

مهاڏيو جي مڙهي واري شهر جو نالو مٽائي دينپور رکيو ويو. اتي جا مجاور اجا بہ گرهوڙ درگاهہ تي ايندا آهن ۽ هر سال اتان جي کجور نذراني طور رکي کجهہ نہ کجهہ وٺي ويندا آهن.

## مزار تي قبي جي اڏاوت

سندن مزار جو قبو مير احمد خان شاهوائيءَ ٻڌايو، ۽ جيڪو پڃرو ان جي چوڌاري آهي، سو اصل ۾ خواجه محمد زمان صاحب جي مقبري وارو پڃرو هو، جو پوءِ نئين پڃري ٺهڻ بعد گرهوڙ شريف موڪليو ويو(٢). گرهوڙي صاحب زماني جي عجائبن مان هڪ، ۽ مرغوب الاحباب جي مؤلف هيٺيون قطعو سندس شان ۾ چيو آهي:

| | |
|---|---|
| گرهري آنکه چون اوکس نديده | بخوبي در زمانش نافريده |
| جهان علم در ظاهر بدانش | بمعني از دو عالم دل بريده |
| درين دشت هوا انگيز پرآز | رميد از خويش باحق آرميده |
| بحسن يوسفي در مصر عرفان | غلامي را دل عاشق خريده |
| بكور دل ز قدح همت خويش | حجاب غير از چشمش دريده |
| چنين گويند كآن بگزيده حق | چو برچل سال دورانش رسيده |

(١) ڪن جو چوڻ آهي تہ "چاليهن ڏينهن بعد"
(٢) پراڻي پڃري جي تاريخ "رضوان من الله" مان نڪري ٿي يعني ١٢١٣هہ.

زدست ساقيء دهر اندرين دير　مئي تلخ شهادت در کشيده
چوتاريخ وصالش جستم از دل　جواب آمد "بحق خلوت گزيده"

## سندس اهل و عيال

گرهوڙي صاحب کل پنج شاديون ڪيون: ١. مگرياڻي، ٢. هنگورجي، ٣. ٽيپي، ۴. اوٺي ۽ ۵. ڪتياڻي* پوئين گهر مان پٽ پيدا ٿيو هون، پر ڇڻن پنجن ورهين جي عمر ۾ گذر ڪري ويو. ٻين گهرن مان ڪين چار نياڻيون هيون: هڪ ڏاڏي پوٽي مان ۽ ٽي هنگورجيءَ مان. ڏاڏي پوٽيءَ مان ڇاول نياڻي پنهنجي ڀائيٽي عبدالله کي ڏنائون، ۽ ڪيس امر ڪيائون تہ پنهنجي خاوند جو هر هميشہ حڪم مڃجانءِ، ۽ ميان عبدالله کي چوڻ هو تہ جيڪي مولا سائين موڪلي، تنهن تي راضي رهج. تنهنجو ٻيو ڪو ثاني ڪونهي، ۽ پاءُ پنڌ ڪي لوڙهي اندر نہ ڇڏج، ۽ ڇيائونس تہ مون کان جدا گهر اڏي وڃي ويهہ. سندس غربت ۽ مسڪيني ايتري حد تائين هئي، جو سندن نياڻي ۽ ناٺي جو نڪاح ساڳين روز مره وارن ڪپڙن ۾ پڙهيو ويو. چون ٿا تہ هڪ ازغيبي ماڻهو سندن نياڻيءَ لاءِ نوان وڳا ڏئي ويو. شادي جي موقع تي ابڙيون سڏيون هوائين، جن اچي ڪم ڪار نباهيو. انهن ماين جا نالا عزت، ڪرامت ۽ رحمت هوا.

باقي ٣ نياڻيون سيدن کي پرڻائي ڏنائين، جن جا نالا هوا: سيد حاجي قطب شاهہ، سيد پير شاهہ ۽ سيد ڪرم علي شاهہ. انهن ٽنهي نياڻين جي شادي سندن شهادت کان پوءِ ٿي، مگر پاڻ فيصلو اڳيئي ڪري ويا هوا. پنهنجي نياڻين جو سڱ پنهنجن عزيزن سان نہ ڪيائون، ۽ جنهن صورت ۾ ڪين نرينو اولاد ڪو نہ هئو، تنهن صورت ۾ سندس سجاده نشين بہ سيد ٿيندا آيا آهن. موجوده سجاده نشين ميان احمد شاهہ آهي، جو هڪ خدا ترس، عابد ۽ نيڪ انسان آهي.

## تبرڪات

جمني جنهن جو مٿي ذڪر ٿيل آهي، سا ۽ ترار اڄ ڏينهن تائين درگاهہ گرهوڙ شريف جي سجاده نشين وٽ موجود آهن.

جمنيءَ لاءِ وڃي ٿو تہ ڪيس شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ(١) جي معرفت ملي هئي. هڪ دفعي

---

* بزرگ ڪتين بابت فرمايو آهي: خوش هجن ڪتي، جتي سي تتي.

(١) شاهہ عبداللطيف (رحہ) جي وفات وقت شيخ عبدالرحيم صاحب جي عمر ١٣ سال هئي، تنهنڪري مان نٿو ڀانيان تہ انهيءَ اوستا اندر ڪو گرهوڙي صاحب ايڏي روحاني اوج ۽ ولايت کي رسيو هوندو، جو شاهہ لطيف ڪيس سوغاتون ڏياري موڪلي. اها روايت ۽ ٻيون ڳالهيون جي عوام جي وات ۾ آهن، سي خوش اعتقاديءَ جو نتيجو آهن. باقي نهايت ممڪن آهي تہ گرهوڙي صاحب ننديءَ وهيءَ ۾ شاهہ لطيف جي زيارت ڪري، سندس صحبت مان مستفيض ٿيو هجي.

شاهہ صاحب پنهنجن فقيرن کي چيو تہ امانت آيل آهي، جا هلو تہ ڪيي ڏياري موڪليون. پوءِ فقراء سان گڏجي هڪ ڪوهہ تي ويا. ڏسن تہ ڪوهہ جو پاڻي مٿي آيو آهي ۽ مٿانس جمني پئي تري، جا ڪڍائي عزت سان شيخ عبدالرحيم ڏي ڏياري موڪليائون. جمنيءَ ڪڍڻ بعد ڪوهہ جي پاڻيءِ وڃي تہ ورتو. شاهہ صاحب نہ فقط جمني ڏياري موڪلي، پر ان سان گڏ هڪ لٺ ۽ ترار بہ تحفي طور شيخ صاحب ڏي عرضي خاصخيلي(١) هٿان موڪلي ڏنائون. عرضي ٻانهون پوئتي موٽي ڪونہ ويو، اُتي ئي گرهوڙي صاحب جي خدمت ۾ رهي پيو. مهاڏيو جي مڙهيءَ تي حملي پيريءَ بہ ساڻن گڏجي ويو هو، مگر ڪيس شهادت نصيب ڪا نہ ٿي، ۽ ٻاڻ زنده موٽي آيو. ٻاڻ سان اهي ٽيئي شيون بہ کڻي آيو، جي پشت بپشت سندس پونين وٽ رهنديون آيون. عرضيءَ جي پٽ موسي خاصخيلي جي گهر کي اوچتو اچي باهہ لڳي، جمني ۽ ترار ڪيي ورتائون. باقي لٺ نڪري نہ سگهي، جو باهہ چوڌاري ويڙهي وئي هيس. پوءِ لٺ سڙو گهر جي ڇت مان پڙڪو ڪائي مٿي هلي وئي.

## شيخ عبدالرحيم گرهوڙي

## ۽

## شاه عبداللطيف ڀٽائي

جيئن مٿي حاشيه ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ شاهہ عبداللطيف (رحہ) جي وفات وقت (١١٦٥هہ) شيخ عبدالرحيم صاحب فقط ٻارهن تيرهن ورهين جو ننڍگر هو. ليڪن انهيءَ ننڍيءَ وهيءَ ۾ ئي علم ۾ اڪابر هو، ۽ الاهي ذات حاصل هيس. تنهنڪري قوي گمان آهي تہ ابتدائي طلب واري زماني ۾ شاهہ عبداللطيف (رحہ) سان ڏيٺ تي هجيس، ۽ ان جي صحبت ڪيميا اثر مان حظ حاصل ڪيو هجيس. ڳالهہ ٿا ڪن(٢) تہ هڪ دفعي شاهہ عبداللطيف ڪنهن ڳوٺ جي مسجد ۾، ماڻهن جي زور تي عشاء جي نماز پڙهائي. پنيان عالمن جو هجوم هو، ۽ گرهوڙي صاحب بہ انهي سٽ ۾ شامل هو. پهرين رڪعت ۾ هڪ بيت پڙهي رڪوع ڪرڻ مهل، پنهنجو منهن اتر طرف ڦيريائون، ۽ اهڙي طرح هر رڪعت پيري پنهنجو منهن نئين طرف ڦيرائيندا رهيا، تان جو آخري رڪعت قبلي طرف منهن ڪري نماز پوري ڪيائون. پڙهيا سڀ پٽ ڇڏي جدا نماز جوڻي بيهي رهيا، باقي فقط شيخ عبدالرحيم شاهہ صاحب جي پٺيان جتو رهيو. نماز کان فارغ ٿيڻ بعد

---

(١) مير بهرام خان جي ٻانهي جو نالو پڻ عرضي هو، جنهن کي مير صاحب ترار ڏيئي ميان سرفراز ڪلهوڙي وٽ ويو هو. ممڪن آهي تہ اهي ڳالهہ مٿينءَ روايت جو بنياد بڻي هجي.

(٢) هيءَ ڳالهہ عام مشهور آهي. مون پڻ پنهنجي مرحوم چاچي ميان نظام الدين (ننده) جي واتان ٻڌي هئي، اگرچہ اهڙيون ڳالهيون ٻنهي بزرگن جي عمر ۾ وڏي ويڇي هوڻ سبب وسهڻ جوڳيون ناهن.

جماعتين شيخ عبدالرحيم کان شاهہ صاحب جي انھيءَ عجيب روش جو سبب پڇيو. چيائين تہ موڳا اوھان کي انھيءَ مام جي کھڙي خبر؟ سڀ کنھن رڪعت وقت ملائڪن سڳورن ڪعبة الله کي ڦيرائي جدا جدا طرفن تي ٿي بيھاريو. تنھنڪري نماز قبول ٿي تہ اسان ۾ ڇٽڻ جي ٿي. والله اعلم باصوب.

حڪيم معين الدين صاحب گلچين ھالائي کان ھي روايت ٻڌيم تہ ھڪ ڀيري شاھہ صاحب پنھنجي ڪنھن مريد ھٿان ھيٺيون سوال ميين عبدالرحيم ڏي جواب لاءِ ڏياري موڪليو:

جو مڙني موچارو، سو آھي ڪھڙو؟

ميين عبدالرحيم ھي جواب ڏياري موڪليو:

ھڪڙي صحت سرير جي، ٻيو پرين جو پاڙو.

فرض ڪري وٺجي تہ شاھہ عبداللطيف ۽ ميين عبدالرحيم جي پاڻ ۾ ملاقات نہ ٿي، ليڪن انھيءَ ڳالھہ ۾ ذري جو بہ شڪ نہ آھي تہ شاھہ عبداللطيف جي ڪلام جو اثر شيخ عبدالرحيم جي ڪلام تي گھڻي قدر پيو آھي. پنھنجي مرشد حضرت سلطان الاولياءِ خواجه محمد زمان وانگي جدا جدا موقعن تي شاھہ جو شعر شواھد طور ڇيو اٿس، ۽ پڻ ڪيترائي شاھہ جا بيت سندس بيتن سان گڏجي مسجي ويا آھن، جن کي ڪوشش ڪري خارج ڪيو ويو آھي. شيخ عبدالرحيم صاحب کي شاھہ لطيف جي لاثاني ڪلام لاءِ بيحد عزت ھئي، جيئن ھن بيت مان پڌرو آھي:

آھي عبداللطيف تي، رضامندو رحمان،
جوڙي جنھن قرآن، سنڌيءَ ۾ صحيح ڪيو. (۱)

## گرھوڙي صاحب جون تصنيفون

شيخ عبدالرحيم صاحب اصول ۽ فروع جو عالم ھو. سندس تصنيفون فقه ۽ سلوڪ ۾ حد ۽ حصر کان ٻاھر آھن، پر سندس ڪيترائي ڪتاب مدد خان افغان واري تفرقي ۾(۲) گم ٿي ويا.

---

(۱) ھي بيت مون گھوٽ سائينءَ ۽ فقير راضيءَ کان ٻڌو. اگرچہ وٽن ڪا سند ناھي. فقير راضيءَ وڌيڪ بيان ڪيو تہ ميون عبدالرحيم (رح) کيس خواب ۾ آيو ۽ چيائينس تہ بيت جي ٻنھي سٽن جي وچ ۾ ھيٺين تڪ داخل ڪري ڇڏ:

پڙھيائين پريت مان، باريءَ جو بيان.

والله اعلم باصوب.

(۲) سردار مدد خان پٺاڻ سن ۱۱۹۵ھ ( = ۱۷۸۱ع) ۾ عبدالنبي ڪلھوڙي جي چرچ سان سنڌ تي ڪاھي آيو. سندس لشڪر ساريءَ سنڌ ۾ ڦرلٽ جي ڪري ٻڙڌول وجھي ڏنو، ۽ ماڻھن ۾ سخت لڏ پلاڻ پئي. سندس وڃڻ کان پوءِ ملڪ ۾ اھڙو تہ سخت ڏڪار پيو، جو ماڻھن ھڪ ٻئي جو ماس پٽي کاڌو.

انهن مان ڪي ٿورا اجا بہ موجود آهن، جهڙوڪ:

١. فتح الفضل (عربي) جنهن ۾ حضرت سلطان الاوليا، خواجه محمد زمان (رحہ) جي ۴۴٦ چونڊ مقولن جو شرح ڏنو اٿس. اهي مقولا اصل سنڌيء ۾ هئا. ليڪن گرهوڙي صاحب انهن ڪي عربي زبان ۾ آندو آهي. هن عذر سان تہ "ولا باس باختلاف اللسان في اتحاد البيان" يعني زبان جي اختلاف ۾ ڪا حرڪت ناهي جڏهن بيان هڪڙوئي آهي. ڪاش هي نڪتا سنڌيء ۾ قائم رهن ها، تہ خبر پوي ها تہ ٢٠٠ ورهيہ اڳي سنڌي نثر جي ڪهڙي صورت هئي.

٢. شرح ابيات سنڌي (عربي) جنهن جو سنڌي ترجمو هن ضعيف ١٩٣٩ع ۾ شايع ڪيو، ۽ اميد تہ پيو سڌاريل ۽ وڌايل ڇاپو زود سنڌي ادبي سوسائٽيء جي سهاري هيٺ ڇپايو ويندو*. بزرگ جو هي شرح تصوف جي باريڪ نڪتن جو عجيب ڀنڊار آهي. ليڪن نڪي ان ۾ لفظي معنيٰ جو ڪو خيال ڪيو اٿس، ۽ نڪي ٻين شارحن وانگي ويهي لغوي مشڪلاتون سمجهايون اٿس. تصوف جي بي پايان بحر ۾ ڪاهي پيو آهي، ۽ پنهنجي مرضيء موافق ان ۾ خوب ٽٻيون هنيون اٿس. ڪٿي فقط مختصر لفظن ۾ مطلب ڏنو اٿس، تہ ڪٿي وڃي تار ۾ پيو آهي. بعضي تہ صوفي اصطلاحات ڪري سنڌس مطلب ئي سمجهڻ مشڪل ٿيو پوي. بيت ۾ ڪنهن بہ تصوف جي نڪتي ڏي اشارو مس آيو، تہ هي مانجهي مرد ان سان گڏ ٻين نڪتن جي بہ ونيو ايثار ڪري. الف ليله وليله وانگي حڪايت اندر حڪايت آهي. بهرحال تصوف جي اڃايسين لاءِ هن شرح ۾ گهڻو مايو موجود آهي.

٣. رساله گل نما (فارسي)، جو مثنويء جي طرز تي لکيل آهي(١)، ۽ ان ۾ خواجه گل محمد صاحب (رحہ) جي شان ۾ بيت چيا اٿس. انهن مان هيٺيان فردوس العارفين واري پنهنجي تصنيف جي آخر ۾ ڏنا آهن، جي ڪاتبن جي جهالت سبب غلطين کان خالي ناهن:

| | |
|---|---|
| گل محمد در منازلها تمام | غير بلبل اين چہ داند خاص و عام |
| دست مشرک گي رسد گل پاک را | خاک را اين نور ايمان خاک را |
| خاک مسجود ست بهر بوي گل | جز خراباتي نباشد جاي مل |
| عارف آن باشد گه باشد گل شناس | گل ببيند جمله بيند بيقياس |
| جان مرجان ولي را دوست نيست | رابطه شان آنچہ آنرا پوست نيست |
| خلق پندارد ولي را شهوتي | روي خود بينند اورا رحمتي |
| تاقيامت آزمايش دائم است | پس بهر دوري ولبي قائم است |

۴. مڪتوبات (فارسي)، جي حقيقت ڪري امام رباني صاحب (رحہ) جي مڪتو بات جو

* هن ڪتاب جو پيو ڇاپو ١٩٥٦ع ۾ سنڌي سوسائٽي، ڪراچي ۽ ٽيون ڇاپو ١٩٩۴ع ۾ ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهہ طرفان شايع ٿيو.

(١) هن رسالي جو اصل نسخو خواجہ گل حسن صاحب وٽ موجود آهي؛ ان جو نقل ڪرائي موڪلي ڏنائون. زهي احسان!

اختصار آهن، پر ڪا منجهن خاص خوبي ڪا نہ ٿي ڏسجي.

۵. مجموعه سنديات : يعني گرهوڙي صاحب جا سنڌي ڪلما ۽ ابيات، جن جو مفصل ذڪر هيٺ ڏنو ويو آهي (١).

## ڪلام گرهوڙي جا قلمي ۽ ڇاپي نسخا

افسوس آهي تہ بزرگ گرهوڙي جي سنڌي ڪلام جو سندن هٿ اکر لکيل يا لڳ ڀڳ سندن وقت جو نقل ٿيل قلمي نسخو باوجود تلاش جي دستياب نہ ٿي سگهيو. اهي قلمي يا سنگي نسخا جن تي هن مرتب ٿيل ڪلام جي متن جو بنياد آهي، تن جو مختصر بيان هيٺ آهي:

### ١ ـ ل نسخو

لنواري شريف وارن پيرن جو نسخو، جو مون کي آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي جي هٿان پهتو، ۽ آنجهاني کي پير سعيد حسن صاحب کان مليو. هي هڪ درگاهہ جي معتقد حافظ يارمحمد چانڊيه جو هٿ اکر لکيل آهي. ڪتابت جي تاريخ ڪٿي بہ ڏنل ڪانهي. پر جنهن صورت ۾ لنواري جي خواجگان جو سلسلو خواجه محمد حسن مدني (وفات ١٢٩٨هـ) تي ختم ڪيو اٿس، تنهن صورت ۾ انومان ڪيو سگهجي ٿو، تہ هي نسخو ١٢٩٨هـ کان گهٽو اڳ جو لکيل آهي. بلڪل صحيح آهي، ۽ اکر موچارا اٿس. ڪلام جي ترتيب موجود ڪتاب(٢) جي مقابلي ۾ هن ريت آهي:
٩ـ٨ـ١ـ٢ـ٧ـ٣ـ٤ـ٦ـ١٣ـ١٠ـ٥ـ١١ـ١٢

ازانسواءِ هن نسخي ۾ حضرت سلطان الاولياء جا ٨۴ صوفيانا بيت بہ داخل ڪيا ويا آهن ۽ آخر ۾ رحيم الله گدا (جو هڪ شيعو ٿو ڏسجي) جي فارسيءَ ۾ مدح آهي، جنهن جو مڪرر بند آهي:

بيخلافت کي علي بوده است و زهرابي فدڪ

### ٢ ـ ج نسخو

هن نسخي جو اصل لنواري درگاهہ جي هاٿوڪي سجاده نشين خواجه گل حسن صاحب

---

(١) عزيزم ڊاڪٽر بلوچ مون کي لکيو آهي، تہ ڪيس مير الله بخش خان ٽالپر ساڪن جهول کان معلوم ٿيو تہ پاڻ بزرگ جو هڪ عربيءَ ۾ ڪتاب ميين حاجي محمد چوٽارين واري وٽ ڏٺو هوائين، جنهن ۾ برسات تي (بحيثيت رحمت و زحمت) فلسفيانو بحث ڪيل هو. مدني شريف ۾ بزرگ جي فرزند ميان عبدالحڪيم کان معلوم ٿيو تہ سندن سڀ ڪتاب منتشر ٿي ويا آهن. پر انهن مان ڪيترائي ڪنيرن جي ڳوٺ ۾ آهن. جيڪڏهن اهو ڪتاب هٿ آيو تہ انشاء الله العزيز ان تي بسط ۽ تفصيل سان تبصرو ڪيو ويندو.

(٢) سيني نسخن جي بيان ۾ اهو التزام رکيو ويو آهي.

وٺ آهي. مون کي ان جو هو بهو نقل ڏياري موڪليائون، جو ماستر شير محمد صاحب جو لکيل آهي. ڪتاب جي آخر ۾ اصلي ڪاتب هن طرح رقمطراز آهي:

تمام شد مجموع سندي از کلام شيخ المشائخ زبدة العارفين واصل بالله مخدوم ميان عبدالرحيم گرهوڙي قدس الله تعاليٰ سره از دست احقرالناس جان محمد غفر الله له ولو الديه مع جميع المؤمنين والمؤمنات والمسلمين والمسلمات ـ آمين. برحمتک يا ارحم الراحمين. وصلي الله تعاليٰ علي سيدنا محمد و آله وصحبه اجمعين.

تاريخ ۷ ماھ جمادي الاولي سنہ ۱۲۹۳ھ

هر که خواند دعا طمع دارم    زانکه من بنده گنه گارم
الهي هر انکس که اين خط نوشت    عفو کن گناهش عطا کن بهشت
قارئا برمن مکن قهر و عتاب    من نوشتم آنچه ديدم درکتاب

انهيءَ کان پوءِ خواجه محمد زمان صاحب جا بيت آندا اٿس ۽ تهان پوءِ بزرگ گرهوڙيءَ جا. آخر ۾ رحيم الله گدا واري فارسي مدح بہ ثبت ڪئي اٿس.

ڪلام جي ترتيب : ۹-۸-۱-۲-۷-۳-۴-۶-۱۳-۱۰-۵-۱۱-۱۲

هن نسخي ۾ ترڪي واري سنڌي (۱۰) ۽ ملڪي سنڌي نہ ڏنل آهي.

## ۳ ـ خ نسخو

هي نسخو مرحوم مير خان محمد ٽالپر، ساڪن ٽنڊي جان محمد، جو لکيل آهي، جو قاضي محمد اشرف صاحب جو مون ڏي مقابلي لاءِ موڪليو. ٻن هنڌن تي تاريخ ۱۱ ۽ ۱۲ ذوالحجه ۱۳۲۰ھ لکيل آهي. هي ساڳيو ئي مير صاحب آهي، جنهن جو نالو ڄام صاحب واري نسخي ۾ ذڪر ٿيل آهي. اکر پورا سارا اٿس، ليڪن ڪوشش ڪري دقت ۽ صحت سان لکيو ويو آهي.

ڪلام جي ترتيب : ۹-۸-۱-۲-۷-۳-۴-۶-۱۳-۱۰-۵-۱۱-۱۲

بزرگ گرهوڙي ڏانهن منسوب ٿيل بيتن کان اڳ خواجه محمد زمان صاحب جا بيت مندرج آهن. رحيم الله گدا واري مدح منجهس ڪانهي.

## ۴ ـ جهہ نسخو

هي نسخو مون کي جهنڊي وارن بزرگن جي ڪتب خاني مان هٿ آيو. اکر تمام سٺا اٿس ۽ متن جي درست ڪرڻ ۾ گهڻي دقت ورتي وئي آهي. ڪاتب جو نالو ڪٿي بہ ڄاڻايل ڪو نہ آهي. پهريان بہ ٽي ورق ڦاٽي گم ٿي ويا آهن ۽ آخر ۾ هي الفاظ درج آهن:

پورو ٿيو ڪتاب مجموع سنڌيات مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي

عليه الرحمة الغفران
١٠ جمادي الاخري ١٣٢١ هہ

ڪلام جي ترتيب : ٩-١-٢-٧-٣-٥-٦-٨-١٣-١١-١٠

هن نسخي ۾ نکي ڪي بيت آهن، ۽ نکي نثر جا فقرا آهن.

٥ ـ ج نسخو

هي سنگي ڇاپو آهي، جو مرحوم نواب ڄام ڪانيو خان جي اهتمام سان تاريخ ١٩ رجب ١٣٢٢هہ مطابق ٢٠ سيپٽمبر ١٩٠۴ ڌاري شايع ٿيو. هي ڪمياب نسخو مون کي عزيزم علي نواز جتوئي مهيا ڪري ڏنو، جنهن لاءِ سندس تهدل شڪر گذار آهيان. ديباچي ۾ ان جو هن طرح بيان ڏنل آهي:

”هي ڪلام اصل سندس (يعني گرهوڙي صاحب جي) مکيہ خليفي (؟) گڏ ڪيو هو. اهو ڪتاب لعل خان لغاريءَ جي ڳوٺ تعلقي ميرپورخاص مان علي خان لغاريءَ وٽان مرحوم مغفور ميان علي خان ولد ميان شير محمد خان ٽالپر اصل ساڪن جهول تعلقو سنجهورو، هاڻ ٽنڊو جان محمد محال ڍڱهڙي، جي اتارڻ واسطي آندو هو. مگر مٿئين مير صاحب هن فاني دنيا مان ڪتاب جي اتارڻ کان اڳ رحلت فرمائي. تنهنڪري سندس ياءُ ميان حاجي خير محمد خان ٽالپر پنهنجي ياءُ جي يادگيري قائم رکڻ لاءِ ميان خان محمد خان ولد ميان علي بخش خان کي (جو سندس سوٽ آهي) اُتارڻ لاءِ اچن پنن جو نوٽيڪ نهرائي ڏنو، جنهن پنهنجي پريتم پياري ماستر واسو مل ولد چاچي مل ساڪن نوشهره فيروز جي مدد سان اتاري پورو ڪيو“.

انهيءَ اصل نسخي جي گهڻي پڇا ڪئي وئي آهي، پر اجا پتو ڪونہ پيو آهي.

ڪلام جي ترتيب : ٩-١٣-١-٨-٣-۴-٥-٢-٧- ١-١١-١٢

هن نسخي ۾ خواجه محمد زمان جا صوفيانه بيت ڪينهن.

٦ـ ح نسخو

هي نسخو حامدالله از قوم لنجو، ساڪن پارڪر، ريگستان (ٿر) جو لکيل آهي. ڪتابت جي تاريخ اٿس ٢٠ جمادي الاولي ١٣٢٨هہ. اگرچہ اکر ڏنگا ڦڏا اٿس، پر نسخي صحيح لکڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي اٿس. ڪيترين ئي ٻين نسخن جون چڪون هن نسخي جي قرأتن جي آڌار تي درست ڪيون ويون آهن. خواجه محمد زمان صاحب جا بيت جيئن جڳائي ترڪ ڪيا ويا آهن،

مگر انهن مان ڪيترائي بزرگ گرهوڙيءَ جي ڪلام ۾ تنبيا ويا آهن. گرهوڙي صاحب جي بيتن ۾ پڻ گهڻي قدر ڪتر وڌي وئي آهي، جيتوڻيڪ ٿورا نوان بيت به داخل ڪيا ويا آهن. منثور ڪلام جا ٻئي نوع حذف ڪيا ويا آهن. پڇاڙيءَ ۾ خليفي محمود ڪڙيه واري جي سنڌي ڏني وئي آهي، جا آخر ۾ ناقص آهي.

ڪلام جي ترتيب ـ ١ـ٢ـ٧ـ٣ـ٤ـ٦ـ١٢ـ١٣ـ٩ـ٨ـ١٠ـ١١ـ١

هن نسخي جو مالڪ ميان محمد صادق عبدالله درس ويٺل هالا حويلي جو آهي. صحيح جي تاريخ ٢٣ـ٢ـ١٩٣١ ع.

## ٧ ـ ق نسخو

هي نسخو قاضي پير بخش ولد قاضي محمد حسن نصرپوري جو لکيل آهي، جو هن سنه ١٩١٨ع (= ١٣٣٦هـ) ڌاري، جڏهن ترائي اسڪول جو پيو پيرو هيڊ ماستر هو. تڏهن جناب پير حاجي ميان عبدالقادر لنواريءَ واري جي نسخي تان هو بهو نقل ڪيو. پر وقت جي تنگي سبب ملڪي سنڌي، خواجه محمد زمان صاحب ۽ بزرگ گرهوڙيءَ جا بيت چڏي ڏنا اٿس. ترڪي واريءَ سنڌيءَ جو به رڳو اول ۽ آخر حصو لکيائين، ۽ باقي حصن جي تقسيم وارو وچون وڏو ڀاڱو طوالت سبب فروگزاشت ڪيائين. ڪاش جناب پير صاحب وارو نسخو پيدا ٿي نه ٿي سگهيو، اگرچه سندس لائق فرزندن کان پڇا ڪئي ويئي. قوي گمان آهي ته ل نسخو شايد پير صاحب جو هجي. رحيم الله گدا واري فارسي جڏي نظم کي "مدح شهيد شريف" سڏيو ويو آهي!

ڪلام جي ترتيب : ٩ـ١ـ٨ـ٢ـ٧ـ٣ـ٤ـ٦ـ١٠ـ١ـ٥ـ١٢

## ٨ ـ ن نسخو

هي نسخو عزيزم دين محمد سومري جي معرفت حاجي عبدالحي نقرچه مڪان گرهوڙ شريف واري کان هٿ آيو. اگرچه مس گبي ۽ اکر بالڪل ردي اٿس، ته به خوبين کان خالي ناهي. نقرچه حتي المقدور صحيح ڪلام لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. تاريخ اتمام ڪتابت ١٤ شعبان ١٣٣٧. پڇاڙيءَ ۾ رحيم الله گدا واري فارسي مدح، گل امام غزالي (فارسي) ۽ بزرگ گرهوڙي جا به ٻئي فارسي ۾ خط ـ هڪڙو مير فتح خان ۽ بجار خان ڏي ۽ ٻيو حاجي الحرمين الشريفين ميان حاجي محمد صالح ڏي ـ درج ٿيل آهن. لنواري واري نسخي جي بالڪل مطابق آهي.

ڪلام جي ترتيب : ٩ـ٨ـ١ـ٢ـ٧ـ٣ـ٤ـ٦ـ١٣ـ١٠ـ١ـ٥ـ١١ـ١٢

## ٩ ـ الف نسخو

هي نسخو حافظ ابو الحسن جو لکيل آهي، جنهن جو والد بزرگوار قاضي حاجي حافظ ميان

ولي محمد متعلوي شايد خواجه محمد حسن صاحب مدنيءَ جو مريد هو، ۽ اتي ئي پلي پار ۾ تربيت اٿس. حافظ ابوالحسن جا اکر فردوس العارفين جي آخري ۾ ٻه ڏنل آهن، ۽ ميان ولي محمد متعلويءَ جو هٿ اکر لکيل شاهه جي رسالي جو قلمي نسخو مون وٽ موجود آهي. مؤخرالذڪر مولوي عبدالرحمان صاحب جو ڏاڏو آهي، ۽ چوڏهين صديءَ هجريءَ جي شروعات ۾ وفات ڪئي ٿي ڏسجيس. حافظ ابوالحسن جا اکر پڻ چڱا آهن، ۽ گرهوڙي صاحب جي سنڌي ڪوشش ڪري صحيح لکي اٿس. هن نسخي ۾ ترڪي واريءَ سنڌي جو آخرين حصو (ته برڪت وياءَ ان چئڻ جي، وجن ماءُ وياءُ) وچائجي ويو آهي، ۽ ان کان پوءِ ٥٢ صفحا خالي ڇڏيا ويا آهن، ۽ وري شروعات (ٻڙي ٻانهه ۾ لوڏا ـ لخ) واري بيت سان ڪئي وئي آهي. منجهس ڳچ نوان بيت ٻه آهن، جي ٻين نسخن ۾ عدم پيدا آهن. ڪتابت جي تاريخ ١ ماهه ذوالقعده ١٣٤١هه.

ڪلام جي ترتيب : ٢ـ٧ـ١ـ٦ـ٥ـ٩ـ٨ـ٤ـ٣ـ١٣ـ١٠ـ١١

### ١٠ـ ڏ نسخو

هن نسخي جو مالڪ نالي ابوبڪر نصرپوري آهي، ۽ ڪاتب جو نالو الهڏنو (معلم، مڪتب نم سهتو، تعلقو ٽنڊو باگو) آهي، جنهن هي نسخو تاريخ ١٠ ماه شوال سنه ١٣٤٣هه ۾ لکي پورو ڪيو. اکر نهايت عمدا اٿس. ڪهڙي نسخي تان اتاريائين، تنهن جي خبر ڪا نه ڏني اٿس. ڪي بيت درج ڪيا اٿس ۽ ڪي نثر جا فقرا. منڍ وارن ٣١ صفحن ۾ هڪ نامعلوم شاعر جو سنڌيءَ ۾ شاهه ڪريم جي بيان العارفين جي هڪ باب جو ترجمو آهي. وچ تي وري هڪڙي گمنام سگهڙ جو طالب المولىٰ جي بيان ۾ دم پختو پڇايو اٿس، ۽ آخر ۾ محمد شريف جي ملڪي سنڌي ۽ احمدنالي شاعر جو فقرنامو ڏنو اٿس.

ڪلام جي ترتيب : ١ـ٩ـ٤ـ٥ـ٦ـ٨ـ٢ـ٣ـ٧ـ١٠ـ١٣

### ١١ـ م نسخو

هي مرحوم استاد مولوي عبدالرحيم صاحب مگسيءَ وارو سنگي ڇاپو آهي؛ جو هن ڊسمبر ١٩٣١ع مطابق رجب ١٣٥٠هه ۾ شايع ڪيو. مرحوم وٽ ڪو نهايت صحيح ۽ سٺو نسخو هو، جنهن جو پتو سندس پٽن کان ڪونه پيو. شايد اهو نسخو ڪيس مرحوم مير غلام محمد خان کان پڙ پيو هو. اگرچه اهڙو مذڪور ڪونه آندو اٿس. مرحوم پاڻ اعتراف ڪيو آهي ته فرصت گهٽ هجڻ ۽ پراڻي سنڌي نه سمجهڻ ڪري، منجهس ڪيترين ئي غلطيون رهجي ويون آهن. هي سنگي ڇاپو فقط ڪلام جو پهريون حصو آهي. مرحوم جي تمنا هئي ته هن حصي جي وڪري جي اپت مان ٻيو حصو شايع ڪريان، ليڪن اهو خيال اُتي جي اُتي رهجي ويو، اگرچه مرحوم هن ڇاپي بعد گهڻائي سال حيات رهيو.

ڪتاب جي آخر ۾ سر سسئي واري تيهه اکري به ڏني وئي آهي، اگرچه ان جو بزرگ گرهوڙيءَ جي ڪلام سان ڪو به واسطو ڪونهي. ڇئن بيتن ۾ سيد جو لفظ ڪم آندل آهي. ازانسواءِ خواجه محمد زمان صاحب جي بيتن کي به هن مجموعي ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

ڪلام جي ترتيب: ٩-٨-١-٢-٧-٣-٥-۴-٦-١١

خبر ناهي ته مرحوم مولوي صاحب ڪهڙي ارادي سان ٻئي حصي ڇاپڻ جو خيال ڪيو هو. ڇاڪاڻ ته ترڪي واريءَ سنڌيءَ، منثور ڪلام ۽ محمد شريف واريءَ ملڪي سنڌيءَ کان سواءِ ٻيو سڀ ڪلام پهرئين حصي ۾ اچي ويو آهي.

**١٢- ر نسخو**

هي نسخو سيني نسخن ۾ ڪهنو ٿو ڏسجي. روهڙيءَ مان شيخ عبدالرحيم صاحب کان مليو هوم. جنهن جي شڪر ادائي ڪان رهي نٿو سگهجي. پنو قديم نموني جو، نهايت زبون، ۽ اکر موچارا اٿس. اوائل ۾ سعدي (رحه) جي ڪريما ميان عبدالرؤف جي سنڌي نظمي ترجمي سان ڏنل آهي. تنهن کان پوءِ ۽ آخر ۾ ڪيترائي نوان ۽ عجيب غريب سنڌي، سرائڪي ۽ پنجابي ۾ بيت ۾ ٻيا شعردرج ڪيا اٿس، جن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا.

١- سڄا وسن سڄ ۾، سڄڻ سڄ سهاءِ
سڄڻ سڄ منجهان، سوجهي لڌو سپرين.

٢- جهڄن ان جهونگار، راتيان ڏينهان روح کي،
نيڻ تنين جا ننڊ ۾، ساهه تنين جي سار،
دم نه گهرن ڏار، پريان جي پچار ڪون.

٣- وڻ جي ميوو ڪن، پاڻ نه کائن پانهجو،
نڪر پتر ڇاڙيان، سهسين سي جهلن
سخاوت اسحاق چوي، دل ۾ هئي درختن،
اهي قريو تا قر ڪن، نيت نيڪيءَ پانهجي (١).

۴- نڪي ڪتي ڪتي، نڪا ڪتائي،
سنهو سٽ صراف جو، وينِي وڃائي،
اها مر پنيو پائي، آره برابر اگڙو.

---

(١) ساڳي طرز تي ٻيا به گهڻائي بيت آهن، جي پڻ اسحاق جا چيل ٿا ڏسجن. اهي خواه مخواهه شاهه جي رسالي جي ڪن نسخن ۾ ٽنبيا ويا آهن.

۵- ڪي جو ڪتبائين، ٿلهو ۽ ٿورو،
سنيئن پوي صراف ڪي، ڦولهي نہ ڦورو،
اگهائيندو شاه عنايت چي، ڏڏي جو ڏورو،
جتي ترندو تورو، تتي ڪاٺياري ڪان ٿئي.

وغيره وغيره

ازانسواءِ "پينار" وارو معجزو ۽ هارون جي مدح هن مجموعي ۾ درج ٿيل آهن. افسوس جو نڪي ڪاتب جو نالو ڄاڻايل آهي ۽ نڪي ڪتابت جي تاريخ.

ڪلام جي ترتيب: ۱-۷-۳-۴-۲-۱۳-٦-۱۰-۹

## ۱۳- ع نسخو

هي نسخو مون ڪي برادرم عزيز ميان عبدالله آخوند جي سوٽ مرحوم حافظ ميان علي محمد آخوند هالائي ڪان مليو هو. نهايت جلي ۽ سهڻن اکرن ۾ لکيل آهي. ورق قديم جرڪيدار اٿس، ۽ منهنجي خيال موجب نسخہ ۱۲ ڪان پوءِ سيني ۾ اقدم آهي، ۽ من حيث الصحة مڙني ڪان اڳرو آهي. ليڪن نڪي ڪاتب جو نالو ڄاڻايل آهي ۽ نڪي ڪتابت جي تاريخ. ڪتاب جي اوائل ۾ فارسي ۾ قاضي ۽ چور جو قصو ڏنل آهي ۽ آخر ۾ چند بيت، جن مان خواجہ محمد زمان جا. تہ ڪي شاه لطيف جا ۽ ڪي وري بزرگ گرهوڙي جا آهن:

## ۱۴ - الله بخش وارو نسخو.

هن نسخي جو مالڪ الله بخش نالي آهي. ڪاتب جو نالو ۽ ڪتابت جي تاريخ ڄاڻايل ڪانهي. رواجي فلسڪيپ پني تي لکيل آهي. اکر چگيرا اٿس.

ڪلام جي ترتيب: ۱-۵-۹-۸-۴-۷-۲-۳-٦-۱۱

هي نسخو ۽ حافظ ابوالحسن وارو نسخو ٻئي مون ڪي پنهنجي قديم پياري پر هاڻ رٺل دوست سيد عطا حسين شاه موسوي جي معرفت مليا هوا، جنهن لاءِ آءٌ سندس گهڻو احسان مند آهيان.

مٿين نسخن ڪان سواءِ هيٺيان ہہ ڪتاب مون ڪي عزيزم سيد حسام الدين راشدي (حفظہ الله تعاليٰ) ڪان مقابلي خاطر ٿوري وقت لاءِ مليا هوا، جن لاءِ مان سندس گهڻو ٿورائتو آهيان. اهي پڻ موجود ڪتاب جي صحيح ڪرڻ ۾ استعمال ڪيا ويا آهن.

۱- مجموعو بنايل ميان حامد صاحب ولد حسن جو، جنهن جي منڍ ۾ "عثمان انصاري

واري عشقيہ" جو سنڌي ترجمو آهي، جو ڪتاب جي جامع پنهنجي مرشد خليفہ محمود ڪڙيہ واري جي حڪم موجب لکيو. ان جي آخر ۾ ميان عبدالرحيم گرهوڙي جا هيٺيان رسالا ملحق ڪيا ويا آهن:

١ـ رساله در حقيقت محمدي
٢ـ تفسير، تبارڪ
٣ـ ترڪي واري سنڌي
۴ـ تفسير الڪوثر
۵ـ تفسير بسم الله و سورة الفاتحة
٦ـ تفسير الڪلمة الطيبة
٧ـ سنڌي ست فرض.

هي مجموعو مشهور سنڌي عالم حاجي احمد بن حاجي محمد سمي پنهنجي هٿ اکر لکي سن ١٢٩٢هہ ڏاري مطبع حيدري بمبئي ۾ ڇاپايو.

٢ـ انيس المتقين جو قلمي نسخو. ڪاتب حافظ ولي محمد بوبڪائي ساڪن مدينہ منوره، ١۵ شعبان ١٢١٠هہ. ڪتاب جي آخر ۾ "ترڪي واري سنڌي" ڏني ويئي آهي.

## موجود صحيح شده نسخي جون خصوصيتون

هي نسخو سيئي نسخا پيٽي تيار ڪيو ويو آهي. جيڪا پڙهڻي زياده موزون نظر ۾ آئي آهي، سا ئي متن ۾ اختيار ڪئي ويئي آهي، ۽ باقي قرأتون حاشين ۾ ڏنيون ويون آهن. باوجود تدقيق ۽ تحقيق جي ڪي پڙهڻيون اڃا بہ مشتبهہ آهن، جن تي مناسب جاين تي بحث ڪيو ويندو. پراڻي صورت خطي ڪي قدر مٽائي وئي آهي. مثلا، "جہ" جي بدران "جنه"، "ڪه" جي بدران "ڪنه"، "مٽا" جي بدران "مٽان" وغيره وغيره. جن جن ڪلمن ۾ الف اشباعيءَ جي پنيان قلمي نسخن ۾ زائد همزو هو، سو ڪيرايو ويو آهي، سواءِ ڪن جاين جي جتي ضروري آهي. بابن جي ترتيب مضمونن جي تسلسل آهر رکي وئي آهي: پهريائين الله تعالي جي تعريف، پوءِ رسول الله (ص) جي نعت ۽ حقيقت محمدي، پوءِ تفسير ڪن سورتن جو، پوءِ فقهي مسئلا، ۽ پوءِ سنڌي بيت ۽ نثر جا ٽڪرا. بيت اصل ۾ سواءِ ڪنهن ربط جي گڏيل سڏيل هوا. انهن ڪي سرن وار ۽ مضمون موافق ترتيب ڏني وئي آهي. ليڪن ممڪن آهي تہ هڪ سر جا بيت ٻئي ۾ اچي ويا هجن. قارئين ڪرام جي خدمت ۾ عرض آهي تہ ان باري ۾ پنهنجا رايا مون ڏي موڪلي ڏين تہ آئينده طبع ۾ اصلاح ڪئي وڃي.

## انتباه

عام طرح هڪ سنڌي پيشينگوئي شهيد سونهاري ڏانهن منسوب ڪئي ويندي آهي، جنهن جا ڪيترائي بند مون خود پنهنجي والد مرحوم ۽ چاچي مرحوم ميان نظام الدين کان ٻڌا هئا، ۽ عموماً، ماڻهن جي وات تي هوندا آهن. ان جي عبارت نهايت ڪچي ۽ ڪريل ۽ بزرگ جي شان وٽان نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ سندس ٻيو ڪلام اعليٰ عليين آهي، تہ هي اسفل سافلين تي آهي. ازانسواءِ سيد احمد شاہ گرهوڙ واري هڪ خاص اعلان ڇپارائي انهي نسبت جو انڪار ڪيو آهي. تاهم انهي ڳالھ جي اعتراف کان رهي نٿو سگهجي، تہ انهن مان ڪيترين ئي پيشينگوئين بالڪل صحيح نڪتيون آهن. جهڙوڪ: "لنڊن ۾ لنگور کي گولا گهاو ڪندا" يا "ڪنگري ۾ ڪوس ٿيندو" جي انهن واقعن کان گهڻو اڳ جون چيل آهن.

## اسند راڪات.

### ١. بزرگ گرهوڙيءَ جي ولادت جو هنڌ

تازو عزيزم ڊاڪٽر بلوچ جي هڪ انگريزي مقالي مان معلوم ٿيو تہ بزرگ گرهوڙي ڪپري تعلقي جي واڙ ڳوٺ ۾ ڄائو هو.

### ٢. محمد شريف راٽيپوري جومختصر احوال*

ممدوح راٽيپور جي فاروقي بزرگن مان هو. وڏو عالم ۽ ڪامل ۽ ولايت جو صاحب هو. شرعي قضاوت ڪري عام طرح ڪيس قاضي جي لقب سان سڏيندا هئا. سندس حويلي شهر جي پراڻي ٿاڻي وٽ، جتي هينئر سرڪاري اسپتال آهي، اتر اولھ طرف اٽڪل پنجاہ وکن تي هوندي هئي. چوڏاري ڪوٽ بہ هوس، جو زماني گذرڻ ڪري ڀري زبون ٿي ويو هو، ۽ اندريون جايون بہ ڊهي ويون هيون. شهر جي هندن سن ١٩٣٥ع ۾ اها حويلي خريد ڪري، ان جي چوڌاري ڪوٽ ڪٺائي ڇڏيو ۽ تا تہ اها حويلي جي يادگار قائم رهي. اهو نئون ڪوٽ اڃا تائين سلامت آهي. وري بہ آفرين آهي غير مسلمانن کي، جن بزرگ جي ماڳن جو مان ڪيو.

حويلي جي اولھ ۾ هڪ مسجد آهي، جا بزرگ جي وقت ۾ شايد جامع مسجد هئي.

---

* محمد شريف راٽيپوري، جو جزوي احوال مون کي جناب علامه محمد صادق صاحب راٽيپوري، ۽ عزيزم پروفيسر علي نواز جتوئي کان معلوم ٿيو، جنهن لاءِ مان سندن از حد احسان مند آهيان. ٻنهي جو موڪليل احوال لڳ ڀڳ ساڳيو آهي.

مسجد جي اڳيان پڪو کوهہ ۽ ڏکڻ ۾ مختصر قبرستان آهي، جنهن ۾ بزرگن جي قبر بہ واقع آهي:

بعد از وفات تربت مادر زمي مجو
سينه هاي مردم عارف مزار ماست

سندس ولادت ۽ وفات جي تاريخن جي خبر ناهي. هن وقت بزرگ جو ڪوبہ پونير راڻي پور ۾ موجود ڪونهي، مگر سندس خاندان مان وڏا علماء ۽ قاضي ٿي گذريا آهن (١).

بزرگ جي هڪ ڪرامت بالڪل مشهور آهي. چون ٿا تہ جڏهن سندس مسجد تعمير ٿي رهي هئي، تڏهن واڍي ۽ ٻين ڪاريگرن ۽ ڪمين ڪيس اچي ٻڌايو تہ مسجد جي ٿنين مان هڪ ٿنڀ جي ڪاٺي ديگهہ ۾ گرانٺ کن گهٽ ٿي پئي آهي، سو ڇا ڪجي. بزرگ کين چيو تہ فکر ناهي، آها ڪاٺي هلي ڏيکاريو. ڪاريگر هلي اها ڪاٺي ڏيکاري، جنهن تي بزرگ پنهنجو ساڄو هٿ ڦيرائي هي دعا گهري: "يا رب، تون سائي ڪاٺي کي وڏائي سگهين ٿو، ڇا سڪي ڪاٺي کي وڏائي نٿو سگهين؟ يا الله، ڪيس پنهنجي قدرت سان ڏکهو ڪر! بيشڪ تون سڀ ڪنهين شي تي قادر آهين" الله تعالي جي قدرت سان اها ڪاٺي وڌي پئي، ۽ جان واڍو ماپ ڪري ڏسي تہ گهربل انداز کان بہ ڪي قدر زياده هئي. هينئر اهو ٿنڀو ڪريو پيو آهي. ٽيڙ تپ جا مريض واري جي ڏينهن انهي ٿنڀ کي وڃي ياکر پائيندا آهن تہ تپ ٽري ويندو اٿن (٢).

بهرحال بزرگ جي سنڌيء مان پڌرو آهي تہ هو هڪ قادر الڪلام ۽ مجتهد شخص هو، ۽ خود مطلبي ۽ نفس پرست ملن جي خوب لاڪ لاٿي اٿس.

تم التمهيد والحمد لله علي ذلک

---

(١) مولانا محمد صادق صاحب خبر ڏني تہ درازن جي ڳوٺ ۾ بزرگ جي قبيلي مان هڪ نوجوان عبدالمجيد فاروقي نالي خيرپور جي خزانہ آفيس ۾ ڪلارڪ آهي، جنهن وٽ نسب جو شجرو موجود آهي. ان سان اچا معرفت نہ ٿي سگهي آهي.

(٢) مولانا محمد صادق صاحب کي انهيء ڳالهہ جو ذاتي تجربو آهي. فرمائي ٿو تہ مون کي ٽيڙ تپ ڇڏيندو ئي ڪين هو. آخر سيد محمد صالح شاهہ راڻيپوريء جي صلاح سان ٽي ڏينهن متواتر انهيء ٿنڀ کي وڃي ڇهتيس، ۽ خدا تعالي انهيء جي برڪت سان مون کي ڇوٽڪارو ڏنو.

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ

## حقيقت محمديءَ جي بيان ۾(١)

اِسمَ سانُ آللهَ جي، سَيَئِي(٢) توکَ ٿِيا،
جو خالق مخلوقن جو، رَهبَرُ رَحيما.
صَلاتُون سَرورَ اُتي، جو جَوهَرُ جَهانا.
آلُ آحمَد پيِرِڙيُون، يارَسِ ڏِيهَ ڏِيا.
ڪِٿي عاشق(٣) ڪوڏيا، سالڪَ سَچارا.
جي سَدا شَوقَ شفيع جي، پَچَنِ پَروانا؟
وَڏا طالِعَ تن جا، جي سِڪَنِ سَيِّدَ لاءِ،
آلمَرءُ مَعَ مَن اَحَبَّ، ايڏِي رازِ رَسيا.

---

(١) هي عنوان جدا جدا نسخن ۾ جدا جدا نموني ۾ ڏنل آهي - ا: سنڌي مداح، ج : سنڌي معراج واري، ق : ساراه رسول الله، نواب : دربيان صفت آنحضرت صلعم. بمبئي واري مجموعي ۾ حاجي احمد سمي هن ڪلمي جو عنوان هن طرح ڏنو آهي: هي ڪتاب زبدة العاشقين و قدوة الواصلين پيشواء عارفين راهنماء سالڪين يگانه موحدين مولانا الشيخ عبدالرحيم گرهڙي رحمه الله عليه جي تصنيفاتن منجهان جو مشهور خاص عام آه (٢) ج ر : سيئي (٣) ج : عشق

پر سِڪَڻُ سُڄاڻَ ري، مَحض مُحَالِي آهِ،

ڪونَ سُڄاڻي ڪَڏهِ(١)، هوتُ(٢)هِيين ڏاران.

وَكَيفَ يُدرِكُ فِي الدّنيَا حَقِيقَتَه

قَومٌ نيامٌ تَسَلّوا عَنهُ بِالحُلُمِ - آهي(٣) اِشارتا.

سہي ڪنءَ(٤) پَسَنِ سُپرين، جَنِين قَلبَ سُتا؟

سُڻِي صُورَتَ ظاهِري، آيُن آراما.

اِيُ سَبُ سُنهِڙو سَڄَڻين، پاڻ پَرَاهُو(٥) آهِ.

دارُ دُنيا جو ڇڏي، لَنگهہ لِقاپُر ڏانهَ،

جِتہي جَلوِي شاهَ جي، سِجَ چَندَ سِجهايا(٦).

اذَا اُلشّمسُ ڪُوِّرَت، اَجِهُو(٧) وَڃُ اوڏانه(٨).

اَنَا وَالسّاعَةُ كَهَاتَين اُلسّبّابَةِ وَاُلوُسطَيٰ نِرتِي - ڪَرِنگاهَ.

---

(١) اڄ ح ق ن ڪڏهين (٢) اب : ڪو هوت (٣) جهہ: ات آهي (٤) اب ح ڏق ل : ڪي يا ڪيء يا ڪين، (٥) اب ڄ ح جهہ ڏ ق ن : پراهون (٦) ابو الحسن سجهايا، پيا سيپ نسخا : سجايا، سمه حاشيه : سجايا: اي راست کردو صفا کرد. (٨) ا : اجئي، ب : اجهہ، جهہ ح ڏ ر ف : اجهين (٧) ڪي نسخا : ايڏانه.

اَنتُم وَالسّاعَةُ فِي قَرنٍ : اُتو عَلي شاه.

اَلمُؤمِنُ مِرآةُ اُلمؤ مِنِ: رَمزَ(۱) پُڄي رَمُ راهَ.

ڌاران پَسَڻَ پِرينءَ جهي، حياتِي حَيفَا.

الدّنيَا سِجنُ اُلمُؤمِنِ: اُهجُ ايمانا.

هَڏَ نہ اچي هِن ڏيهَ ۾، عاشقَ آراما.

اَحمَدُ دُنيا دارَ ۾، مُور ان تان نہ مِياءِ(۲).

ٿيلانه دوزخُ مومنين، دُنيا جو دَارَا.

کُن فِي الدّنيَا کَاَنّکَ غَرِيب اَوعَابِرُ سَبِيل، پرين

پَراهون آهِ.

جيکڏهِم(۳) دُنيا دَارَ ۾، پِرِين ٿيا پڌرا،

تہ هُوندَ نہ رهيو کڏهِين کافِرُ، منجهہ کُفرا(۴).

يَنظُرُونَ اَليکَ وَهُم لَاَيُبصِرُونَ: هوتَ نہ هِتِ هُوَا:

لالنُ لِقَا پُرِ رَهِيءِ، پَڌَرِ پاڇويا:

(۱) س : اي رمز (۲) ڌ: ميان (۳) اجهہ س ق ل : جيکڏهين ، ب: جيکڏه، س حاشيه: جيکر دنيا دار ۾ پرين هوا پڌرا (۴) س : کو کافر ۾ کفرا.

أهِي ڏِسن أنِ كي، جهِي أنَ ڏِيهِ وِيا.

ٻيا سبِ ستُّين(١) ڳالهيُون، ڪِي(٢) پَسَنِ پاڇويا.

ڳُڙُ نہ سُجاپِي ڳالِهيہين، جان جان ڳُڙُ نہ كاءِ.

جان(٣) تو سِڪُ شفيعَ جِي تان(۴) لاڳاپا سبِ لاهِ..

دنُيا دارُ نہ دوسَ(۵) جو، نِكرُ تِنهِ نِجهرا(٦)،

مُلكُ(٧) پسِين محبوبَ جو، جِت عَيشَ نہ عَيشَ جِهَا:

سدا سارَنگُ تو وَسهِي، نَكو وَڻُ(٨) كُوماءِ(٩)،

مَرَضُ مُوران(١٠) ناهِ كو، قحطَ جاءِ نَہ كَا،

مُوتُ مُحالِي تُنهنجو(١١) وائِي ويرِيَ ناهِ،

علمِ عَطائِي أتهِن(١٢)، كِينِهن(١٣) شَكُّ شُبَها،

ڏُكُ نہ تِيهي أنَ ڏِيهَ ۾ سيِئي، سَرَها،

(١) جهہ ستّن، ر: ستّي (٢) ع س : ڪ (٣) س: جي (۴) س: تہ (۵) س: دوست (٦) ع: نجهرا، ٻيا سبِ : نجريا يا نجرياء يا نجهرياء (٧) س : تہ ملڪ (٨) ع : ڦل (٩) ب : كنماء، ح: كونماء، (١٠) ل : مور ائين، ڏن: مور اهين، (١١) جهہ، اتهين (١٢) اب جهہ ح س ن : اتهين (١٣) جهہ: كونهي، س ح : ريهين، ع ق ل ن : كينه

سِجَ ري سَهائو ٿيي، ڪَپَهَ رِيَ(١) ڪپڙا،

سَيُڪين مُيَسَرُ سَيَ ڪَنهين(٢) وِيلهي(٣) واٽَ نہ ڪا.

وِجُهلَ(۴) أنَ وَطنَ جهي، مُنکهي ماريو ماءُ!

آنئِي پَهرَ أداسَ ٿيو، ڳري ماهُ مَتانءِ.

سِجِهَيس سڪ ساٺيهَ جي، ويهتر پاڙيچا.

أمِن تَذَڪُرِ جِيرَان بِذِي سَلَمِ: حالُ مُنهنجو ماءُ.

جنين قُربُ ڪَندن سين(٥)، مَجَرُ ماٺڻ لاءِ،

پَلرَ پِياڪُو سُپرين، سانگِي سَلَمَ جا،

جِهجان جهورِيَ تن(٦) جي، ڳلن سِرِ ڳوڙها.

وَرِي پاڙي پِريان(٧)، ڪِنه پَرِ مِڙان(٨) ماءُ.

ساريو سُپيرين کهي، قاٿان فِراقا.

مَولا ميڙِ غريبَ کهي، مِنو محبوبا،

---

(١) س: ڪپاه ري (٢) س: اتهين (٣) سيئي نسخا: ويله (۴) رع ل: وجل ، ب و ن : ونجهل، ح : ونجل، ا: وجهل (٥) ڏ: سان (٦) ڏس: جن (٧) ب س : پرين جي، ڏ: پاڙي پرين ، رسول جي(٨) ڏ : ملان

وَصفَ جِنهِ وَرنَهَ جهِي، مَتو مُورِ نہ آهِ:
سَسئِي، سُنهِڻي مُون پِرِين، مارئِي محبوبا،
پاڙي مُون پِريَنِ جي، مَجنُون مشتاقا،
کهَڙي مَدح ڪَونَرَ جِي، جو سَيِني سِينگارا(۱)،
مَدحَ ۾ محبوبَ جي، هاتڪ حَيرانا.
اَللهمُّ صَلِ عَلي مَن ذاتُه جَوهَرٌ وَالعَالَمُ كُلُه عَرَض:
اَحمَدَ اُهيجاڻا.

حقيقتَ حبيبَ جِي، عجب جهَڙي آهِ:
جَامِعُ لَيلَ نَهارَ(۲) کهِي، شَفقَ جِيَ سَاجاءِ،
اَعيي اَلوَرَي فَهمُ مَعنَاهُ فَلَيسَ يُرَي
لِلقُربِ وَاَلبُعدِ مِنهُ غَيرُ مُنفَحِمِ - پِريان پارِ(۳) اهِا.
فَرعُ فَاهِمُ نہ تِيهِي، اَصلَ کي اَصلاَ،
عَقلُ اوراهَون رهِي، اَحمَدُ عَاليَ جاءِ(۴)
حَدُّ حُسنَ جِي ناهِ ڪا، قُريشَي ڪمالا،

(۱) س: سردارا (۲) ب : الليل النهار، ق : ليل النهار (۳) جهہ : پر، س : پاڙ (۴) جهہ ل : عاليجاه

جِهَڙو(١) صُورَتَ سَفَرو، تَهڙو منجهہ مَعنيٰ.

مُنَزِّهٌ عَن شَرِيڪ فِي مَحَاسِنِهٖ

فَجَوهَرُ الحُسنِ مِنهُ غَيرُ مُنقَسِمٖ، عَرَبِيَ اُهيائا.

آصلُ سَيَنِي مَاهِيَتَين محبوبا.

آگو چۆ مَ اُنَ کي نَڪِين(٢) مخلوقا.

مَلَڪَ ماگِ نہ هوت جي، پَرِيُون(٣) پينارا.

اِي سَبِ پَردا پِريان، اُوءِ ڪِ اور ٿيا.

مُوران ناهِ مُلڪ ۾، ڪو سَيَّدَ شَرِيڪا.

پَڌَرو پَدَمَن ۾ ٿِيِي(۴)، عددُ مُورِ نہ آه.

حُسنُ جَوهَرُ هيڪَڙو، ڪَثرَتَ(٥) جاءِ نہ ڪا،

ناهِ جَجهائِي جوتِ ۾، توڙي(٦) ڏهہ لک برن(٧) ڏِيا.

حسنُ حقيقتَ هيڪَڙي، بيحد بُرُوزا(٨).

---

(١) هي جهہ ۽ ڏ جي پڙهڻي آهي، بين سيني ۾ "تهڙو" آهي (٢) س: نہ مثل (٣) هہ ڏ س: پري (۴) س: ٿي پدمن ۾ (٥) س: ڪثر (٦) اهہ : توڻي (٧) اب ڏ س ق ل ن : ٿين (٨) س: بروجا

سَروَرُ آخِرُ صُورَتَ ۾(١) مُهَڙُ منجهہ مَعنَي.

اَصلُ عَاَلَمَ(٢) مُون پِرين، عِلتَ اِيجَادا.

آدَمَ وَلَدُ اُنَ جو، توڙِي وَالِدُ آهِ.

وَالِدُ آهِي وڻَ جِنءِ(٣)، ميوو مَولُودا.

اَوّلُ الفِكرِ آخِرُ العَمَلِ، پِريان پَارِ اِها(۴)

پاڙِهين سُونهِي مُون پِرِين، بِيَا سَبِ اُن سَبَبَا.

نِرمَلُ نُورِي پاڙهِينِ، بِيَنِ نُورَ اُتان.

صَلاتُون سرورَ اُتِي، عالَمَ تِي اُنَ كَان.

لالَنَ سَندِيَ لِكَڙِي(۵)، رَحمَتَ رَنگَ كَيا.

حُسنَ ڏارانِ هوتَ جي، جَلوو جَنَّتَ ناهِ.

حُسنُ حُورُنِ كي سَرِيو، سَيِّدَ صُحبتَ كان.

سَچِي سُونهَ شَفِيعَ جِي بِينَ هوتَ هَتان.

---

(١) ب : جو ، س : صورتآ (٢) س: سين (٣) س : جو (۴) س : پار تها (۵) ا : لاكڙي، ح: لک سين، چ : لک ڙيءَ، ڎ: لكڙي،: ب س : لک ري،.

وَمَا اَرسَلناكَ الاّ رَحمَة لِلعَالَمِين، اَحمَدَ رِي اونداهِ(١)

آگي وَڏيو اُنَ سين، اُهوئِي(٢) محبوبا.

ٻاجهہ نہ پوءِ ٻِيَنِ تي، مَولِي کي مُوران.

مگر مُحَمّدَ(ص) جامَ کان، ڪِين حُسنُ هَتِ ڪَندا.

پاڙِي رَهِي پِرِينءَ(٣) جي مَحبُتَ ماڻيندا.

تَڏِهِ تُسِي تَنِ تي، سَيِّدَ جي سَبَبا.

وَمَا ڪَانَ اللهُ لِيُعَذِّبَهُم وَاَنتَ فِيهِم، پِرتان(٤) پِرِينءَ سَندا.

وَڏا طالعَ تن جا، جن ۾ سَاجَنَ(٥) ساءُ.

سَيِّد سَلُوڻا سَيِ ڪِيَا، مَلاحَتَ مَنجهان.

جِتِ آثَرُ حقيقتَ هوتَ جو(٦) نِشَانِي نُورا،

اُتي عِيدَ مُدامَ جِي، جُڪِيَ جاءِ نہ ڪَا.

لَهُمُ اُلبُشرَي فِي اُلحَيواةِ اُلدّنيَا: ايڏي مانَ مِڙيا.

---

(١) ب : انداها (٢) ا : اوهوئي : ب ج جهہ ع : اوهي، س : اوهئي (٣) ب : پرين (۴) ع : پِرَتا، ٻين سيني نسخن ۾: پِرتا (٥) ج : ساجن جو (٦) ا ڏ ف ل ن : جي، ب: جت اثر پريان پير جو.

بُشرَيٰ مِڙيا(١) بودِلا، گُوندَرَ سَڀِ گَيا.

پيهرَ سَندَانِ پَٽَ تهي، آيَنِ اوتارا.

حقيقت حبيبَ جِي، پَسندِي(٢) پُر ٿيا.

ڏيهُ لَنگهيائُون(٣) ڏُکَ جو، سُکَ سَرِ سُنهاٽا(٤).

بابُو بُوءِ بَشِيرَ جِي، سُنگهندي(٥) سونُ ٿِيا.

لوکُ ڇڏيائون لوهَ جو، ٿِيا پَارِس پاڙيچا(٦).

مَاهِيَّتَ مُحمدَ شاه جِي، اِهڙي عجيبا

صُلحِي سَائُسِ سُکِ ٿِيا(٧)، بَرِ بَرِ بِيَنِ لاءِ.

فَاتّبعُوني يُحببكُمُ اُلله: جهيَ گَڏِيا سهي آڏِيا.

وَكُلُّ آي أتي اُلرّسُلُ الكِرامُ بِهَا،

فَانّمَا اُتّصَلَت مِن نُورِهِ بِهِم: سُٽِي كَرِ صَحيَا.

مَلَكَنِ آدَمُ مَجِيو، سَيِّدَ جي سَبَبَا،

---

(١) اجهہ : مليا (٢) ب ع : پسندهر، س ح : پسنده (٣) ل : لنگهايائون (٤) ڏر : ساڪاٽا، س : سڪانا (٥) ع : سڪندي، ب : سڪنده (٦) جهہ : پارس پاس پڳا (٧) جهس : صلح ساٿن سنگ ٿيا

بيڙي طُوفانا نِڳئي، نِرملَ جي نَظَرا،

اَحمَدَ اِبراهيمَ جا(١) آڙَهَ اُجَهايا،

بَحرَ موسيٰ مَچِيو، ساجَنَ جهي ساجاءِ،

مَتِهي دَرَ دوستن جي، دَرسَنُ داؤدا،

شَوڪَتَ سُليمانَ کي(٢)، نُورِيَ جهي نَظَرا(٣)،

قُدرَتَ قريبن جهي، ڦِيرِيو فِرعَونَا.

مِلڪَ سَبِ محبوبَ(۴) جِي، پَسِي(۵) پاڻَ سَندياءِ،

گهَرَ ڏَجاڻِي(٦) گهورَ ڏِي، ٿَمِي(٧) ٿاندي لاءِ.

حُسنَ منجهه حبيبَ جهي، ٿيو مَحوُ منصُورا،

دُوئِي ڇڏيو دوست(٨) سِين، واڙي صُلحَ واءُ،

گهَرُ تَڙُ گهوري جِندَڙو، صدقو ڪري ساهُ،

دعوي ڇڏي دوسَ(٨) سِين، نَمِي نِيازا،

---

(١) اب ڄ جهه ح ڏ س ع ل : ڀر، ر : سان، ق ن : جا (٢) ب : جي (٣) جهه ۽ س حاشيه: فائق جي فيضا (۴) ا ڄ ح ڏ س ع ل ن : محبوبن (۵) جهه : جي پسين (٦) جهه : ڏياڻي (٧) جهه : ٿوبي (٨) جهه س : دوست

ٿورا مڃي سڄڻين، نہ ڄڻ فِرعونا،

آءُ ڇپي آهيان ڪينَ ڪين، هِيُ سَڀُ حَبيبا.

تَماچِي جو تابُ پِيو، ناتَ مِيءَ ڪي مانَ ڪِٿان؟

لَئِن شَڪَر تُم لاَزِيدَنّڪُم: پاڻُ مَ پَسِي ڪا،

شُڪرُ وَڻِي سَڄڻين، شِرڪتَ شيطانا.

مِلڪَ سَڀَ محبوبَ جِي، تُنهنجو تِرُ نہ آهِ،

آبَ، پُون، ڪُرسي، عَرشُ تِيو(١)، مَلڪ مُحتَاجا،

وَلَهُ ألحمدُ فِي السّمَاوَاتِ وَالاَرضِ: لالَنَ حَمدَ لِواءُ.

پَيوندَ داران پِرينءَ جي، مِڙَئِي مَردوُدا.

مَجتُ(٢) محمّد ڄامر(ص) جي، عالمَ(٣) اُجَارِيا.

پَلءِ لَڳِي(٤) پِرينءَ جي، اَڳلاَ سَڀِ(٥) آگهِيا،

صُحبَتَ سُپِرينَ جِي، ڪُلِي عَيبَ ڪَٽِيا.

---

(١) ب ر س : ٿِئا (٢) س : مجيت، مجيٺت اڇڻ (٣) س : ٻئي عالم (٤) س : لڳندي (٥) س: پڻ

اَلحَمدُ(١) يَملأُ(٢) مَابَينَ اَلسَّمَاءِ وَالأَرضِ، صُحبَتَ اِهڙو

ساءِ.

ذَرو زُليَخَا(٣) سَرِيو، سَيِّدَ سُونهَ مَنجهان،

مِهتَر يُوسُفَ مَگِيو، حُسنُ حبيبن کان(٤)،

سِجُ، چَندُ، تَارا، کَتِيُون، پِرِيَنِ پَينارا.

بِهِشتُ باغُ بَشِيرَ جو، لاڳاپي أُطفا،

مَظهَرُ نَازُ نَذِيرَ جو، کَرشَمُ قهرَ سَندِيَاءِ.

لُطفُ لالنَ هٿ ۾، غَضَبُ بِه(٥) غُلاَمَا.

لُطفُ لَهرِين آڳرو، کَنڌِي قَهرَ نَہ کا.

جِهيرِي پاڻِي پِنِيو، حُسنُ هوتَ هَٿان.

جِهيکين جَنِ مَگِيو، اُوهو اُنِ عَطَا:

کِي قَتلَ جا کوڏِيا، کِي عاشِقَ اِيمانَا،

مُوجِب سُکا(٦) سَائِلِين، بخشِي بَشِيرا.

---

(١) اجهہ ڏرس : الحمدلله (٢) س : مجيت، مجيٺت ـ اچڻ (٣) س: زليخا کي (٤) س : حسن هوت هٿان (٥) س : پڻ (٦) ر : سِکَ (يعني سک)، ب ج : سُکا، ق : سُکان

مَڪّو، مَدينو مُشڪَ سِين، پِرينءَ پُرڪيا.

ڪَافِرَ دوزَخَ ڪوڏِيا، اَحمَدَ (ﺻ) اُتِ مُڪَا.

سَيَتِ سِڪَنِ پِرينءَ کي، مِڙَئِي مَخلوقا(١)

پَرَ ساجاءِ وارا سڪَ ۾، واءِ ٻِيَنِ کي واءِ!

اَهلُ اَلمَعَرُوفِ في الُدّنيا هُم اَهلُ اَلمعرُوفِ فِي اُلاخِرَةِ،

ساجَهِ(٢) مڱَ سَدا.

مَارُو(٣) پاڻِيَ پيچَرِي(٤) پُڄَن لالنَ لاءِ.

ڪَڪرَ منجهہ قريبَ کي، سِڪَنِ سَنگهارا.

ساجَنَ سَنديَ سُونهَ کان، سُرڪِي(٥) سَمونُدا.

اَمُلَ ماڻڪَ اَگهِيَا، سُپيرِيان جهِي ساءِ.

گُلَ ڦُلَ مَجَرَ موريا، دِلاسِي دوسا.

خوشــبوءِ ڪَتــورِيَ ۾، وَرنَــهَ وِصـــالا.

پُنهُونءَ راڻِي پِنيو، جانِبَ جوتِ منجهان.

مُومَلَ پَسِي ماتُ ٿِي، حَبِيبي حُسنا.

---

(١) هي سٽ الله بخش واري نسخي ۾ ناهي (٢) ڏجي پڙهڻي، ٻين سيني نسخن ۾: ساجاءِ (٣) ق ن : ماڻهون، ب ج جهس : مارُو، ج : مڙهو (۴) جهہ س : پيچرا (۵) ج : سرڪي

بَرقُنِ(١) مِيرَ بَشِيرَ جهي(٢) ايذا اوجَ ڪِيا.

پاڻَ پِريان(٣) ڪهي جَنِ ڏِنو، تَنِ وائِي واتِ نَہ ڪَا.

وَڍِي هِنيَڙي(٤) هَتَڙا(٥)، وينا ويچارا،

جِيَرائِي جَهانَ ڪان، لاهُوتِي(٦) لَڏِيا،

خَالِصَ خِيَانَتُنِ(٧) ڪان، هوتن هَٿِ ڪيا.

ڳُجهَہ اندَرَ جُون(٨) ڳالِهيون، نازُڪَ نِياپا،

اُنِ سِين اوري مُون پِرين، آت(٩) نہ ڏي عَاما.

وَٱلّذِينَ اُوتُوا اَلعِلمَ(١٠): ايڏو اُنِ ڪَرمَا.

فِڪرَ قولِهہ مَ ڳالَهڙِي، ڪُڇَڻَ جاءِ نَہ ڪَا:

مَتو هِنَ مِهرَاڻَ جو، لَڏو نَہ لوڪا،

ڪَڪَنِ مَتان ماڪَڙِي، چَٽِينِدي چُرِيا.

سُتِي پاڻِيَ صاف جِي، ڪِنہِ ڪي ڪوڙ مَنجهان.

(١) هي پڙهڻي حافظ ابو الحسن واري نسخي جي آهي، ٻيا سڀ : برقن، جدا جدا زيرن زبرن سان. جهہ: برقن ميڙ بشير ڪي، برڪت مير بشير جنه (٢) ڏ:جي، رح ل ن : جه، ب س : جنه (٣) س : پري (٤) ڏ : هيين (٥) ا :وڍِي هٿن سين هينڙا (٦) س : سي لاهوتي (٧) جهہ ر : خيانت (٨) ڏ : ڳجهاندر جيون (٩) جهہ : اونت (١٠) ب ج جهہ ڏس س ۾ "درجات" جو لفظ واڌو آهي.

عِلمَ لَوحَ قَلَمَ جا، دُنيا آخِرتَا،

سُرڪِي هِنَ سَمُوندَ جِي، پَڌَرِ(١) پيئِي آهِ.

آزَلَ اَبَدَ جِـﮬـي وِچَ ۾، دَريَا دَورَ ڪِيَا.

مَتو مُوران نَہ(٢) آڇِـﮬـي(٣) عِشقَ آراما.

پِرتِ پُورِي نَہ ٿِيِـﮬـي، نُورَ نِهَايَتَ ناهِ.

متو مُحَمَّدَ(صہ) نَہ لِيِـﮬـي، سَيِّدُ سَمُوندا.

لاآنُ لِبَاسَنِ ۾ جَانِبُ ڏي جَلوا،

كُلَّ يَومٍ هُوَ فِي شَانٍ؛ اِتِ آهِـﮬـي اِشارتَا.

ڪِنهِ پَرِ پاسِـﮬـي نہ ٿِيِـﮬـي، پِرِين پَروَرَ ڪان.

وَرَفَعنَا لَڪَ ذِڪَرَڪ؛ هَر دَمُ هيڪاندا.

جِتِـﮬـي نالو هيڪَڙو، اُتِـﮬـي ٻيو ڀڻُ آهِ.

سُرتِ سَمجِهجِ ڳالَهڙِي، متان ڀُلِن ڀورا.

ڏورِجِ سُونهَ شفيع جِي، چَوڏِس چوڏارا؛

---

(١) ب ح س ع ق ل : پڌي (٢) ن : نا (٣) جھ : ليي

اندرِ ٻاهرِ احمَدِي، نُورِي نِظارا.

نُوڙِ نِهارِجِ سُپرين، ڏورِجِ ڏِنيَ(١) ڏانهَ.

بَرَ ۾ جاءِ بَشيرَ جِي، آپَ، پُون(٢) اوطاقا(٣).

صُحبتَ سُپيرِينَ جِي، ڪَکَ پَنَ ڪَکورِيا.

عَيشَ عِيدُون لَذّتُون، باغنِ بَهارا.

آثَرُ پِريان جِي پيرَ جو، لاڪِيڻو(۴) لالاءِ.

ڪُلٌّ جَدِيد لَذِيذُ(٥) تَڙ تَڙ تازو ساءُ.

آگا ميڙِ عَبدَ(٦) ڪِي، مِٺو(٧) محبوبا.

آندرُ آڻي عَينَ ڪِي، اوري(٨) نہ آراما.

لوڪُ لَهرِين سيڪُڙو، مُون پِرتِ پاڻيَ(٩) ڏانهَ.

مان ساڪِنُ تِيان سيرَ جو، ماڻيان باغُ بَقاءَ.

لَهرِيُون آچِڙَ(١٠) وَڃِڻيون، سَمُنڊُ سَدائِين آهِ.

---

(١) ج ل : ڏاني، ڏٿي (٢) جهہ : پڻ (٣) س : اوتارا (۴) هي، لفظ ح ۽ ڏ جي پڙهڻي آهي، ٻيا سڀ : لاڪيڻي، س : لاڪيڻون (٥) س : لذت (٦) ڏس : عبدالرحيم (٧) س : سو مٺو (٨) جهہ س ر: اور (٩) س : پريان (١٠) س : اچڻيون.

اَلعِلمُ بَحرُ وَعِلمُ اَلعِلمِ امواج، وِجُهلاَن(١) وَحدَتَ لاءِ.

وَحدَتَ سَندِيَ وِيرَ(٢) ۾ اَحمَدَ (صہ) اوطاقا(٣).

ٻَروَرَ! پِرين ميڙِ مُون(۴)، وِچان وڄُ وِڃاءِ.

نِيَرَ نِمَاڻِيَ پِيرَ ۾، بيحَدِ بَنَد ٿِيا.

ڪو وارِيين واءُ فَضلَ جو، جِنءَ(۵) پَسان پاڙيچا.

قَلبُ ڪَثرَتَ قَيدَ ۾ سِڪِي سَاٽِيها.

جِتِ اَحمَدُ(٦) حَامِدُ سو ٿيو، سوئِي مَحمُودَا.

سوئِي ساءُ قَهرَ ۾، جِهَڙو(٧) لُطفَ لاءِ.

وِهُ لَيلا جو مَجنُون، مِنو ماڪِيَ ساءِ.

سو اُنداهِي، سو سوجِهرو(٨)، سو پُنهُون، سو ڪيچا.

سِوئِي ساءُ آڪَنِ ۾، سوئِي ڪمَاندا.

سَسُئِي سَبزو(٩) نَہ پُڇِي(١٠) جِنه چَنِي(١١) ٿيو چَبرا.

---

(١) جهہ : ونجلان (٢) ب : ويڙ (٣) س : اوتارا (۴) س : ميڙبين (۵) س : تہ (٦) س : حمد (٧) س : جهو (٨) س: سو اونداهو سوجهرو (٩) س ع: سمرو (١٠) ب : پڇئو (١١) س : ڇنون

سوئي صِحَتَ سُڪارُ ٿيو، سو ڏُکُ ڏُکارا(١).

رُسَڻُ پِريان راحَتُون(٢) گارِيُون گُلَنِ ساءِ.

وَڻُ نہ ڪُومائِي ڪَڌِھِم(٣)، مُکرِي(۴) مُداما.

سَدا قَلبُ ڪَکورِيو، مَحَبَتَ ملارا.

سَرَوُ(۵)، سِيارو، واهُندو، ساوَڻُ، آڙهاڙا.

مِينَہ مُدامي ميٺَ سِين، ڪَکَرَنِ قَرارا.

ڏُک مِنَا اُنَ ڏيہَ جا، سَهسِين سُکَنِئا.

لَنگهڻُ گهارَڻُ گهر ۾، کوءِ پُلاهَ(٦) پَرَڏِيها.

آچِي جان اُنَ ڏيہَ جِي، هِنيَڙي کِي هِيرا،

کَٿُورِي تاتارَ جي، تِنہِ جو تُلُ نہ ساءُ.

ووءِ ووءِ اُنَ وطنَ جو،(٧) مُون(٨) ۾(٩) ماتاما(١٠).

سکَ سَارِيو سُورَ چَران، کِنہ دَرِ ڏيان دانہَ (١١).

---

(١) س: سوئي ساءُ اکن ۾، سوئي کماندا (٢) س :رسن پريان کان رحمتون (٣) اجهہ ح ڏ س ن : ، کڌهين، ب : کنماءِ کڌه، ڏس : کوماءِ (۴) ب س ق : مکريون (۵) س : سرور (٦) اب ڏ ر ع : پلا، جهہ : پلاء، ن: پولاه (٧) جهہ : جي (٨) ب ڏ : من (٩) س : منجهہ (١٠) جهہ : مون کي ماريو ماء (١١) ب ڄ ڏ س ر ل ن : دانہ ڏيان.

لِکيو لوڙيان جيڏيون، ڳاڙيان ڳَلَ ڳوڙها.

تورا ثاريـﮧ لَن جا، سارِيو مَرَان ماءُ.

ڪِ پاڙيـﮧچَنِ پارَ ڪٽان(١) ڪِ سُرَهي ساٿيـﮧا.

لَهُمۡ مَايَشاءُونَ فِيهَا وَ لَدَينَا مَزِيدٌ : اُهجَ اُنَ ڏِيها.

اخوانـًا عَلَي سُرُرٍ مُتَقَابِلِينَ : پاڙيچَنِ(٢) پارا.

بَارِي ! بندَ پَرِي ڪَرِيـﮧن(٣)، وچوڙِيا ميـﮧڙاءِ.

قادِرَ! ڪوٺُ ڦِٽائِيـﮧن، عُمَرَ جو آگا!

تـﮧ پَسان پاڙيـﮧچن ڪي، جَنِ سِين سِبيو ساهُ.

آندَرُ آتِي(۴) اُجَ مَري، ڦاتِي فِراقَا.

جيڪين موڪَلِ موتَ ڪـﮧي، جيڪ مُحِبُّ مِلاءِ.

آڪُٺَ خزَانَا تو(۵) ڏَٺي، سُٺُ مُون سوُالا.

جِهجان جهورِيَ جن جـﮧي، سـﮧيئِي دوس دِڪاءِ

ڪَنڊي ناهِ ڪَرَمَ جِي، خَالِقَ مُون مَڱِجاءِ(٦).

---

(١) ع : ڪنان ـ ڳنهان، س : پار ڪهٽان (٢) جهـ : پاڙيچي (٣) ج جهـ ڏ ر س : ڪري ، ع ق: ڪرين (۴) س : آئيو (۵) ب : تو هٿ (٦) ب ح ڏ : م ڪجاءِ ، ج ر ع ل : مڪجاءِ، ق : منڪجا : ن مڱَ جاءِ.

ڪِينَ مگّان تو مُورِهِم(١) مِيڙائِي ڌاران.
ڪِ هِيَهِم(٢) مَرَنڌُسِ(٣) حُبّ ۾، پُڄَنڌَم پساها،
ڪِ مِلَنڌُسِ(٤) محبوبن ڪي، سُرَهِي ساٽِيهَا؟
فِڪرَ ڦورِي هَٿَ ۾، هِنيَڙو حَيرَانَا.
تَندُ تُوڪُّلَ جِي لهَان، تہ ڪَرَ(٥) مُون لکّ لڌا.
سَبِرَ(٦) ساڻُ سَلاَمَ رِي، مُوران ماڙِ نَہ ڪا.
آڳو راضي اِنءَ ٿِيِي، جِنءَ تُون(٧) ساڻ رِضا.
ڪوهُ(٨) ڪريان، ڪيڏانهَ(٩) وڃان، مُهنجي وَسِ نَہ ڪا.
جان(١٠) ڪُجان تان ڪَڙِي ٿيان، صَبرَ ۾ وِهَ ساءُ.
مَرَڻُ مُهنجو ناهِ ڪو(١١)، جِيَڻُ جاءِ نَہ ڪا.
لاَيمُوتُ فِيهَا وَلا يَحيَي: هِي(١٢) مُون حالَ ٿِيَا.
ڪُلّ ما قُدّرَ يَڪُونُ: آنگَ آڳِهِين(١٣) لِکِيا.

---

(١) ب جهہ ح س ن : مورهين، ق : ماڳهين، ڏ : ڪين مگّان ٿي مون ڏٿي (٢) ا ڏ : هيهي، جهہ : هيئين، س ق : هينهين، ن : هيهين (٣) اڏ : مرنديس (٤) اڏ، ملنديس، س : مڙندس (٥) "ڪر" فقط ب جهہ ۾ آهي (٦) ج جهہ : صبر (٧) ق : تو (٨) ب س : ڪينءَ (٩) ب : ڪاڏي (١٠) ب ندارد : جان (١١) ب : مران تان مرڻ نہ ٿبي (١٢) ل ندارد : هي (١٣) س ع: اڳهم

آمَڙِ ايہرِيو مُون ڏِنو، تَنگ تَنجئا آنگڙا(١).

آڏوهِيَ سِين اِينءَ ٿِيو، هاٿہي ڏوهَ ٿِيَا.

مَن صَمَتَ نَجَا: ڪُجَهَ جَاءِ نہ ڪا.

جہيڪين ڏِنو سَجَٽِيہن، سو سَهُ تُون سَرِيرا.

راتِ پُڃاڻان ڏِينهُ ٿِيہي، روزي تَان عِيدا.

مِينهَ پُڃَاڻان تاڙُِي، سِبَزُ ڦَاڻَڙُ تان(٢).

بُکَ ري ڪَاڄُ نہ ڪَاڻِجہي، صِحَّتِين وِيجَ ڪِهَا(٣)؟

لاَ تَيئَسُوا مِن رَّوحِ الله: ڏِي دِل کہي دِلاسَا:

تہ(٤) سِگها مِلندءِ، مارُئِي، مَنَ سُکَ محبوبا،

رَکِجِ مَحَبّتَ، مَارُئِي! وِجَائِج(٥) مَر وَفَاءَ.

أوفُوا بِعَهدِي أوف بِعَهدِكُم: سہيٽَنِ سَچُ سُهَاءِ.

لَـنءُ(٦) لاَکِيٽہي ڏيهَ جِيَ، پَرَڏِيهِي پُهتا.

مَن اَحَبَّ شَيئاً اَكثَرَ ذِكـرَهُ: آندرِ آگِ جَلاءِ.

---

(١) ق ن : اڳرا (٢) ر : لاءِ، ل : ڦاڻنياءَ (٣) ب جهہ : ڪئا (٤) ب ندارد : تہ (٥) اج ع ل : وجاءِ (٦) ر ع ق : لؤ، س : لئي، ل : لوءُ.

جُسوَ زَنجيرَنِ ۾، هِنيڙو هُتِ(١) رَهاءِ.

اَلدّنيَا جَنّـةُ اُلكَافِرِ : پَرَهِہ(٢) مَ پَٺولاَ.

نَڪُ وَڍِيو تِنهِ نَارِ جو، جِنه وَرَ رِيَ ويہسَ ڪِيَا.

مَن لَبِسَ اُلحَرِيرَ فِي اُلدّنيَا لَم يَلبَسهُ فِي الاخِرةِ : اِيَ

ٻُجُهہ اِشارتا.

فَاذ كُرونِي اَذكُرڪُم: سَارَڻُ سَارَڻَ لاءِ.

مَولا وَطنِ مِيڙِيہين، ڪَلِمو ڏِي قَلبَا.

پَاڻُ پَسائِـي(٣) اَکِيہين، پَاڙِي پِرينءَ رَهَاءِ.

هَادِي وَقتَ هَلَڻَ جي، ڪَلمو قَلبَ ڪَهاءِ(۴)

لاَ اِلَهَ الاّ لله مُحَمّـَدُ رَسُولُ لله ﷺ.

---

(١) س : هتَ (٢) جهہ ق : پهر (٣) ا ع ل : پساءِ، ب ج جهہ ڏ ر س ق ن : پسائين، پسائيين (۴) جهہ س : آگو عالم هيڪڙو محمد رسولا.

## بِسمِ اللهِ الرَّحَمٰنِ الرَّحِيمِ

### دربيان بسمل و سوره فاتحه(۱)

سَارَهَ(۲) صاحِبَ کِي کِجِي، جو عالِمُ کُلَّ عِلمنِ.
سَيُکين جاڻِي مُون ڏَڻي، بَخشِي عِلمُ بَندَنِ.
مُکَائين فُرقَانَ کِي، جو جامِعُ کِتابَنِ.
صَلٰواتُون سَرورَ اُتِي، جو جَوهَرُ جَهَانَنِ.
آل اصَحابِي تنهِ سَندا، دُعَا ڏِيهَ ڏَڏِينَ.
آيَتُون قُرآنَ جِيُون، سَنيُون(۳) سِي سَمُجَهنِ:
فَهمَ مَنجهِ فُرقَانَ جِي، حَقِيقَتَ هَلنِ،
اِمَامُ جاڻَنِ اُن کِي، پُٺِيَ تِنهِ لگِنِ.
پاڻ نَ تِيَنِ اِمامَ سِي، جِنءَ(۴) کِي اَبُدَ کَنِ.
وَالُقُرآنُ امَامِي: چَوَنِ(۵)، چِتِ نَ کَنِ(۶)،
مَتِي پَرُوڙَ پَانِهجِي، آيَتُون اُپيارِين(۷).

---

(۱) هي عنوان فقط نواب غلام حيدر واري نسخي ۾ آهي. ابو الحسن : شروع سنڌي الحمد جي. تصنيف حضرت شهيد گرهوڙي عليه الرحمة (۲) جهہ : ساره. ٻيا سڀ نسخا : ساراه (۳) جهہ ڏ : صحي، ن: صحيون ، ر ق : سڻي (۴) ا : ڪ ، ن : جيڪي ڪي او ڪن (۵) ب ڏ ق : چوڻ (٦) ب جهہ : رکن (۷) جهہ : اپيارن.

وِنگُ(١) نہ وِڃائِن(٢) پانھجو، تا وَحيَ وِنگُ ڪَڍَنِ.

تِرڪَنِ(٣) اَنڌِيہين اڪيہن، نہ مَنجھ ٻوٽ(۴) گِھڙَنِ(۵)

هَاڻِي سڻِهو مؤمِنَا، هِيہين جَنِ ڪَنَنِ:

تہ مَاءُ ڪُلّ قُرآن فاتحه سور چَوَن.

ٻيو سَڀ قُرآن تِنه سُور جي، مَعني مَنجِهہ ٻُجَهنِ.

جَن پَروڙِيو تِنہِ سُورَ کي، ڪَرَ سَڀِ پَرُوڙِيو تَنِ.

"قُل هُوَللهُ" پُڻ ماءُ تِيو، مَتِي ڪَنِ قَولنِ.

تڏهن مَعنَي تَنِ سُورنِ جِي، مَرُجان سَيَئِي سِڪَنِ(٦).

حاصِلُ ڪُلّ قُرآنَ(٧) جو، ڳالهيون ٽي چَوَنِ(٨):

هيڪُ(٩) وصفَ واحِدَ جي، جو آگو عالَمَنِ(١٠)،

ٻِي نيڪِي(١١) تَنِين طالِبِہن، مَدِي پُنِيرَنِ.

---

(١) ر : ڏنگ (٢) جھہ : وڃائن، ٻيا سڀ : وڃائين (٣) : ب ڄ ح : ترڪڻ (۴) ا ڄ ر ق ن: کوٽ، ب : گوٺ، ع کوت، (۵) ا: ڪرين، ب : گھرين، ڄ جھہ ح : ڳرين، ره ڪرين، ع ق ن : ڪرين، ڎ : انڌا ڪرن ڪن ۾، سالڪ سڀ سمجهن (٦) ا ڄ ر ع ق : مڙيئي مرسڪن، جھہ : سارا لوڪ سڪن، ڎ : سيئي مرسڪن (٧) ب ح ڎ ر ع : ڪل جو، جھہ : ڪل علم جو (٨) ڎ : آهين (٩) جھہ : هڪ (١٠) هيءَ سٽ فقط ڎ ۾ آهي (١١) ح : خشي

هِنِ رَضَا ۾ راحَتُون، هوءِ ڏَمَرَ ڏُکَ پَسَنِّ(١).

ٻِي آهي ٻَچَرَ واتَ جِي، ٻِنهي فَرِيقُنِّ:

غَفلَتَ، ظُلمُ، ڪُوڙِيُون، ڪارَڻِ پُنِيَرنِّ:

مَحَبَّتَ، عَدلُ، سَچِيُون، آهي سِيرُ سَچَنِ.

هِنِ تِنِ مَسئَلَن ري قُرآنَ ۾، ٻيو ڪِينَ ڪَهَنِّ(٢).

نيڪِيَ بَدِيَ وَصفَ سڀني، مَن مَحَبَّتَ جاڳي مَنِّ!

آٿي اُپيارِي واٽ تِهي، جا پُهچائِي پِرِيَنِّ.

هَاٿي تَفسِيرُ تِنه سُورَ جو(٣) مَرجان سَڀُ(٤) سڻُنِّ(٥)

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ.

پِهرِين مَعني بِسمِلَ جِي، اَندر رُوح رکَنِّ:

آهي ماءُ اَلحمدَ جِي آيت اِيَّ لکَنِ.

علمُ مڙوئي اُن ۾، جيڪي ڪي سمجهنِّ.

اِسمَ ساڻُ الله جڳي، پيدا ٿوڪ ٿينِّ:

(١) ڏ : سندن (٢) هيءَ سٽ ل ۾ ناهي (٢) ب ڄ ر ع : تن سورن جو (۴) جهہ ح : سيئي (۵) ب ڏ: سکن

آپَ، پُون اُنَ جهي اِسمَ سين، جهيڪِ اندر تَنِّ.

اِسمَ ري آللهَ جهي، سَيو ڪِينَ(١) ڪَهنِّ.

نُورَ ذاران ناهِ ڪِ(٢)، جَلوو جَهانَنِّ.

مُنه ڪارايُون "ڪِينَ" جِيُون، لاتِيون لُطفَ پِرينِّ.

ڪهيهو سَبَرَ سنگَ ري، مَرتيو مهيڻَنِّ؟

ڪِڪيُون ڪارِيُون خَانَ ري، ڪِهو(٣) قَدرُ لَهنِّ؟

چَو ڏِسِ بُوءِ چَندَنَ جِي، سُرَهائِي سَيَنِّ.

آللهُ نُورُ السَّمَاوَاتِ والأرضِ: سُرَهو اِسمُ سَنُدنِّ.

اِسمُ سُرَهَائِي عَالَميِن، مانُ مَخلوقَنِ.

وَهُوَ عليٰ كُلِّ شَيءٍ شَهِيدٌ : ڏورِينديَ ڏِسَنِّ.

وَهُوَ مَعَڪُم آينَمَا ڪُنتُم، دِلاَسو دوسَنِّ.

آينمَا تُوَلّوا فَثَمَّ وَجهُ اللهِ: عاشِقَ عِيدُون ڪَنِّ.

آلرّحمَانِ الرّحِيمِ(٤).

---

(١) س : سيوئي ڪ نہ (٢) ب جهہ : ناہ ڪو (٣) جهہ : ڪيهو (٤) ل ندارد : الرحمن الرحيم.

أو آهي رَحمَانُ ڪُلّ جو، رَحِيمُ ڪارڻِ ڪِنّ،

سَيِني خلقهي، رِزقُ ڏِي، هَادِي ڪارڻِ ڪِنّ[1].

بِيَنِ هِدايَتَ نہ ڪَري، مگر ڏي جيرَنِ.

لاَيَهدِيهِم طَرِيقاً الاَ طَرِيقَ جَهَنَمَ : وَڏِڪُون[2] گڏ ڪِجَنِ.

اَلحَمدُ لِلهِ رَبِّ العَالِمِينَ

سارَہَ سَبِ[3] اَللهَ کي، جو مالِڪُ مَخلُوقَنِ.

توڙي[4] نَنڍا[5] جنءَ مَنهان[6]، ڪِ وَڏا جِنءَ آيِنِّ.

عَالَمَ ڪَدِيَا "ڪِينَ" مَنجهان، قِادرَ قُدرَتُنِ.

آهِن آڳهي هَٿَ ۾، واڳُون تَنِ سَيِنّ.

اِختِيَارَ ۾ اُنَ[7] جهي، سَبِ[8] هَمِيشَہ[9] هَلَنّ[10].

وَهُوَ القَاهِرُ فَوقَ عِبادِہ: گولا وَسِ آڳنِ.

تَنِين کي تَربِيَتَ ڪَري ،مثل شَاگِردَنِّ.

---

(١) هي، سڄي سٽ ل ۾ ناهي (٢) ر : ڏنگون (٣) جهہ کان سواءِ سڀ نسخا : سا سڀ (۴) ب ح ڏ ن : توڻي (۵) ڄ ق ن : ننڍڙا (٦) سڀ نسخا : مها (٧) جهہ : انهين (٨) "سڀ" جو لفظ فقط "جهہ" ۾ آهي (٩) جهہ : هميشان، ڏ : هميشاه (١٠) هيءَ سٽ "ح" ۾ ناهي.

جيڪِ پاڙهي تَنِ کي، سوئِي سَبَقُ(١) پڙهنِ.

آگي اِندَا ڪَدِيَا، اُن تي آکَرَ لِکَنِ(٢).

قُل لَن يُصِيبَنا الاّ مَا کَتَبَ اَللهُ : پَاسِي لِکَ نَہ پَونِ(٣)

وَمَا کَانَ لهُمر الخِيَرَةُ: پَرورَ پُٺِ هَلَنِ.

سَارَہَ(٤) صَاحِبَ کي ڪجي، سَارَہَ نَاهِ بَندَنِ.

وَالسَّمَاوَاتُ مَطوِيّاتٌ بِيَمِينِهِ گولا وَسِ آگَنِ(٥)

حَمدُ حَاتِمِ کي ڪِجي(٦)، ڏويان(٧) ذَاتِ مَ چَوَنِ.

تَبارَکَ الّذِي بِيَدِهِ اُلمُلکُ : وَاحِدُ وَڏو ٻُجهَنِ.

مُلکُ مِڙو(٨) جنهِ هَٿَ ۾، وَرُ تنهِ سِين لَنوُ لائِنِ.

سَنگهارَنِ سِين سگَ ڪِجي، عَاقِلَ اِينءَ چَوَنِ.

وَاحِدَ جهَڙو وَهِيون، ڪِٿي(٩) کونُ لَهَنِ.

ٻِيا سَڀِ گولا تنهِ سَندا، دُنيا گولِي چَوَنِ.

---

(١) ح سبق . سوئي (٢) ب : کدين (٣) س : تين (٤) جهڙ کان سواءِ ٻين نسخن ۾ : ساراه (٥) ڏ : قادر قدرتن (٦) ل ندارد : کجي (٧) ا : ڏوپا، ڏ : ڏويان، ٻيا سڀ : ڏويا (٨) ب : مڙو، ٻيا سڀ نسخا : مڙوئي (٩) ب : کتهين، ع غ کتهر.

سَائُوءَ ذاران سَگُ ڪَرَڻُ، اِيَ پِرَ اَڪَاڄَنَ(١).
واحِدُ آجو(٢) وَهِيون، وَرُ سَگُ وَاحِدَ سِين ڪَنِ.
گولو وَفا نَہ ڪَرِي، بُڪِيَا بَارُ ٿِيَنِ.
سَگُ سُرَهو رَبَ جو، پِيَا سَگَ سُورَ ٿِيَنِ.
سَارَاهِ(٣) سَگُ صاحِبَ جو(۴) پِٿُون هَٿَ ڏوڀَنِ(۵).
حَمدُ لائِقُ حَقَ کِي، جو خَالِقُ ڪُلَ خَلقُنِ.
خَالِقَ ڏِنيُون خُوبِيون مِڙَنِي مَخلُوقَنِ.
جِي سارَاهِجِي مَخلُوقَ کِي، تہ اُو سَارَهَ رَبَ سَمجهَنِ.
ڪُنا ڪُنيارَنِ سَفَرا(٦)، تَہ اُوءَ سَفَرائِي(٧) تَنِ(٨).
ڪُنَائِي ڪُنَنِ جِي، آهِي اَهلُ(٩) هِنيَنِ(١٠)
پَاٽِيَ چَندُ چِمَڪِيو، تہ اِ يَ آهِي سُونهَ آيَنِ.
بُجهَڻَ وَارَنِ بُجهِيو، بُجهِيو تان نَہ بِيَنَ(١١).

---

(١) ب : اڪاڄن، جهہ : اگانجن ، ح : اڪاجهن، ڎ : اپوجهن (٢) جهہ : آهہ سو ، ڎ : اهنجو، س : آهہ جو (٣) ب ح ل : ساراهِ ، ڄ ر ع : ساره ، جهہ : سرهو (۴) ڎ : سگَ سرهو ساجن جو (۵) س : ڏوڻئن (٦) ا : سڦرا (٧) ا: سڦرائي (٨) ڎ : ان (٩) جهہ : اصل (١٠) هيءَ سٽ ڎ ۽ س ۾ ناهي، ۽ الله بخش واري نسخي ۾ ۴٩ ـ ٨١ سٽون موجود ناهن (١١) هي سٽ "س" ۾ ناهي.

نَچَڻَ وَارَا پولَڙَا، آڳِيانَ (١) اُستادَنِ.

مَالِڪُ مِڙَنِي مُون ڏَٺِي، جِنءَ وارِي تِنءَ وَرَنِ.

خالق جي خِلقَتَ (٢) کِـي، بُجِڙو ڪِينَ ڪَهَنِ.

اَحسَنَ ڪُلّ شَيء خَلَقَهُ : سَيو هَنڌُ حَمدَنِ.

خَلقُ القَبِيحِ لَيسَ بِقَبِيحِ : ايـہريو لاَءِ صِحتُنِ.

ظُلمُ عَدلَ لاءِ خلقيو، ڪُفرُ لاءِ نَبِينَ.

مَڪِيُون، مَاڪوڙِيُون، ڪِيان، نَفعُ مَنجهہ مِڙنِ.

ڍُهَارِيَنِ رِي ڏيہہَ ۾، سَڪرَ نہ سُڃَاڀَنِ.

اُوندَهِ ڏاران سِجَ جو، ڪِهَڙو قَدرُ تَنِ.

دوزَخَ ڏاران دَمِڙي، بِهِشتَ نہ بَها لَهَنِ.

مَاخَلَقنَاالسَّمٰوات وَالاَرضَ وَمَا بَينَهُمَا الاَّ بالحَقِّ : حَقَ

تـہي حَرفُ مَ ڪَنِ.

اَلحَمدُ للهِ عَلَيَ كُلِّ حَالٍ: اِهَا واٽَ وَٺَنِ.

سَيَڪَا طَرحَ سَفَرِي، سَندِي سُپِيرِيَنِ.

---

(١) س: اڳايا (٢) ذ : خافت، ٻيا سڀ : خلق (٣) س : ڪي

آهُرِ(١) قَدرُ نہ عَيبَ جو، لالَن مَنجهہِ لَهَنِ.

ڪَامِلَ ڪِتَابَنِ(٢) ۾، جهي ڪُلّي لالَ لِڪَنِ.

جهي لاڄُو(٣) لِڪِي نہ سگهِيا، تہ ڪهڙي قُدرَتَ تَنِ؟

سَيُڪِ سَگهي مُون ڏِٺِي، ڪَامِلُ قُدرَتُنِ.

عِلمُ مِڙوئِي اُنَ کهِي، مَرُ مُلڪَ مَنجِهہ پَسَنِ.

سَيَڪَا طَرَحَ مُلڪَ ۾، ڏورِيندَڙَ ڏِسَنِ.

قُدرَتَ ڪُلّي رَبّ جِي، عاقِلَ اِينءَ سَمجهَنِ.

وَان مِّن شَيءٍ اِلاّ عِندَنَا خَزَائِنُه : ڪَٽَنِئَان(٤) پَلَ پَسِجَنِ(٥).

جِنِہ سِجُ(٩) جوڙِيو هيڪِڙو(٧) اُن کهي سگهہ سِجَنِ(٨).

جِنِہ مَنهو(٦) جوڙِيو هيڪِڙو(٧) اُنَ وَتِ اَکُٽَ(١٠) هُوَنِ(١١)

عَالِمَ اَهلَ عِلمَ جَا(١٢) ڪِينُون(١٣) رَنگُ نہ ڪَنِ.

---

(١) اڄ ر ع ل ن : اهر (٢) ڏ ق ل ن : ڪتابت (٣)ق ن : لانجهو س : لاجو (۴) ا : ڪرنپايل ، ڄ : ڪربنا ، ڪٽنئان، ح ڪٽنئان ر : ڪرپئا، ع : ڪرنيا ق : ڪڙنئا، ن : ڪٽنئا (٥) ڏ : مالڪ ملڪ چون (٦) ڏ : سج چنب (٧) ڏ : هڪڙو (٨) جهہ ح : سؤسجن، ڏ : سئا سچن (٩) سيني نسخن ۾ : مهو (١٠) ح : اڪٽ، ل : اگهٽ (١١) ا ڄ ح ل : هون ، جهہ : هوئن، ن : هئن ، ڏ : هجن (١٢) جهہ ح : عالم اهل علم جو ، ا ح ڏ ر س ع ل : عالم اهل علم جي (١٣) ح : ڪينو.

مُصَوِّرُ صُورَتَ مُون ڏِٺي، قَادِرُ مَنجھِ ڪِيَنَ.

چِيڻُنِ وَائِي واتَ ۾، عِلمُ خُوبُ ڪَتيَنَ (١).

آسِين (٢) آڪَرِ هيڪڙي، هِي عِلمُ اُستادَنَ.

آڪُٺُ عِلمُ ڪَٿِيَ جو، آصلِ هِن آڪَرَنَ.

آڪَرَ آڇَڻَ (٣) وَڃَٽا، آصلُ نہ وَڃي اُنِ.

ڪُوڙِيُون (۴) چِيڻُون ڪِيَنَ ٿِيُون، آهي عِلمُ سَنَدُنِ.

حَرفَ حَافِظَ هَٿَ ۾، ڦَرَهِيَان (۵) آڇَنِ وَڃَنَ.

عَالَمَ آڪَرَ ڪِينَ ۾، چِيٽَ مِثلِ (٦) چُرجَنَ.

جي سي (٧) سَڙِي ڪِينَ (٨) ٿيَا، تہ عِلمُ نہ وَڃي اُنِ.

جَڏهِ ڪَٿِيَ خوشِ اَچي، تَڏهِ چُري (٩) چِيڻُنَ (١٠).

پَرَ نہ (١١) ڦاٽي پَڇَٽا (١٢)، آڪَرَ (١٣) اُستَادَنِ.

---

(١) هيءَ سٽ "س" ۾ ناهي (٢) ق : آهي (٣) جھ س : اڇٽا (۴) جھس : ڪوڙيين (۵) ا : فرهيون، ب ح ل "فرهيا، ڏ : فرهيان" ج ر ع : ڦرهيا، جھ : فرها (٦) ڏ : جيئن (٧) ر : جن سي (٨) س : خاڪ (٩) ب جھ ح ق ن : چري، ڪي (١٠) هي سٽ ڏ ۾ ناهي (١١) ا ج ح ر ع ل : پرن، ب : پر نہ ، جھ ڏ : پڙن ، ق ن : پڙهن (١٢) ا : پڇر، ب : پڇر، ج : پڇرا، جھ پڇٽان، ح ڏ : بڇڙا، س : چيٽن پرن ڦاٽي بڇڙا، ر: پڇرا، ع : پڇران ع: پڇڙ ان ق: پڇاٽا : ل : پڇران : ن: پڇاٽا (١٣) جھ انگڻ، ع ل : اڪن : اڪن.

هُنَرَ جَنِ(١) هَٿَنِ ۾(٢)، سڀي ڪِنه دَرِ ڪِينَ وَڃَنِ.

اَلعِلمُ حَبِيبُ اللهِ لاَ يُعطِيه الاَلحَبِيبِهٖ : هُنَرَ هَٿِ ڪِجَنِ.

هُنَرَ ڌَاران هَڏِهِمِ(٣) ڇِينُون نَہ ڇُرجَنِ.

نَقشَ نَہ ٻَجَهنِ نَاهِ ۾ آڪَرَ رِيِ عِلمَنِ.

خادِمُ تِي ڪَنِيَان سَندو، نَقشَ ٻَڌَڻُ سِڪِجَنِ.

عِلمَ ڌاران آدِمِي ڪَرَ نَقشُ مَٿي ڪَپِڙَنِ.

ءِ جان عِلمُ سِڪِيو، يان(٤) نَقشبُنَدُ ڇَوَنِ.

ڪَڏَهِ (٥) ويندو ڪِينَ ڪِ، هُنَرُ ڪان هِنيَنِ.

پَهِنجِي وِڄا(٦) پاڻَ هَٿِ(٧)، بوڙا وَرُ ٻُڌَنِ.

جَنِ(٨) سڀڪاري مون ڏِٺِي، سڀئِي عِلمُ سِکَنِ.

ٻِيا سَڀِ پُلِجيؤ وَرَ تان(٩)، ويچارا وَڃَنِ.

جِي(١٠) ڪَنِيَ خُوشِ آهِي، تَہ ڪَرِي ڪَارِيگَرُ تَنِ.

---

(١) ا : جن جي ، جهہ ڏ ر ن : جن (٢) اجهہ ڏر : هٿ ۾ (٣) ا ب جهہ ڏ ن س : هڏهين ، ب : هڏه (٤) ب ڏ : تہ (٥) ب : ڪڏه، ح : ڪڏنهہ، ر ع : ڪڏهم (٦) ا ق چ : وچان، ب جهہ ع : وچا، ح : ويچان، رل : وچا (٧) س : وس (٨) جهہ ح ڏ : جن، ق : جن ڪي (٩) ب چ ح ر ق ل ن : ورتا : (١٠) جهہ : ءِ جي.

نات َ پيھون(١) پُوربِي(٢)، ڪندا ڪَئِين وَجَنِّ.

ڪوڙِين(٣) مَنجهان ڪَنهِ ڪِي، وِچان وَرُ(٤) سَلَنِّ.

سِرَ ڏِي سِرُ نَہ سَلَڻان(٥)، عادَتَ اِيَ سَندِيَنِّ.

جَنِين سِرُ آندو سوڪَڙِي، تَنِين سِرُ سَلَنِّ.

وَڏا طَالعَ تَنِ جا، جِي اِنَ(٦) مانِ مِڙَنِّ(٧).

جيڪي حَرفُ حَمدَ جو، پڙهي پَروجَهنِّ،

مِيو مِڙَهِين(٨) عِلمَ(٩) جو، پڙِ پِيو تَن پُرسَنِّ.

وآخِرُ دَعواهُم اَنِ الحَمدُ للهِ رَبِّ اُلعَالَمِينَ : عَارِفَ اِتِ

رَهَنِّ.

جَرَ مِ چَمَڪو چَندُ(١٠) جو، پَسَڻُ پَنڌُ پُلِينِّ(١١).

هِنَ ٻَرِ هَلَڻُ جَنِ جو، ڪَافِرُ نالو تَنِّ.

ٻَڌَمِ وَرهَنِ جي پَنڌَ سِين، راحَتَ ڪِين رَسَنِّ.

وَاتُوا البُيُوتَ مِن اَبوَابِهَا، وَر جَان سَنوتِ(١٢) سڪَنِّ.

---

(١) ب ح : پيهو (٢) ا : پور اتي، ٻ ح : پورهتي، ڃ جه ڏ س : پورتي، ع : پورائي، ق پوربي، ل : پورتي، ن : پوريي (٣) جھ : ڪوڙيين (٤) س : وجاور (٥) ا : سلنا، ب : سلڻا، ڃ ل : سلران، ر : سليا، ع : سلان (٦) جھ س: انهين (٧) ح ڏ ل : مرن (٨) ع غ : مڙهم (٩) ا : عملن ، ب : ملڪ (١٠) س : سچ (١١) جھ : پلن (١٢) ح ر ع ق ل ن : سوت ، ڏ: سنڻت

اَنڪلَ ڪَنِ اَصلَ ڏِي، فِڪرُ فَرعَ مَ ڪَنِ.
پُورُ(۱) پَسَڻُ(۲) مَنجهہ ڪَتِيان، حَقِيقَتَ حَمدِنِ.
جو اَصلَ پَهتُو آدَمِي، تہ پُورا پَندَ تِينِ.

اَلرَّحمانِ اَلرَّحِيمِ

اُو آهِي مِهربانُ سَڀَنِ سِين، مَرَهِي مُؤمِنَنِ.
رَحمَانِي مِڙَنِي تِي(۳) رَحِيمُ ڪارَڻِ ڪَنِ.
رَحمَانِي رَحمتَ ڪُلّ تِي، رَحِيمِي خاصَنِ.
خَلقِي نِپائِي مِڙِنِ کِي، هِدايَتَ ڪَرِي هيڪڙَنِ.
پَرَ جَنِ سِين راجا رازُ(۵) ڪَرِي، سي تورائِي(۶)
هُون(۷).
وِرَهُ وَظِيفو ڪُلّ جو، خلعتون خاصَنِ.
مِهرَ سَڀِ سِپاهَہ تِي، پَرَ ڏُکِيا ڏُکَ پَسَنِ.

---

(۱) ب ح س : پورو ، ر : پونر (۲) جهہ ع ن ، پسن (۳) س : رحمان مڙن کي مون ڏني (۴) س : روتي (۵) ب : راض (٦) ڏ س غ : تورائي، ٻيا سڀ : پورائي (۷) ب ڏ : هئن، جهہ : رهن

جـﻬـي رَضَا راجا ڇَڏيا(١)، سـﻬـي تَنهِ جو تاءُ لَهَنِّ.

سَلامِي سڪـﻬـين ٿِيا، عَاقِنِ(٢) آهڪَ تِينِّ.

لاَ يُسئَلُ عَمَّا يَفعَلُ : سَمجَهائِي سَمُجهَنِّ.

پُڇِـﻬـي سِرُ نـہ پَروڙِجـﻬـي، سُڪُوتَا سَمجَهَنِّ.

گڏهَنِ ڪَندا پُڇَ مِ، حَرڪَتِي هَڻَنِّ.

گڏهَ(٣) سَؤُنتِ(٤) نـہ سَمجِهڻا، پُڇَ ڦيڙيو ڦيڙِينِ(٥).

همّتَ ڇَڏيِـﻬـي(٦) هَورُ لَهـﻬـي، ڪَندا پَتِ(٧) پَونِّ.

ٻڌُون ڏُڪُون ڏاڪَڙا، هِيـﻬـين مِ هورِشَ ڪَنِّ.

سُتـﻬـي(٨) سُورَ نـہ ڇَڏِڻان(٩) بَاسـﻬـين(١٠) بَندَ نـہ لَهَنِّ.

مَن اَلْقَي اُلسَّلاَحَ فَهُوَ آمِنٌ: آمِنُ عَاجِزَنِّ.

عَاجِزِيَ جـﻬـي آمنَ ڪـﻬـي، ڪـﻬـي وَڏا وِيرَ ٻُجَهنِّ(١١).

ٻِيَا سَبِ دوڙَڻ(١٢) سِڪِيَا، پُڇُ(١٣) ڦيڙيو ڦيڙِينِ(١٤).

---

(١) س : ڇڏڻان (٢) ڏ : عاقي، غ : عاقن، ٻيا سڀ نسخا : عاقين (٣) ا : ڪڏهين (٤) اجهہ : سنوت : ح ر : سوت ، ع ل ن : سؤت (٥) ڏ ر : ڦيريو ڦيرين، س : ڦيريو پڇ ڦيرين (٦) سڀ نسخا : ڇڏي (٧) ا جهہ ڏ س : پت ، ٻيا سڀ : پٽ (٨) ا ح ع : سَتئين ، ق ن : ستيين (٩) ا ل : ڇڏيا (١٠) ح : باه سين (١١) ا ر : پڇن (١٢) ح ق : ڏورڻ ، ڏ : ڍور نہ (١٣) ا : پڇن، جهہ : ٿاپڄ (١٤) جهہ : پيڙن، ڏ ر س : ڦيريو ڦيرين.

ڪَندَنِ قَلبُ رَتُ ڪِيو، تہِيلَہَ(١) سَندو تَنِ.

مَالِكِ يَومِ اُلدِّينِ

اُو بادِشاہُ تَنہ ڏِينہَ جو، جِتِ جزا سَبِ لَهَنِ.

ٻُچَا پَسَندَا ٻُچِيُون، نيڪِيُون لاءِ نيڪَنِ.

جِهَڙو جَنِين پوکيو، تِهڙو کَرو تَنِ(٢).

ٻہيرَ نہ ٿِيَنِ ٻبُرَنِئُون(٣)، آمَا آڪَ نہ ڪَنِ.

ڪٿُورِي نَڪَنِ ۾(٤)، سوِئيرو(٥) آڪِيَنِ.

گَڏَہُ ڪِيرِي(٦) قَيدَ ۾، ماڙُهو چاڳَ(٧) چَلَنِ.

ٻُچو بِهشتَ نہ وڃي، نيڪُ نہ مَنجھہ نارِنِ.

كُلُّ شَيءٍ يَرجعُ الىٰ اصلِهٖ: جي جَنِين سي تَنِ.

حُڪمُ هَلَندو رَبَّ جو، ٻِيا حُڪمَ هُتِ نہ هَلَنِ.

حَاڪِمُ هُوندو مُون ڏِٺي، ٻِيا ڪِينَ لَہِنِ.

---

(١) ا ب ل : تيلانہ : ڄ ح ل ع ق : تيلاہ (٢) س : تهڙو سي لڻن (٣) ا : ٻہرنو، ب ن: ٻہرين، جهہ : ٻہر مان ، ڄ ل : ٻہرئو، ر ع : ٻہرنون (٤) ب : نڪ ۾ (٥) ا : سوايروئي (٦) ا ر ع ق ل ن : ڪري (٧) ا ب ڄ جهہ ح ر : چاڪ ، ع : چاڪ ، ل : چاڳ.

وَالاَمرُ يَومَئِذٍ لِلہِ: تارا ڏينہَ نہ هُونِ(١).

شَمسَ سُهَائِي(٢) پَڌرِي(٣)، ڳُجهَا(۴) سڀي ٿِيَنِ.

آڇِهِم(٥) اُنَ ڏيہَ جِي، اَتِکَلَ عارِفَنِ.

سُبَہَ(٦) سَندِي ڳالهڙِي، اَجُهِم آڍِيسِيَنِ.

لِلہِالاَمرُ مِن قَبلُ وَمِن بَعدُ: حاکِمُ هيڪُ پَسَنِ.

ڀي جِيَ حُکُومَتَ ڏِي، نانگا نَظرَ نہ ڪَنِ.

سَبَقُ سَناسِي حَمدَ جو، پُختو پَروجَهَنِ.

سَڏُ سُجاتو ڪاپڙِيَنِ، پَڙَهَڏَ ڏِي(٧) نہ پُرَنِ.

سِجُ سُجَاڻَنِ(٨) اَيَ ۾، جَرَ ۾ سِجُ نہ سَندُنِ.

جَڳُ(٩) نہ جوڳِيَنِ سَامُهُون(١٠) سامِي سَنوان هَلَنِ.

پَلِڀي(١١) مَذهَب پُورِبِي(١٢)، مُخَالِفَ مَجِيُنِ.

---

(١) جهہ : هئن (٢) ڏ ع : ساهي (٣) ڏس : پڌرا (۴) ا: ڪجا، ج ع : ڪجا (٥) ب جهہ ڏ ع ن : اڇهين (٦) ا : سباهہ : ب ج ح ڏ ر ن : صبح ، جهہ س : صباح (٧) ا ج جهہ ر ع ل : پرهڏي، ب ح س : پر ڏيہ ڏي، ڏ : پڙ هڏي، ق : پڙاڏي، ن : پڙاء ڏي، متن ۾ اختيار ڪيل پڙهڻي "غ" جي آهي (٨) ا : سجاتائون (٩) جهہ : جنگ (١٠) ر : سامهہ (١١) ا ب ج ح س : پلي (١٢) ا ب ح س ع : پوريي.

لوڪُ لَهوارو(١) هَلِيو(٢)، اوڀرِ آڍيسِيَنِ.

ان ألحُكمُ الاَّ لِلهِ : سَبَقُ رَبَّ(٣) سَمُجَهنِ.

ڏاتر ڏاران ڏِيهَ ۾، بيو ڪونَ ٻُجهَنِ.

حَقيقَتَ هُنَ ڏِيهَ جهي، پاڻُ پَسايو تَنِ.

يَومَ يَفِرُّ المَرءُ من اَخِيهِ(٤)، اَجُهِم ڏِنو اُنِ.

ڀِيُ ڀُٽُ ڀَنهجهي نَفسَ لاءِ، تا قُربُ قَرابَتَ ڪَنِ.

جو مُحڪَمُ ڏُڪيو(٥) ڏيلَ ۾، تہ ڀِيُ ڀُٽُ ياءُ يَجَنِ(٦).

ڀِيُ نَہ وِيجهو ڀُٽَ ڪهي، ڏِيَرُون نَہ مائُنِ.

صِحَتَان مَرٽان هيڪَڙُو، پَروَرَ ڪَانءُ پِنَنِ(٧).

مُٺِي هَلاَڪِي(٨) هَورُ لهي، صحتين(٩) ڪاڄَ(١٠) سَندَنِ.

نِينهُ سَپَنِي نَفسَ سِپِن، نَہ سِين عَزِيزَنِ(١١).

نَفسِي نَفسِي اَجُهِم(١٢)، تَا سامِيڙَا سَٽِيَنِ(١٣).

---

(١) ع ل : لا واهرو (٢) س : لڏئو (٣) س : اي (٤) ب ڃ ح ڎ ع ق ل ندارد : من اخيه (٥) س : ڏکي (٦) س : ڏار ٿين (٧) هي ست "ڎ" ۽ "س" ۾ موجود ناهي ۽ پڻ ايندڙ ست "س" ۾ ناهي (٨) ب : هلاڪت (٩) جهہ ڎ : صحت (١٠) ا جهہ ڎ ع ق : ڪاڄ (١١) ست ١٦٦ ڪان وٺي ست ١٨٩ تائين الف ۾ موجود ناهي (١٢) ب جهہ ڎ ن : اجهين (١٣) جهہ س : سٽن.

تِـيلانهَ سالِڪَ سَگَّ چِنيِو، ڪارِ(١) قِيامَتَ ڪَنِ.
رُجُوعُ پَنهجِـي رَبَّ سِين، ٻِـي سِين اُنسُ نَہ اُنِ.
فَاِذَانُفِخَ فِي اَلصُّورِ فَلاَ أنسَابَ بَينَهُم : ڪُوفو
ڪونهِي تَنِ.
ڪُتَنِ(٢) قَرَابَتَ تَارَ(٣) سِين، جِهَڙِي جَڳَ سَمُجَهنِ.
دوستِي دُنيا سَندِي، اِنَ پَرِ آدِيسِيَنِ.
رِي لَبَ قُربُ ڪَرِيمَ جو، ٻِيا سَڀِ مِٿَ مانِيَنِ.
ڳِجُهنِ ڳورانيو(۴) رَتَ سِين، نَہ مَحَبَّتَ ساڻ مُٺَنِ.
ڏِينِ ڏِيکائو مائُرِينِ(۵)، جِنءِ(٦) اورا(٧) پُٽَ پَسجَنِ(٨).
جِنِي(٩) قَرَابَتَ قَبضَ سِين(١٠) ٻِيِ پُٽَ(١١) ڏارَ ٿِيَنِ(١٢).
سَيَڪَنهِ سَگَ نَفسَ سِين، نَہ سِين ٻِيِ پُٽَنِ(١٣).
نَامُرادِي نَفسَ جِي، ڏِنِـي ڏُورِ ٿِيَنِ(١۴).

---

(١) س : ٿا ڪار (٢) سيني نسخن جي پڙهڻي "ڪتن" آهي، رڳو "جهہ" جي حاشيہ تي "ڪتن" ڏنل آهي (٣) ب : ٿار، ح : ٿار، ڏ : نار، ٻيا سڀ : تار (۴) ڏ : ڪجڻ ڪوراپو (۵) ڄ ح ع ق ل ن : مائن، جهہ : مائرن (٦) ب ندارد : جنءَ (٧) جهہ س ، اونرا، غ : اوران (٨) هيءُ سٽ ڏ ۾ مطلق ناهي، ر: ڏين ڏکايو مائن ڪي، جي اهڙا پٽ پسجن (٩) ر ع : جني (١٠) ڏ: سان (١١) ڏ: "پٽڙا" بدران "پي پٽ" جي، ۽ ع: "پٽر" بدران "بي پٽ" جي (١٢) ب: پائريجن (١٣) هيءُ سٽ ب ۽ غ ۾ ناهي، ح : پٽ پوٽن، س : پٽر ڏار ٿين (١۴) ڏ : ڏوٿيڙن، ق : ڏني ڏور ٿين ، س حاشيہ: ڏسي.

لَنَ تنفَعكُم اَر حامُكُم وَلاَ اَولاَدُكُم يَومَ القِيامَة :

پُرڏو(١) پُورِپِيَنِّ.

قَطعُ قَرَابَتَ جوڳِيـين، صاحِبَ ڙي نہ سَڱَنِّ.

لاَغَرضَ جا لالچِي، غَرَضِي غَيرُ پَسَنِّ.

صَاحِبُ اُلغَرَضِ مَجنُونُ، سَمُجهِيو سامِيَڙَنِ.

اَلاَخِلاَءُ يَومَئِذ بَعضُهُم لَبِض عدُوٌّ اِلاَّ اُلمَتَقِين:آجا ڳَنڍُ آجنِ.

ڪِهَڙو ڪُوفو تَنِ جو، غَرَضِي لاَغَرَضَنِ.

لوڪُ لالچ قَيدَ ۾، اُو آڳَ ۾(٣) عِيدُون ڪَنِّ.

لَتَركَبُنَّ طَبَقاً عَن طَبَقِ : سَدا سَفَرُتَنِّ.

وُجُوهُ يَّومَئِذٍ نَاضِرَةٌ الِيٰ رَبِّهَا نَاظِرَةُ : رَبَ ڏِي تَرسَڻُ(۴) تَنِّ.

اَوّلُ آڍِيسيـن(٥) مَنَ ۾ آخِرُ اُتِ پَسَنِّ.

وِچَان ويراڳِي نِڱِيَا، اَوّلُ وِچُ آٿَنِّ.

خَيرُ اُلاُمُورِ اوسَطُهَا : وِچِينِ(٦) پارَ پَسَنِ.

---

(١) ب ڏ س ع ق ن: پردو، جهہ : پڌو، ر : پروڏو : ع : پريو (٢) ب : سڪن ، ڄ ع ق ل ن: سڪون، جهہ : سگهن، سڱن، ع : سگهن : ڏ : سگون، ر غ : سنڪون (٣) ر : مان، س: اڪ ۾ (۴) ح ڏ موجب : ب ر ع ق ل ن : ترس نہ ، ڄ : نظر (٥) ب ح : آديسين، ڄ ر ل : آديسي (٦) ا : وچي : ب ق : وچيون، جهہ : وچيين ، ڏ : وچيو.

وِچُ وَڻَ جو ڪَڻُ(١) تِيو، ڪانو وِچُ(٢) نہ ڪَنِ.
نانگَنِ نِينهُ اَصلَ جو، طَرَفِي تاتِ نہ تَنِ.
بِدا نِيَرَ نِينهَ ۾، لاهُوتِي لُڏَنِ.
آدَ ڪُنا تِيا ڪاپَڙِي، ڪاتِيَ ڪيرَتِ ڪَنِ.
ذوقَ ذَبحَ جهِي موهِيَا، تيلانهَ تا تَرسَنِ.
فِي اَلقِصَاصِ حَيلوَةٌ: سَمجِهيو سُورَ چَرَنِ.
جِنءَ(٣) ڪَٺُ ڪاني ماريو، تِنءَ(٤) ڪاني مَوتُ مَگّنِ.
جُہ(٥) ڪانو ڪُٺَنِ مارِيو، تہ شادِي سامِيَڙَنِ.
اَوّلُ آدِيسِيَنِ(٦) مَنَ ۾، بِي ڪارِ نہ ڪاپَڙِيَنِ.
حُبَ حَيَاتِيَ موهِيَا، ڪارِ قِصاصِي ڪَنِ.
شوقُ شَرعَ جو رُوحَ تَنِ، عَدلَ ۾ اُپِيڪَنِ.
اِيّاڪَ نَعبُدُ وَ اِيّاڪَ نَستَعِينُ
تو رَبَّ پُوڄا ڪَرِيُون(٧)، توڪان مَگّون(٨) ڪَمَنِ.

---

(١) جهہ س: ڪٺون (٢) جهہ: ڪڻ (٣) جهہ: جي (٤) جهہ: تہ (٥) ا جهہ ح ڏ ع ل: جو، ق ن: جي (٦) ب ڄ جهہ ح ر ق ل: آديسي، ع: آديسيين (٧) ب ح س: ڪريهون، ڄ: ڪرهون، ڄ ع: ڪرهم، ر: ڪرهم (٨) ب ر: منگهم: ڄ: منگهو، جهہ: مگهون: ع منگهون.

تُوهِمر(١) آگو آسانهِجو، تُوهِمر اسان مَنِّ،
لائقُ عِبادَتَ جو، ڪارِسازُ ڪمَنِّ.

توکي عِبادَتَ ڪِجي، توسِين عَرضَ ڪِجَنِّ.
تو رِءَ(٢) عِبادَتَ جِي، مَنعَ مَخلوقَنِّ.

تُوهِمر(٣) ٻيہلِيَو ڪَرِيہين، آسان ضَعِيفَنِّ.
تو رِءَ مَڱُھونِ نَہ ڪَنهِ کان(٤) نُصرَتَ ڏي(٥) ڏُکِيَنِّ(٦).

جوڳو عِبادَتَ جو، تو رِءَ ڪو نَہ ڪَهَنِّ.
عِبادَتَ آگي کي ڪِجي، جو مَقصَدُ مُحتاجَنِّ.

پاڻَ نَہ هوءِ مُحتَاجُ سو، خالقُ عَالَمَنِّ.
عِبادَتَ پُڻِ اُنَ کي ڪِجي(٧) جَنهِ ساراهَ(٨) ڪَجَنِّ.

جَنه کي سارَهَ ناهِ ڪا، سو پُوڄَڻُ ڪُفرُ ڪَهَنِّ.
خُوبِيُون(٩) تارَنِ کُوهَ ۾، پَسَڻُ پَرِ انڌَنِ(١٠).

---

(١) ان : تون آهين، ب، توهين، جهہ : تونهين (٢) جهہ ڏ س : ري (٣) ا : تون اي : ب ح : تونهين، جهہ س ق : تونهين، ڏ : تون پڻ، ر: توهي (۴) جهہ س : ڪنان (٥) ڏ س : ڏينهن، ع : ڏيين (٦) ا ق : ڏکين، ٻيا سڀ : ڏکن (٧) فقط ا ۽ : ڪجي ، ڏنان جي ڪجي (٨) ڏ : حمد جنه، س : ساراهون (٩) س : خوبي (١٠) ب ڄ جهہ ح : ابڌن، ر : ابڌن ع : ابڌن.

تارا هُونِ(١) آيَ ۾، آيَ ۾ آڪِيُون ڪِجَنِ.

پُوڄا پاڇوِيَنِ جهي، ڪَنهِ جا ڪَمَ نہ(٢) سَرَنِ.

اِنَ پَر جَنِين پاتئيو، تَنِ عَقلُ ناهِ آندَنِ.

مُشرِڪَ موليٰ سِين ٿِيَا، غَيرَ ڪُرمِش ڪَنِ.

عِبادَتَ آڳهي ڪهي(٣) ڪِجهي، جِتَان ڪاڄ سَرَنِ.

اُنَهِ ۾(٤) ڪِجَنِ سَڏَڙا، جَڏِهِ رَنج رَسَنِ.

آمرَ داران اُنَ جهي، هَلَڻُ حَيفُ لِڪَنِ.

نَفعُ ضَرَرُ سَبُ هَتِ تنهين(٥)، هَتِ نہ مَخلُوقَنِ.

وَان يَمسَسڪَ اللهُ بِضُرٍّ فَلاَ ڪاشِفَ لَهٗ الاّ هُوَ

وَان يُرِدڪَ بَخيرٍ فَلاَ رَادَّ لِفَضلِهٖ، ڪِينهي هَتِ بَندَنِ.

آڳهي ٿُنهي(٦) جڳَ، رُنهي(٧)، سَوِين سَهجَ ٿِيَنِ(٨).

جڳَ تُسَنڊي رَبُ رُسنڊي، لِڪَڻَ(٩) هَنڌَ نہ لَهِنِ(١٠).

---

(١) س : آهن (٢) ڏ : نہ ڪينهن جا ڪم (٣) س : ان جي (٤) ا ب جهہ ح ڏ س ق : انهين (٥) ب : هت ۾، س : هت تنهين، پيا سپ : تنه هت (٦) ا : تسي، ڄ ح ر ل : ٿٿي، ق ن : ڏٿي (٧) ا : رسي (٨) س : موافق، پيا سپ : سيئي ڪاڄ سرن ، هيءَ سٽ ب ۾ ناهي (٩) ال: لڪن، ڄ : لڪڻ، ح : لڪڻ (١٠) هي سٽ "ب" ۾ ناهي، ح : لهن ، ڏ ق : ڪتن.

وَڻُ وَسِيلو جَنِ ڪِيو، ڪَرِتَ تَنِ ڪاتِين(١).

جَنِ ڪَنڌُ نايو(٢) قادِرَ(٣) آڳيان، تَنِ باهِيُون باغَ ٿِيَنِّ.

نِوُتِ(٤) ڪِجي ڪَرِيمَ سِين، حاجُون هَٿِسِ ڏِجَنِّ.

مُحتاجِي مَخلُوقَ جِي(٥) ڦُوڪُون ڦُلِهارَنِّ(٦).

ٻِيرَ(٧) مَ پَسِجُ ٻَائُرِين(٨) ٻِيرَ مٿي ٻِيرِنِّ(٩).

تِيُ سَمُورو سَجَٽِين، هَڏِ چَمِ رُوحَ رَڳَنِّ.

جَنهِ پَرِ وَٽِي پِرِيَان(١٠)، وَرُ تا تَنهِ پَرِ ڪَنِّ.

ري ڪَنڌَ نائِي قُربَ جِيوُن(١١)، سَڌُون سَڌِرِيَنِّ(١٢).

عَلَي اللهِ فَتَوڪّلُوا ان ڪُنتُمۡ مُؤمِنِينَ: پَاڻَ ڏِني(١٣) پَهچَنِّ.

قطرُ مَ ڪُٽِڪِجُ(١٤) ڪاتَ سِين، وَرُ جان سِرُ وَڍِين(١٥).

آهِي اِسمَاعِيلَ (ص) جِي(١٦) نيڪِي مَنجهه مُلڪَنِّ.

---

(١) جهہ : ڪاٽن؛ س : ڪاٽين تن (٢) جهہ س: نمايو (٣) ب غ : ڪريم (۴) ا جهہ ڏ ر ق ن : نوڙت، س : نمت (۵) ج ر ع : سين (٦) هن ست کان وٺي ويندي ٢٩٥ تائين ح ۾ موجود ناهن (٧) ڏ ع ق ن : پير (٨) ج جهہ ر ع ق ل ن : پار، پاڙ، س : ٻلور ۾ (٩) ڏ ق ن: پيرن، س : ٻيرين (١٠) ب : سڄٽين، ڏ : سڄٽن (١١) ب ح ر ع ق ل ن : جي (١٢) ن: سڌيرن (١٣) ر : ڏني (١۴) ب : ڪيچ ، ڏ ، ڪرج، ر : ڪونج : س : قطره م ڪنجهہ (١۵) جهہ : وڍن (١٦) ب ج ع ق ل ن : حضرت اسماعيل.

رَضَا سَندِيَ راهَ رِي(١) سُڪِيون(٢) سَڏُون ڪَنِ.

جيِرَيِ جَنگِ دَرياهَ سِين، مُئا مَتِس هَلَنِ.

تَوَڪُلَ تُرَهو مُؤمِنينِ، آمنُ اِخلاصَنِ(٣).

جِنءَ رَبَّ رِي نِوُتِ(٤) نَہ ڪِجهي، نَہ وسِيلا وَنجُنِ.

واڳُون وَسيلا(٥) پانهِجا، ڏاتَرَ(٦) هَٿِ ڏِجَنِ.

مَن كَانَ لله كَانَ اللهُ لَهُ : جهي سَندَسِ سَندو تَنِ.

مَغزُ ڪُلّ قُرآنَ جو، سالِڪَ هِتِ(٧) سَمُجهَنِ.

تَوَڪُلَ ۽ اخلاَصَ رِي، ڪَڏِهين ڪِينَ چُٽَنِ.

آگهي ڪارڻ عَمَلُ ڪجهي، اُنَ سِين عَرِضَ(٨) ڪِجَنِ.

عَمَلُ رِيائي روُحَ ۾، ٻُهر(٩) ٻُڪَ وِجهَنِ.

آگهي ڏاران آسري(١٠)، موڳهي حِرصَ هَلَنِ.

هِڪَ هَٿِ تاڙي ڪا وَڄهي، پاٺِهِ(١١) اَرِتَ ڪَتَنِ؟

---

(١) جهہ : تي (٢) ب : سر ڪيون، ڄ : سڪٺون، جهہ : سڪيون ، ڏ س: سرڪي، ق ن : سڪٺيون، ل : سڪي (٣) جهہ س ق : خلاصن، ٻيا سڀ: اخلاصون (٤) ا جهہ ر ق ن : نورت، نئڙت، ب س : نيت ، ڏ : نمت (٥) س : وسلا (٦) س : ڏاتار (٧) ڄ ل : هٿ ، جهہ: ا ت، س : د ر (٨) ب ح : غرض (٩) س : پهار (١٠) آسرا (١١) ا ب جهہ ح س ڏ ق ن : پاٺهين، ر : پاره

ڏَرِتي رِ‍ي جَرَ ڪَڪَ ڪَ‍ڍِي(١)، اُبَتا مِينهَ وَسَنِّ(٢)؟

نَرَ ري وِيامَنِ نہ نارِيُون، ٻَہ تا(٣) نَفعُ ڪَنِ(۴).

سُرتِ سَمُجهج ڳالهڙي سَندِي سَامِيڙنِ(۵).

وَهمَ آڏا واٽ(٦) ڪ‍ِي، ڪَتِيا(٧) ڪاپڙِينَ.

لَبنِ(٨) لَنگهڻَ(٩) جھي پَارَ(١٠) جِي، اَتِڪلَ آڍِيسِينَ.

وِچَان(١١) وَرُ سَمُجهائِيو، وَاحِدَ وِيرا ڳِينَ.

ماڙُهنِ ڪَڻَ(١٢) وٽَنِ ۾، هُنِ جا مَنجهہ اَيِنَ.

وَفِــي اُلسَّمَاءِ رِزقُڪُم(١٣) : فَرمايو ڏٿِينَ(١۴).

مَولـِي داران مُورِهِم(١۵) ڪَنهِ سِين ڪَمُ نہ تَنِ.

تَنهِ دَرَ ڏِينِ دَانهڙِي، جَنهِ دَرِ ڏانَ ڏِجَنِ.

ڳَابَا چارِيان جَنِ(١٦) جا، مانِي مَٿ‍ِي تَنِ.

---

(١) ب جھہ نہ ڪڍي، س : ڏرتي ري ڪڪ ڪري (٢) هيءُ سٽ "ب" ۾ ناهي، س: وين (٣) ا : تہ ٻَنَد، ڄ : ٻندا ، ڏ : ننيا، ر : ٻاتا نفع ٻندا : س : تہ ندا، ٻيا سڀ : ٻہ تا (۴) فقط س : تن، ٻيا سڀ ڪن (۵) غ : سپرين (٦) ا ڄ ع : واٽ (٧) ح ر : ڪڍيا (٨) ا ڄ : لپن ، ب ح ر س : لپن ، ق ن : لپ نہ (٩) ا : لڪن، ب لڳڻ، ڄ ع ق: لڪن، لنڪ، ن : لڪڻ، ل ندارد: لنگهڻ (١٠) ل : ٻار، س : لپڻ لنگهڻ جي آه ڪ (١١) س : وچا (١٢) جھہ ل : ڪن (١٣) ب جھہ س ۾ زياده آهي : و ماتو عدون (١۴) فرمايو ڏٿين فقط "جھہ" ۾ آهي (١۵) اب جھہ ح ڏ س ق ن : مورهين (١٦) جھہ ح : جن، ٻيا سڀ : جنه

آلـغُـنـمُ بِالغُـرمِ(۱) پُخـتو پَرو جهَنِ.

اِهدِنَا ألصِرَاطَ المُستَقِيمَ

آگا اسان پَسَائيِن، سَنئِين واٽَ سَيِنِ.

اَڪيِن، ڪَنيِن، هَٽيِن، پيريِن،(۲) ٻِين لِڱَنِ.

سَيَئِي(۳) مَگهُم(۴) واٽَ سَنئِين، ڏِنگين(۵) ڏُکَ ٿِين.

اُڪَندَ ڏِيهُم(۶) اَصلَ جِي، جِتَان(۷) ڪاجَ سَرَنِ(۸).

جِتَان(۸) هَلا ڪِي هَنڌِ پَئِي، سامُورِ مَ وِجهِين مَنِ.

پِرتِ ڏِيهُم(۹) ٻاڻَ سين(۱۰)، سَاجاءِ ڪُلّ صِفتُنِ.

تُنهجِي مَحَبَتَ جَنِ کِي، صِفَتَ مِنِي سَبَ تَنِ(۱۱).

جَنِين سِڪَ سُلطانَ جِي، ڪَنَڪُ قَبُوليو(۱۲) تَنِ.

جِي وِجهُلَنِ(۱۳) وَزِيرِيَ کِي(۱۴)، وَزِيرُ وِهُجِي(۱۵) تَنِ.

---

(۱) هي عربي قانوني اصطلاح سيني نسخن ۾ غلط لکيل آهي (۲) س : ۽ تون (۳) ڏ : سيئي، ٻيا سڀ : سيني (۴) اجهہ ح ڏ ق ن : مگون، ب ر ع : منگهون (۵) "ڏ" جي پڙهڻي، ٻيا سڀ: ڏکيا، س : ڏنگيا (۶) ا : ڏي، ب جهہ ق ن : ڏيهون : ح : ڏينهين، ڏ : ڏ ج تون (۸) جهہ: جٿان (۸) ل : مجهن، ا ج جهہ ر ع ن : سجهن، ب ح س ق : سرن (۹) ب : ڏجاهون (۱۰) ڏ : ۾ (۱۱) س : تن سين (۱۲) جهہ ح ر : قبوليو: ٻيا سڀ ، قبيلو (۱۳) ب جهہ ح ڏ: ونجهلن (۱۴) ڏ س : لءِ (۱۵) س : وجهين.

خُوشِي جَنه خوجَبَ جهي(١)، سو موتُ مگهي خوجَنِ.

جَنِ لاَلَچِ ڻِي لَشڪَرين(٢)، سهي لشڪَرَ موتُ مگّنِ.

جَنين(٣) مَحضُ سِڪَ شاهَ جِي(٤)، سهي تِهم(٥) رَنگِ رچَنِ.

جَائِي وَٽهي شاهَ ڪهي، سائِي وَٽهي تَنِ.

مُلڪوئي(٦) مِنو شاهَ ڪهي، تيلاهَ(٧) مِنو تَنِ.

هِيين ۾ هيڪُ تِيا شَاهَ سيهن، ٻَهرَان ٻه ڏِسجَنِ.

رَضَا طَلَبِي شَاهَ جِي، ڪوڙين(٨) مَنجهان ڪَنِ.

ٻِيا سَبِ گولا غَرضَ جا، شاهُ وِجايو(٩) تَنِ.

شاهُ تَنين(١٠) ڪهي تارَ(١١) جِنءَ، اُنو(١٢) آتَنِ مَنِ(١٣).

آگا آسان ڪهي ڪَڍين(١۴)، ڪَنان ڪَڏَ(١۵) غَرضَنِ!

تُنِهجي وَٽِي، آسان وَٽِي، پَنهِجِيُون وَٽِيُون وَجَنِ.

---

(١) س: خشي خوجپ جنه ڪي (٢) ڏ س: لشڪر جي، ن: لشڪر سين (٣) ا ب ج ح ڏ ر س ق ل ن: جن (۴) ر: ڪي (۵) ا ب ح ڏ: تن، جهه س ق ن گ: تهين (٦) ا ح ر س ن: ملڪ ئي، ڏ ق: منوئي (٧) ڏ س ر: تهو (٨) جهه: ڪوڙيين (٩) ب: وجيو، ج: وٽيو، ح: وڃٽو، س: وڇويو، ويڇويو، ع ل: وڇيو (١٠) جهه : تنين، ٻيا سڀ: تن (١١) ب: ٽار (١٢) ا ب ر ع: اتو، ج: اتون، جهه ح ق ن: اٿو، ل: اٿو (١٣) ڏ ، آتيو منجهه آتن (١۴) ڏ: تون ڪيڍ (١۵) اج: ڪڍ، جهه: ڪنڊ ، ح: گڏ، ڏندارد: ڪڏ ، ر: ڪنڊ، س: ڪڏ، ع: ڪڍ، ق ن: ڪل

خالِقَ ڪَرِيھُم(١) خَالِصو، ڪَڍِي ڪان ڪَمَنِّ(٢).

ڪَمَنِ پَرِيـٖي قلبَ تـٖي، راجا رَحمُ نَہ ڪَنِّ.

مَن لهُالمَولٰي فَلَهُ الكُلّ : سَمجھائِي سَيَنِّ(٣).

قادِرَ واتَ قُربَ جِي، رَسَاٽِيـٖن رَھِيَنِّ!

جِـٖي غَرَضَ گَيَا(۴) ڪِيَا گاهَ ۾(٥)، ڏُکَنِ(٦) ڏِيل ڏُنِّيِنِ.

صِرَاطَ اَلّذِينَ انعَمتَ عَلَيھِم

اُوءِ سَنئِين واتَ تَنِ سَندِي، تو مِهرَ ڪِئِي تـٖي(٧) جَنِّ.

وَٽَتِ تُنهجـٖي واهَ ڪِيا، تو سِين وَٽِي تَنِ،

مَحَبّتَ موچارا ڪِيا، اُکَندَ عِيدُون ڪَنِّ.

لاَ ايِمَانَ لِمَن لاَ مَحَبَّة لَهُ، مَحَبتَ گھوتَ گُھرنِّ(٨).

دُنيا دَردُ نَہ دِلِ ۾، سُڄَ ئِي(٩) مَالُ سَندَنِ.

هِي هَمـٖيشَه باغُ ٿِيَا، قَنَاعَتَ ڪَنزُونِ.

---

(١) ا : ڪرتون، ب ق ن : ڪريهون، جھ : ڪرهون، ر: ڪرهم (٢) هي سٽ ڏ ۽ س ۾ ناهي (٣) ب ح : سمجهن (۴) ا : گرا (٥) ڏ : گچايا گناه ۾ ، ر : ڪيا ڪٿا ڪاپڙي (٦) ڏ: تن ڏکٿن (٧) ا : مٿي، جھ س : مٿي ڪئي (٨) س : ڪٿن (٩) ج : ساجي، ع ق ن : سانجيءِ، ل: سجئي، ٻيا سڀ : سانجاءِ.

هورُ هِيين کان حِرصَ جو، قادرَ سو ڪاٽِيُنِ(١).

تو گُهرِيا، توکي گُهرَنِ، اِهيو سَيرُ سَندَنِ.

سُوڙِي سَدَا مَنِ جَنِين، سي ڪُوڙِي ڪِين پَسَنِ.

يُحِبُّهُم ويُحِبُّونَه: اِيَ واٽَ وَرِيامَنَ.

جهَڙا نَبِيَ سَچُلاَ، ڪِ شهِيدَ صَالِحَ هُون(٢).

ڪي هَلَڻا ڪي ڏِسَڻا(٣)، ڪي چڪِئو چُورُ(۴) ٿِيَنِ.

ڪي چڪائِين ٻِين کي، بالا بخت سَندَنِ.

عِلمُ ۽ عَينُ ۽ حَقُ حَقِيقَتَ(۵)، سالِڪَ هِتِ سَمُجهَنِ.

اِنِ مِڙِني تي مِهرَ تو، سَنئِين واٽ سَندِيَنِ.

سَيِنِي مُحَبَّتَ تُنهنجِي(٦)، تُنهنجِي مِهرَ مَٿِنِ.

سَدا راضِي رَهِيا، ڪَڏهِين نَہ ڪُڙِڪَنِ(٧).

رِضوآن مِن اللهِ اکبَرُ : رِضا راهُ سَندُنِ(٨).

رَضِي اللهُ عنهُم وَرَضُواعَنه: ايڏا طالعَ تَنِ.

---

(١) الف موجب، ٻيا نسخا : هور هيين حرص کان، ل: ندارد (٢) جهہ : هئن (٣) ا ڏ : چلڻا (۴) س : چوڙ (۵) س : علم عين الحق حقيقت (٦) س : تو سندي (٧) ب جهہ ح س : ڪٽڪن (٨) ب : سندون.

ڪَڙو مِنو سَڀُ تَنِ مِنو(١)، واحِدَ رَنگِ رچَنِ.

صِبغَةَ اُللهِ وَمَن اَحسَنُ مِنَ اُللهِ صِبغَةً: اُنِ وَٽِي وَٽِيَنِ.

نہ ڪين لُطفَ جَا لاَلچِي، نہ ڪين قَهرُ مَڱَنِ.

جيڪين ڪَري تَنِ سِين(٢)، سُوئِي غَرَضُ سَنُدَنِ.

پَهَ وِڃايو پُورَيِي(٣)، پَروَرَ پَهِ رَهَنِ.

جيڪا گُهرِ اللهَ جِي(٥)، سا سَڀ(٦) گهوتَ گُهرَنِ.

انّ الَّذِينَ قَالُوا رَبُّنَا اُللهُ ثُمَّ اُستَقامُوا : ماگان ڪِين مُڙَنِ.

نيزا نيڻَنِ سوئِيرو(٧)، هَتان حَبِيبَنِ.

اَلبَلاَءُ لِلوَ لاءِ كَاللَّهَبِ لِلذَّهَبِ: اِيَ پَرِ عُشّاقَنِ.

ڏُکَ ٻيائيَ کان پَري(٨)، حَقّ سِين هيڪُ هُئَنِ.

جيڪَا گُهري مُون ڏِٺِي، سا سَڀَ مِنِي تَنِ.

لاَ قَيدي تِيا لاڏُڪا، تَعَيُنَ تاتِ نہ ڪَنِ.

---

(١) ر ل : منو ٿيو (٢) س : جيڪين گهري مون ڏٺي (٣) س : پنهنجو (۴) ب ڌ س : هلن (٥) س : جيڪا گهري مون ڏٺي (٦) س : سائي (٧) جهہ : سوئرو، ق ن : نيزا نيرن نيه سوئيرو (٨) س ع ل : ڏک ٻئايا ڪاپڙي، ب ح : ڏک پٺا ڪاپڙي، ڏ ق ن : ڏک نپايا ڪاپڙي، ر : ڏک پرايا ڪاپڙين.

آلرِّضَا بَابُ اللهِ اَلْاَعظَمُ : سَيو ساٽيهونِ(١).

جَنِين دَرَجو دِلِ ۾، سي ڪِنءَ سکِ ٿِيَنِ؟

ڪَڏِنه دَرَجو دَرِ اَچِي، ڪَڏِهين خالِي ٿِين.

مَحبَّتَ مَرتَبَنِ جِي، ڪَڏِي ڪاپَڙِيَنِ.

تَنه تِي رَاضِي رَهِيَا، جيڪا [پر] پِرِين ڪَنِّ(٢).

وُجُودُڪَ ذَنبُ لاَ يُعَادِلُه ذَنبُ، رَبَّ جو پَهُ پَهُ تَنِّ.

هيڪُ پَهُ ڪارَڻِ بِن(٣) ڄَٽِين، وَحدَتَ وات ڇَوَنِّ(٤).

دوستِيَ جِي دَڳَ ۾، ٻَہ پَهَ پاپُ ٻُڌَنِ.

رِندُ سَمجهي رَمزَ ڪِي، عاقلَ اِتِ اُجهَنِّ(٥).

عاشِقُ(٦) عالَمَ باغَ پَسِي، ڪَڙِي جينءَ مِنَنِّ.

نامُرادِيَ نورُ ڪِيو، جُدا ڪان جَهلَنِّ.

اَبوجِهيَ عاقُلُ ڪِيو، ڏاها ڏُکَ پَسَنِّ.

گهِٽِي(٧) اَهڪِي عاقِلين، ڪو ڪو سکُ پَسَنِّ(٨).

---

(١) جهہ : ساٽيه ان (٢) هي سٽ س ۾ ناهي (٣) جهہ : ٻين (٤) ح : چڙن (٥) جهہ : اچن، ن: اجهن (٦) ڏ : عاقل (٧) س : گهٽون (٨) س : سهک سهن.

ارِنَا اُلاَشيَاءَ كَمَا هِيَ : لَدو راهُ رِندنِ.

جَنِ(١) پَسَڻُ وِڃايو پاڻهجو، پِريان(٢) پَسَڻُ پسَنِّ(٣).

لاَ خَوفُ عَليهِمِ وَلاَهُمِ يَحزَنُونَ(۴) : قطرُ نہ ڏکَ ڏِسَنِّ.

باطِلُ پوکَڻُ باغَ ۾، اِي پَرِ آڪاڃَنِّ(٥).

مَاخَلقنَااُلسَموَاتِ وَالاَرضَ وَمَا بَينَهُمَا لاَعِبِينَ:قَلندَر

نِگَهَ ڪَنِّ(٦).

آهي هِنَ هُنَرَ جو، قَدرُ ڪاپَڙِيَنِّ.

نامُرادِيَ نِجُهري(٧)، سَامِي سُکِ ٿِيَنِّ.

مُوران ناهِ(٨) مُرادَ ڪا، آندَرِ آڏيسِيُنِّ.

سَفَرُ اِقَامَتَ عَبدَ جِيَ، آهي هَٿِ آڳَنِّ.

پَرورَ واتَ پَساڻِيين، اِيهَا عُشّاقَنِّ.

غَيرِ اُلمَغضُوبِ عَلَيهِمِ وَلاَاُلضَالِّينَ

رِڪهِم(٩) تَهِم(١٠) واتَ ڪَنَان، جَا سَندِي مَغضُوبَنِّ.

---

(١) ح : جنين : ع ق ل ن : جي (٢) ر : سي پريان (٣) ح : تن ، ڏ : تا پريان پاڻ پسن (۴) ا ب ج ح ڏ ر ع ق ل ن ۾ زياده آهي: كنت سمعه و بصره (٥) جھ : اڳانجھن (٦) جھ: نگه نہ ڪن، س : ماخلقنا السموات و الارض وما بينهما باطلا ـ فنا فيض سندن، لا خوف عليهم ولاهم يحزنون : قلندر نہ ڪه ڪن (٧) س : نامرادي جي نجهري (٨) ا: مور ناه (٩) ا ح: رک، ڏ: رکج، جھ س: رکهون، ق: رکين (١٠) ب ح، تنه، ڏ : تنهن، ن: تنهن.

جَنِ تہي ڏَمَرُ تُنهِجو، ڄاڻِيو وِنگِي وَجَنَّ.

ءِ پڻ تَهِر(١) واتَ کان(٢)، جا واتَ سَندِي ضالـّنِ.

جَنِين(٣) خَبَرَ ناهِ کا، مُوڙهِي مَت سَندِينَّ.

هِنِ کي مَتِ نَہ مَنَ ۾، هُوءِ لالَچِ لَبَ پُڄَنِ(٤).

هورُ نالو پَرِيَنِ(٥) جو، مُورُ اِسمُ اورِينَّ(٦).

جِهَڙا يهودِي(٧) تِيا، جہي دُنيا دِينُ وِکڻِ(٨).

يَشترُونَ(٩) بِاٰيَاتِ اللهِ ثَمَناً قَلِيلاً : پَروڙِيو(١٠) پُٺِ ڏِيَنِ.

جِهَڙا(١١) نَصَارا تِيا، جہي سَنئِين نَہ سُڃاڻنِّ.

حَقُ جُسہي جو پِچِيو، رَڳُون رُوحَ پُڄَنِ.

اَلاَ لَهُ الخَلقُ وَالاَمرُ : اَتِکَلَ آڇہي نَہ تَنِ.

آمرَ ڏاران آهکَ جِي، وجيو واتَ وَتنِ.

عَهدَ بَدَنِ آگہي سہين، ڏادِنِ مُجاهِدَنِّ.

---

(١) ا ح : تنه، جهہ ن : تنهين، ڏ ن : تهين، س : ءِ پڻ رکين تنهين (٢) ب : کنا (٣) ا ر ع ل ن : جن (۴) س : پڄن (۵) غ : پهرين (٦) ب جهہ س ن : اورين، غ : اندرين (٧) ق ل ن : يهودي نصارا (٨) جهہ : ڏين (٩) ب : اشتروا (١٠) جهہ س : پڙهئو (١١) جهہ س : ڪ جهڙا، پيا سي : جهڙا

پوءِ نہ پُھچَنِ تَنِ کہي، عاجزَ تِي اُپِيَنِّ.

رَهبَانيّة نِ اُبتدَعُوهَا مَا كَتَبنَاهَا : نِشَانَ(١) نَصَارَنِّ.

جيکہي مُسلِمَنِ مَنجهَان، اِهڙِي وَاٽَ وَنَنِّ،

اُوءِ پُٺِ يائرَ يَهُوديہين(٢)، جيکہي نَصَارَنِّ:

جِهڙَا عابِدَ عِلمَ ري، رَبّ سہين شَرطَ ٻَڌَنِّ،

کِ جَهڙَا عالِمَ جن کہي، سِکّ نہ سُپِيرِيَنِّ(٣)،

گَندِيَ مانِيَ موهيا، فَنَا يَيءِ(۴) ڦَرَکَنِّ(۵)،

دوستِيَ دُنيا جہي، وِڌا ٻِيائِيَ ٻَنِّ،

مُوجِبِ غَرضَ پانھِجہي، وَحيَ(٦) وِجاهِين(٧)،

تَنهِ پَرِکَنِ نہ ڳالھِڙِي، جَنهِ پَرِ چَئِي ڏَٿِيَنِّ(٨)،

متان پجہي مانُ تَنِ(٩)، اِنَهِم(١٠) ڏاءَ ڏِجَنِّ،

يَعنِي وِجِهيو(١١) وَحيَ(١٢) ۾، تا ماٺهون مُنجهائِين(١٣)،

---

(١) ا جهہ ر : نشاني (٢) ح : يهودن جا (٣) س ۾ هيءَ ءِ اڳين سٽ هن طرح ملايل آهي: جهڙا عابد علم ري جن کي سک نہ سپيرين (۴) جهہ ن : پئي، ق : پر (۵) ا س: ڦڙکن، ق: فرکن (٦) چ ڏ ر : وهي (٧) ا : وينجاهين، ب ح ر : ونجائين، چ ڏ ن: ونجائين، س: وبجائين، ع : ويجاهين (٨) جهہ : پرين (٩) ا : تن جو (١٠) ا ب جهہ ح ڏ س ن : انهين، ق: انهي، (١١) ا : وجهيو وچ (١٢) س غ : وهم (١٣) جهہ : منجهائن.

پاڻَ نہ هاڙي(١) هَلَڻا، ٻِيا پُڻ وِهارِين.

گهَڻا ٻِيا پِڻُ اِنِ جِهَا، مَنجهان فَرِيقُنَّ.

جَنِ دَگِ(٢) دوستيَ چِڏِيو، ٻي جِي واٽَ وِجَنَّ(٣)،

تِيا مُخالِفَ رَبَّ سِين، پَرورَ پَہ نَہ هَلَنَّ،

گولا پَنهِجي غَرَضَ جا، رَبَّ تي هَٽَ رکَنِ،

پَرورُ پُڇَنِ پاڻ لاءِ، جِنءَ وادِا لُهارَنِ،

سُکَنِ سَندو سَيرُ چِڏِيو(۴)، ڏُکَنِ واٽَ وَجَنَّ،

هيکَڙي گُهري مُون ڏَٿِي، ٻِيَ ۾ رِضَا تَنَّ،

تِيا مُخالِفَ رَبَّ سِين، ري گُهرءَ گُهرءَ سَندِيَنَّ.

فلاَ تسئَلنِ مَاليسَ لَکَ بِهِ عِلمٌ : ڏُيا(۵) داغَ لَهَنَّ.

اِستَخارَنِ جي عِلمَ جو، وَجُهہ نَہ ويچارَنَّ،

پَڙهڻُ پَروڙِڻِ ري، کَرَ چِتُون چانگارِينِ.

مَن رَّضِيَ(٦) فَلَهُ آلرِّضَا : ايذاهِم(٦) نَہ آچِنَّ.

---

(١) جهہ : هاڙهي (٢) س : دنگ (٣) جهہ : وڻن (۴) س : سرسکن جو چِڏيو (۵) اج جهہ ڏ رس ق ن : دويا، ب ح ع : ديا (٦) ا ل کان سواءِ ٻيا سڀ : رضي الله (٧) ا ب جهہ ح ڏ س ق ن : ايذاهين.

ڇَڏيو وِچِينءَ واٽَ کي، پاسا پَچَارِينِ(١)،
جُزوِيَ(٢) جي(٣) زنجير ۾، ڪُلِيَ ڪَلّ نہ تَنِ.
اَفَتُؤمِنُونَ بَبعضِ اُلكِتَابِ وَتَكفُرُونَ بِبَعضِ: ڪين
سَهَنِ ڪين نہ سَهَنِّ(٤).

جيڪين گُهرِيو(٥) سَڄَڻين، سو سَمجهَنِ ڪِ نَہ
سمجهنّ(٦).

وَتُخفُونَ ڪَثِيرا: چورِي ڪَمُ ڪَچَنِّ،
پِريان پَڌَرِ جو وِڌو، سَا سِٽَ(٧) سَنُؤتِ نہ سَمُجَهنِّ،
ڇَڏِيو راهَ رِضَا سَندِي، ڪَپَتِ(٩) ڪُوهَ ڪَٽَنِّ،
الصّلحُ خيرٌ : اِي حَرفُ نہ هِيين پَڙهن.
صُلحُ واٽَ سَنئِين تيو، جو مارگُ مُسلِمَنِّ:
سَدا راضِي رَبّ سِين، مَنجِهہ مِڙَنِي صفتُنِّ.
ويئِي(١٠) بَلاتن کي، آئِي سَبَ(١١) روچِينِ(١٢)،

---

(١) جهہ : پچارن (٢) سڀ نسخا : جزي (٣) س : پٺا جزي (٤) ب : ڪين نہ وسهن (٥) ا : چيو (٦) هي، سٽ ب ڏ ۾ ناهي، س : سو مچين ڪين نہ مچين (٧) ب جهہ : ساسٽ ، بين ۾ رکو : سٽ (٨) ب جهہ ڏ س : ڏنن (٩) س : ڪپ تي (١٠) جهہ س : ويئي تہ (١١) جهہ "سڀ" جي بدران: تہ (١٢) ا : روچي تن، ڏ : آئي روچي تن، س : جي آئي تہ روچين.

جهي هُن سُورُ سَنباهِيو، تہ صِحَتَ سَدَ(١) نَہ كَنِ،
صِحَتَ صاحِبَ جهي ڏِني، تہ مَرضُ كِين مگَنِ،
جيڪا گُهري مُون ڏِٺي، سائِي واتَ سَندِيَنِ(٢)،
لَيسَ فِي اَلامكَانِ اَحسَنُ مِمّا كَانَ: جِيرَي جَسُ نَہ
چُونِ(٣)،
للهِ اَلمشرِقُ وَاَلمغرِبُ فَأَينمَا تولـُوا فَثمَّ وَجهُ اَللهِ:
پڙهي پَروجَهنِ.
جيڪين خالِقَ خَلقيو، سو سَبُ مُسلمُ كَنِ.
ٻَاهَتَر فَريقُنِ(۴) گُمراهُ ٿي(۵)، مُسلمَ وچُ وَنَنِ،
جَنِين ميلُ ظاهِرَ ڏِي(٦)، سہي ياٿَرَ يُهودَنِ،
جَنِين مَيلُ باطِنَ ڏِي، سہي جِهڙا نَصارَنِ(٧)
مُسلمِ وِچِينءَ وات تہي(٨)، وَحدَت ۾ وِهُسنِ،
مَولہي جہي مُرَادَ ۾، مُرادوُن وِيِنِ،
نہ كِين اَنفُسِيَ(٩) كوڙِيا، نَہ آفاقِي آهِنَ(١٠).

---

(١) جهہ س : سڌ (٢) جهہ : سندن، ڏ : سا سڀ مٿي تن، ج ح ل : سَبَنِ (٣) ق : جڙين (۴) س : قومون (۵) ا ڏ ر ع ق ل ن : ٿيا، جهہ : ٿيون، (٦) ل : ظاهري، ب ج : ظاهر سين (٧)س: او ۽ منجهان انصارن (٨) ب: ۾ (٩) ح : نفس (١٠) س : اڇن.

نہ ڪو ذوقُ جَمعَ جو، نہ فرقَ ۾ قاسَنَ،

نِيَرَنِ ڪَنانِ نِڳِيا، گُهرءَ ۾ گهرُ سَندُنِ(١)،

جِي گُرَ(٢) ڏِنين(٣) ڊِڳِڙِي(٤)، تہ سائِي پِرماٽُونِ(٥)،

مُقلَبُ تِي(٦) مَشهُورُ ٿِيو، وَسہِي مَنجهہ سَپَنِ.

مان جاڳائِہِي مُون پِرِين(٧)، اِنهمِ(٨) سِڪَ سُمَهنَ!

مَا خَطرَ بَبالڪَ واللهُ سِوا ذَالڪَ : دِل سِين دَورُ پَڙهنِ.

ڪُوفيان نِڳِيا ڪاپَڙِي، "لاَ" سِين لِڪ(٩) سَندِينَ،

مَولہِي مَذهَبِي ٿِيا، قَيدُ نہ ڪاپَڙِينَ،

بَذا قادِر قَيدَ ۾، ڪُلِيَ قَيدَ ڇُٽَنِ(١٠)،

صِفَتَ سَندِينِ مُون ڏِٺي، وِردُ(١١) ڪَلاَلَتَ(١٢) ڪَنَ،

ڪَڙو تَنِ مِنو ٿِيو، قَابِلُ قَلبُ سَندُنِ،

هِيُون هَيُولاَ تَنِ جو، سَيَڪَنہِ رَنگَ رَچَنَ.

---

(١) ح ر ع ل ن : سندون (٢) جهہ گهر، ب ح : گهٽي (٣) ب: ڏين (٤) ا: ڊگهڙيون، ب : ڊگهري، جهہ : ڏگڙي، ح : ڊڪڙي، ڏ : ڊنگهري، ر : ڏڪري، ع : ڊگري، ون : نگري، (٥) جهہ ن : پرماٺن (٦) ا : اي (٧) ر : ڏني (٨) اب جهہ ح ڏ س ن : انيين (٩) س : لڳ (١٠) س : ڪيڊي ڪنا قيدن (١١) س : ور، ل : وڙڏ (١٢) جهہ : دلالت.

هَڏِ نہ رَچَن ڪَنه رَنگَ ۾، آرسِي(١) آهنِ(٢)،
ڪَنِ نہ ڪاڻُھوٽِي ڳالهِڙِي، اَڄُ سِين اُنسُ سَندُنِ(٣)،
سِڪَنِ ڪِينَ سُبَاهَ(۴) کي، حاضِرُ حالُ رَهِيُنِ(۵).
ٻَهڳُڻ ٻڌا ٻاڻ ۾(٦)، آتڪَل اِتِ سَندِينِ،
لاَ قَدَرَ وَلاَ جَبرَ وَلَڪِن طَرِيقٌ بَين الطَّرِيقَينِ : هِهَڙِي
واٽَ هَلَنِ،
آڏِسِ اُڏامَڻُ تَن جو، ڏِسِيَان ڏُکِ ٽِيَنِ،
واحدَ وَٽِي تَن وَٽِي، وِڇِين واٽَ سَندِيَنِ.
مارَڳُ مُسلمنِ اِهو، جا وَحَدتَ واٽَ ڇَوَنِ.
ٻِئا سَبِ يائُرَ يَهُودِيِين، جهِيڪي نَصَارَن.
وِڇُ پَرُوڙَڻُ(٧) ڏاڪَڙو، وَڏا سڌّ(٨) سَمُجهَنِ.
رِءَ سَمُجهائِي رَبَّ جي، ڪِينَ ڪَڏنه سَمُجَهنِ(٩).
هِيَ ڳَنڍ نُهين نہ(١٠) ڇُڙٽِي(١١)، جا ڏِنِي پاڻ پِرِيَنِ.

---

(١) ڄ ح : آديسي، د : اسي، (٢) ب ڄ ح ڎ ر و ن : آهين (٣) ب ح : ان (۴) جهہ ح ر س ق: صباح ڎ : صبح (۵) ب : حال رهن (٦) ڄ جهہ ر ع ن : پاڻ، ڎ : ٻول (٧) س : پروجهڻ (٨) ر : سڌ (٩) س ۾ هي ست ناهي (١٠) ا : نہ آهي، جهہ: تہ نهين، ڎ: نهن تہ، س : هڏهر (١١) ر: پڇٽي، ق : ڇنٽي.

پاڻَ چوڙي تہ ڇُڙي، ڪارڻ پاڻَ ڏُٺَنِ(١).

ٻِئا سَبِ پاسي(٢) رَهِيَا، دَعوا وِچ رکَنِ.

آگا اسان ڪي رکِين، ڪَنَا آطرَافنِ(٣)!

ڪَرِيهُمر(٤) پَنهجي قَيدَ ۾، ڪَڍِي ڪنا قيدَنِ(٥).

توڙي(٦) قَيدُ نَفيَ جو، توڙي(٦) اثبَاتَنِ!

نُقطي نِهرَ(٧) نِصيبُ ڪَرِيهَنَ، مَوليٰ مؤمنَنِ(٨)!

نَفيَ ۽ اِثبَاتَ ۾، اُنَ رِءَ(٩) اهڪَ(١٠) ٿِيَنِ(١١).

وِينداسي اِيمانَ سِين، ڪَلمو جي ڪَهَنِ.

لاَاله الاّ اُللهُ مُحّمدُ رَسُولُ اُللهِ ﷺ.

---

(١) ب : ڏٺين (٢) س : ٻنڌائي (٣) س : تون قادر ڪناتن (٤) ا ج س ق ن : ڪريهون، ح : ڪريهين، ڏ : ڪرتون، ل : ڪريهم (٥) جھ : ڪمن (٦) ا جھ ڏ س ن : توٽي - (٧) ا س : نهار، ب : نظر، ح : مهر (٨) ڏ س : مشتاقن (٩) ب جھ : ري (١٠) ن : اوڪ (١١) هي ، ست ڏ س ۾ ناهي، ان جي بدران ڏ ۾ : چؤ صلواتون حضرت رسول تي لکين مدامن، ۽ س ۾ : ڪلمو قلب پاڙهين، ڪلمو ڪز ڪهن.

# سنڌي تفسير الڪَوثَرِ(١)

بِسمِ اللهِ الرَّحمانِ الرَّحِيمِ.

پَروَرَ پَنهِجي نامَ سِين، قَادِرَ توڪَ ڪِيَا،
جو خَالِق مَخلُوقَنِ(٢) جو، هَادِي ڪَنِين لاءِ
صَلَواتُون سَرورَ اُتي، جو مَولي مَحبوبَا.
جيڪي جُدَا تَنهِ(٣) ڪَنا، سڀ مِڙئِي مَردُودا.
۽ پُڻ اَصحَابَنِ اُتي، ۽ مَٿي(٤) آولاَدا،
جي رَتَا رَنگِ حَبِيبَ جي، آگي دَرِ آگهيَا.
ڪِين قَدرُ ڪَوثَرَ سُورَ(٥) مَنجهان ڪَجي(٦) بَيَانَا،
تَہ طَالِبَ سُٽِي تَنهِ ڪي، رِڙهَنِ رَبّاني راهَ،
مَذهَبُ وَٺي مُحمّدِي، وَڃَنِ وَحدَتَ ڏاهَ،
پُرَنِ پِريَان جِي پيچري(٧)، رَسَنِ راجَ رِضَا.

(١) ا : سنڌي انا عطينا، ج : سنڌي انا اعطينا اري، ح : تفسير سورة انا اعطينا، ذ : تفسير سورة الكوثر، ق : سنڌي انا اعطيناڪ، ل : سنڌي تفسير سورة انا اعطينا، م: سورة الكوثر، ن: سنڌي تفسير انا اعطيناڪ. (٢) س: ڪل خلق. (٣) س: انه (٤) س : مٿي ان جي (٥) س: سورة ڪوثر (٦) س: ڪريهون (٧) ب ح : پير تي.

ٻُڌون سَڀ واڻون وِنگيُون، مَگر هِيَ واڻا،
جا سِيکارِي سَيّدَ کي، مَولِي مِهر مَنجهان.
صَاحِبَ کِيو هِنَ سُورَ ۾، تَنه جو ٻيانَا.
جَنِ وَنِتِي سي واهَ تِيا(١) تَابعَ طٰهٰ جا،
رَسِيَّا(٢) تَهِم(٣) راجَ کِي، جِتِ هاجي کُوکَ نَکا.
تَرکُ تُرهو تارکي(٤)، اِنهم(٥) واٽَ وِيا.
قُل ان كُنتُم تُحبُّونَ اللّٰه فَاتَبِعُونِي يُحبِبكُمُ اللّٰهُ: قادِر کَلاماَ.

وَنو پَرِ وَرنه سَندِي(٦)، جَنهِ فَقرَ ۾(٧) فَخرا،
تہ واحِدُ آن سِين وَٽِتِ کَرِي، بَخشي آن ڏوها.
آپَرِ سُهَاڻا(٨) سَسُئِيَ، پُنهُونءَ پَاڙيچا(٩).
کِهڙِيَ کَبِي ڳَالِه(١٠) تَنِ جِي، جي پَاڙي(١١) پُنهُونءَ جا(١٢).

هاڻي سِٽهو(١٣) هِنَ سُورَ جو، پَهرِين تَفسيرا(١٤).

(١) س: جنين ونتي واٽ سا (٢) ڎ: سي رسيا (٣) ا ب ح ڎ م: تنه، جهہ س ن: تهين (٤) جهہ: کي، جهہ حاشيہ ۽ س: کي (٥) ا ب جهہ ح ڎ س: انهين، م: انهي (٦) ب ح س موجب (٧) س: فقر جنه (٨) ا: سهانرا، ب: سهانا، جهہ ح: سهاڻان، س: سهاڻيا (٩) هي سٽ ع ۾ ناهي (١٠) ع: ڳالڙي (١١) ب ج ح ر ع ق ن: پازي، س: پاجي (١٢) ڎ: جي پاڙيچا پريان (١٣) ق ر ن: سٿو (١٤) جهہ: مڙئي مومنا.

سڻِي سِڪِي يادِ ڪَري، طَلَبِيو تَفصِيَلا.

سَـاِفــرُوا تَــربَـحُـوا: وِهَــڻَ وِيــرَ نَـہ ڪـا.

وِينَـنِ تَان وارِي وَري، هِمّتَ جِينءَ هُـمَا.

جَنِ هِمّتَ ڪَئِي تَنِ حَقُ ڏنو، بِيَا نِسَتَ نادانا.

رُئَـنـدي(١) ڪِيـندي رَهِـيَـا، وِيـنـي گهَرِ مُـئـا.

ڪَونرَ ڪلَي جا ڪوڏِيا، جِنءَ مِينهِن(٢) سَنگهَارا.

سَارِعُوا اِلىٰ مَغفَرةٍ مِن رَبِكُمْ: ٻي جِي ٻُڌَنِ نَـہ ڪَا.

اُنـچِـي(٣) ڳـاتِ اَجَـلَ ڏي(۴)، وَجَـنِ واڪِـيندا.

اَجَلُ دِجِي اُنَ يِرِ(٥)، واري صُلحَ واءُ(٦).

وِيُـس مَتَايو مَوتَ جو، تِيي بَاغُ بَقَاءُ.

إنّ مَعَ اُلعُسرِ يُسراً: سُورِهَـ سوبَ سَدا(٧).

لِلغَارِي اِحدَي اُلحُسنَيَينِ: مانجِهَي(٨) کي مُهتا.

---

(١) اب جهہ ح ڏ س ق م ن: روندي، ع : رندي (٢) س: مينهين. (٣) جهہ ڏ ن س: اونچي، ر: اوچي (۴) ب: سامهان (٥) س: ٻيءِ (٦) ع: ساري صلح ساءُ (٧) ا ج ع: سندياءِ، ق: سندا: ن: سنداءِ (٨) س: مانجهين.

## اِنّاعطيناڪَ اُلڪوثرَ

صَحيحُ(١) آسان تو سُپرين، ڏِنو گهڻو خيرا.

حَوضُ ڪَوثر هيڪڙو، آثرُ اِنَ عَطاءَ.

ذَوقُ پڙ پيوءِ(٢) ذاتِ جو، مُخزَنُ مَستُورا.

اَصلُ اِنعامَنِ جو، ذاتِي ظُهُورا.

سو تو(٣) ڏِنمِ سُپرين، پِٽَنِ صِفاتِي ساءُ.

## فَصَلِّ لِربّڪَ وَاُنحَر

تَڏِه تِي نمازِي رَبَ لاءِ، ذابحنِ مَنجهان.

مَولِي مِهرَ مَگَّ تُون، ڪاتِي ڪُهَڻَ سَنياءِ.

ڪُهَڻُ ڏَارا ڪِينَ تِيي، نِرمَلَ نَمَازا.

"آللهُ آڪبرُ" اَولَ مِ، آهي اُهيءَاٺا.

حَلقُ وَڍِ حِرصَ جو، جو رَڳُنِ رِئيسَا.

---

(١) ل ڪان سواءِ سڀ: صحي (٢) ڏ: پڙپي، ا: پڙ پئي، پيا سڀ: پڙپئو (٣) ن: تان.

حُبُ اُلدُنيَا رَاسُ كُلِ خَطِيئَة: لاَمُون هَٺُ رِياءُ(١).

قد اَفلحَ مَن تَزكي وَ ذكرَ اُسمَ رَبِهٗ فَصَلي، پهَرِين تي پاڪَا(٢).

وِڍ لاڳاپا لوڪ جا، تِي هاتِڪَ حلاَلاَ.

وَاُستَغفِرُ لِذَنبِڪَ: وِهَڻَ وِيرَ نَڪا.

اِنَ شَانِئَڪَ هُوَ اُلاَ بتَرُ

مَنورو(٣) تو(٤)، مُون پِرِين! ڪُتَل(٥) خَيرَ ڪَنا.

بِـئَنِ سَـيِنـي خَيـرَ ۾، آهـي اُمـيـدا.

آهِي هِنِ(٦) حَرفَنِ جو، بيحَدِ بَيَانا.

تَفِصيلُ تَنِ جو(٧) جي ڪجي، تَہ پُجي قُرآنا.

لهَا مَعَانِ كموجِ اُلبَحرِ: ليكو لَهرين نَاه.

پَرَ كين لِكان تورِڙو، ڪَرَ ڪَٺُ(٨) ياندي كان.

اَنَا اَعطَيناڪَ اُلكَوثَرَ

---

(١) ب ڄ ڎ ق ل: هٽ، ر: هٽريا: ع: هت، س ق: لاءِ ۾ هٽ رياء (٢) س: پهرين ڪاتي پاءِ (٣) ١: مٿو، ڎ: تون مٿ گهرو، س: مٿو، ق: مٿورو (٤) ا ب ڄ ح ق م ن: تون (٥) ا: ڪتل، ب جهہ: گتل، ڄ: كتل، ح: گتل، س: ڪتل، ل: كتل (٦) س: ان (٧) س: تنه جو (٨) س: ڪٿون.

صَحيحُ آسان تو سُپِرين، ڏِنو گهڻو خيرا.

وَمَن يُؤتَ اُلحِكَمةَ فَقَد أُوتِيَ خَيرًا كَثِيرا: سَيِّدَ جاءِ سَنديَاءِ.

مَركَزُ(١) مِڙَنِي حِكمَتِين، احمَدَ تِيو عَطَاءَ.

تِتهِي تو پيرَ پِيَا جِتهِي جاءِ نَہ ماءِ.

نَكو نَبِيُ جِتِ رَسِيو، مَلَكَ مَاگَ كِيَان؟

قُربُ لَڏوءِ(٢) تَنهِ كُلّ سِين، جَنهِ(٣) لِکَ لُقمَانَا.

مُسَمّيٰ تو مَحبُوبَ كي، آدَمَ كي آسمَاءَ.

سِرُ سُڃاتوءِ(٣) سُپِرِين، پَري ٿِيا پَردا.

رُوحُ اَكِيُنِ ۾ آئِيو، اَكيُون ٿِيُون اَندرا.

اَندَرِ ٻاهَرِ آكِيهين، پِيتا پِيالا.

سوئي ساءُ شَرابَ جو(٥)، سوئِي قَدَحَ ساءُ.

يَا اهلَ يَثرَبَ لاَمَقَامَ لَكُم: لَڏوءِ مَقَامَا(٦).

عالَمَ سُبِ اِثبَاتَ ۾، تو لَنءُ لالَنَ "لاَ"

---

(١) اج ع كان سواءِ ٻين سيني نسخن ۾ "مركڻ" آهي (٢) س: لڏءِ (٣) اب: جنهن مان، ٻيا سڀ رءِ س كان سواءِ: جنه مون (٣) س: سڃاتئي (٥) س: ۾ (٦) ل ندارد: لڏو.

وِيا واجهِيندا(١) جَنه لاءِ، مُرسَلَ اَنبِياءَ(٢).

”لاَ“ ۾ ڏِنوءِ(٣) لاڏُڪا، الڪُ مُرسَلَ اَنبِيَاءَ.

قَدرُ سُڃاتوءِ ”ڪِينَ“ جو، اَتِڪَل عَجَبُ سَندِياءِ.

ٻِيا سَپِ سِڪَنِ سوجهَرِي، تو اُونده آراما.

عَلَيكُم بِالسَّوَادِ الاَعظَمِ: ٽِيلاهَ ڏَسَ ڏناءِ.

لَکِين(٣) مَرڪن(٥) لاڏُڪا،(٦) تُنهِنجي طَرِيقا.

اَلفَـقُـر فَـخـرِي، سُـڃَ ۾ سُـکَ ٿِـيَـا.

ڪَنِه ڪي لِکَ نہ ”لاَ“ سَندِي، جا لکِي(٧) تو ”لاَ“ ڳان(٨).

تو لاَءِ رَکِيُمِ رازُ سو، اي مُنهِجا مَحبوُبَا.

وَلَقَد آتَينَاڪَ سَبعاً مِنَ اَلمَثَانِي وَاَلقُرآنَ اَلعَظِيمَ: ايڏو تو ڪَرَمَا.

ايڏو ڏانُ نہَ مون ڏنو، تو رِءَ ٻي ڪَنه ڪان(٩).

تُون ساقِي آنهِمِ سَرَ جو، وِيِنو وِيرَ وِراهِ.

---

(١) ب غ: واجهائيندا. (٢) ق ن:نبيا (٣) جهہ س: ڏنئي، ل: ڏنو (۴) ب ڄ ح ر ع ل: لکن، ڏ: لنکهڻ، س: لکِن، ن: لکهن (٥) ڏرس، مرڪڻ (٦) ق: لاڏلا (٧) جهہ: لکِي (٨) ا ڄ ع ن: لاڪاءِ، ب لاڪا (٩) هي پڙهٽي ڏ ق جي آهي، ٻين ۾: ايڏو ڏان نہ ٻي ڪهم ڏنم، تورءَ ڪهم ڪان. تازن نسخن ۾ ”ڪهم“ جي بدران ”ڪنه“ ڪيا ”ڪنهين“ آهي.

كُنجيون(١) قُدرَتَ مُونِ ڏِنيُون(٢)، تَو هَتِ حَبيبا.

عِلمَ آپِ زَمِينَ جا، اَحمَدَ ٿِيَاءِ عَطَا.

پارِسُ ڏِنُمِ تو پِرِين، آدَمَ اڪسِيرا.

عِيسيٰ(٣) اِنَ اِڪسيرَ ڪان، ڪو قَدرُ ٿِيو ڪَرَمَا.

مُئا جِيا ٿي جَنهِ سِين، بوڙَنِ ٿِيو سُڦَا.

اَنڌَنِ پِڙ پِيُون اَکِيُون، ڪوڙهِيَنِ ڪوڙهه لٿا.

توڙي ڪين تَوراة ۾، تہ سُرڪِي سَمُوندا.

سُونهَ سِيائي يُوسُفَ جي، آثَرُ اُن عَطَاءَ.

ذرو زُلَيخا سَرِئو، اَحمَدَ تو عِشقَا.

بِهِشتُ اَنهِم(٥) بَحرَ ڪان، ڪَرَ بَرفَ بَحرِنَئَا.

دوزَخُ تُنهِجي دَرَ ٿِي، پِني پِيہنارا،

تو ري طاقت ناهِ تَنِه، جو ڪَانئي ڪُفَارَا.

---

(١) ڏس: ڪنجي (٢) ڏ ر س ل: ڏني (٣) س: عيسي ڪي (۴) اب جهہ ح ڏ ق م ن: انهين.

جَنّـَةُ تُنهِنجو جَلوو، نَظَرُ مِهَر مَنجهان(١).

(١) هن کان پوءِ حافظ حامد الله واري نسخي ۾ هيٺيون زائد سٽون آهن:-

مـبـصِـرُ بَـصَـرَ ۾ آئـيـو، انـڌو ابـصـارا.

روشن آبُ حيات جو منجهہ تاريڪي غارا.

ڪُلُ شَيءٍ فِي ڪُلَّ شَيءٍ، سَيَتِ سَيُڪِين آهِ.

جي دل دَلالت توکي، تہ عاشِق ابليسا.

صُنعَتَ صَانِعُ هيڪڙو، دُوئي دِليان لاَهِ.

واديَ وحدت جِي ۾، ڌي نِسبَت نِڪالاَ.

فَـلاَآنـسَـابَ بـيَـنَـهُـمِر، ڪُـوڙا سِـيَـاڪَـا.

وَلَـمِر يُولَد آدَمرُ چهـو، ۽ لَـمِر يَلِدِ عِيسَا.

اَلانـسَـانُ سِـرِي وَ اَنَـاسِـرهُ، آدَمرُ سِرّ خدا.

وَلِيَ سِڪَنِ واڻَ ڪِي، عَجَبُ اِسرارا.

اَحـمَـدَ ذاتِ اَبُـوجـهَـلَ جِـي، آزَرَ خـلـيـلا.

ڪَمُ ڪارِيندڙُ هيڪ ٿِيو، فَاعِلُ مَفعولا.

نَظَرُ نِرمَلَ نارِ ۾، ڪَيُو قهر مَنجهان.

آپَ، يُون عَرش، ڪُرسِي، ماُڙو، جِنَ، مَلَڪا،

تارِيَ تُنِهجي مُون پِرِين، هلَنِ هَميشا.

سَاجَنَ تُنهجي سوجِهري، لائِقَ لوڪَ تِيا.

تو پاڇوئي مُون پِرِين!، گُلَ ڦُلَ ڦُلارِيا(١)،

ڳُجَهَا پَڌِرا جي تِيا، ڪِ آجَا ڪين تيندا.

---

بقيه حاشيه (١) جهه: گلزارَيا

اَحمَدُ سوئي اَحَدُ تِئو، وِئو مِيمُ وِچان.

آنَا اَحمَدُ بِلا مِيمٍ: سَپِو فَرقُ فَنا.

ڪُلَ جو قَيدُ نفي تِئو، جزِئيَ جاءِ نَہ ڪَا.

اَلاِنسَانُ سِرِي وَ اَنَاسِره: سَپِو سِرُ وِچاءِ.

توکِي ڪَشفَ ڪَرامَتُون، يارو يقينا.

ڏِسِ ڏِسَڻَ کان ڏُورِ تي، اَڪِ آئيني پاءِ.

وَنَحنُ اَقرَبَ اليه مِن حَبلِ اُلوَرِيدِ: تو وَٽِ اوڏو آ،

اَصلُ تَنِ جو تُون پِرين، پيا(١) اوءِ تو(٢) پاڇويا.

مُون کي حَمدُ کُلَ جو، توکي حَمدَ لِوَاءُ.

تُون مُحمَدُ مُون کئو، وَڏِيَ واکاڻا.

الحمدُ لله تو ڏِيان(٣) عالَمَ کُلَ وِچان.

سَيِنِي لاَمُون لَـڏِيُون، پِرِيـن تـو پـاڙا.

نَحنُ اْلاَخِرُونَ اْلسابِقُونَ: توکي عَجَبُ عَطَاءُ.

کِينَ گهُرجي کين ٻيو، توکي پوءِ هِنِئَان.

فَصَلِّ لِرَبِّکَ

تَڏِهِ پَنهِجي رَبَ لاءِ، کَرِ تُون نَمَازا،

جانِبَ توکي جَنه ڏِنو، عِلمَ جو آصلاَ.

کَرِ عَبادَتَ اُنَ لاءِ نَہَ کَنهِ ٻي کَمَ لاءِ(٤).

کَمَ تُنهِجا تَمَّ ٿِيا، سَڀِئي سَرَآنجاما.

سِکَ مَنجهَان سَجدا ڏِي(٥) مَحضُ(٦) لَذَتَ لاءِ.

---

(١) اجهہ ر س ق ن ندارد: پيا (٢) اوء ٿيا. جهہ: پيا توء (٣) س: الحمد تو تو ڏيان (٤) ح: نہ کنه ٻي لاءِ؛ ق : نہ کنه ٻي جي لاءِ، ن: نکين ٻي لاءِ (٥) م: ڏئين (٦) م: ءِ محض.

بِئَنِ عِبَادَتَ ايريو، توکي ماکِيَ ساءِ.
ماکِي کائِجهي مهِيتَ لاءِ، ايرِيو لاءِ شِفَاءَ.
توکي نِينهُ نَمَازَ جو، جا مُون ڏِي(١) مِعراجا.
بِئَنِ سِکَ ثَوابَ جِي، عِبَادَتَ ويرا.
تُون آهيِين اَهلُ قُربَ جو، هوءِ آهِين اَجِيرا.
دائِيَ نِيّتَ پورهيو، مائِيَ ميٺُ وِياءِ.
وِينو وِيرَ حُضُورَ ۾، ڳُجهو مُون سِين ڳاءِ(٢)،
مَحضُ مَحبّتَ مُنهِجيَ، صِرفُ لَذتَ لاءِ.
پورهِي کارَڻِ سو پَڙهي، ۽ کَري عِبَادَتا،
جنَهِ کهي مَحبّت مَنَ ۾، مالِکَ خُورَ سَندِياءِ(٣).
توکهي اِي سَبِ سَرِيا، ڏِنئي ڏاتارا.
بَلکِ تُنهجيَ بُوءِ سِين، مُلکَ مَعمُورا.
سَيَتِ تُنهِجي سوجهرِي، لائِقَ لوک ٿيا.

(١) جهہ: مومن، هي سٽ س ۾ ناهي، (٢) ا ح ق: کاءُ، ح: کاءِ: م: ڳالهاءِ، ن: موسي کان
(۴) س: مال ک خور سنديا

تَذِهِين توکي ناهِ کو، تَنِين جو غَرَضَا.

مَحضُ مِنائِيَ مُنهِجِي، ڪارَڻِ مُون قُربا،

مُون سِين مُناجاتِ ڪَرِ، ۽ سَيِّئِي عَمَلا(١).

فَاَقِمِ وَجهَڪَ لِلدِّينِ حَنِيفًا: اِتِ ڪَرِ اوطاقا.

پَري(٢) ڇَڏِي(٣) سَڀِ پيچِرا، وَڏِي واٽَ لَڌِياءِ:

اِهدِنا اَلصِّرَاطَ اَلْمُستَقِيمَ: وِچان وِچَ وِڃاءِ.

وَحدَتَ لَڌِيَئِي واٽَڙِي، اَگهَيَئِي دوسَ(٤) دُعَاءَ.

جِيٺي ڏائي ڪِيمَ پَسُ، نَظَرُ پرين پاءِ،

ڇَڏِجُ تاتِ طَرَف جِي، بَرزَخُ بَهارا.

خَيرُ اَلاُمُورِ اوسَطُهَا، نُقطي ڪِجِ(٥) نَظَرَا.

وِچين وَنيو واٽَڙِي، اورِجِ اَحمَدَ شاهَ.

هِيَ واٽَ نَ واٽُنِ جهَڙِي، عَجَبَ جِهَڙِي آه.

سو پُنهُون، سو پِرِيتَمُ، سو وِندُرُ، سو(٦) واٽا.

---

(١) س: ۽ پيا سڀ عملا (٢) ا ج جهہ س ع ق م ن: پرين، ڏ: پر (٣) ڏ ن: ڇڏ (٤) جهہ س: دوست (٥) جهہ: کر (٦) س: سا

سوئِي پَسجہي، سو پَسَٽو، سوئِي پَسَڻ آهِ.

صُورَتَ ناهِ شُمارُ ڪو، هيڪڙِي حقِيقتَا.

اِهَڙِي واتَ عَقلَ ۾، مُوران تان نہ مِياءِ.

تو پَرُوڙِي مُون پِرِين، توکي مُبَارَڪَا.

اِن ڪُپيريَ ۾ ڪو بِئو، آيو نہ(١) آصلاً.

تُون هُئِين غافلُ غَيرَ كان(٢) تڏهِ سُڃَاتيئَي سَا.

وَ وَجَدَڪَ ضَالاً فهَدَي: ڪامِلَ تو ڪَرَما.

واتَ وِجايئي سُپِرِين، تَڏِهين واتَ لَڌِياءِ.

واڻُن وارا وِڄَ ۾، رُنداِئي(٣) رهيا.

آهي واتَ وِصالَ جِي، وَجَڻُ واتَ اِها(۴).

وَمَن يَعتَصِمِ بِاللهِ فَقد هُدِيَ اِلٰي صِراطٍ مُستَقِيمٍ:
تُنهجوئِي(٥) بَختَا.

دَعوي ڇَڏي دگُ(٦) لَڌوءِ،(٧) لَڌاءِ(٨) حِجابا.

---

(١) س: نہ هو (٢) ب: ڪنا (٣) س: روندائي (۴) ڏق: اها، ٻيا سڀ: هٿا (٥) س: تهجو اِئِي
(٦) اجهہ س: دنگ (٧) جهہ: لڌيُ، ح، لڌوئي، س: لڌءِ (٧) س: لَڌا.

سانگُ سَيوئِي(١) تو ڇَڏيو، ڪَنيئِي رَبَ رِضا.

تَڪِيي مَنجهِ تَسلِيمَ جي، وينيِن(٢) وَرِياما.

فَقرُ توکي فَخرُ ٿِيو، جِتان لَعلَ(٣) لَڌِياءِ،

اَمُلُ لَڌوءِ اَڻَ هُوندَ ۾، قِيمَتَ جَنهِ نَہ ڪا.

نالو مَتِسِ ناهِ ڪو، هَيئَتَ،(٣) هَڏِ نَہ ڪا.

ڪَنزُ مُشابِهُ "ڪِينَ" سين، پَرَ "ڪِينَ" مَ ڪَهُ تَنهِ ڪان.

سوڪِيندَڙُ، سو ڪاڄُ ٿِيو، سو پُڻهون سو ڪيچا.

ڏِنوءِ حَيرتَ(٥) ڏيہَ کي، سُورِهَ سَچارا(٦).

ڪاڏوءِ(٧) ڦَرُ فَنا سَندو، سُڪَرتَ شَرابا.

ٻُوءِ جهَمِ(٨) بادامَ جهي(٩) لکين(١٠) لَعلَ ڪيا(١١).

سو تو ڪاڏو ڪَلَ ري، ڪَلَ پُڻ تنهِ(١٢) ڪاڏِياءِ.

---

(١) ل: سيئي، هئي ساري سٽ س ۾ ناهي (٢) ا ب ج ح ڏ ع ق ل م ن: وينو، س: رهہ وينو (٣) جهہ ن ڪان سواءِ ٻيا سڀ: لال (۴) س: هيبت (٥) ب ڏ ڪان سواءِ سڀ نسخا: هيئت، س جهہ حاشيہ: حيرت (٦) ڏ: سچاٿا (٧) س: ڪاڏو (٨) ا: جهم، ب: جهجي، ڄ: جنهن ۾، جهہ س: جنه، ح: جهين جي (٩) ا ڄ: جبني، ب: جهڙي (١٠) ح: لکن، ل ن: لکي (١١) سواءِ جهہ ر ن جي، ٻيا سڀ: لال ڪيا، ڏ: لاڳ لڌا (١٢) ڏ: تو، ب ح س ندارد: تنه.

اِنَ ڦَرَ ڪاڙِي تو سَندا، سَيئِي ڏوهَ لَٿا.

اِنّا فَتَحنَا لَکَ فَتحاً مُبِيناً لِيَغفِرَ لَکَ اُللهُ مَاتَقَدمَ مِن ذَنبِکَ وَمَا تَاَخّرَ: مُحَمّدَ مُبارڪا.

فَـتحَ ٿِـي فِـراقُ لَـٿو، ويـرِي سَـبِ وِيـا.

اڳِيان پويان آحمَدَا(۱)، تو(۲) گُونَدرَ سَبِ گيَا(۳).

طَبعَ ٿُنهِجي تَمرَ ٿِي، قُوَتَ ڪَمَالا.

مُلڪُ تو ۾ مَحوُ ٿِيو، تُون عَالمَ اِمَامَا.

جَنِ ڏُکويو ڏِيلَ کي، سي دُشمَنَ دوسَ(۴) ٿِيا.

أسلَمَ شَيطَانِي عَلَيٰ يَدِي: ٿامو تو(۵) سونا.

تُـون ٿِـيـِن(۶) آبو عَالَمِين، عَالَمَ اِبـنَ سَنداءِ(۷).

مُلڪُ مَحڪُومِي چِـڌِي، رَسِيين(۸) رِياسَتَا.

هاٿِي(۹) مِڙوئِي مُطيعُ تو، تُون مِڙَنِي مَهدارا.

---

(۱) ب: احمد (۲) ب س ندارد: تو (۳) جهہ: گوندر سپ گيا، ب: گندر گوايا، ع: گندر غبارا، ر: گندر تو گيا، ڌ. گوندر گنوايا، ح: گندر توگوارا، س: گوقدر گوايا (۴) اجهہ ح ڏم: دوست (۵) س: ٿيو (۶) رم کان سواءِ ٻيا سڀ: ٿئو (۷) جهہ ڌ: تون ٿئو ابو عالم جو، عالم ابن سنداءِ، هيءَ سٽ س ۾ ناهي (۸) م کان سواءِ ٻيا سڀ: رسيون، س: رسئا (۹) س: هاٿ.

يُبَدِّلُ اُللهُ سَيِئَاتِهِمر حَسَنَاتِ؛ وَرِئو(١) صُلح واءُ.

كَندُون كِيرَ مِنا ٿِيا، جي مَرض ڪَرِيهَ(٢) ڪِيا.

كُلُ شَيءٍ هَالِڪٌ اِلاَ وَجهَهُ: سَيوئِي(٣) ماڪي ساءَ.

ڏُجَهڙَ مُئا، ڏُڪُ لَٿو، مِڙيو(٤) مَحبُوبا.

فَاينمَا تُوَلُوافَثَمَ وَجهُ اُلله چوڏِس چانُدوٽا.

جَرَ ٿَرَ(٥) تارا سِجَ ٿِيا، ڪَڪَ پَنَ ڪَوا ڪِبَا(٦).

دُنيا سَبِ ڪَوڪَبُ دُرِّي، مُلڪَ ٿِي مِشڪَاتَا(٨).

ذَرا سَبِ زُجَاجَ ٿِيا، سَيو(٨) ڏِيهَ ڏِيا.

ناهِ نِياڳو ڏِيهَ ۾، مِڙيو(٩) مُبارڪا.

نُورَ مَتاران(١٠) نُورُ پِيو(١١) ويترِ سوَّ وارا(١٢).

مُوران ناهِ مَقَامُ ڪو، اُيِيڪَ جِهڙِي جاءِ.

نُورٌ عَلىٰ نُورٍ: سَالِڪَ هَلُ سَدا.

---

(١) ل: واريو (٢) ق: ڪره (٣) ب جهہ ق: سيو، ڏ: سيئي (٤) جهہ ق: مليو س: مڙوئي (٥) ا ب ج جهہ ح ع ل: تر، ڏ م ن: تڙ (٦) جهہ: ڪوڪبا (٧) ڏ: مشڪا (٨) س: سيئي (٩) ا: ملئو، ج: مڙوئي، جهہ ڏ س ق ح: مڙئي، م: مڙيئي (١٠) س: مٿائي (١١) س ڏ ل: ٿيو (١٢) ب ق ن: سؤارا.

پَدَمَ وَرِهَنِ جي(١) پَنڌُ ڪَريِــن(٢) نُورِي(٣) نِظَارا،

تہ پِهري پَردي آهِينِ(٤) نُورَ مَٿي نُورا(٥).

يَاآهلَ يَثرِبَ لاَ مَقَامَ لکُم: ڪَنِ ڪِجُ قَانُونَا.

كُلَ يَومٍ هُو فِي شَانٍ: آپَرِ ٿِيا آسمَاءَ.

آلمَــاضِــي لاَ يــعُــودُ: جَلــوو جَدِيــدا.

جَنهِ سَالِڪَ پَاڻُ سَلبُ(٦) ڪِيو، ڪَسرَ(٧) ڪِي
ڪايا،

تَنــه هَــلَــڻُ هَمــيــشهَ آئِيو، مُــور نہ مَقَامَا.

مَلَڪَ مَقَامِي ماڳَ ۾، سالِڪَ مَنجهہ سَفَرا.

مُسَافِرُ مَسجُودُ ٿِيو، مِڙَني مُقِيمَنِ لاءِ.

آڳي ابنُ اُلسبِيلِ جي، پَرورَ ڪِي پَرنَا(٨).

و اُبنُ اُلسبِيلِ قُرآنَ ۾، سمجهِي ڪَرِ صَحيَا.

مَحَبتَ مُسافِرَ جِي، اُهجُ اِيمَانَا.

---

(١) ا ذ ق ن: جو (٢) اب جهہ ح ڏ ر ع ق ل م ن: ڪري، ج: ڪرين، ڏ: ڪريِن (٣) س: نوڙي (٤) ب ذ: آهي، جهہ: آهن: س آهيِن (٥) هن ڪان پوءِ جيڪي سَتر حجاب يا پردا آهن، انهن جو بيان هئڻ گهرجي ـ شايد اهو بيان سيني موجود نسخن مان حذف ٿي ويو آهي (٦) ا ب ج ح ڏ ر ق س ل م ن: ثرب: ج : شرب. ع: شرب (٧) جهہ: ڪثر (٨) ل: پرياء، س: پرنا.

مَن كَانَ يُؤمِنُ بِاَللهِ وأليَومِ ألآخِرِ فَليُسكرِم ضيفهٗ:
اَتِکَلِ اتِ کِجاهُ(١).

اَکرِمُوا اُلضَّيفَ وَلَو كَان كَافِرًا: عَجَبَ(٢) آڳي جا.

وَأنحَر

كامِلَ كاتِي پانِهجي، هاتِکَ ڇَڏِ مَ هَٿان.
جيکين تو آڏو آڇيي، هَلَندي حَبِيبَا،
اَنِکَ وِجهي واٿ ۾، کَڏِهِمِ کَنهِ طَرَحَا.
تَہ وَلدُ(٣) ويرِي آهِ سو، بَقِيو مَنجهِ بقاءِ،
تِرُ مَ تَرسِجِ تَنه کَنا، پَهسُ كاتِي پاءِ،
كاتِي ڇَڏِ مَ(٤) کَڏِهِم(٥)، هَٿان هَٿِيارا.
اَلوُضوءُ سِلاَحُ اُلمُؤمِنِ: حَدَثُ حَراما،
حادِثُ ڇَڏِمَ هِيين ۾، جُنُبِيو هِتِ نَہ جڳاءِ.
وَاُذكُرِ اُسمَ رَبِکَ وَ تَبتَّل اَليه تَبتِيلاَ: جَڳَ كان ٿِيُ جُدا.

جان وَنِتوءِ(٦) اِسمُ اَللهَ جو، تان سَيئي سگَ وِجاءِ.

---

(١) س: جڳاء (٢) س: اي عجب (٣) جهہ حاشيہ: وِيَ (٤) س: مڇڏج (٥) اجهہ ذ ق م ن: کڏهين، ب کڏة (٦) س: ونتئي.

ماشَغَلکَ(١) فَهُوَ صَنَمُکَ: بُتَ کي ڏي تون(٢) باه،

سَيئي هورَ هيين سَنِدا، بِي شَکِ بُتَ ٿِيَاءِ.

جن هورُ ڇڏيو تن حَقُ ڏِنو، راحَتَ راجُ رِضَا.

رَضِيَ ٱللهُ عَنهُمَ وَرَضُوا عَنهُ کَنِين جو کَرمَا.

خَطَرَا سَبِ خَاطِرِ جا، نَندِا توءِ وڏا.

آهِن مِثِلِ أنن(٣) جـِـي، هـوتـنِ حـجـاباَ،

لاَ تُفَتَّحُ لَهُمَ اَبوابُ ٱلسَّماَءِ وَلاَ يَدخُلُونَ ٱلجنّةَ

حَتّي يَلِجَ ٱلجَمَلُ فِي سَمِّ ٱلخِيَاط: کُهجُ سَي کَرَها.

جمَلُ ماري ماتُ کَرِ، تِي ڏَٺَ ري ڏٺارَا.

آنو(۴) پهَرَ آنَ هُوندِ سين، هوئِجُ هُشيَارا.

آهي اِنَ آجرَ جو، ويرِي وُجودا.

وَسَ ويرِياٿِي تو(٥) سَندي، أسهُ آرِيَ(٦) ڏانهَ(٧).

---

(١) جهہ ڏ س: ما شغلک عن الله (٢) هيءَ پڙهڻي ق جي آهي؟ ٻين ۾ "تون" کانهي، ١: بتن کي ڏي؛ جهہ ڏيين: ب ح ل ۾: ڏيئي: س: بت کي ڇڏيجاءِ (٣) ل: ان، ق ن. انهن (۴) اڌم: انئي (٥) ب جهہ س کان سواءِ ٻيا سڀ نسخا: تنه (٦) ع ل م ن کان سوآءِ ٻيا سڀ: آري (٧) هي ست الف ۾ ناهي.

جَمَلُ ماڙيِ جان ڪان، نَفيَ سِين ڪَرِ ناهِ.

هتِ(١) جَنِ اَڱڻَ آهيڙينِ جا، هُتِ سڀِ سَنگهارا.

واهِيِ وَتَنِ(٢) ڏَڻَ ڏَڻِي(٣)، واهِيَنِ ڏَڻَ ڪِيا،

سچو واهِي سو تِيو، جنهِ گهرَ ۾ گهيٽو ناهِ.

ٻِئَنِ سڱُ سَنگهارَنِ سِين، ٿورو گهٽو آهِ(٤).

اِحفظِ اَلله يحفَظڪَ: واهِيَنِ واٽ اِهيا(٥).

جـِي ري وَجهَ واهِي تِيا، ڪُنَائُون ڪَرهَا،

سُجَ ۾ سڪَنِ شِڪَارَ ڪي، سي جِيرائِي مَرهيا.

لاَ خَوفٌ عَلَيهِم وَلاَ هُم يَحزَنُونَ: مُفِلس مَأمُونَا.

کِهڙو سُورُ(٦) ڪَلاَسَنِ(٧) ڪي، وَنهيَنِ(٨) وَهلُورا.

گُهَمنِ بَقَاءَ جي باغَ ۾، فَنا فَيضِ وِڌا.

خَطرو هِيُون خَرابُ ڪَرِي، دِل ويرِي دَردا.

---

(١) ق م ن ڪان سواءِ ٻين سڀني نسخن ۾ "هت" ناهي (٢) ح: آهي تن، ج ندارد: وتن (٣) ڏ: ري (٤) هي سٽ ب ۾ ناهي (٥) س: ايها (٦) ج: ڏوه (٧) ا م: ڪلاسين، ج ڏ: س ڪلاس (٨) ا: واهين، ٻيا سڀئي نسخا: وهين.

اَلهَـمُ نِصـفُ اُلهَـرَمِ(١): گُـونـدَرُ گُـنـاها.

دَردَنِ جـڀـي دريـاهَ ۾ تُـرَهـو تَـوَڪّـلاَ،

گُوندَرَ سَبِ گوشـڀـي ڪَرِي، پَرَٽِچ پاڻُ خُدا.

قُلْ اِنَّمَايُو حَي اِلَيَّ اَنَّمَااِلهكُم الهٌ وَاحِدٌ: "لاَ" سِين سبِ لُڙهاءِ(٢).

آنَدرِ رَڪُ مَ مُورَهِم(٣) مَگَر مَقصُودا.

سَدُون سَبِيَ(۴) صاحِبَ رِي، ڦُوڪُون ڦُلهارا.

اَلـدُّنـيَـا سـحـرٌ: عـالَـمُ بـازِي يـانءِ.

آهِنِ خَيلَ خَيالَ جا، عالَمَ آطوَارا.

اِيَ پَرِ پَسِي ڪيترا، هِرڪِيا(۵) هَزارا.

ڳُڙَ ڳُرهَڙِيَ تن ڪان(٦) لڪايو(٧) وه ساءُ.

مَڃُڻ پُلجِين(٨) مُون پِرِين، چَشمَ بَندِيَ چَاه(٩).

وَلاَيَغُرَنَّكَ تَقَلَّبُ اُلَّذِينَ كَفَرُوا في اُلبِلاَد: سُڃَ ۾ سڪ(١٠) ٿِيا.

---

(١) ا ب ر م: الحرم، ح ع ق ل ن: الحرام (٢) جهه ڌ: لڙاءِ (٣) ا ب جهه ح ر س ق م ن: مورهين (۴) س: سِبِيئي (۵) ب ڄ جهه ح ڌ س ق ل م: هرڪيا (٦) جهه حاشيه ۾ س ع: ڪي (٧) ڄ ڌ: لڪايو (٨) س: پلجي (٩) ا ڄ جهه ع ق ل م ن: چاءِ، ڌ: جا، ر س : چاءُ (١٠) س: سهڄ.

(وَمَا ٱلحَيَاةُ ٱلدُّنيَا) اِلاَّمَتَاعُ ٱلغُرُورِ(١)؛ بِهِشَتُ دوزَخَ ڏانه.

دُنيَا بِهِشتُ دَجّالَ جو، ڦاهِي فِرعَونَا.

نارِ فَقرُ نِمرُود جو، خوشِ ٿِي ڪَنُ فَقرا.

اِيَ ڳُجهَارَتَ ڳُجهِي گهٽو، پَڙهي(٢) پَروڙِجُ سا(٣).

هَلِج هادِيَ سَامُهُون، فَقرَ فاقي ڏانهَ.

پَرورَ پُڄُ ۾ پَهر ۾، نِڪرُ هِنَ نِجهرا.

سُڃَ ۾ آتِي(٤) سُپِرِين، فَنا ۾ فَيضا.

سالِڪَ چِذِمَ سَدَڪا، هِيين ۾ هيڪڙِيا(٥).

دُنَيا رکُ مَ دوستِي، اُتَلَ(٦) چِڏِ عُقبَا.

ڪلمِي سِين ڪاٽِي وجهُ، جيڪِ ربَّ سِوا.

اَلڪَونَانِ حَرامانِ عَلىٰ اَهلِ ٱلرَّحمَانِ؛ مردَنِ مذهَبَا.

نَحرُ ڪَرِ تہ نُورُ پَسِين، نُورُ پِرِي(٧) نحرا.

---

(١) جهہ س: فانها متاع الغرور (٢) ا ب جهہ ح ر س ع ق ن: پرين (٣) م: پروڙجاء (۴) ب ڄ جهہ ح ڎ ق: اٿي (٥) جهہ س: هيڪا، ق: هڪڙيا (٦) ب ح ڎ ر ع ل ن، اٿل: جهہ: اٿڪل (٧) ا ح ڎ ر س ع ل: پري، ب: پري ڪان.

نَحرَ ڏاران ناهِ ڪو، ڪُهَڻَ ري قُربا.

وَمَا اكَلَ اُلسَّبُعُ الاَّ مَا ذَكيّتُمِ: ڪُنِي حلاَلا.

مرُونءَ /مَارِي، لَٿِ مُئِي، ڪِ وِڙهندي وِيُسِ ساهُ،

ڪِ اوهَڏِي اوهَڏَ مِ، سا سَڀَ مُردارا،

ڪاتِيَ وِجهُ مَ ڪَڪِرو ڪُهَڻَ ڪَرمَ پاءِ.

دوسَ مَ رڪِجُ ڏمڙِيَ، سُورِهَ سِينءَ(۱) سِياه(۲).

اُلدّرهَمُ ڪيٌ و اُلدّرهمَان ڪيّان: ٻَرِ ٻَر گهٽيرا.

هٰذَا مَا ڪَنَزتُم لاَنفُسڪُم: نحرُ نَفسُ يانءِ(۳).

وَمَن يّتوڪّل عَليَ اُلله فَهُوَ حَسبُهُ: وَٿُون سَڀِ وِجاءِ.

ڇِڏِ لاڳاپا لوڪَ جا، ڪَنهِ مِ حاجَ نہَ ڪا.

وَاهجُرهِمِ هَجرا جَمِيلاً: ڪَنهِ ڏَرِ پيرُ مَ پاءِ.

ڏڏِي ڏاران ڪِيمَ رڪُ، رَتِي رعَايَتَا.

ٻُرجُ ٻَروَرَ ٻُٺِ مِ، جو سَندو تو سَدا(۴).

---

(۱) جهہ: لاءِ (۲) جهہ س ق م ن: صباح (۳) ا: نظر نفس وجاءِ، ب ر ق ل م ن: پاءِ، پيا سپ: پاءِ (۴) ا جهہ س : سدا تو سندا.

وَلاَ يَخَافُونَ لَومَةَ لاَئِمٍ: مَقصَدُ رَبَّ رِضَا.
جي لوڪُ سَيوئي لُوهَ(١) آڇي(٢)، نہ توکي(٣) کوهُ کندا.
قُل إِنَّ اُلاَمَر کُلَّهُ ﷲِ: تَنِين وَسِ نَہ کا.
جي تو چُونِ(٤) پُلِيو، ڪِ مُوڙهو مارگَ تان،
کِلَنِ تُنهِجي طَورَ أتان(٥)، پاڻُ پَسَنِ دانا،
اِنّ اُلَذِينَ أُجرَمُوا کَانُوا منَ اُلَذِينَ آمَنُوا يَضحکُون:
کَن گِلا گُفتارا(٦).
تُون(٧) وَرنَہَ کَرمَ وَسوَسو، کَمَ قادِرَ تہي پاءِ:
وَذَرنِي وَاُلمکَذّبِينَ أولي النّعمَةِ: اسِين أنِ گَذبا.
وَلقَد کَذّبَ اَصحَابُ اُلحجرِ اَلمُرسَلِينَ: حِجرُ حِجَابا.
وَمانَرَاکَ اتّبَعَکَ اِلاّ اَلذِين هُم اَرَاذِلُنا بَادِيَ الرّأيِ:
آگهِيا اَبوجها.
ڌاهنِ ڏُکُ پِرائِيو، يورَن يالَ ٿِيا.
تُون پُختو پَنِهجي کَمَ ۾، هوئِجُ هَميشاهَ.
جَنِ کَميٺَن قَطعُ کِيا، پَيوند پِرتِ سَندا،

---

(١) ب س: لوءِ (٢) جھ: جو، ر: ٿيي (٣) ر جي پڙهٽي، ٻيا سڀ: تو (٤) جھ: چون س: توکي چون (٥) ب: اتي، جھ تان: (٦) س: کن کز کلاما (٧) س : تہ.

تہ لاَمُون سُڪَنيُون(١) وَڄَ ري، تُون گوهَرَ غمُ مَ
ڪاءِ.

پاڙُون تو پانارَ ۾، ميوا آيَ مَٿان.
جيڪي ڪَندا چَٽِيا(٢)، تَہ ڪِهڙو اوسيڙا(٣).
أَصلُهَا ثَابِتٌ وَفَرعُهَا في السَّمَاءِ،پُختِي تو پاڙا.

اِنّ شَانِئَڪ هُوَ اُلاَبترُ

جَنين تو سِين نہ وَٽي، توتي(۴) مَنورا،
توڙان: تُنهجي رَوِش ۾، راضِي جي نہ رَهِيا،
ڪونه اَصلُ أنِ جو(۵) بيخَ نہ بُنَيادا،
آبترَ آيَاڳا ٿِيا، خَالِي خَيرَ ڪَنا(٦)،
ناهِ پاچاندو وَڄَ تَنهِين(٧) جَنِه(٨) بيخ نَہ بُنيادا.
آصلُ عَالمَ تُون ٿِيو، چِنا توهِم(٩) ڪان،

(١) ا ب ڏ س: سڪنديون، ب جهہ ق م ن: سڪيون، ڄ ح : سڪٽيون، ر: سڪنيون، ع سڪتيون، (٢) جهہ: جيڪي ڪندا چٽرون، ا: جيڪي تو ڪندا چرئو (٣) م: اوسيڙو آه، هيءَ سٽ س ۾ ناهي (۴) ل: توٽي (۵) س: تن (٦) هي ٻئي سٽون ڏ س ۽ ل ۾ ناهن (٧) ب: تنه، ڄ ر ع: تهم (٨) ا: جهم، ڄ ع: جهم، ح: جنهين (٩) ا ب جهہ ح ڏ س م ن: توهين.

آبتَرَ(١) اُهيئِي ٿِيا، جي پاسي پاڻيَ ڪان(٢)،

ڪَندا پِياري ڪونَ ڪو، وِراهي وَڻَ ڪان،

وَصلَ سَبَبَ وَڻَ جهي، پاڻِي پِيَنِ ڪَندا،

جُہ(٣) سي تَنهِين وَڻ(٤) ڪان، ڇجي ڏار ٽِٽَا،

يا سيپئي سيلَهہ سي، سُڪَن(٥) وڻ(٦) سببان،

تَہ ڪَهِڙو تَڪيو تـنِ جو، ڏاران ٽَنُورا؟

پِرين تُنهِجي پَرِ ۾ راضي جي نہ رَهيَا(٧)،

سي دوسَ(٨) تُنهِجي دَرَ ڪان(٩)، ڏِڪجِي ڏَارَ ٽِيا.

جَن توکي پُليو پانئيو، پُليا سي ڇَپبا.

اوءِ آهن اَنعَامَنِ(١٠) جِنءَ(١١) مِرُنِ جي مِثلا(١٢)،

اُولِئڪَ ڪَالاَنعَامِ بَل هُمہ اضَلّ سَبيلاَ: قادرَ ڪَلامَا.

---

(١) ا ب ڄ: ابتڙ (٢) هيءَ سٽ ح ۾ ناهي (٣) ڏ: جي (٤) ڄ جهہ ڪان سواءِ ٻيا سڀ: تنه وڻ: ر: جي تنه وڻ (٥) ب جهہ ح ن: سڪڻ (٦) ا جهہ ر: وڏڻ. نوٽ: هي پڙهڻي ق جي آهي، ٻين نسخن ۾ انهن کي ملائي هئن لکيو ويو آهي: جہ سي تنه ڪان ڏار ٽيا. سڪن وڻ سببان (٧) هي ٻئي سٽون گڏجي ل ۾ هن طرح لکيل آهن: پرين تنهنجي در تان ڏڪجي ڏار ٽيا، (٨) ا جهہ: دوست (٩) ا ڄ جهہ ر س ق م ن: تان (١٠) ا: ابهامن (١١) ڏ: ۾. س: اوءِ آهين مثل انعامن جي.(١٢) س: مرن مثالا.

جھي تو ماريھن تَنِ کھي، تہ توکھي مُباحا،

فَاقتُلُوا اُلمُشرِکِينَ حَيثُ وَجَدتُمُوهم: شاهِدُ قُرآنا.

بَلکِ واجبُ اي(۱) ٿِيو، جن هَڙکِيا(۲) سِيَارا.

وَ إِنّ اُلکَافِرِينَ لاَ مَولِيَ لَهُم: کونِهن ڏٺَارا.

وَيَقطَعُونَ مَا اَمَرَ اُللهُ بِه اَن يُوصَلَ چِڄِيُ ڌارَ ٿِيا.

فَاقتُلُو هُم حَيثُ وَجَدتمُوهُم: ماريو(۳) مَردُودا.

مَولِيَ جي مَحبُوبَ کان، جَنِين مُنهَ ڦيرايا(۴)،

ماڙُهون(۵) مُورِ نہ هُونِ سي، مِرُنِ ماڳِ ٿِيَا.

وَحشِي يَجَنِ مَاڻُهنئُون(۶) وَحشِي سي چَئِبا.

مارَڻُ تَنِ مُباحُ ٿيو، وَحشِيَ جي حُکمَا

کَاَنَّهُم حُمُرٌ مُستَنفرةٌ فَرّت مِن قَسورَة: اِنهِم(۷) پارَ پِيَا.

هَکَلَ هادِيَ تَنِ کي، کَرَ آسَدَ آوازا.

---

(۱) ا ع: ا ي، جهہ: اين ء، ڌ: ايني ء (۲) ل: هرکيا، س: ڇرکيا (۳) ب ح س: مارهو (۴) ح م کان سواءِ ٻيا سڀ: ڦريا (۵) ب: مارهو، چ ع ل: مارو (۶) ب: ماڙهنئو، چ: ماڙنئو: ح: ماڙوئن کان، ڌ: ماڻهن کان، ر ع: مارنئو، م: ماڻهئين (۷) ا ب جهہ ح ڌ س ق م ن: انهين.

يَجۡعَلُونَ اَصَابِعَهُمۡ فِي آذَانِهِمۡ مِنَ اَلصَّوَاعِقِ حذَر المَوتِ: اَصلَ سِين(١) عَاقَا.

سَنيهِي(٢) سَاٿيهَ جو(٣)، يَانئِنِ عِزرَائِيلا(٤).

لَيليٰ مِنِي مَجنۡبي گَڏهَنِ گَڏه سهُاءِ.

آمُلَ سِکَنِ آدَمِي، کَنگَ(٥) کُرڙي لاءِ

جَنِ پِرتِ تُنهِجِي پَرسِين(٦)، پُنِي تو پُريَا،

مَذهَبُ وَنِي مُحَمّدِي، راتوَ ڏِينهَ رَمِيَا،

تَوَکّلَ بَڌِي تُرَهو، سَمُنڊَ سِيرَ گهڙِيا،

وَحدَتَ(٧) سَندِيَ وِيرِ(٨) ۾، ٻُڏَنِ ڍور ڍِگا،

اُنِ کي مَوتُ نَه مُورِهِمۡ(٩) جانکِيتان جِيرَا(١٠).

آبتَرَ عَدُوَّ تُنِهجا، جَنِ جِي ناهِ بَقَاءَ،

مَذهَبِي مَحبُوبَ جا، اوءِ(١١) پڻ مَحبُوبَا،

يُحبِبكُمِ اَللّٰهُ وَيَغفِر لَكُمۡ ذُنُوبَكُمۡ: هيکَڙو ٿِيو حُکمَا(١٢).

---

(١) ع ق م ن: سي (٢) ا ج جهه ذ ق ف ن: سينهو (٣) ح ر، جي (٤) س: عزازيلا (٥) جهه ح ر ع ل م ن: ڪانگ (٦) ب: مون پرين، ڌ: پر ير (٧) ب جهه ح ذ س ع ل: واهيت (٨) ب ح: ويڙ (٩) ا ب جهه س ق م ن: مورهين (١٠) هي سٽ ذ، س ير: هي (١) س: اوهي (١٢) جهه: هيڪڙو ڪ ا.

پَرِ چَڏيائُون پانهِجي طَبعَ تدبِيرا،
مَحوُ ٿِيَا تو مُشڪَ ۾، تُنهِجِيَ طَبِيعَتَا،
تُنهجِي وَٽِي، تَنِ وَٽِي، تُون تَنِ اِمامَا،
هِيُون سَندُنِ هيڪُ ٿِيو، تُنهجي رَنگِ رَتَا.
جُسَنِ(١) جَجهائِي ڪِيمَ پَس، پَهُ پائِي(٢) پُرسا
حالُ تَنِين جو هيڪُ ٿِيو، پِرتِ پَڪَا پُختا.
گهوڙا(٣) ڊِڳِي هيڪَڙِي، هَلَن نہ هيڪاندا(۴)،
سَهسين سُورِهُ هيڪَڙو، پر هيڪُ نہ پِئِي(٥) پُنيان.
فَنَا سَندي فَنَ جو، اِهو(٦) اُهياٽا.
پَهران ڏِسجَنِ بہ جَٽا، هِينِ ۾(٧) هيڪُ ٿيا.
سوئِي هنيڙو(٨) هارِيِنِ، سوئِي لُهارا،
مِڙَنِي پَهُ پيتَ جو، مانِي مَقصُودا(٩).

(١) س: حسن (٢) ب ڄ جهہ ح س ق، پِائي (٣) ب: گهوڙي (۴) هيءَ سٽ س ۾ ناهي (٥) ا ڄ م: هيڪ نہ پِي، ب ح ن: هيڪ پِي، جهہ: هڪ پِي، ر ع: هيڪ نہ بي، ل: هيڪ نبي (٦) هي سٽ ڏس ۾ ناهي (٧) س: آين (٨) س: منجهہ هين (٩) س: هنيون (١٠) س: مقصد ماني لاءِ.

سُنهِٽي ڏِيلُ ڏمَ وَتِ، مَنُ مينهُنِ ميهارا(١).

ڀَنهجِي ڇڏِي ڀَرَ تِيَنُ، اِهيو فَنٌ فَنَاءَ.

جَنِ مَنٌ مُحَمَّدَ گَڏِيو، تَنهِجِي طَبعَ تِيا(٢)،

سڀي مِثلِ مُحَمَّدَ ڄامَ ڄي، جانکِيتَان جِيندا.

وَالسَّلَامُ عَلَي مَنِ اتَّبَعَ الْهُدَي، اوءِ هاتِکَ حيَاتا.

کِهَڙو هورُ هِيين تنِين، جَن مَولو مَقصُودا؟

آبتَر عَدُوٌ محمّدي، ٻيا سڀ سياڳا(٣).

فَهل يُهلَکُ اِلاَّ القَومُ الفَاسِقُونَ: مَرَن مَردُودا(٤).

جَنِ طَبعَ مُحَمَّدَ ناهِ کا، نَہ اِلهِي عِشقا(٥)،

اوءِ(٦) اوڏا تِيا اِبلِيسَ کي، تَنهِ جي طَبِيعَتا،

مَنَ ۾ مَحَبَتَ مال جِي(٧)، وِجهلَنِ وَڏِنءَ(٨) لاءِ،

جو آهي کُفرَ قاعِدو، اِبلِيسِي آصلاً.

---

(١) ا ب ڇ جهہ ح ڏ ع ل م: مهارا، س من وٽ مهارا (٢) ب: طبيعتا (٣) هيءَ سٽ فقط س ۾ آهي (۴) س: موت انين کي آه (۵) س: نہ هيين ۾ عشقا (٦) س: سي (٧) س: سين (٨) ا جهہ: وڏائي، ڏ : واڏوءَ، س: وڏءَ.

حُبُ اْلمَالِ وَاْلشرَفِ اَفسدُ لِلدّينِ مِنَ اْلذئبِ لِلغنَمِ: حَدِيثِي حُكما.

اِزهَد فِي اْلدُنيَا يُحِببكَ اللهُ: اِي جَنه اُهجَاڻا.

پِرتِ ڏِينهُون(١) پانهجِي، هَلَڻُ هَميشاءِ(٢)

مَولِيٰ مِڙَنِ نَصِيبُ ڪَريين، مُحَمّدَ مذَهَبا(٢)

رِضَا(٣) راهَ پَسائِيِن، تہ لوڙِيهون(۴) تو لِقاءَ!

هِنيَڙو حُجري نِينهَ جِي، پاڙي پِرينءَ رَهاءِ!

هادِي وقتِ هَلَڻ جي، ڪَلمو قَلبَ ڪَهاءِ!

لآ اِلهَ الا اللهُ مُحَمّدُ رَسُولُ الله ﷺ

---

(١) ب: ڏجاهون، جهہ: ڏهون، ح ڏيهين، ر: ڏيئو، ع: ڏيهر (٢) هي ٻئي سٽون س ۾ ناهن
(٣) جهہ ڪانسواءِ ٻيا سڀ: آڳا رضا (۴) ب ح ڏ ق: لوڙيون.

بسم الله الرحمن الرحيم

# تفسير سنڌي قل هو الله(١)

## قُل هُوَ اُللهُ اَحَد

(مُحَمّدَ! چَوُ مَاڻهن کي، جي وَصفَ رَبَ پُڇَنِ):

(تہ آللهُ جَنه کي پوڇيو، سو هيڪ ئي هيڪ چون)،

(هيڪڙائِي وَصفَ تَنهِ، اِيَ وَصفَ ناهِ ٻينِ)،

(ٻيا سَڀ ٻيائيءَ ڪَنان، خالي ڪِينَ هُئَنِ(٢)).

هيڏو، هِهڙو، هيترو، قادِرَ ڪيمَ چَوَنِ،

آهي پاڪُ مَڪانَ کان، پڻ ڪَنان (٣) طَرَفَنِ(٤)

جيڪِين(٥) اچي عَقلَ(٦) ۾، پاران صُورتُنِ،

سو(٧) سَڀ جوڙَ جَبّارَ جِي، پاڻَ پري کان تَنِ.

(١) ن مطابق، ا: سنڌي قل هو الله، ج: سنڌي قل هو الله واري؛ ح: سوره قل هو الله، م: سور. اخلاص جو تفسير، هي ڪلمو جهنڊي واري نسخي ۾ ناهي (٢) هي سارو ڪلمو ڏ نسخي جي مطابق آهي ڇاڪاڻ جو ان ۾ ٻين سيني نسخن کان زياده سٽون آهن، جي ڏنگين لِيڪن اندر ڏيکاريون ويون آهن. ٻهريون چار سٽون ٻين نسخن ۾ هن طرح ٻن سٽن اندر سمايل آهن: محمد چؤماڻهن کي، تہ هن ٻر ڳالهہ ٻڌن: الله آهي هيڪڙو، جهڙو کو نہ کهن (٣) ڏ: کان (۴) ب: اطرافن (۵) ڏ کان سواءِ سڀ نسخا: جيڪا (٦) ب: صورت (٧) ڏ کان سواءِ سڀ نسخا: سا

وَحدَہُ واحِدُ ڏٺي، منجھہ ذاتِ ۽ صِفَتُنِ.

ٿوڪ چَئِبو تَنہِ کي، پَرَ نہ جھو ٿو ڪنِ.

(ذاتِ تَنہِ جِي ٿوڪ ھڪ، گھٽا مُورِ نہ ھُونِ).

(جنين ٻہ ڪِ ٽي چيا، ڀُليا سي چئجنِ)؛

(ٻِن کان يھودن چيو، ٽِن کان نصارَنِ)،

(مُسلِمَ چون ٿوڪ ھڪ، قابِلُ ڪُلّ صفَتنِ).

(اِنَ ري ناہِ اِلٰہُ ڪو، جو صاحبُ ڪُلّ سَگھُنِ).

(ماري جِياري خَلقَ کي، خَلقي رِءَ غَرَضَنِ).

(اِيَ وَصفَ ھيڪڙي، ٻي کي ڪامَ ٻُجھَنِ)،

(ٻئن لاءِ ٻُجھن جي، ڪافِرَ سي ٿينِ).

(اِنَّمَا الھُکمُ اللہُ وَاحِدُ، پڙھي پَروجھنِ).

(جنين بُتَ اللہَ چَيا، عقلُ نہ آھي اُنِ).

(افَمَن يَخلُقُ کَمَن لاَ يَخلُقُ، قُدرَتَ ناہِ بُتَنِ).

(اللہُ چئجي تنہ کي، جو ڪامِلُ قدرتنِ).

(اِيَ وصف آهي الله ۾، ٻي ۾ هڏ نہ ٻُجهنِ).

(عِبادَتَ الله کي، ٻي کي ڪُفرُ ٻُڏَنِ).

(جنين پُوڄيا ٻُتَڙا، ظُلَمُ ڪِئڙو تَنِ).

(خَلقَ پُوڄَڻُ، خَالقُ ڇَڏَڻُ، وَڏو وِنگُ ڇَوَنِ).

(اِنَ الشركَ لَظُلَمٌ عَظِيمٌ: پُوڄَا پَرورَ ڪَنِ).

(رُجُوعُ گهُرجي رَبَ ڏي، جو خلقيندڙ تنِ).

(يَا اَيُهَا اُلناسُ اُعبُدُوا رَبَكُم اُلَذِي خَلَقَكُم وَ الَذِينَ من قَبلِكُم: سَنِهيا سَجَڻَن).

(مَلَڪَنِ سجدو جو ڪيو، سو امرَ ساڻ چَوَنِ)،

(ڪارَڻِ رِضَا اللهَ جي، آدمَ ڏانه نِمَنِ).

(آمرَ ساڻ سلامُ ڪَري، شهزادو شِيدِينِ)،

(عاقِل اِنَ سَلامَ کي، سُلطَانِي سَمجهَنِ).

اَللهُ اُلصَمَدُ

مَولو آهي مَنَ گهُريو، حاضِرُ ڪُلُ هِنيَنِ،

(مِنو هيڪُ مُون ڏِٺي مَنَ گهُريو ڪَان مَخلُوقَنّ)،

(سَبَ ڪنهن ڪم ڪريم سان، ننڍين ۽ وڏن)،

سَيَئِي طَالَب تنهِ سَندا(١)، ٻُجهَنِ جي نہ ٻجهَنِّ،

وَلَهُ الحڪمُ وَاِليه ترجَعُونَ: مُؤمِنَ مَرُ سَمَجهنِ.

(جيڪين گهُرن جِتَهين، سو سڀ ربّ گهرنّ).

(لاَ مَڪَانِيءَ لاءِ ٿا، منجهہ مَڪَانَ وجن).

(سَفَرُ ڪَن صُورَتَ ڏي، مَعنيٰ اتن مَنِ).

قادِرَ ڌاران ناهِ ڪو، آثَرُ ڪَنان آثَرَنِّ.

(جَنهِ لَءِ ڪجن ڪَمَڙا، صورت سو مَ پَسَنِّ).

(سِيَ سڀين سَهسين سوڙِ ۾، هَزارين هُڙڪَنِّ).

مِڙَئِي(٢) مُحتَاجَ تَنه جَا، ٻِاڻ نہ سَندو تَنِّ،

صَمَدُ آهِي سَيَنِ جو، مَقصَدُ مَخلُوقَنِّ.

(سين مولو من ۾، تنهنجي طلب تن)،

---

(١) ڏ: طالب سڀ تهنجا (٢) ڃ ح ع ق ن: مڙيئي.

(پر جن ڇاتو سي ڄام ٿيا، پرپر لاءِ پين)،

(مَن کَان في هذه اَعميٰ فَهُو في الآخِرَةِ اَعميٰ:
لوچي مَرُ لهن.

لَم يَلِد وَلَم يُولد

نَڪين ڄَڻي مُون ڏِٺي، نَڪين ڄائو ڪَنِ،

(جو اوّل آهي ڪل جو، تنهن کي ڪير ڄڻين؟)،

(سو ڪينءَ ڄَڻي ڪنهن کي، جو آخر سندو
سين؟)،

(هُوَ الاوَلُ وَالآخِرُ، وِيَمَ واٺ نہ چون).

(عجب آهي مون ڏٺي، جامع اضدادن).

(آڻ ڄڙُنديون اُنَ جوڙيون، جي مشڪل مخلوقن).

(اول آخر مون ڏٺي، پيا سي بندا هُوَنِ).

عِيسي عَبدُ اللهِ جو، پِؤُ ري پَيدا چَوَن(١)،

آمرَ ساڻُ آلله جي، سِرجِيو سو جاڻنِّ(٢)،

جَنِين چَيو پُٽُ اُن جو، ڪَفرُ تِيو (ئي) تَنِّ(٣).

---

(١) ل: چون (٢) ب: سي چون (٣) ڏ: ٿيي تن

## وَلَمۡ يَكُن لَّهُۥ كُفُوًا أَحَدٌ

ڪونهي ڪُفوُ(١) رَبَ جو، بارِي بي ڪُفوَنّ(٢)،

خَالِقُ ڪُلَّ ڪُوفِنِ جو، آصلُ اقسامَنّ،

ارڙنه هَزارَ عَالَمِين، سَيُڪو ڪُوفو چُون،

هيڪوئي هيڪُ ڏِيو، آندَرِ آدمِيَنّ،

آدمُ(٣) آهي هيڪڙو، منَجهِس(٣) ڪُو فاهُونِ،

آگِو آصلُ ڪُلَّ جهو، مُورِ نہ مَنجهِان تن،

نَڪِ سَموٗ، سُومرو، نَڪِ مَنجهَان سَيّدَنّ،

(نَڪِ نَرُ نہ مادَ سو، نہ ڪِ منجهان خُنثن)،

(مُسلِمُ اسم نہ انجو، نہ ڪِ ڪان هِندُنِ)،

(ڪارو ڪمرو زردو، ڪڏهن ڪِيمَ چونِ)،

(اڇو سَبز اُن ڪي، چاٽڻ ڪُفر ڪَهن)،

(جي سيئي تنهن خلقيا، صاحب سام (؟) چون)،

---

(١) سواءِ ڏ جي سڀ نسخا: ڪوفن (٢) سواءِ ڏ جي سڀ نسخا: پارا ڪوفن (٣) ح: آدمي
(۴) ل: منجهن.

نَڪين جِسمَن ڪان نَڪين مَنجهان ارواحنّ(١)،

نَڪين قِسمُ وَڻَ جو، نَڪين مَنجهَان حَيوانَنّ،

نَڪين آهي آدمِي نَڪين مَنجَهان مَلَڪَنّ.

(اي سڀ آگهي ڪان ٿيا، پاڻ نہ جِهو تن)،

(جنهن سڀ طرحون جوڙيون، تنهنجي طرح نہ چون).

سِڄُ چَندُ جيرو جَن پوڇِيو، ڪَفرُ ٿِيي(٢) تنّ(٣).

لَيسَ ڪَمِثلِه شَيءٌ جِهَڙُس ڪومَ(٤) ڪَهَنّ.

اِنَ ڳَالِهہ(٥) جي وِسُهُوڙا(٦) پُورو اِيمان تَنّ(٧).

وِيندا سي اِيمانَ سِين، ڪَلِمو جي چَوَنّ(٨).

لاَ الٰـهَ الا اُللهُ مُحَـمَدٌ رَسُولُ اُللهِ ﷺ

(١) ڏ: نڪين ڇٻو جسم ڪان، نہ منجهان ارواحن (٢) ب ڄ ح م: ٿئو (٣) هي پڙهڻي ڄ ۽ ڏ جي آهي، ٻيا سڀ: سڄ چنڊ جنين پوڇيو، جيرو ڪفر تن (٤) ب ي: نہ، ڏ: ڪونہ چون (٥) ڄ: ڳالهہ تي (٦) ا م: وسهيا، ب ح ق ن، وسوڙا (٧) هي ء سٽ ڏ ۾ ناهي (٨) غ ي: ڪهن.

بسمر الله الرحمٰن الرحيمر

## سنڌي ست فرض(١)

سَتَ فَرضَ اِنسَانَ تي لازمُ لڪَنِ ٿا(٢)،
جنِين چَڏِيو هيڪَڙو، تنِين عَذابا(٣):
ڪَلِمو، حَجّ، زَڪواة چَؤُ، روزو، نَمازا(۴).
ڇَهون(۵) ڇَڏَڻُ حَرَامَ جو، سَتون سِڪُ آمرا(٦).
آمرُ آهِ آئين يَتين، سَاري ڪَرِ صَحَيا(٧):
آمرُ آگي ۽ مُرِسَ جو، مائِٿ ۽ عُلَمَاءَ(٨):
پَنجون آمرُ اُستادَ جو، ڇَهونَ حُڪّاما،
سَتون آمُر نَبِيّ جو، آنون ڪَهُ قلبَا(٨).
قَلبُ نالو عَقل جو(٩) جنَهِ ۾ حُبّ خُدا.

(١) ا: ست فرض، ق: سنڌي ٧ فرائض، ل ن: سنڌي هفت فرض. مجموعي ۾ مٿان لکيل: هي استفتاء آهي (٢) س: ٿا لکن (٣) س: عذاب اٿي تن (۴) س: زڪوات ۽ نمازون روزن (۵) ع ل: ڇهم (٦) س: ستون امر سڻ (٧) هي ۽ ست ل ۾ ناهي، س: ساري سو سمجهن (٨-٨) س: امر ما پؤ استاد جو عالم ۽ مرشد، ۽ الله ۽ نبي جو، ۽ حاڪم جو ۽ ڪهڻ ڪي قلبن (٩) س: قلب نام نبي جو.

حُبَّ نہ رکِجھي(١) ڪَنِھ ٿوڪَ ڪھي، مَگر لڳ مُولاَ(٢).

آھِڙو عَقُلُ(٣) جھانَ ۾، جَنِھ ڪھي آڳي ڪِيو عطاءَ،

اُو آھي صاحِبُ دِلِ جو، پاڻ پَرو(٤) پُرسا.

حرامُ آھي بِين يتِّين، ڪونھي تِيو قِسمَا:

ھيڪُ ڏُکوئڻُ مخلُوقَ کي، نَاحَقُ ناهِ رَوَا(٥)،

بِيو ٿوڪُ(٦) خَبِيثُ تِيو، مَنُّ مُڙي جَنِھ کان.

اختِلافَي ٿوڪَ ۾، آھي اِيَ آصلاَ،

تہ مَنُّ جِھم(٧) جو(٨) مُڙيو، تَنِھ کھي ناهِ رَوا(٩).

اَلكَراهَةُ ضِدُّ اُلمَحَبَّةَ نبيّ ڪَلاما(١٠).

اِستفتِ قلبكَ وإن أفتاكَ اُلمفتُونُ: چَيو رَسُولَ خداُ.

بِئَنِ ناهِ حرامُ سو، پَرَ چِڏَڻُ ثوَابَا.

مَنِ اُتَّقَي اُلشُّبُهَاتِ فَقَدِ اُستَبَرءَ لِدِينِه: سَچِي حَدِيثَا.

---

(١) سواءِ ب جي ٻيا سڀ: رکي (٢) ب: خدا (٣) س: قلب (۴) س: پاڻ پرئو (٥) س: ناحق بيگناه (٦) س: تو ٿوڪ (٧) جھہ ح ڏ ق ن: جنھين (٨) ذ: کان (٩) س ۾ ھي ٻہ ھن طرح ھڪ سٽ ۾ سمايل آھن: اختلافي ٿوڪ ۾، جي من مڙيو تہ ناه روا (١٠) ھيءَ سٽ فقط "س" جي حاشيه تي آھي.

جِهَڙو سَهو ڳوهَ تِي، ري وارِثَ نِڪاحا،

ڪِ هَريو هَتُ ڪافِرَ جو، ڪِ ٻِلهي(١) اوبارا(٢).

اِي سَبُ اِختِلاَفَ ۾، ڪَرِهو پَرهيزا،

تہ مَوليٰ(٣) آن سين مِهرَ ڪَري، بَخشي آوزارا(۴).

وِيندا سہي اِيمانَ سين، جي ڪَلِمو چُونِ مُنهان(۵).

لاَ اِلٰهَ اِلا اُللهُ مُحَمَّدٌ رَسُولُ اللهِ ﷺ

(١) ح ق م ن: ٻليءَ، س: ڪ وتارئو ٻليا (٢) هي سٽ الف ۾ ناهي (٣) جهہ: آڳو، س: مولو (۴) جئن الف ۾: ڏ: آن ڏوها، ٻين ۾: آزارا؛ س: چتوه آزارا (۵) ب: ڪلمو جي چوندا.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## ايمان جون ست صفتون(١)

سَتَ صِفَتُون اِيمَانَ جُون، سِڪِي صَحِيحُ(٢) ڪِجنِ،

جن(٣) نـ مَجِي هيڪَڙِي ڪُفرُ ٿِيو(۴) تَنِ(۵):

آولِ(٦) آللهُ مَجيان، جو آگو عالَمَنّ،

سَيِنِي پَرين پاڪُ سو، ڪَنا ڪُلُ عَيبَنِ(٧)،

آبَ يُون، عَرشُ، ڪُرسِي، جوڙياڻين جهانَنِ(٨)،

ڪِينَ مَنجهارَان قُدرَتَ سِين، اُپايائين(٩) اُنِ،

حُڪمَ ساڻُ حَڪِيمَ جي، اُيا سڀي آهِنِ(١٠)،

ضَائعَ ٿِيَنِ ذرَي ۾، جي تِرُ وِساري تَنِ،

---

(١) ا: سنت صفتون، ڄ: سنڌي قيام واري، م: ايمان جون صفتون، ن: سنڌي قيامت جي (٢) ل کان سواءِ سڀ: صحي، جهہ: ياد (٣) ل: جنين (۴) ڏ: آهي (۵) هي ٻئي سٽون ڄ ۾ ناهن (٦) ڏ: آمنت بالله اول - الخ (٧) هن کان پوءِ سڀني نسخن ۾ هيٺيون ٻہ سٽون ڏنل آهن، جي اڳيئي قل هو الله واري تفسير ۾ اچي ويون آهن ۽ هتي کو بہ قرينو کونهين: آهي پاڪ مڪان کان، ۽ پڻ ڪنا طرفن، ٿوڪ ڇبئو تنه کي، پر نہ جهو ٿوکن (٨) هيءُ سٽ فقط ل جي حاشيه تي ٻئي ڪنهن ڪاتب جي اکرن ۾ ڏنل آهي (٩) جهہ: اپايائين کي (١٠) ب: آهين.

سَڀِني ڪَمُ ڪَرِيمَ سِين، ري ٻِيلِيَن وَزِيرَنِ(١)،

خَالِقُ رازِقُ پاڻهِين(٢)، ڏِيندَڙُ ڏُکَنِ سُکَنِ(٣)،

صمَدُ نالو سَڄَڻين، سڀئِي سُڃاڻَنِ(۴)،

اِنِ اُلحُڪمُ اِلاَّ للهِ، جيڪي پَروجهن(۵)،

سَيَڪا سَگهه صاحِب کي، جاڻِي ڳُجهَنِ پَڌرَنِ،

آهِي، هُوندو سو ڏِٺِي، عالَم هُونِ نَہ هُونِ.

ٻِيا(٦) مَلَڪَ مَجِيان، جي نِسورِوئِي(٧) نُورُ،

اَنو پَهرَ اُنِ ۾، مَولِي(٨) جو مَذڪُورُ،

اُجَ، بُکَ، ننڊَ، عِصيَانَ کان، رَکِيَا رَبَ غَفُورَ،

تِيَنِ صُورَتَ سَيَڪا، ڏِنيَنِ سَگهہَ شَڪُورَ،

آهِنِ آڳانجها گهَٽُون، ٻَري کان پَروڙَ،

---

(١) ج س ق ن: ٻجهن جي نہ ٻجهن (٢) ع: پاڻهر، ج جهہ: پاڻ ڏٺي (٣) هن سٽ کان پوءِ الف کان سواءِ ٻئن سڀني نسخن ۾ هيٺين سٽ ڏنل آهي، جا اڳيئي قل هو الله واري ڪلمي ۾ اچي ويي آهي ۽ هتي ڪو بہ قرينو ڪونهيس: لامڪاني لاءِ ٿا، منجهہ مڪان وڃن (۴) سٽيءَ سٽ کان وٺي هيستائين سٽون ا ڏ ۽ ر ۾ موجود ناهن (۵) هيءَ سٽ الف ڏ ر ل ۾ ناهي، ب: ٻجهن جي نہ ٻجهن، جهہ سبق رب سمجهن، ح ق ن: سڀئي سڃاڻن، س: پروڙجن (٦) ڏ: وملائڪة ٻيا الخ (٧) س ل: نسهوروئي (٨) جهہ، مولي.

آپَ، يُون، ڪڪَ پَنَ، مِينهَ ڦُڙا، مَنجهان تَنِ مَعمُورَ،
وَاجِبُ اَدَب تَنِ جو، سَيئِي سُنهَاٽَلَ(١) شَڪُورَ.
ٿِيا(٢) نَبِيّ مَحِيان، جي ڏُٺا(٣) ڏَٺِيَ جا،
مولِي موڪَلِيا خَلقَ ڏُونهُ(٤) ڏيئِي نِياپا،
تِرُ نَہ تَفاوُتُ تَنهِ ۾، جيڪين چُونِ مُنهان،
سُنهارا(٥) صُورَتَ ۾، عِبادَتَ آڳرا،
ڪُفرَ ڪُوڙِي(٦) ڪَمَ ڪَچا، تَنهِ(٧) ڪان پاڪَ هُئا،
اَدَبَ مَنجهِ(٨) اَللهَ جِي، مَانجهِي مَحوَ هُئا(٩)،
دوسَ دُعاڳُو خَلقَ جا، جِنَ(١٠) مائٽَ لاءِ وِياءَ.
اَوَلُ آدَمُ(١١) تَنِ جو، آخِرُ مُحَمّدا(١٢)،
هُو آبو اِنسانَ جو، هِيُ عالَمَ اِمَامَا.
مَوتُ نَبيّنِ ناهِ ڪو، مَگر لاڏاٿا.

---

(١) ح ۾ س: سنهارل، ڏ ق ن: سونهارل، رل: سهانول (٢) ڏ: و ر سله ٿيا الخ (٣) س: ڏٺل
(٤) ب: ڏي، س: ڏانه (٥) ب چ جهہ ڏ ر س ق م ن: سونهارا (٦) جهہ: ڪوڙ، ڏ: ڪوڙيون
٧ ح: تهين (٨) ر: ۾ (٩) ر: ٿٿا (١٠) ا ب جهہ م ن: جينءَ، ق: جيءَ (١١) ڏ: حضرت آدم
(١٢) جهہ: محمد مصطفيٰ (صہ)، ڏ: حضرت محمد مصطفيٰ (صہ).

واجِبُ اَدَبُ تَنِ جو، ۽ پڻ تعظِيمَا،
قَتلُ ڪِجي تنهِ کي، جو ٿئي بي اَدبَا.

---

چوٿان(١) ڪِتابَ مَجِيان، جو قادِرَ جو ڪَلاَمُ(٢)،
مَولي موڪَليا تَنهِ ۾، پانهجا پيغَامَ(٣)،
جَنِين پَڙهي(۴) پارِيا، تَنِين جاءِ جِنَانَ،
جَنِ(۵) نہ مڃئو هيڪَڙو، سي ڪِريا مَنجهِ ڪُفرانَ،
پَرَ عَمَلُ مِڙِني مَوقُوفُ ٿِيو، مَگر مَتي قُرآنَ.

---

پَنجُون(٦) مَجِيانُ سَچَ سِين، آخِرَتِ ڏِينها،
تَہ سُڻِين(٧) بَيانُ تَنِہ جو، مِڙِئي مُؤمِنَا،
تہ سَچِي آهي دُنيا، سَتَ هَزارَ وَرِها(٨)،
جَہ سَؤُ پَنجَ هَزارَ (ٿِيا)، آئي اَحمَدَ ڪان،

(١) ڎ: وڪتبه چوٿان ـ الخ (٢) ب ڎ ق: قادر ڪلاما، ا ح: قادر جو ڪلاما (٣) ا ب ح ڎ: پيغاما (۴) ا: پاڙئا، ب ڄ جهہ ح ر: پارئا، ق م ن: پروڙيا (۵) ل: جنين (٦) ڎ: واليوم الاخر پنجون ـ الخ (٧) س: سڻو (٨) ا: ورهئا، ڎ: ورهن جا.

باقِي چوڏَهَ سَوَ ٿِيا، سڀ ي تَنهِ(١) پُڄاڻا،

ايـنـدا آخِـرَتِ جـا، اُنِ ۾ اُهڃـاڻـا:

جِنءَ آهکُ آشرَافَنِ کي(٢) راحَتَ رِيذالا،

پاهَتُ جَنِ جو(٣) پيڙهِيُون، سڀ ي مانِي مُحتاجا،

گَـڏَهَ ماڻُهون گَنـدِيـيِن، ووءِ ووءِ وَڏيـرا،

آدَبُ نَـہ هُوندو عَورَتيِن، مَردَنِ ناهِ مِٽيا(٤)،

هوءِ جِنءَ گَڏَهِيُون کاڻِ ۾، هوءِ جِنءَ سورَ ڪُتا،

ڏِيَرُون ٽِينديُون آگِيُون، مائِرُون گولِنِ گاءِ(٥):

عـالِـمَ ٽِـيـنـدا ٽـورِڙا، پَـڙهِـيـا آپـارا،

مِهتِيُون(٦) سِجلَ(٧) سُونهَ(٨) سِين، ڪارا قُلُوبا،

شَـرطُ شَـوقُ(٩) قُـرآنَ جـو، آفـضَـلُ آوازا،

عَـالِـمَ چُونـدا تَـنِ کـي، جَنِين ويـسَ وَڏا،

---

(١) ا ح ڏ: تنهين (٢) ب: اشرافن سئو، ڏ: اشرافن رسندو (٣) ا: جنين جو، جهہ: جن جيون، ر: جهجو (٣) ا: مرا، ب: مٺا، ڄ: مڙان، ح س ن: مٺان، ڏ: نامرا، ر: مناءِ (٥) ان: گهاءِ، ڄ م: کاءِ، جهہ: کا، ح: کانءِ، ڏ: کان، ر: کاءِ (٦) ب ل ن مهتين، ڏ: مهت، ق: منه تي (٧) ل ن: سجلين (٨) ڏ: سون (٩) ب: شوق نہ.

مُڙِسَ ٿِيندا ٿورڙا، جويُون(١) آپارا،
چوڏِسِ زورُ ظُلمَ جَو، ۽ ڏايا ڏُکارا،
ماڻهُون مَرَندا مالَ کِي، جِنْ کِيَان ڍُونڊيَن لاءِ،
چَئُنْ چَڱائِي ناهِ کو(٢)، مَنعَ نہ مَدِيَ کان.
پُڻ آهِي اُهجُ قِيَامَ جو، مَهدِي اِمَامَا،
جو آهِي سَيِدُ حَسَنِي(٣)، کَامِلُ کَرَامتَا،
مَدِينِي ۾ جاپَندو، اِيندو مَکِي ڏانه،
ٿِيندو رُوءِ زَمِينَ جو، والِي وِلايَتا،
عَالَمَ پَرِبَا عَدلَ سِين، ٿِيندا سُکارا،
هَبَچَ نَہ هُوندي ماڙُهين، تُون کاءُ، مُونَ نَہ سُهاءِ،
پُڻ بارُ نہ ٿِيندو کَنهِ کِي، ماڙُهنِ مَنجهارا.
آهِي کَشفَ کِتابَ ۾، اِهڙِي پَچارا:
تِيرَهين سَوَ جِي اَولَ ۾، تَنهِ جو ظُهُورا،

(١) ب ج ح س ل: جو (٢) ا ب جه ح ڏ ق م: کا (٣) ا ب ج: حسيني

سَتَ وَرِهَ تَنهِ جي سُکَ ۾، عالَمَ آراما،
پَرَ حَيَاتِيَ ۾ اُنَ جي، اِيندو دَجّـَالا،
جو آهي ڪَافِرُ بُڇڙو، چاڙِيندو اِللهُ،
ڪَندو ڪَرَامَتَ جا، ڪامِڻَ گهَڻيرا،
ماڻُهون تَنهِ مَڪرَ سِين، ڪَندو گُمراها،
مَنجهان مُلڪَ عِرَاقَ جي، ٿِيندو سو پَيدا،
اَڪِ ڪاڻو، مُنهَ لِکِيَسِ ڪافِرَ جو اَکرَا،
جَڻِيندو جَهانَ ۾، ڏِينَهَ چالِيها،
پَهرو ڏِينهُ وَرِهَ جِهڙو، ٻِيو جِنءَ مَاها،
ٽِيو هَفتي جِهَڙو، باقِي جِينءَ ٻِيا.
ڦِرندو سَبَ جهَانَ ۾، ري مَدِينهي مَڪيا،
تَنهِ تان اِيندو آيِنَئان، عِيسَيٰ نَبِيُ خُدا،
سو مارِيندو دَجّالَ کِي، پُڻ لَشڪَرَ تَهِمِ(١) جا.

---

(١) ا جهہ: تهن؛ ب: تنه. ج: تَنهن، ح م تنهين

عَملُ ڪَندو عَدلَ سِين، چالِيهَ وَرِهَ سَچا،
ڪنين سَتَ وَرِهَ لِڪيا، پَرَ صَحِي چالِيها،
رَهندو ڪو نہ(١) زَمِينَ تِي، ڪُفّارَنِ مَنجهان،
قَتلَ ۾ اِسلاَمَ ري، هُوندو ڪِين(٢) رَوا.
پَرَ حَيَاتِي ۾ اُنَ جي، اِيندا ياجُوجَا،
جا آهي قومَ وَڏِي گهڻُون، ڪَٿَا ڪُفّارا(٣)،
پوٽا حَضرَتَ نُوحَ جا، يَافِثَ مَنجهاران،
رَهَڪَ چَيائُون اُنِ جي، پَري رُومَ ڪَنا.
جُہ اِيندا سڀي عالَم ۾، تہ ڪَندا فَسادا،
پاڻِي پِيئَندا، وَڻَ چَرندا، ڪِيندا حَيوانا،
مُؤمِنَ جَبَلَ طُورَ تي، تِيندا هيڪاندا،
جَڏهِ تِيندا تَنگِ سڀي، پِنَندا پانِهجي رَبَ ڪَنا،
تَڏهِ اِينديُون قَومُون ڪِنْيَن جيوُنِ(٤) حُڪمَ سَاڻ خُدا(٥).

---

(١) ل: ڪين (٢) ا ب: ڪون (٣) ڏ: ڪفارن منجهان (٤) ڏ: تڏهن قوم ايندي ڪين جي (٥) ل: ست مثان ٻئي ڪاتب جا اکر: قادر قدرتا. جهہ گهڻيون اپارا، ب: بيحد اپارا، ج ح ر ۾ هي فقرو بالڪل ناهي.

سِي ڪايو سِسِيُون تَن جيوُنِ، مَاڳِهم(۱) مَوتُ ڪَندا.

پُڻ پَيدا تِيندا پَکِيڙا(۲) آڳہي جي آمرا(۳)،

سہي ڪَٿِي وِيندا تَنِ کي، ڍويو يُون مَتان.

پُڻ قادِرَ جي قُدرَتَ سہين، وَسندا مِينهَ وَڏا،

ڏَرِتي ڏوپَندِي تَنِ سِين، پِربِي بَرڪَتَ ڪانَ(۴).

مُؤمِنَ موتِي تَنهِ ۾، راحَتَ سِين رَهَندا،

سِيگُوُن يَالا اُنِ جا، آنَ وَرِهَ بارِيندا.

جُه(۵) هَلِيو دارَ بَقا ڏي(۶)، عِيسَيٰ دوسُ(۷) خُدا،

تَہ اِيندو وَهِتُ زَمِينَ جو، ڪَنهِ مُدَتَ پُڄاڻا،

جو آهي ڊِگهو ڊيگهہِ ۾، مُهانداسِ جَڄها،

مُندِي حضرت(۸) سُليمانَ جِي، ۽ لَٺِ سَندِي مُوسَيٰ،

تِڪا ڏِيندو تَنهِ سين، مِڙَني ماڻُهنِ ڪان،

---

(۱) ا ح ڏ ق م ن: ماڳهين، جهم ماڳه (۲) ل: پکڻان (۳) ڏ: پارا (۴) ب: برکندا، ح برکتا، ڏ: برکت ساڻ (۵) ب جهم ح ڏ ر م: جو، ق ف : جي (۶) ڏ: ڏونهن (۷) ڏ: حضرت عيسي، دوست، ا : نبي (۸) ڏ: مهتر.

ڪارا لَٽِ سِين ڪافِرين، آڇا ٻِيَنِ لاءِ(١)،

تان پِي تَن تِڪَنِ سِين، سَبِ ٿِي(٢) سُجاڻِبا(٣).

تَنهِ تان اِيندِي هيڪڙِي،(٤) جا راتِ وَڏِيرِي آهِ،

قَدرُ تِـن راتِينُ جـو، لِڪَـنِ ڪِتـابـا،

سِجُ اُڀِرَندو تَنهِ صُبحَ جو، اُلَهندي پارا،

هُوندو گهَڻُون هَيبَتَ سِين، قَهرُو(٥) ڪارايا،

وَرِي اُلَهـندو اوڏهِيـن، ٻِـنِ پَهرَنِ ٻُجاڻا.

دَرَ تَوبَهَ جا پُورِبا، منجهه اُنَهِين ڏِينهانَ،

وَرِي تَوبَهَ ڪنهِ جِي، ڪانِهي قَبُولا،

مَگَر ڪي جاپِندا، ڪِ بالِغَ ڪي(٦) ٿِيندا.

تَنهِ تان لَگَندو واءُ سو، جَنهِ اِهڙا اُهِجاڻا:

ڪافِرَ رَهَندا جِيرا، مُؤمِنَ سَبِ مَرَندا،

اهڙو هُوندو ڪونَ ڪو، جو چُوندو نامُ خُدا.

(١) ڏ: اڇا مومن ڪان (٢) ق موجب، ٻيا سڀ : ٿا، جهه: سڀ سجاڻبا (٣) ڏ: سجاپندا (٤) ڏ: سا (٥) ڏ ق ن: ڪارو (٦) ب: جي.

تَڏِهِ اِينديِ آخِرَتَ، ٿِيندو صُورَ(١) ڏَکَاءُ،

جِنْ مَلَڪُ ڏِيندو ڦُوڪَ ڪِي، صَحيُ سِڳَ مَنجهان،

تان پِي تَنهِ ڦُوڪَ سِين، ٿِيندو جَڳُ فَنا.

اَپِيَ، پُونيون ڪَرَ ڪِتَهِمِ(٢) ڪَڏِهِين(٣) ڪِين هُئا،

ڪِينَ رَهَندو ڪِتَهِمِ، مَگر هيڪُ اَللهُ،

بِيو پُڻ گهُرِيو جَنِ لاءِ (٤) بارِيَ رَبَ بَقَاءُ:

جِنءَ عَرشُ، ڪُرِسيِ، لوحُ، قَلَمُ، ۽ پُڻِ آرواحَا،

دوزَخُ، بِهِشتُ آهلَ سِين، صِفَاتُون مَولاَ.

تَنِهِ تان هُونِديِ سا فَنا، چالِيهَ وَرِهَ سَڄا.

مُئا جِيَندا جَنِهِ(٥) سِين، توڙِي(٦) حَيوانَا،

نِبا سَڀِ محشرَ ماڳَ ڏي، ڏِيندا(٧) حِسَابَا،

اُپِيندا اُنَ ماڳَ ۾، پَنجاهُ هزارَ وَرِهَا،

(١) ب صورة، ج ح ل م ن : سور (٢) ا ب ج ح ڏ ق م ن: ڪٿهين، ڏ: اپ پون بحرڪر (٣) ج: ڪڏهم، ل: ڪڏه (٤) جهہ: لئي (٥) جهہ: تنه (٦) ا ب ڏ: توٽي (٧) ا ب ح ر ق م ن: ۾ ڏيندا.

پُٽُ نہ مِلندو پِيُ ڪي، ڌِيَ نہ مِلندِي ماءُ،

ڪَنهِ جِي ڪَلَ نہ ڪَنهِ کي، پانهجِي هَولَ وِچان،

آنگَ اُگهاڙا، هَٿ نَلاَ، جِهڙا جِڏِيا ماءُ،

اُپِ تَتو، پُون ٽامِٽي، ڏِيندو سِجُ نَڪاءُ،

آچِي ٽِيندو(۱) اوڏڙو، سو قَدرُ ڪوهَ پَندا(۲)،

ماٺهون ماندا ٽِيندا ائين، جِن مَڃِي پاڻِيَ لاءِ.

مَگَر هُوندا مؤمنَ مُتَقِي، مَنجهہِ پاڇوئِي عَرشَا.

چِنيُون پَڙهندا پانهجِيُون، سَيئِي اِنسَانَا،

عَدلُ ٽِيندو اُتَهِہ(۳) پُورو حِسَابا،

نوڙِهي ڏِبا سِگَڙا، سِگَرِ جا وَنِبا،

ويرُ وَنَندِي پانهِجو، ساري سِگَرِ ڪان.

ساڻِي پاڻُ سَنيالِ تُون، پيرُ پَرُوڙي پاءِ،

ڪَنهِ کي ڪِيمَ ڏُکوءِ تُون، آگِي جِي آدَبا(۴).

---

(۱) ب: اپيندو (۲) ب: مثا، ح: قدر قليلا، ۽ هن سٽ ڪان پوءِ :قدر ڪوه پنڌ جو اندازي پاران، (۳) اب ج ح ق م ن: اتهين (۴) غ: امرا.

حَقُ مَ يَجِجِ ڪَنهِ جو، جـِي ڏِيِن ڪِين گهران،

ڏوهَ وَنِي مَظلُومَ جا، ظالِمَ تـِي رَکِبا،

چِڱا ڪَمَ ظالِمَنِ جَا، مَظلومَنِ ڏِبا.

پَيـِسـي پڙَندا(١) هيـڪَڙي، سَوَ نمازُنِ جا،

هَنڌَ(٢) ويـرائُون(٣)، آنگڙا(۴) بَدِيُون سَڀِ ٻَڪَندا؛

يَومَ تَشهَدُ عَليهِم اُلسِنَتهُم وَاَيديهِم وار جُلُهُم بِما

كانُوا يَعمَلُونَ امرَ ساڻُ آللهَ جـِي، چِٽو ڳالهائِيندا.

تُرِندا تُر مِيزانَ ۾، نَنِڍا وَڏا ڪَمَڙا.

ڏوهَ جَنِ جا آڳِرا، دوزَخِ سـِي گهِڙندا(٥)،

پَرَ ڪافِرَ سَدا دوزَخـِين(٦) مُؤمِنَ سِين ۽ جَزاءِ،

ڪـِي شَفاعَتَ ڪي عَفُوسِين، ڏِيندا ڪانَ جَزاءِ،

نِبا سَڀِ صِراطَ تان، جا مَندِبِي(٧) دوزَخ تان،

---

(١) ا ق ل م: پڙهندا (٢) م: هڏ (٣) جهہ: ويرايون (۴) ڏ: هٿ پير سڀ اڱڙا (٥) ا ق م ن: ڪرندا، ڏ: سي دوزخ ۾ پوندا (٦) ب ح: دوزخ ۾ (٨) جهہ ۽ ڏ ڪان سواءِ ٻيا سڀ : مندي.

جا وَارانْ آه سَنِهي گهٽون(١) تِڪِي تراڙِياءَ،

آهي ڊِگهي ڊيگهه ۾، هَزارَ وَرِهَنِئا(٢)،

ڪي وِيندا تَڪِڙا وِچ جِنءَ، ڪي هَري هَري(٣) هَلندا،

ڪافِرَ ڪِرِيو پُوندا دوزَخِين(۴)، وَڃِبيو پير وِچانءَ،

جو آهِي اُونهون گهَٽُون، سَتَ سَندَسِ طَبَقا،

جيڪو طَبقَو هيٺِ گهَٽُون، سو آڳرو عَذاباءِ،

قَدرُ سوراخَ سُئِيَ جو، جي آڇِي ڏونهُ دُنيا،

تہ ڪَانئِي وَٽَ تِٽَ جِيوَ سَپِ، عَالَمَ سَجَهِم(٥) جا،

سَپَ سَتاڻا تَنهِ جا، يَٽُون(٦) يَوَارا(٧)،

ڏنگُ ڏُڪَندو اُنِ جو، چالِيهَ وَرِهَ سڄا،

پاڻِي پِيَندا اِهَڙو، جو مُنهُ ڪَلَ(٨) ساڙِيندا،

آندا آنِيو اُنِ جا، وَڃِئو پَٽِ پُوندا،

---

(١) ب: جاسني وار ڪنا، ڄ ح: واران سنهي، ڏ: سنهڙي جا وارڪنان، ر: واران سني تڪي ترار ڪنا، جه ل ق م ن: وارا سنهي گهٽون (٢) ب: ورها، ڏ: ورهن جا (٣) ب ح ق ن، هرين هرين (۴) ا ب ح ڏ ق م: دوزخ ۾ (٥) ا ق م: سڄي، ڏ: ساري، ب جه ح ن: سڄهين (٦) ل: ڀرتهم (٧) ب ڄ جه ڏ ق : ڀنوارا، ر: پواران : م: ڀوارا، ل: ڀوانرا، ن پونرا هي سٽ ح ۾ ناهي (٨) ح ل م: ڳل.

ٿُوهَرُ، شِبرَقُ قُوتُ تَنين(١)، ۽ پُڻ پُونءِ(٢) مَنجهان،

جيڪي پِيا دوزَخَ ۾، حَال تَنَين هِهڙا.

بِهشِتُ جَنين جاءِ ثِيو، لَنگهي صِرَاطَا،

وَڏا طَالعَ تَنِ جا، مَرُ سڀي جَڻِيا ماءُ.

ڪِ مَزو ميوَن ڳِڻيان، ڪِ لاَلِي(٣) لِباسا،

ڪِيَڻَ خُوبِيَ آڳَرا، پِيَڻَ پاڪِيزا،

وادِيُون وَهَنِ کِيرَ سِين(۴) ماکِيَ مَنجهارا،

سَهسِين شَربَتَ اُتِ پِيا، جي ڏِٺا ڪِينَ سُڻا.

ڪِ حُسنُ حُورُنِ ڳِڻيان، ڪِ تَختَنِ تَعرِيفَا،

مَحَلَ، ماڙِيُون، بنگلا، باغَنِ بَهارا.

وَهَ سڀي(۵) وَهَنِ(٦) نَدِيُون، مِنهي آبَ مَنجهَان.

پاڻِي پِيَندا حَوضَ جو، جَنهِ نالو ڪَوثَرُ آهِ.

---

(١) ا جهہ م: تن جو، چ ح ر: تن، ق سندن (٢) ڏ: بوءِ (٣) جهہ: لعلي (۴) ب: کير جيون ۽ پڻ (۵) ب ج: سين (٦) ڏ: وهن وه وه نديون.

سو مَولِي(١) مُحَمَّدَ جامَ کي، آڳي ڪِيو عطاءَ.

پاڻي تَنهِ جو آڇو ڪِيران(٢) مِنو ماکِيَ کان،

سُرَهو ڪَٿُورِيان گهَٽُون، اَفضَلُ عِطرَ کان(٣)،

جي پِيَندا پيروَ هيڪڙو، ورَي نہ اُڃائِبا،

ءِ جي وَرِيو پِيندا، تہ پڻ لَذَتَ لاءِ،

آهينِ ڪُوزا اُنَ تي، گهَڻان جِنءَ تارا،

قَدُرُ مَهِيني پَندَ جو، ڏِگهائِيَ پاران.

حَيضُ، وِيامَڻُ، سَنهي ٽُلهِي، پاڻِي شَهوَتَ جاءِ

ڪونهِ ٿوڪُ بِهِشت ۾، اِنِين ٿوڪَنِئا.

پڻ(٤) مَرضُ نہ مَوتُ اُتهِ(٥) نہ غَمُ نہ اوسِيڙا،

مَوتُ ٿيندو مَوتَ جو، جانِکيتَان جِيَندا،

مَگرِ واري خاڪِ ڪِبا، وَهِتَ ويچارا.

پَسَندا پانِهجي رَبَ کي، ماڻُهون جِنَ مَلڪا،

---

(١) جهہ: مولي (٢) غ: کير ڪنان، ڏ: کير کان، ا ق م ن: کير گهٽون (٣) جهہ: ڪنا (۴) ڏ جي پڙهٽي، ب ج جهہ ح ر ل ن: پر (۵) ب جهہ ح ق م ن: اتهين.

مُوران نِعمَتَ ناهِ ڪا، جَنهِ جيڏِي آصلاً،

ڏِسَندا پانهجي رَبَ کي، جِنءَ ڇاڻن مَنجهِ دُنيا.

پَرَ ماڻهون جِنَّ ڪافِرَ جي، سي لِقَاءُ نَہ لوڙِيندا،

ووءِ ووءِ وڏِيَ نِعمَتَ کان، وانجهيا ويچارا،

بِهِشتَ لِقَاءَ کان بَندِ ٿِيو، دوزَخُ ٿِيَنِ جاءِ(١).

آگا اسان کي رَکين(٢)، جيري جي جِپِيَا!

پَسَڻُ ڏِيهُمِ(٣) پانِهجو، ۽ پاڙو رَسُولا!

---

هاڻي سُڻي سَچَ سين، هاتڪ هِيين لاءِ،

تہ اِيُ ذڪرُ تَنهِ جو، جا وَڏِي قِيامَتا.

تَنديِ قَيامَتَ نانءُ تَنهِ، جِنءَ(۴) ڇيو رَسُولَ خُدا:

جُدا(۵) ڪِبو رُوحَ کي، ڪَڍِي بُتَ ڪَنا،

جِنءَ هَارِي ڪَڻُ ڪَڍي، سَٿِي(٦) سَنگنِئا.

(١) هن سٽ کان پوءِ ڏ ۾: آگا عبدالرحيم چوي، صاحب تون پاجهاءِ (٢) ڏ: رکين رب اسان کي (٣) ا ق: ڏيهون، ب: ڏجاهون، جهہ: ڏي، ح: ڏيهين، ڏ: ڏجئين، ل ن: ڏينهون (۴) ب ح ق ن: تنه جو (۵) ڏ: جيئن جدا (٦) اڏ: ڪري جدا، ب: جدا ڪري، ح جهہ ر: جدا.

پيوندُ رَهَندُنِ پاڻَ ۾، مَخفِي مَنجهه معنَا.

هَولَ وڏِي(١) جا اِيندا، تَنهِ ۾(٢) سَڀِ آڏا(٣):

ڌرتِي ڏُبَندِي تَنهِ سِين آپَ نہ اُنهِ(٤) جاءِ،

سِجُ چَندُ تارا کَتِيُون، جاءِ نہ جَهانا.

جي تو لَڏِهين(٥) هيڪڙو، تہ ڪَرَ سَڀِ لَڏِيا،

جي تون پاڻَ هِنَ(٦) ڏِيهَ ۾، تہ ڪِينَهن(٧) ڏِيهَ بِيا،

جيڪين توکي رَسِيو، سو سَيوئِي آه.

سُکِيَنِ(٨) سَندا سکڙا، ڏُکِينِ(٩) کوهُ کَندا؟

سَنَاڻِي سَکَراتَ جا، تَنهِ کَڙِيَ کَرَتَ گهَٽان(١٠):

ڪِ جيَري تَرَڻُ تيلَ ۾، ڪِ هَٽَنُ سيلَ(١١) سُئا.

آهي اِنيُون(١٢) آگِرِي پَري پَرُوڙا،

---

(١) ڏ: وڏي قيامت (٢) ڏ: جنهن ۾، ر: اتهر سپ (٣) ب: اهڃاڻا (۴) ا ب جهہ ح ڏ ق م ن: انهين (٥) ب : لڏؤ، ج: لڏئين، جهہ ڏ: لڏيين، ر ق : لڏي، ل: لڏه، م: لڏئين، ن: لڏين (٦) ا ب ج ح ڏ ر ق م: نہ (٧) ا م: ڪنهي، ب ج جهہ ر ق ل ن: ڪينه، ح: ڪنئي (٨) ب ج جهہ ح ر ل: سکي (٩) ب ج جهہ ح ر ل: ڏکن (١٠) ا: ساڪ ي ڪرت کهڙا، ج ڏ ر ق م ن: ڪنا (١١) ا ب ح ڏ ق م ن: سيلهہ (١٢) انهائي، ب: انها، ڏ م: انهو، ق: انهيائين، ن: انهيا.

آيَ يُون(١) سگهہ نہ اِيترِي، جِنْ سَهَنِ سَتَ مُوتا.

ڏُونگرُ جي ڏِسي ڪَڏهين، رَتِي مَوتَ مَنجهان،

نہ پُرزا تِيي پَلڪَ ۾، هُندَ ڦاٽي فِي الحَالا.

پُڻ ڪَنين سُهڪُ سو تِيي، فضلَ سانُ خُداء:

جِهڙا زاهِدَ دُنيا ۾، دائِمُ جَنِ دَردا،

۽ پُڻ ڪَنين اُهڪُ ڪامِلين، ڪَهِي(٢) حِڪمَتَ لاءِ.

ڇَڏِيو(٣) غفلَتَ غافِلا، تِيو هُشيارا،

ڪَرِيو(٤) ذِڪرُ مَوتَ جو، جا وڏِي عِبادَتَ آه.

جَنِين مَوتُ وِساريو، واءِ تَنِين کي واءِ!

آڻَ سَنيوڙا تارِ ۾، وَجَنِ ويچارا.

آهي عِزرائِيلَ کي، حُڪمُ سَندو مَوتا،

عالَمِ تنِه کي تهڙا(٥) جِنءَ کِيندَڙَ اَگِيان ٿان(٦)،

---

(١) ا: يونئي کي، جهہ ح: يونين، ڏ ق ن: پوين، ر: پوبين (٢) ا ق: ڪنهين، ب: ڪنه جهہ ح ڏ ن: ڪهين، م: ڪنهين (٣) ب م: ڇڏهو (٤) ا ب ج ڏ ر م: ڪرهو (٥) ب ڏ: اهڙا (٦) جهہ: طعاما، ڏ ر ق ن م: ٿان، اڳيان.

آهينِ تَنهِ ڳَنِ(١) لِکيا، نالا جيَرَنِ جا،

جَنين پُڄَڻِ پَساه تا، حُڪمَ سَانُ خُدا،

تَنين وَنهي رُوحُ تو، ٻي جِي(٢) سَگهَ نَه ڪا.

سو آهي مَوتُ مِڙَني تي، جيڪي ڪي جِيرا:

توڙي ماڻهون(٣) هُون سڀ، ڪِ(٤) مَخلُوق ٻيا،

جِيَرا سَڀِ جهَانَ جا، هِيُ پِيالو پِيَندا.

جي جِيين جالَ جَهانَ ۾، ميڙِيين مَالُ مَتاعَ(٥)،

تيين رُوءِ زَمِينَ جو، والِي وِلايَتا،

تَه پُڻ ڪَٽَندَءِ ڪَڏهِن(٦) ڪانڊي قَبرَ ڏانهَ،

نيئي ڏِکينڊءِ ڏُوڙِ ۾، ٻيلِي هيڪُ الله.

ٻِيا مَلَڪَ اللهَ جا، مُنڪِرُ نَڪيرا:

ڪَکِيُون اکيُون تَن(٧) جِيُون، صُورَتَ ۾ ڪارا،

ڏبڏبي ڏهشَتَ سين(٨) هَيبَتَ سان هُوندا،

---

(١) جه: ڳن، ڏ: وت، ٻيا سڀ: ڪن (٢) ٻجهي (٣) ب: ماڙهو مورهين (٤) جه: ڪ مرون (٥) جه: متاعا (٦) ا جه ڏ ق ن: ڪڏهين، ب: ڪڏه، م: ڪڏهن (٧) ب غ: جن (٨) ب غ: سان.

ڏاڍِي ڏيکَ ڏَندَنِ جِي، زَمِينَ ڏارِيندا،

وارَ وِنگوڙا جهَنڊُلا، وَڃِيو پَٽِ پُوندا،

ساهُ سَٽاٽو تَنِ جو، جِنءَ(١) جهَکَ سَنڌِي واءَ،

آهينِ(٢) بُرجَ(٣) هَٿَنِ ۾ لوهَ جا، هُوندَ ڏونگرَ کَنِ قطرا،

آهي آوازُ اُنِ جو، وِيڄَرِ وِڄُ کَنان،

وِهاري مَيِّتَ کِي، اوڏو رُوحُ کَندا:

مَيِّتُ مَلَکَ زَمِينَ ۾، جِنءَ مَڃِي مَنجهِ آبا،

اُٿِيَنِ وِهَنِ اُنَ ۾، باهَرِ کَلَ نَہ کا،

قادِرَ(۴) جي قُدرَتَ جو، مَٿو مُورِ نَہ آهِ.

مَن رَبُّکَ وَمَنِ نَبِيُکَ وَمَا دِينُکَ: آخِرِ سِي پُڇَندا.

جان هُوندو مُؤمِنُ مُتَقِي، نيکَنِ مَنجهارا،

تہ اَللهُ رَبِّي وَ مُحَمَّدُ رَسُولِي وَ اَلْقُرآنُ اِمَامِي: ڏِيندو هنَ پَرِ جَوابا.

تہ چُندَسِ سُمَهُ سُکِ ٿِي، توکِي سُکَ ڏِبا،

---

(١) ب غ: جهڙي (٢) ب ح: آهن (٣) ا جهہ ڏ ر ق م: گرز (۴) ب کان سواءِ ٻيا سڀ: پڻ قادر.

ڪِبِيَس ويڪَ(١) قَبرَ ۾(٢)، مُوجِبِ چڱايا،
ڪَنِين قَدرُ نَظَرَ جو، ڪَنِين ويتَر آهِ.

مَنجهِم(٣) باغَ بَهارِيا، مَنجِهه حُورُون(٤) ۽ ميوا،
مَنجهِ(٣) تَختَ مَنجهِ توشَڪُونَ، مَنجهِ(٤) ڪَندُون
مَنجهِ ڪِيرا(٥)،

عَمَلَ صَالِحَ أنَ ڪِي، وَڏا وَسَ ڪَندا.
جان ڪو جِيئِن ڏِينهَڙو، تہ آدا ڪِجُ عَمَلاَ،
گهٽان هٽندين هَتَڙا، هِنَ حَياتِي لاءِ.
۽ جان مَيّتُ نَہ مُتَقِي، بُچِڙو بَدڪارا،
دل نَہ بَدائِين دِينَ سِين، عَمَلُ نہ قُرآنَا،
نَڪا پَرِ نَبِينِ جي، نَہ قِبلِي نَمَازا،
تان سَچو جَوابُ نَہ أنَ ڪي، ڪُوڙِيَ جاءِ نَہ ڪا،
ڪُوڙِي ڪُوڙِي ڏيہَ ۾، هُتَ نَہ ڪُوڙِي آهِ.
جي تَنهِ جَواب نہ آئِيو، تہ پُونديَس پَلتارا،

(١) ڏ: ڊيگهہ (٢) ا: ڪبيس قبر ويڪري (٣) ا: مجهين، ڏ م ن: منجهين، ق: منجهئي (٤) ر: منجهم دود (٥) ب جهہ: منجهہ ڪندون ڪيرا.

ڪِبِيَس قَبَرَ تَنُورَ جِنْ، جيري جي جِپِيا،
سَپَ، پَٿُون(١) ۽ سُرجَٽا، وِجهَندَس وات ڪُتا.
مَيّتُ مارِہِي(٢) جي ڪَري دانهُون دَردَ مَنجهان،
سُجَنِ سَپَ(٣) عالَمَ ۾، ري جِنَنِ اِنسَانَا(٤)،
مَتان مَرِي پُونِ سہي، هَيبَتَ جہي(٥) هَڪَلا.
آهِ پُڇاڻو مِڙَنِي تہي، جيڪہي ڪہي جيَرا،
توڙي بُڏو پاڻِيَ ۾، ڪِ ڪاڏو حَيوانَا.
ناهِ پُڇاڻو عارِفِين، جہي مَرَڻان آڳِي مُئا:
دَمَ دَمَ آجرُ اُنِ کي، سَندو شَهِيدا،
قَلبُ ڏِنائُون رَبَ کہي، لَٿَنِ لاڳاپا،
هَرَ هَرَ هُون شَهِيدَ سہي(٦) اِنهِمَ(٧) اُهجاڻا.
بيہرِہين بُورُ نہ نِبَهِي، باغَنِ بَهارا:
موتِي هُونِ نَہ سِپَ ۾، دائِمُ مُداما،

---

(١) ل: پٿرهون (٢) ڏ: ميت وقت مارجڻ (٣) ڏ: سڄي (۴) ڏ: ري ماڻهن جنڻا (۵) ب: سين
(٦) ر: شهيدن سين (٧) ا ب جهہ ح ن: انهين، ڏ: ههڙي، م: اهڙي.

پَکِي پِجِرِي نَہ وھِي، وِساري وَطَنا،

تِنءَ رُوحُ دُنيا ۾ نَہ رَھِي، کيچِنِ کيچ پُڄاءِ(۱).

سِکَ دُنيا جِي سَڀَ پَٽون، ڏاڙھڻُ(۲) کُتَنِئَا،

ھِتِ جِي پوکِيءَ ڀِڄَڙا، ھُتِ سِي اُپِرِيَا(۳)،

مُوجِبِ قَدَر گُناھَنِ جِي، تِيندُسِ عَذابَا.

اَيتُ نَہ رَڳِي کَلَڙِي، جا اَڳِي سَڙِي آهِ،

سِجَ سُھَائو ڏيہَ ۾، اَنڌَنِ اُنداھہ آهِ.

کَئِين جِي مَرَنِ شامَ ۾، کَافِرَ ۽ کُتَا،

مَکَي ۾ اِيمَانَ رِي، مُئا کِي(۴) مَرَحِبا؟

سَيِنِي پِيڙَ قَبَرَ جِي، نَبِيَنِ ڏاران،

نيکَنِ سان نَرمِي کَرِي، جِنءَ ڳرِي لائي ماءُ

مَنَنِ کِي مُحکَمُ وَٺِي، کَرَ پِيڙِي کَماندا،

(۱) ڏ ۾ ۲۷۴ کان ۲۸۴ تائين سٽون ناھن (۲) ب جھ ح ر ل: ڏارڻ؛ ا: ڏاڙھڻ، ڏ ن: ڏاڙھون، ق: ڏاٿون، م: ڏاڙن (۳) جھ ق: ايڙيا (۴) ب ر: کي، جھ کنيءَ، ح: کين، ڏ، کنئين ن: کيءَ.

مُوجِبِ مَنايُنِ جي ڏاڍائِي ڏِسندا،
کُٽَ کَپڙي نَہ لَهي، جيسِين(١) ميرو آهِ.

آهي حَديثُنِ ۾، اِهڙِي پچارا،
تہ کَڏهِن ڏنو کَشفَ ۾، عالَمَ اِمامَا،
واتَ چِيربا(٢) کَنِ جا، ملائِڪَنِ(٣) هَٿان.
وَرِي سَجا سڀي ٿيا(۴) چِيرَڻَ پُڄاڻا،
مَٿا پَجَندا بِينِ جا، پَهَڻَنِ(۵) سڀين مَلَڪا.

---

ڇَهون مَجِيان سَچ سڀين، آڻي اِيمَانَا،
تہ رُوحَنِ مَجِيو رَبَ کي، کَري قَرارا:
آسِين بانهان، تُون ڌَڻِي، تو رِيَ اُوندَهِ آهِ،
جَنِين تو دَرُ ڇَڏِيو، سڀي کُورِي(٦) کاڄُ ٿِيا،
عارِفَ اِنَ اِقرارَ کي، سُٽِينِ سَدائِين تا:

(١) ب جهہ: جا سين، ح: جانسين، ر: جيسي، ق جاسينء، م جاسي (٢) ا: چيرڻا (٣) ب ل: ملڪن، جهہ، ملڪن جي (۴) جهہ ر: ٿيندا (۵) ا ر ق م ن: پاهڻ، ڄ ح: پاهڙن (٦) ا: ڪرين، ب: خرين، ح ڏ ل م: ڪري، ر: ڪني.

مَجيومِ(١) تَنِ مَلڪَنِ کي، جي ڪاتبَ ڪَمَنِ جا؛

جِيَٽُون چڱايُونِ لِکي، ڏائو ڏوهَنِئا،

سارِيو لِکَن سَيُڪِين، تِان ڪُٽِکَنُ مَرِيضا،

ڏِينهَڪُ ڏِينِ(٢) چِنيُون، مَلڪَ دَرِ مَولاَ،

سڀي پوءِ پاڙهيِيُون خَلقَ کي، قيِامَتَ ڏِينهان.

جَنِ نہ مَجِيو هيڪَڙو، ٻِي آکِ تَنِ ڪِئا؟

ظاهِرُ شَرِيعَتَ ٿِيو، باطِنُ حِقِيقتَا.

حَقِيقَتَ ۾ ناه ڪِين، هيڪَڙي ڏاران.

سهَسِين شَرِيعَتَ ۾، عالَمَ آپارا؛

عَدَدُ نہ آهي آبَ ۾، لَهرين(٣) لَکَ ٿِيا،

مَسُ مُورائِين هيڪَڙِي، آکَر آڳانجها.

جَمعُ تفَرقو جَمعَ جو، مانِجهيَنِ مَذهَبا.

هَلُ تہ پَروڙِيِين پاڙهِم(٤)، ڳالِهيِين لاءِ نہ ساءِ.

---

(١) جهہ: منجيم (٢) جهہ: ڏيئن (٣) جهہ: لهريين (۴) ا ب جهہ ح ق ل م ن: پاڙهين، ڏ: ڳالهڙي.

ڳُڙُ نَہ سُجاڻِي ڳالهيِن، جان جان ڳُڙُ نَہ کاءِ.

پَهَڻ پاڻُ نَہ جهَلِيو، ڪِرِيو(۱) هيٺِ هَٺان،

ڪِهَڙو ڏوهُ ڪَکَنِ کي(۲) جي لُڙَهنِ لهوارا،

آکَرَ اُهيئِي ٿِيا، جي ڪَٿِيَ(۳) خوشِ ڪِيا،

ڪُنا ڪُنيارَنِ گهَڙِيا(۴) چِلمُنِ ڪِينَ چِيا.

جي اَصلِ بَندو بُڇڙو، تہ پُڻ ڪِيو خُدا،

سو ڪِنءَ بَندو بُڇڙو، جو مُورِ نَہ مَوجُودا؟

تان پِي جواب تَنهِ جو، هِنَ پَرِ سُٽيجاه:

مالِڪُ آهي مُون ڏَٺي، خاوَندُ خَلقَ خُدا،

ڪَونهِ حَرفُ حَڪِيمَ تي، جيڪا ڪَري سَا
جڳاءِ(۵)،

لاَ يُسئَلُ عَمّا يَفعَلُ: ڪُڇَنِ ڪِينَ(۶) مُهان.

مَوتان آڳي نَہ ٿِيي، اِيَ پِرهولِي(۷) پَيدا،

آهِي سِرُّ اللهُ جو، آسرَارَنِ مَنجهان،

(۱) ل: ڪرپو (۲) ڏول: جو (۳) ب ح: ڪٿين (۴) ب: سفراتہ (۵) جه: جنيءَ ڪري تنيءَ جڳاءِ (۶) ا ب ج ح ڏ ل ن: ڪيم (۷) ب ج م ن: پرولي.

عَقلَ کي ان ماگ ۾، تُرَهو تَسلِيما.

کوهُ کُڄاڙو جَنِ چَيو، واٺان سڀ وِرسِيا.

کَنِين نالو قَدَرِيا(١)، کَنِين جَبرِيا،

سُٺِي سِيرَ شَرعَ جِي، وَڃَنِ ويچارا،

اُنِين کي ٻہ آکِيوُن، ٻَئَنِ هيکَڙِي آهِ.

---

سَتون مجيان سَچَ سڀين وَڏِي ويساها،

تہ عَرشُ اَحمَدَ لنگهِيو، نيٽين نِندَ نہ کا،

لالَنَ لاَمَڪانَ ۾، پِرِينءَ پِيرَ پِيا،

سُڃاتائِين اِنَ سِرّ کي، پَري کَري پَردا،

آندَرِ باهَرِ آکِيين، پِيتا پِيالا،

رُوحُ رَحمَتَ گَڏِيو، جُسِي جَشنَ کَيا،

علمَ آيَ زَمِينَ جا، آگي کِيسِ عَطاءَ،

کُنجيُون قُدرَتَ سَندِيُون، ڏِنُيس ڏاتارا،

---

(١) ا ب ج جھ ح ر ق ۾ ن: کبريا.

مَولِي پَنهِجي(١) مَحبُوبَ(٢) سِين، بيحَدِ بَخشَ ڪِيا.
موٽِي آيو ماڳَ ۾، وَرِي تَنهِ ويڙا،
تان پَٽَرُ(٣) پاسِي هَندَ جو، اچا ڪوسو آهِ،
وَڏِي سَگهه واحِدَ ڪِي، ڪُجهَ جاءِ نہ ڪَا.
اِي (آهِي) ذِڪرُ تَنهِ (سَندو)، جو وَڏو معراجا.
مِڙئِي مِعراجَ ڏَهَ هُئا، لِڪَنِ(٤) ڪِتابا.
آهِي آهلُ حَدِيثَنِ(٥) جو، آبُو نُعيمَا،
تَنه مُوجِبِ حَدِيثَنِ جِي، چَيا چوٽِيها،
پرَ هيڪَ وَطِيرَتَ(٦) نہ هُئا، سِي مِڙئِي مِعرَاجا.
تَذِهن نَقلُ تَنِ جو، لِڪَنِ مُختَلِفا.
آجَلُ آئِي پوءِ نہ ٿِيي، رَتِي رِزقَ مَنجهان.
ويندا سي ايمان سِين، جي ڪلمو چون مُهان(٧).

لَآ اِلـهَ اِلا اُللهُ مُحَمَدٌ رَسُولُ اُللهِ ﷺ

---

(١) ب ڄ ح ڏ ر م "پنهنجي" جو لفظ ناهي (٢) ڏ: محبوب ڪريم (٣) جه: پڙ (۴) جه: ٿالڪن (٥) جه: حديث (٦) ا: ٻيري، ب: طرح (٧) هي، سٽ ح ل م ناهي، ب: ڪلمو جي چوندا، جه: هادي وقت هلڻ جي ڪلمو قلب ڪهاءِ، ڏ م ٣٥٢ کان ٣٥٦ تائين سٽون موجود ناهن.

بسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيمِ

## در بيانِ توڪّل

تَبَارَڪَ الَذِي بِيَدِهِ اُلْمُلڪُ: فرمايو مَولاَ(١).

اُونهي بَرَڪَتَ اُنَ ڪِي، جِنَهِ هٿ جهَانَا،

آبَ، پُون، عَرشُ، ڪُرسِي، نَنڍا ٺوڪَ وڏا،

مِڙئِي مَولِي هَٿِ ۾، جِنْ گهُري تِينءَ هلاءِ،

مُلڪَ مالڪُ(٢) مُون ڏٺِي، ٻي جي لڳِي(٣) نَه ڪا،

حُڪمُ نہ هَلي حَاڪِمِين، نہ ڪَنهِ طَبِيبَا،

جيِري ڪَامُڻ ناهِ ڪو، پاڻِيَ ٻُڏُڻُ نَاهِ،

مَوتُ نہ آهي مَرَض ڪري، ٻُڪِي صِحّتَ نَہ ڪا،

چَڱِي چِوُ مِ مَلڪَ ڪَان، مَدِي شَيطانا،

---

(١) "فرمايو" فقط "جهہ س" جو دم پختو آهي، ٻئي ڪنهن بہ نسخي ۾ آهي لفظ موجود ناهن. هنِ ڪلمي جو عنوان هن طرح ڇاڻايل آهي: ا: سندهي تبارڪ، ڄ: سنڌي تبارڪ الذي واري، ح: ٣ باب، تفسير سور تبارڪ، ڏ: دربيان توڪل، ق: سنڌي تبارڪ، ل: سنڌي تفسير، ن: تفسير تبار سنڌي، حقيقت ۾ هي ڪلمو فقط انهيءَ آيت جو تفسير آهي ۽ نہ سڄي سورة جو (٢) جهہ س: مالڪ الملڪ (٣) جهہ حاشيہ: لڪ.

قُوتُ نہ آهي ڪَٽَنِ ۾، پاڻي اُجَ نہ لاَهِ.

سَپيو صاحِبَ هَٿَ ۾، نَفعُ(١) زِيانَا.

ڪِي اُگهاڙائي ڍَڪِيَا، ڪِي ڍَڪِيا(٢) اُگهاڙا،

ڪِي پيادائِي(٣) پاتِشاهَ(۴) ڪِي ڏولِيَ(۵) ۾ ڏڪِيَا،

ڪي سَدا ڪَسبَ قُوتَ ۾، پوڄَتِ(٦) پيٽَ نہ آهِ،

ڪَنِين دائِمُ ديگِ چڙهي، ڪَسبَ ڪلَ نہ ڪا،

ڪِي سُتا ئِي سَرَفَرازَ ٿِيا، ڪِي رُوندائِي رَهِيا،

ڪَاڪَـتي(٧) ڪِيَنَ وَٽِي، ڪَا سُتِيَا ئِي سِيباءِ.

ڇَڏِهو(٨) آتڪَلَ عَقلَ جِي(٩)، ڪُوڙا قِياسَا.

اِنِ الحُڪمُ اِلاَ للهِ: هَمَه هَٿِ خُدا،

سَبَبَ جَنِ(١٠) سَنديورِيَا(١١) سڀي آجا اوراهان؟

---

(١) جهہ: نفعو، س: نفع ۽ زمانا (٢) ا: ڍڪيائي، ب ح: ڍڪئل، س: ڍڪيلئي (٣) ا ج س: پينارئي، ڏ: پينار پڻ: ر: پينارا ئي (۴) اجهہ : بادشاهہ. (۵) جهہ حاشيه، ر س: دولت (٦) ا ڏ: پڄت، جهہ م: پورت، پوهچت (٧) اب: ڪتي، جهہ: ڪتيئي، ڏ: ڪاتياري، ر: ڪتندي، ق م ن: ڪتيئي، س: ڪاتارئي (٨) ا ڏ ق ن: ڇڏيؤ (٩) س: عقلني، (١٠) جهہ: جنين (١١) ا ر: سڏوريا، ع ل م ن: سندوريا، ب ح سنڊوريا، ش: سنڊهورئا.

قُل كُلّ مِن عِندِ اللهِ: چَڏِ سَبَبَ جي سَاجَاءِ،

فَعّالٌ لِمَا يُرِيدُ: قَادِرَ قَيدُ نَہ آهِ،

تَرڪُ ڪَرِهو تدبيرَ کي، پَرَنهو(١) پاڻُ خُدا،

وَمنَ يَتَوكّل عَلَي اللهِ فَهُو حَسبهٗ: وَاحِدَ جا وَعدا،

مَڇِيَنِ پاڻِي ۾ پُڄِي، پَکِيَنِ منجهہ هَواءَ.

وَهتَنِ وڻَ مِنا ڪَري، قُقنُسَ(٢) ڪارَڻِ باهِ،

اُڏوهِيَ کي آبُ ڏِي، جِتي آبُ نَہ آهِ.

آسان اوسيڙو رِزقَ جو، هَي هَي هَميشاه.

آهي ڪُلَ قُرآنَ ۾، سَنَدِي تَوڪَلَ تَوارا،

آسِين پُڇُهُون(٣) آگهہَ(۴) کہي، هَي(۵) اِنَ اِيمانا،

مُلڪَ مَولي هَٽَ ۾، دَائِمُ مُدامَا.

وَللهِ آلامرُ مِن قَبلُ وَ مِن بَعدُ: مُورِ نَہ مَوقُوفَا(٦).

---

(١) جهہ: پرنئو (٢) اڪثر نسخا: ققنش (٣) ا ج ڏ ق ن: پڇون (۴) ج، ا گ، جهہ: اهگ، ق ل ن: اگھ، ر: انگ، س ا گ، ع: ا کہ (۵) ا: هيهي (٦) ج ر م ن: موقاتا، جهہ ع ڏ ق ل: موقوتا.

حُڪمُ پَسُ(١) مَ حاڪِمِين، مَنجهہ(٢) هَنِ جهانا،

حاڪِمَ ۽ حُڪَمَ تَنِ سَندا، هَمَه هَتِ خُدا،

وَاللهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعمَلُونَ: وِچَانَ وِچَ وِچاءِ،

مُورِ نہ هَتِ(٣) مخلوق جهي، توڙِي(۴) سَندُسِ ساهُ.

قُلْ اِنَّ الاَمْرَ كُلَّهُ لِلّٰهِ: تُنهِجو تِرُ نہ آهِ.

مَوجُنِ جِنِ ۽ مِهرانَ مِ ۾، مڙئِي مخلوقا(٥)،

آچِنِ وَجِن اُجهَندا(٦) لَحِظِي لکَ سَجَا،

مِڙئِي(٧) مُحتَاجَ صاحِبَ(٨) جا، فَقرَ فَاقِي کان.

وَاللهُ الغَنِيُّ وَاَنتُمْ اَلفُقَرَاءُ: صَمَدُ(٩) صَاحِبُ آهِ.

مُوران نَہ(١٠) مُحتاجُ سو تِيي، بِيا سَيِ مُحتاجَا.

وَ للهِ خَزَائِنُ السمٰوَاتِ وَالاَرضِ: سَيو صَمَد(١١) مِلڪا،

وَاِنَ مِّن شَيَ اِلاَّ عِندَنَا خَزَائِنُهُ: مڙوئِي(١٢) مَولِي وتِ آهِ.

---

(١) س: پسو (٢) س: جين منجهہ (٣) جهہ س: وس (۴) ا ب ڏ س ن: توٽي (٥) س: موجون جين ۽ مهراڻ جيون، تين ۽ مڙمخلوقا (٦) ج ح س ر ع: اجندا، ق: اچندا، ن اچندا (٧) س: مڙيئي (٨) س: رب (٩) ب: حمد (١٠) ب س: مور نہ (١١) س: مولي جي (١٢) س: مڙيئي.

وَمَانُنَزِلُه الاَ بِقَدر مَعلُومِ: ڪو(١) ذَرو ظَاهِرُ آهـِ.

مُلڪَ مالِڪُ مُون ڏٺِي، توڙي مَنجهہ دُنيا ۽ عُقبي(٢).

جَنِ نـہ قُدرَتَ قُوتَ جِي، مَنجهہ فاقِي فَقِيراءِ

سڀي ڪِنءَ سَڏِيِن پاتِشاهَ، گهوڙا ڙي گهوڙا.

تَنِ کِي تعظيمُون ڪَرِيِن(٣) جي وَهِيان واءَ ڪِيَا(٤).

جي واءُ هَلَندِهِم(٥) وِچُڙيو(٦)، تـہ بَرِ بَرِ بَاڪوڙا.

حَالُ جَنِ جو هِهڙو(٧) سي ڪِنءَ سُلطَانا؟

لاَيَملكُونَ لاَنفُسهِم ضَرًا وَلاَ نَفعًا لاَيَملكُونَ

مَوتاوَلاَ حَيوةً وَلاَنشُورًا: مَالِڪُ مُلڪَ خُدا.

فَسُبحَانَ الذِي بِيَده مَلكُوتُ كُلِ شَيء وَاِلَيه تُرجَعُونَ: اُهوِئِي بادشاهُ(٨).

اِنَمَا اَمرُهُ اِذَا اَرَادَ شَيئًا اَن يَقُولَ لَهُ كُن فَيكُونُ، جِنءَ پانئِي تِنءَ آهِ(٩).

---

(١) ب ندارد: ڪم (٢) س موجب، پيا سڀ: توڙي منجهہ دنيا (٣) س: ڏيِين (٤) جي وهيان ڪئا واءَ (٥) ا جهہ ح ق ن: هلندي، ب هلنده، ڏ: هلندي ئي (٦) س: هلندي وچوڙئوءِ (٧) س: حال ههڙو جن جو (٨) س: پاتشاه (٩) هي سٽ س ۾ ناهي.

آڻ گهرِيو سو(١) نہ ٿِيي، ٿِينِ سَبِ گهرِيا.

ڪَرِهو(٢) طَلَبَ اُنَ جِي، جو سچو سَردارا.

آدعُو اِلَي اللهِ: وِجو واحِدَ ذاتہَ.

اَمرَ اَن لاتعبُدُو اِلاَ اِيَاہُ: جو هُوندو ۽ آہِ(٣).

ڪُلُ شَيءٍ هَالِڪٌ اِلاَ وَجهَہٗ: بَاقِيَ ناہِ بقَاءُ(۴).

وَمَابِكُم مِن نِعمَةٍ فَمِنَ اللهِ: مِڙُوِئِي مَولِي ڪَان.

اَولُ آخِرُ مُون ذَاتِي، بِيَا سِبِ ڪِينَ ٿِيا.

اَجُهِم(۵) عَالَمُ ڪِينَ مِ، نَڪِي(٦) سِينءَ(٧) سِيَاہَ(٨).

اَينَمَا تُوَلُوا فَثَمَّ وَجهُ اللهِ: ڇَوڌِس نُورُ نگاہَ.

اَللهُ نُورُ اُلسَمٰوٰتِ وَالاَرضِ: آپِ پُون نئون اُهاءُ(٩).

وَالظَاهِرُ وَالبَاطِنُ: وِچَان وِچَ وِچَاءِ.

ڪُلَ يَومٍ هُوَ في شَانٍ: نَئِين سِجِ نَئون اُهاءُ.

---

(١) س: سي (٢) ج ق ل م : ڪريو (٣) س: باقي نانہ بقا (۴) س: رهندو پاڻ خدا (۵) ا ب جهہ ح ذ ق ن: اچهين، م: ا ج هي (٦) ب: نڪين نڪين (٧) ب: ندارد: سينءَ، ڇ ح ر ع ق ل م ن: سي (٨) ا ح: سباہ، ب: سيا، جهہ س ق ن: صباح (٩) س: اپين پونيين رب اهاءِ.

دَمَ دَمَ عَاشق عِيدَ ۾، جَنِ لاتا لاڳاپا.

متو مُوران ناهِ ڪو، قُدرَتَ قَدِيرا.

اُهوئِي مَالِڪُ مُلڪ جو، سَدَا سُلطانا.

ڪَلِمَا رَبَ قَدِيرَ جا، بيحَد بحَرَ ٿِيا.

وَاِن تعُدُو نِعمَةَ اللهِ لاَتُحصُوها: سَيَڪَو سَمُوندا.

ڪُلُ شَيءٍ فِي ڪُلّ شيءٍ، سَيَت(١) سَيُڪين آهِ،

لَهَا مَعَانٍ ڪَمَوجِ اُلبَحرِ: مَعنَي مَعنَي تان(٢)،

ليکي ليکِيان(٣) ڪيترو، پَرِيون پارُ نَہ آهِ،

پَرَ(۴) پَردو جي پَري ٿِيي لَهي ڪَٿُ قَلبَا،

نَہ آيَ، پُون، ڪَڪَ پَنَ، مِينهَ ڦُڙا(٥)، ڏِسي صافُ صفا(٦)،

ءِ(٧) پُڻِ بَخرو بَخرَنئُون، ڪو(٨) ٻي جو(٩) بُرُوزَا(١٠).

بِسمِلَ سَنِديَ(١١) ٻي ڪَنان، ايڏا آوجَ ٿِيا،

---

(١) س: سپ ۾ (٢) ب س : آه (٣) س: لکي لکبو (۴) ا ب ج جه ڏ ر ع ندارد: پر (٥) س نداود: مينهن ڦڙا (٦) ب جه: ڏسي صاف صفا، پيا سپ: جنءِ بن تفسيرا (٧) اصل ۾: پر (٨) ب جه ندارد: ڪو (٩) ب جه ڏ: جي (١٠) ب ءِ ع ۾ هيءَ سٽ مٿيئن ڪان اڳ ۾ لکيل آهي، ڏ: بي جي برزخا (١١) س: بسم الله جي.

لاڳاپي لالَنَ جي، گُلَ ڦُلَ گُلزاريا(١).

لَولاَ اُلسيُوفُ(٢) لَعَنِيَ المُلوڪُ: ٻهي(٣) سان جڳَ جڙيا.

صُحبَتَ سُٻيرَنِ جي، سَيئي سِينگارِيا(٤).

لَڳو لاَمرُ اَلِفَ سِين، ٻهي سَندِيَ بَخشا.

مَوجَ(٥) ڪيَائِين مِيمَ ۾(٦) پُنا اِتَ عِلمَا(٧).

آلمَ ذَالِڪَ الڪِتَابُ: مَهدِ پيِرُ نہ(٨) پَاءِ.

اُمرُ اُلڪُلِّ ڪِتَابَ ۾، اِهي(٩) تہي آڪرَا(١٠).

آڪرَ سَاجَاءِ(١١) عَبدَ(١٢) ڪہي، آگا ڪَرِ عطَاءَ.

ويِنداسي ايمان، ڪلمو جن قلبا(١٣).

لآالـهَ الا اللهُ مُحَمَدُ رَسُولُ اللهِ ﷺ

---

(١) ا جھ: گلزاريا. ٻيا سڀ "گلزارا" (٢) ا ب ڄ ح ر ع ق ل م ن: السوق، ڏ: الصوف (٣) ا ب ڄ ح ر ع ق ل م ن: سي، ڏ: جنهن، س: سين (٤) ب ع ۾ سٽ موجود ناهي، ا: سنگهارئا (٥) س: موجون (٦) س: تنو (٧) ا: علماء (٨) س: م (٩) ق: اهي، ٻيا سڀ: هي (١٠) جھ حاشيہ ۾ س: عمر ڪل ڪتاب پڙهي اي تي اڪرا، ڏ: عمر ڪل ڪتاب پڙهين ايترا اڪرا (١١) ل: ساجيء (١٢) ڏس: عبدالرحيم (١٣) ب موجب، ا: ڪلمون جي پڙهندا، ڄ: جي ڪلمون چون مها، ڏ: ڪلمون قلب پڙهائين سين امت احمدا: جهنڊي واري نسخي ۾ "عطا. ڪان پوء هئن لکيل آهي: بعضي نسخن ۾ هي مصرع زياده آهي: معبود مولو هيڪڙو، ۽ محمد رسولا.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## (دربيان كلمهءطيبه) (١)

جوڳو عِبادتَ جو، ڪونهي رَبَ سِوَاءَ(٣)،

ڪَنِه کي رَوا ناهِ ڪَا، پَروَرَ جِي پُوڄا.

ڪِهڙو ڪَمُ مخلُوقَ سِين، جو پاڻ مُحتاجا.

سَدا ڪَرمُ(۴) ڪَرِيمَ سِين، جَنِه جوڙيو(۵) جَهانا.

جي وجهي ڪو مخلوقَ ڏي، تَ پُڻ خالِقَ لاءِ.

نَافعُ نالو سَڄڻين، صَمَدُ سُبحَانَا.

اِيَاڪ نَعبُدُ وَ اِيَاڪ نَستَعِينُ: عَارِفَ آوطاقا،

مُحَمَدٌ رَسُولُ اللهِ (٦) :

مُحَمَدُ مَولٰي موڪلِيو، ڏِيئِي نِيـاپَا.

---

(١) هي عنوان فقط نواب غلام حيدر صاحب واري نسخي ۾ آهي، ڄ سنڌي (٢) هن ڪلمي جو پهريون جزو ح ڏ ل ن ۾ ناهي (٣) ب: سوي (۴) ا جهه ع : ڪم (۵) غ: هٺ، جهه: جوڙئا (٦) ل: احمد محمد الخ.

تہ سُٽي سَمجهِي تِنه ڪَنان، سُونهن آسُونها،
وَٿَنِ وَاٿَ وَطَنَ جِي، مارگِ مَلِيرا،
تہ ڏُکُ نہ ڏِسَنِ هِنَ ڏيهَ ۾، نَکو اُهکُ اَڳِيَان:
خُورُون، مِيوا، مازِيُون، پَاٽِي(١) پاڪِيزا،
پَرَهَڻَ پَٽَ جا قُدرَتِي، سَدَائِين سَرَها(٢).
لِقَاءُ لوڙِيندا رَبَ جو، ري طَرَحَ، ري طَرَفَا،
بِيو سڀُ وِيندُنِ وِسرِي، جَڏِه پرورَ ڪي پَسَندا.
دوسَنِ(٣) جي دِيدارَ سِين، ويندا سُورَ وِچان.
آڳا آسان ڪي ڪَرِيِن، مولىٰ تَن مَنجهان،
سُٽِي نِياپا سَڄَڻِين، جَنِين ڪَنِ ڪَيا.
هَي تَنِين جي حالَ ڪِي، جي سُٽَنِ نہ سَنِيها.
پِرتِ رکنِ پَرَڏِيهَ سِين، ڪاڏا حِرصَ هَوا.
پُڇَن نہ واٿُون پيچَرَا، سِڪَنِ نہ ساٿِيها.

---

(١) غ: پڙهڻ (٢) ب ح ق ن: سَرَها (٣) ا ح ڏ: دوسَن، جهہ دوست.

آگا آسان کهي رکيهن، ڏاتَرَ(١) ڏوهَنِ کان!

پِرتِ ڏِجَاهُمِ(٢) پاڻهجِي، هيڪَندِ(٣) هَميشاهہُ!

ڪَلِمو چاءِ قَلبَ کهي، ڪُفرَ قُفلَ(۴) وِڃَاءِ(۵).

لَٿو خَوفُ ڪُفَر جو، سَيَتِ(٦) سُکَ ٿِيَا(٧).

ويندا سي ايمان سين، جي ڪلمو چُونِ مُهَان(٨).

لاَ اِلـه اِلا اللهُ مُحَمَدُ رَسُولُ اللهِ ﷺ

(١) ڏ: ڏاتار (٢) ا: ڏيهون، ب جهہ ح ق ن: ڏجاهون (٣) ل: هيڪاندي، ح: هيڪن (۴) ا ق: ڪوٺ، ب ع ل ن: فرق، ڄ ح: ڪرف، جهہ قفل (۵) ڏ ۾ هي سٽ ڪانهي، ان جي بدران: مولا مرهين مومنين، جي امتي احمد جا (٦) جهہ: سي تي، ق: سيئي (٧) هي سٽ "ڏ" ۾ ناهي (٨) هيءُ سٽ ا جهہ ح ع ل ن ۾ ناهي.

بسمِ اللہ الرحمٰن الرحیم

## (ایضاً دربیان کلمہء طیبہ)(۱)

پِهِرين(۲) ويسَهُ سِکُ تُون، عِلمُ اِيمَانَا.

ويسَهُ صَحيحُ(۳) اِي ٿِيوءِ، جِنءَ وِسهين هِنَ مَعنَيٰ.

لآ اِلـهَ اِلآ الله مُحَمَدُ رَسُولُ اللهِ(۴) بِيا ويسَهَ سَبِ وِڃاءِ.

جيڪين اِنَ سِين نہ جُڙي(۵) سو سَبُ باطِلُ ڀانءِ.

ڪَلِمو ڪَنزُ عِلمَ جو، دُنِيَا آخِرَتَا،

جيڪين ٻاهَرِ اُنَ کان، سو ڪُوڙُ ڪَهَنِ عُلَمَاءَ.

پَرَ مَعنيٰ سَنڌِيَسِ سِکُ تُون، تہ پوئي پَرُوڄها(۶).

---

لآ اِلـهَ اِلآ اللهُ

اَللهُ آهِي هيڪڙو، جو مُورُ مِٽِنِي جو،

(۱) ڄام صاحب، لنواري، نقرچ ۽ نواب صاحب وارن نسخن ۾ هي پهريون ڪلمو آهي - نواب صاحب وارو نسخو هِنَ لفظن سان شروع ٿئي ٿو: جامع القرآن تنوير الايمان - تفسير قرآن جو، تصنيف ميان عبدالرحيم گرهوڙي جو. ڄ واري نسخي ۾ بسم الله جي هيٺان هي لفظ لکيل آهن: وما اَرسلناکَ اِلا رحمة للعالمين (۲) ر: پهرائين (۳) س: صحي (۴) ب ندارد: محمد رسول الله (۵) ر: جيڪين نہ جڙي هن سان (۶) س: پروڙا.

”لاَ“ (١) نَہ لِيي، مَنِجهسِ(٢)، آهِي اِلاَّ هُو(٣).

سُجَاڻَنَ ۾ تِنه سَندِي، عَقلُ عاجِزُ هوءِ،

”آهِي“ چَئِبو اُنَ کي، پَري(٣) کَلَ نہ پوءِ.

پَاکُ طَرَحَ(٥) ءِ طَرَفَ کَان، قادِرَ جِنسَ نَہ کوءِ.

هِيڏو، هِهڙو، هيترو، نکين سگِيٽو سوءِ.

سَيَکا صُورَتَ جوڙَ تنهين، پاڻَ پَراُهون سوءِ.

سَيِني ڏَاران تَنه(٦) سَري، اُنَ ري سَري نَہ کوءِ.

مَتِس واجِبُ ناهِ کين(٧) جَڳَ تي واجِبُ سوءِ(٨)

اُن ري صُورَتَ نہ ٿيي، صُورت ري سو هوءِ(٩).

وَاللهُ الغَنِيُ وَاَنتُمُ الفُقَرَآءُ: صَاحِبُ صَمَدُ ٿيو(١٠)،

جُدا کِينَ جهَانَ کَان، نکين لاڳوٿو(١١).

مَنجهِ نَہ چَئِبو مُون ڏَٿِي، بَاهَرِ ٻُجهُ مَ سو.

---

(١) ر : لا، ٻيا سڀ نسخا ”لاه“ (٢) ا ج: منجهسين، ٻيا سڀ: منجهس کو (٣) س: (٤) ا س ڏ: پري، ٻيا سڀ: پرهي يا پڙهي (٥) س موجب: ٻيا سڀ: طرحين (٦) س: ان (٧) س آلاهو: کو (٨) ب س: هوءِ (٩) هيءَ سٽ فقط س ۾ آهي (١٠) ب: هوءِ (١١) ا ج ح ل ن: لڳوتو، ر: لکوتو، ڏ: لڳوتوءِ، س لگوٿو.

نڪين آڳاهم هيڪڙين، ٻئَنِ(١) ڪِي اوڏو.

وَاحدُ پَاڪُ وِرچَ ڪان، جِنءَ هوءِ ذَرو ذَرو.

سَيَئي ذرا تَنهِ خَلقِيا، پاڻ نَہ هوءِ ذرو.

پَرَ علِمُ قُدرتَ اِهڙِي، جِنهِ(٢) هِهڙو جَڳُ جوڙيو(٣).

جيڪين تَنهِ ري پُوڄجي، سو سَڀِ پاپُ ٿِيو.

توڙِي(٤) اَپين ٿوڪُ سو(٥) توڙي(٤) پُون ٿِي هوءِ.

سَيني ڪَمُ ڪَرِيمَ سِين، ٻِي سِين ڪَمُ نَہ ڪو.

اِنِ اُلحڪمُ الاَ للهِ، پَڙهِي پَروجهو(٦).

جَنين ٻِي پَرِ پائِيو(٧)، اُنين(٨)، اَڪ ڦُلو.

لامَڪانِي لاءِ ٿو(٩) پُڇجي مَڪَانو(١٠).

ڪُلُ اِلينَا رَاجِعُونَ: صَحِي سِڪِي سَمجهو.

قُل اِنَ الاَمرَ ڪُلَهُ للهِ: ٻُجهو جي نَہ ٻجهُو.

---

(١) س: نہ ٻئَن (٢) ا ح: جينءَ، ع ل: جِن (٣) ب: خلقيو، ج ر: جنه سين ههڙو جڳ جڙيو (۴) ب: توٺي (۵) س: ڪو (٦) ا س: پَڙي پروڙ جو (٧) س: پائيو رب کي (٨) ج ح ڏ: تنين، ن: انهين (٩) ڏ: تون، ل ن، ٿيوءِ (١٠) س: پُڇين مَڪانا.

ٻي(١) رِءَ(٢) سَري سَڀِني، واجِبُ واحِدُ هوءِ،

جِنهِ رءَ(٢) سَري نَہ جَڳَ ڪِي، ٻهرُ نَہ ڪو ٻَلُ ڪو.

سو دَرُ سوجهَڻُ سُورُ ٽِيو، جو وَڃِي وَڃِي وِيندو(٣).

ڏوريو(۴) دَرُ ڏاتَار جو، جو آهِي ۽ هُوندو.

مَحَمَدُ رَسُولُ اللهِ :(۵)

---

(١) ر: ٻين (٢) ل: رءَ، ٻيا سپ: ري (٣) ب: وڃي جو ويندو، ڏ: وري جت وڃبو، س: سو در سور ٽڙ وڃي وڃڻ ويندو (۴) س: ڏورهو (۵) ج ڏ س ق ۾ هي وڏيڪ سٽون آهن، جي موضوع ٽيون پائنجن،

احمد نور نبي جو حقيقي حسنو.
مرسل چئجي ان کي، ۽ محمد مرسلو.
علي پڻ چئجي ان کي، جو سر سيکنه نبيء جو.
آهي حديث قدسيء ۾ تنه جو بيانو:
يا احمد ارسلت عليا مع کل نبي سرا
معک علانية، رب جو فرمودو.
عين عين حق حقيقت، پڌرو پاڇويو.
روح نالو ان نور جو، جنه نام احمد هوءِ.
مسجود کل مخلوق جو، اهوئي نورو،
ونفخت فيه من ر وحي فقعوا له ساجدين: احمد اهجاڻو.
ملکن سجدو جنه کي ڪيو، او پڻ اهوئي نورو(١):

(١) ڏ: او پڻ آه اهو.

ريبارو رَحمَان جو، مُحَمَدُ موچارو.

ٻيو ريبارو ناهِ ڪو، رَبَ جو رَسُولو.

جيڪي ٻيا تُون پُڇين سڀ سَڀِ مُحَمّدو.

سوئِي سِجُ آسَدَ ۾، سَوئِي حَمَلَ هوءِ.

لاَنُفَرقُ بَينَ اَحَدِ مِن رُسُلِهِ: سَيني سَيِّدُ هوءِ.

آدَمُ وَلَدُ اُنَ جو، توڙي(١) هوءِ آبو.

مُحَمَدَ(ص) ڏَاران مُلڪَ ۾، اُوندهَ آياڳو.

نُورِيَ سَنڌي نُورَ ري، ڪونه قَبُولو.

آڳو ياڻءِ مَ اُنَ کي، نکين خَلقَ(٢) جهو

---

(١) ب: توٿي (٢) س: مخلوق

بقية الحاشية:

رحمان نور احمدي، جنه ۾ ڪل جو آرامو (١).
وما ارسلناڪ الا رحمة للعالمين: ڪيو قرآن (٢)؛
رحيم نور محمدي، جو قهر ڪفارن جو.
محمد رسول الله والذين معه اشداء علي الكفار: رب جو فرمودو (٣)

---

(١) ذ: ڪل آرامو (٢) ذ: قادر ڪوڏايو (٣) ذ: رب فرمايو.

موچارِي مُحَمَدَ وَٽِي، ٻُڇِيان بيزارو.

سَيِدَ سَنڌيَ سُونهَ ري، مِڙَئِي مَردُودو.

مُؤمِنُ مُحَمَدَ سُونهَ گهُري، حَقِيقِي حُسنو،

ڪافِرُ ظاهِرَ ڪوڙِيو، آبُسِ(١) اِبليسو.

زُيِنَ لِلَذِينَ ڪفَرُوا اُلحَيوةُ اُلدُنيَا، دُنيا دوسُ ٿِيو.

آلــفَــقــرُ فَــخــرِي: نِــهَــارِج نِــرتــو.

عَاقِبُ آهي مُون پِرِين، پوءِ ٿيو(٢) پَڌَرو.

جَنِ دُنيا سين دوستِي، ظاهِرَ جو ذوقو،

مَرَڻَ پُڄاڻا تَنِ(٣) ڪِي، آڌو اِبلِيسو.

هِت سَڳَيِڻا جِنهِ جا، اُوهو هُت هُوندو.

جَنِ هِتِ نہ سُڃاتو سُپِرِين، مُحَمَدُ موچارو،

سُونهَ(۴) شَيطانِيَ موهِيا، آيُنِ آرامو،

---

(١) جهہ: عبث (٢) رس: ٿيو، ٻيا سب: ٿيي (٣) جهہ: اُن (۴) ب: صورت.

سُيَان(١) سَيدُ تَنِ کي، اوڏو ڪِنءَ ايندو(٢)؟

گوهَرُ غَيرَتَ آڳرو، رَاوَلُ(٣) رِيسارو.

"اَنَا غَيُورٌ" اُن اُتو، تو گهرِ(۴) ابِليسو.

سَيدُ اَلقَومِ خَادِمُ اَلفُقَرآءِ(۵) مُحَمَدَ مَذهَبو.

ڏُورِجِ سُونَه سَيِّدَ جِي، فَقرُ کَٽِي(٦) فَاقو.

تَرَسِجِ ڪِيمَ تُهَنِ(٧) تِي، دَولتَ داٿو هوءِ.

تُهَ شَيطَانِي تَڪِيو، اَحمَدُ اَنُ تِيو،

مُحَمَدُ حُسنُ مَعنَوِي، صُوَرِي شَيطَانو.

حُسنُ حَبِيبِي آگهِيو، خالِقَ خُوش ڪِيو.

صُوَرِيَ سَرَهو نہ ٿِيي، مگر ڊورُ ڍِڳو.

اُولٰئِڪ ڪَالاَنعَامِ: ڪَافِرُ وَهِٽُ ٻِجهُو،

چَڱِيَ مَنِي سَي ڏَٽِيان، پَرَ اَنَ تُهَ فَرق هوءِ،

---

(١) ال: سباه، ذ ع: سيَا: ب ج جهہ ح ر ق ن: صباح (٢) هيءُ سٽ "س" ۾ ناهي (٣) ق ن رانول، س: رفيع (۴) س: رهبر (۵) س: خادمهم (٦) س: گهٽي (٧) ق ن: تُهَ.

مَقصَدُ مالڪَ آنّ ٿيو، مُحَمَدُ مَحبُوبو.

سُڄِي سَمجِهجُ ڳالهڙِي، مُحَمَدُ مَقصُودو،

جِت ساءُ سَيّدَ نہ لہيي، مَعنَيٰ مشاهدو،

اُو مَ قَبُولِجِ ڪَڏهِين، جَان مُحَمَدُ مَحبُوبو.

اِنَ اللهَ جَمِيلُ يُحِبُ الجَمَالَ: مُحَمَدَ مِيرَاثو.

فَاتبِعُونِي يُحبِبكُمُ اللهُ: سَمِجهجِ اِيُ سَيو.

پِرتِ(١) پَروڙجِ ڳالهڙِي، حَقِيقَتَ حَالو:

جو مُحِبُ سَيّدَ سُونهَ جو، مَعنَيٰ مُشتاقو،

اُنَ سِين مُحَمّدُ وَڻيو، اُو پُڻ مَحبُوبو.

لاَلَنَ سَندِيَ لِڪَ سِين، سَيو(٢) ٿيي سَفَرو،

لاَلَنَ سَندِيَ لِڪَ ري حُسنُ حَرَامو.

وَجهَ ري وَريامَ جهي عَالَمُ اُونداهو.

اَلحكمُ بِلاَ وَجهٍ كَالجِسمِ بِلاَ رُوحٍ: ڪَنِ ڪِجُ قَانُونو.

---

(١) ا ج ر ع ل ن ن: تہ پرت (٢) ش: سيئي

عِلمُ فَقيِهي اِتَ ٿِيو، مِڙِئِي مَذڪُورو.

جِتَ نـَ سُجاڻي سُپرين(١) أو سَڀِ حَرامو(٢).

وَامُرُ بِالمَعرُوفِ وَانهَ عَنِ المُنڪَرِ: مُحَمَدَ مَعرُوفو.

مُحَمَدَ ڏَاران مُلڪَ ۾، مِڙِئِي مُنڪرُ هوءِ.

وِيَسهُ ڪِبو هُنَ اُتهِي، ٻِيو سَڀُ ڪُفرو(٣).

وِيندو(۴) سو اِيمَانَ سِين ڪَلِمو جو چوندو(۵).

لاَ اِلـهَ الا اَللهُ مُحَمَدُ رَسُولُ اللهِ ﷺ (٦)

---

(١) س: مون پرين (٢) ٨٠ ـ ٨٣ تائين سٽون لنواريءَ واري نسخي ۾ موجود ناهن (٣) ر: ڪفرا. هن کان پوءِ ل: تمت تمام شد ترجمه ڪلمه شريف (۴) س: ويندا (۵) ا ب ح ع ل ۾ هي سٽ موجود ناهي - هيءَ ن جي پڙهڻي آهي، ر: ويندا سي ايمان سين ڪلمو چون مها. ڇ ڏ: ڪلمو جن چيو، س: ڪلمو جن ڪهيو (٦) هن کان پوءِ ن: تمام شد ترجمه ڪلمه شريف، ڇ: پوري ٿي سنڌي ڪلمو.

بِسمِ الله الرحمٰن الرحيم

# اَسَاسُ اُلفَرَائِضِ

## يا

## سنڌي ترڪي واري (١)

جيڪي توڪَ جهَانَ ۾، ڳُجها ۽ پَڌَرا،

اِسمَ ساڻُ آللهَ جي، تَنِ جو ظُهُورا.

اُنهِم(١) جوڙِيا ڪِينَ مَنجهان، اُنهِم(٢) ڪَنِ ثَناءَ.

آللهُ نُورُ السّمٰواتِ وَالارضِ، اُن ري اُنداها(٣).

هُوندَ(۴) سَيَنِي حَقَ ڏِني(۵) رَحمَتَ رَحمَانا،

ڪَنين(٦) هِدايَتَ اُو ڪَري(٧) رَهبَرُ رَحيما.

صَلواتُون سَرَوَرَ اُتي، جو ڪُلَ جو ڪَمالا،

ميوو مَخلُوقَنِ جو، عِلَتَ اِيجادا.

---

(١) هي عنوان ڄ واري نسخي ۾ آهي. هي ڪلمو سڄو فقط ڄ جهہ ح ر ع ل ن و وارن نسخن ۾ ڏنل آهي، ب ۾ فقط آخري ٽڪرو ۽ ڏ ۽ ق ۾ فقط اڳ ۽ پڇاڙي، ورٿن جو بيان حذف ڪيو ويو آهي (٢) ا جهہ ح ڏ س ق ن: انهين (٣) و: انداه آهہ (۴) س و: هند (۵) س و: ڏي (٦) ر: ڪن (٧) و: ڪنين هدايت پڻ ڪري.

نَحنُ الآخِرُونَ السَابِقُونَ: آحمَدَ أُهجاڻا.
ﺋ أُتِي آلَ رَسُولَ جِي، جِي پيڙُيون پُڏِن لاءِ،
ﺋ سڀني اَصحاَبن تي(١) جي ڏِيا ڏيهَنِ جا.
رَهَنِ رُوءِ زَمِينَ تي(٢) عَرشيِن اوتارا،
آيِيين يُونيِين پَڌَرا، سيَتِ ساجارا(٣).

-----------

هاڻي سُڻُ سَرِيرَ سين، ڏِيئِي ڪَنُ قَلبَا،
تَہ آڳي عَدلُ فَرضُ ڪِيو، نَاحَقُ حَراما:
وَآمَا القَاسِطُونَ فَكَانُوا لِجَهَنَمَ حَطَبَا: صاحب
سَنوَتِ(٤) سهُاَءِ،
اِنَ اللهَ يُحِبُ الُمقسِطِينَ: ڪَڍو وَرُ وِچاَن.
قسمَتَ ڪِجي قِسطَ سين، عَدلَ اِنصَافا.
آلقَسَامُ فيِ النَارِ: دوزَخَ راهَ رِياءَ.
جَنِ سين وَٽِتِ نَہ نَفسَ جِي، اوءِ پُڻ آڳي جا.
وَلاَ يَجرِمَنَكُم شَنَانُ قَومِ عَلىٰ اَن لاَ تَعدِلُوا: پُورِيُون
پَتِيُون ڪِجاهُ،

---

(١) و: ۽ پڻ اتي اصحابن تي (٢) و: ۾ (٣) ا ح ر ع ق و: سانجارا، ج جهہ ل: سانجارا (٤) و: سَوُتِ.

ڪارڻ رِضا پانهجي، ڇڏي(۱) تان نہ شرعا.

ترڪو قسمتَ تِنءَ(۲) ڪِجي جيهِ(۳) چيو خُدا(۴).

سِکي تَنه جِيُون صُورَتُون، پڙهي تِيو پُختا.

آڌُ علمَ جو اِي عِلمُ، چَيو رَسُولَ خُدا:

تَعلَمُوا اَلفَرَائِضَ وعَلِمُوهَا اَلنَاسَ فَانهَا نِصفُ اَلعِلمِ:

اُتو آحمَدا.

اَجرُ توري جو گهڻون، تہ ڪِهڙو عَجَبُ آهِ!

ڪَريان بَيانُ تَنهِ جو، اوڏو ڻِي اُوناءِ:

جڏهِ ماڻهو ڪو مَري، وَڃي وَطَنَ ڏانهَ،

پِهرِين لائِج اُنَ ٿي، غُسلُ ڪَفَنُ دَفنا.

مَگرَ عَورَتَ جي مَري، ءِ مُڙسُ جِيرَو آهِ.

تَڏهِ اِي سَبِ مُڙس تي، ترڪي مَنجهِ نہ آهِ،

جان ڪِ اُتان اُبرِيو(۵) تان(٦) قَرضَ ماڻهن لاءِ.

جَنهِ جو قَرضُ جيترو، تِهڙو تَنهِ وانٺا.

---

(۱) و: ڇڏجي (۲) و: تي (۳) ا ق ن جِيَهِ، جهہ: جِهِ (۴) ع: فرمايو (۵) و: اُبري (٦) جهہ: ت.

مَهرُ عَورَتَ قَرضَ ٿِيو، اوءِ پُڻ ڪِج آدا.

جان ڪين قَرضَان بَچِيو، تان پُڄُ وَصِيّتَ وارا،

ٽي وانڊي ڪان تَنهِ سَنڊي، اُنِ ڪهي ڪِج آدا.

تِنهان باقِي جي بَچِي، تہ ويڙهِ(1) وارثَنِ لاءِ(2).

تَرڪِي ڪارڻِ تُرتَ ۾، ڪُتِنَ ڪارِ ڪَندا.

جي ماڻِ ڪَندا لَڄَ لوڪَ جِيَ(3)، تہ پَرِ ۾ پِٽِيندا.

----------

نَبِــيُ وارِثُ نہ ٿِــيي، نَــڪِي تَــنهِ وَرَثا.

سَبَبُ تَنهِ جو اِي ٿِيو، سُڻِي سَمُجهيجاهُ:

لاَنَرِثُ وَلاَ نُورَثُ مَاتَرڪنَا صَدَقَةٌ: لَٽَنِ لاڳاپا.

قُربُ قَرابَتَ اُنِ ڪهي، مُورِ نہ ري مَولا.

اِن اَتبِعُ اِلا مَا يُوحيٰ اِلَي: پَنهجِي هَٿِ نہ هُئا.

اَلعَبدُ وَمَا فِي يَدِهِ مِلڪُ لِمَولاَهُ: بِالڪُلِّ بارِيَ جا(4).

(1) ا ڄ و: ويرِ، ح ع ل ن: وِيرِ، ع: وِيرا (2) جهہ: ڏاہ (3) جهہ: ۾، ا: جيءِ (4) ل: پاريچا.

تَنِ تي ناهِ زَڪواةَ ڪا، اِنهم سَبَبَ ڪَنا.

تيلَهَ(١) تَرڪو نَہ تِيي، اُنين جو آصلا.

----------

مُؤمِنَ مَولِہي(٢) مالَ ۾ سَيَئِي شَرِيڪا.

وَاِنَ الكَافِرِينَ لاَ مَوليٰ لَهُم: ڪافِرُ ناهِ اِتان.

وَيَقطَعُونَ مَا اَمَرَ اللهُ بِهٖ أن يُوصَلَ: چِچِي ذارَ ثِيا.

اِنَّمَا المُؤمِنُونَ اخوَةٌ والِدُ نَبِيَا.

اَلوَلاَءُ لُحمَةٌ كَلُحمَةِ النَسَبِ: ڪافِرَ ناهِ وَلاَءُ،

----------

آيا سُون عَميقَ ۾، وَرُ تَہ وَرُون(٣) پوءِ(۴) ذانهَ.

لاهِي وَصِيَّتَ ڪِہي، وَرِي پُڄُ وَرَثا.

وَارِثَ جِہي مَشهُورُ ثِيا، لِڪَنِ ڪِتابا.

قِسمَ تنِ جا ٿِي پُجهو(۵)، چوتون مُورِ نَہ آهِ:

---

(١) و: تيلاه (٢) و: مولي جي (٣) چ جهہ ر ع ل: ورهون، ح: ورهم، و: ورءُ (۴) ح ع ل و: پؤ (۵) و: پڇم.

وانئي وارا هيڪڙا، جهڙي ڀيڻ(١) ماءُ،

ٻيا وارثَ ڪُلَ جا، عَصَبائِيَ سَببان،

سَبَبِ سڳَ ڀُٽِيَ(٢) جي مَيّتَ مِتَ ٽِيا،

جهَڙو پُٽُ، پوٽو ٽِيو، ڪِ ڏاڏو، ڀائِٽيو، ڀاءُ،

ٽِيا وارثَ ڪُل جا، رَحِمَ جهي سَبَبان.

رَحِمُ ڇَنِجهي ڪُڙِ(٣) ڪهي، جَنهِ ۾ ٻَارُ ساماءِ(۴).

ٽيا مِتَ مَيّتَ جا، ڪُڙِ جي سڳَ سَببان،

ذَوِي الارحَامِ تَنِ ڪهي، تا لِکَنِ ڪِتابا،

جَهِڙا ڏُهٽَا، ڏُهٽيون، ڪِ ڀُٽِيَ اولادا(۵)،

ڪَ جهِڙا ماما، ماسِيُون، ڪِ ڀَائِٽيُون، ڀاڻيجا.

ڀِهرِين وانئي ڏَار جهي(٦)، تَنِين ڏي وانئا.

جان ڪِ ٻَچِيو تَنِيُون(٧) تان اُو ڏِي عَصَبَن ڪان.

ۂ جي عَصَبو نَہ لَڀِي، تہ وَرُ وَانئِيتَنِ ڏانهَ،

---

(١) ل و: ڀيڻ (٢) ل: ڀٽن، ا: ڀٽي (٣) ا جهہ: ڪڙہ (۴) جهہ: سماءِ (۵) هي ، ست فقط و ۾ آهي (٦) و: وارا جي (٧) جهہ: تنيان ، و: وانئيون.

تان وَرِيو وارو تَنِ جو، جي ذَوِي الارحَامَا.

مالُ مِڙوئِي تَنِ جو، ٻِي جِي لَڳِي نہ لاءِ.

پَرَ اُهکو عِلمُ هِنِ ۾، عِلمُ ڀَھرِيَنِ آهِ(١)،

فَرضِي نالو جَنِ جو، سِنڌي وانٺيتا،

جِنءَ هيڪُ وَطيرَتَ نہ ٿِيا، تَنِين جا وانٺا،

ڪَڏهِ مُڙس آڏَ ۾، ڪَڏهِ چوٿِي ڏانهُ.

جَنِين حالَ ضَبطُ ڪِيا، وانٺيتَنِ سَندا،

اوءِ عالِمَ هِنَ عِلمَ جا، شَرع ۾ چِٽِيا.

توڙِي(٢) هُونِ حِساب ۾، ليڪَنِ(٣) ۾ ليڙا(۴)،

تان ٻِي ڪَرِيان تَنِ جو، ڀِھرِين بَيانا.

وارِثَ وانٺيدارَ جي، سي ٻارهَ ٻُجهيجاه:

آبو، ڏاڏو، مُڙس ٿِيو، نانِي، ڏاڏِي، ماءُ،

ڌِيُ، پوٽي ءِ پيٺُ سَڳِي، ٻَيَرَ(٥) ماءُ، وِياءُ.

---

(١) جهہ: ڀهرئتا (٢) ا جهہ ن: توٺي (٣) ل: لنکن، و: ليکي (۴) ح ع: ليڙاء (٥) ل: بيير.

بارِهين پِئُتي(١) پيڻُ ٻُجهُ، وانيٺيتا پُورا(٢).

----------

وانٺا سَيِئي ڇهَ ٿِيا، ڪَهِيا قُرآنا:

ٻيو(٣)، ٽيو، ڇهون(۴) چوٿون، آنون اَهِ.

----------

سڄُهو(٥) وانيٺنِ جا، هاڻي آحوالا:

حالُ پِيُ جو ٽِين ڀِيين، سٽِي ڪَنُ ڪِجاهُ.

ڇَهون بَخرو پِيُ کي، جان مَيّتَ پُٽَ پوٽا،

توڙي هُئي(٦) هيڪَڙو، ڪِ وَرِي هُونِ گهڻا.

ٻِيو جي ڏِيَ مَيّتَ جِي(٧)، آهي مَوجُودا،

ڪِ وَرِي پوٽي تَنهِ سَندِي، ڪينهن پُٽَ پوٽا:

تِت پُڻ ڇَهُون(٨) پِيُ کي، پَرَ پاڇي مَنجهِ پُڻ آهِ،

وانٺو نِيندو پانهجِو، ۽ پُڻ عَصَبو آهِ.

---

(١) ا ج ح و: پيئي، ع: پي، ع ق: پيٽي (٢) هتان کان وٺي ويندي "اساس الفرائض" تائين "ق" مان ڪاتب حذف ڪري ڇڏيو آهي (٣) و: ٻيو ب (۴) ر ع ل و: ڇهم (٥) جه: سٽيو (٦) و: هوءِ (٧) ل: هيڪڙي (٨) جه: سندي (٩) ل و: ڇهم.

تِيو جِنءِ عَصَبو مَحضُ تيو، جِتِ مَيّتَ ناهِ وياءُ،
نَکو پُٽُ، پوٽو تيو، نَہ ڌِيَ، نہ پوٽِي کا.

----------

حالَ ڏاڏي جا چار تِيا، تي تان پِيُ وارا(١)،
چوٿون نہيرانو وڃي، جہي پِيُ ۾ پَساها.

----------

حالَ مُڙس جا ٻہ تِيا، چَوان چِٽِيَ واءِ:
چوٿون ٻَخرو مُڙسَ کہي، جان کو جوءِ وِياءِ،
ناهِ، تہ ڏِبو اَڌُ تَنهِ، ڏيهان ڏيهَ سُٽاءِ.

----------

حالَ جوءِ جا ٻہ ٻُجهو: آئون ساڻُ وِياءُ،
ٻيو چوٿون جوءِ کہي، جان کونهِ مُڙسَ وياءُ.
سوئِي عورتَ هيڪڙي، سوئِي گهڻِيَنِ لاءِ.
وِراهِيندِيُون پاڻَ ۾، برابر ٻَخُرا.

----------

(١) ل: ڌاراءِ.

حالَ ماءُ جا چارِ ٽِيا، هِنيِن سُٽِي(١) هَٽجاهُ:

ٽِيو ٻَخرو ماءُ کي، جِتِ مَيّتَ ناه وِياءُ،

نَڪِي ياٿُرَ پينَرُون(٢)، ويتَرِ هيڪَ ڪَنا،

توڙي سَڳا هُونِ سي، ڪِ ماءُ ڪِ پُي پاران.

ٻيو جِنءَ ڇَھُون(٣) اُنَ کي، جان ڪو اِنِ مَنجھان،

ٽِيو جنءَ چوٿون ماءُ کي، جِتِ ماءُ پِيُ جوءِ هُئا(٤)،

چوٿون نِينديِ سا ڇَھون، جِتِ ماءُ پِيُ مُڙس رَهِيا(٥).

----------

نانِيَ ڏاڏِيَ حالَ ٽي، پَڙُھ سين پَرُوڙا:

ڇَھون(٣) ٻَخُرو تَنِ جو، ڪَنديُون سو وانٽا،

پَرَ اوڏِي آڳاهِينءَ کي، تَڙِي تَرڪي ڪان.

جِنءَ هيڪَڙي سَڳِي تَنِ ۾، ٻِي پَروارِي آه(٦).

توڙي هيڪَڙِي جِنسَ سي، ڪِ آهِين ٻِيَ جِنسا.

(١) و: سين (٢) جهہ: پيٽئون (٣) ل و: ڇهہ (۴) جهہ و: رهيا (۵) و: هؤا (٦) هيءَ سٽ جهہ ۽ "و" ۾ ناهي.

جِنءَ هيڪَڙِي نانِي، ٻِي پَڙ ڏاڏِي تي مَوجُودا،
تہ اوڏِي آڳاهِينءَ کي، مانعَ لِکَنِ ٿا.
ٻِيو ماءُ ڪِ پِيُ مَيِّتَ جو، جي سو جِيَرو آهِ،
تہ نانِيَ ڏاڏِيَ ناهِ ڪا، جُنبَڻَ سَندي جاءِ،
پَرَ ماءُ مِڙَنِي کي جهَلِي، اَبو ڏاڏِيَ لاءِ.
ٿِيو ڪِينَ ڏِبو ڏاڏِيِن(١) جان ڏاڏو حَياتا،
مگر عورتَ اُنَ جِي، جا ڏاڏِي مَيّتَ لاءِ،
اُنَ کي مَنعَ ناهِ ڪا، مَنجهِ اِنَ مَڪانا.

----------

حال تَنِين جا ٿِي ٻُجهو، جي مَيّتَ ماءُ وِياءَ:
ڇَهون ٻَخرو هيڪَ کي، ٿِيو گهَٽيَرِڻِ(٢) لاءِ.
وِراهيندا تَنہَ کي، وَجي سَبِ وياءَ،
تِهڙو قَدرُ پُٽَ کي، تِهڙو ڏِيَ ڏِيندا.
ٿِيو جِنء پِي ڏاڏو جِئِي، ڪِ وِياءُ ڪَ پُٽُ وِياءَ،

(١) و: کي ڏاڏي (٢) و: گهٽين.

تہ برَڪَتَ اِنِ چئِن جي، وَڃن ماءُ وِياءَ.

----------

حالَ ڌِيَ جا ٽي ڇوَان، پڌَرا ۽ پيدا:
اَڌُ سَندوَ ڌِيَ هيڪَڙِي، ٻہ ڌِي گهٽِينِ(١) لاءِ.
ٽِيو جنءَ ميِّتُ ڌِيَ ڇڏِي، پٽ پُٽ همراها،
تَڏِهِ ڌِيَ اَڌُ تَنهِ ۾، جيڪين ٽِيو پُٽَ لاءِ،
لِلذكَرِ مثلُ حَظِّ الأُنثَيَينِ؛ عَورتَ ڏِءُ نہ جڳاءِ،
عَصَبِي اِنَ صُورَتَ ۾، صاحِبِ سَهَمِ نَہ سا.

----------

حالَ پوٽِيَ جا ڇهہ ٽِيا، سُٺهو سَڀوجها:
اَڌُ پوٽِي کي هيڪَڙِيَ، ٻہ ڌِي جان گهَٽِ آهِ.
ٽِيو: رَهَنِ سڀي پُٽَ سڀِن(٢) ڪِينهن(٣) مالَ مَنجهان.
چوٿون: ڇهون(۴) تَنِ کي، جِنهِي هِڪَ(۵) ڌِيَ آهِ.
پَنجون: پوٽِيَ ڪِينَ رَسي، جِتِ يَرَ گهَٽِيُون هِڪَ(٦) کان.

(١) و: گهٽِيرن (٢) و: سي (٣) و: تڪ نهن (۴) جهہ و: ڇهر (۵) و: جتي سڳي هيڪ (٦) و: هِڪ.

ڇهون: آهنِ عَصَبِيُون، جي پوٽو(١) تَنِ همراها.
ڪِ وَرِي پَڙَ پوٽو ٿيو، تقنِ جو رَفِيقا،
(تہ) ڪَچو وانٽو پوٽِيِين، پَڪو نَر نِيندا.

----------

حالَ تَنه جا پَنج ٿِيا، جا سَڳِي پيٽَ سَنديا،
ٿِي اُنِين ڪان اوءِ ٻجهو، جي ڏِيُن مَنجهِ هُئا.
اَڌُ هيڪَ، ٻہ ڪِي گهٽِيِين(٢)، عَصَبِيُون ياءُ سَبَبَان.
چوٿون ڏاڏِي پُٽَ سين، ءِ پَڙَپوٽِي(٣) سَببان(٤).
تِرُ تَرڪي جو نہ رَسِي، پورو پيٽُنِ(٥) لاءِ.
پنجون آهنِ عَصَبِيُون، ڌِيَ پوٽِيَ سَببَان،
اِجعَلُوا الاَخوَاتِ مَعَ اُلبَنَاتِ عَصَبَةً چَيو رَسُولَ خُدا.
ڌِيَ پوٽِيَ ڪان جو رَهِي، سو سَيُ پيٽُنِ(٥) لاءِ.

----------

حالَ تَنِين جا آٺَ ٿِيا، جي پيٽُرُ پِيُ پاران،

(١) جهہ: پوٽيون (٢) و: گهٽيرين (٣) ل: پوٽي (٤) و: چوٿون ڏاڏي ءِ ٻي سين، ءِ پٽ پوٽي سببان (٥) و: پينرن.

پَنجَ تَنِين کان سِي پڙهو(١) جي سَگِهيَ پيِڻَ هِتَا،

آڌُ هيڪَ، ٻہ گهٽيين، عَصَبيُون سي(٢) ڏِيُ ياءُ.

ٻِيُ، ڏاڍِي، پُٽَ، پوٽِي، ڪُجَڻ ڪِيمَ(٣) مُنهان(٤).

پنجون عَصَبِي ٿِيَنِ، ڏِيَ پوٽِيَ سَببَان(٥).

ڇَهُون(٦) نِيندي(٧) سَا(٨)، جا(٩) هيڪَ سَگِهي پيٽا.

سَتون، تِرُ نہ تَنهِ ڪي، جي سَگِهي وَڏِي(١٠) هڪِ کان.

آنون سَگِهي ياءُ سيِن، پُڻ وَجَن وِجَ مَنجهان،

جِيَهِم(١١) سَگِهيَ پيِڻ سيِن، جِتِ ڏِيَ ڪِ پوٽِي آه.

----------

پُنو بابُ تَنِين جو، جهي وارِثَ وانتيتا،

تان تہ سُٽِهو مَخرَجَن جو، هاٿي بَيانا:

تہ وانتا وانتيتَنِ(١٢) جا، نِڪَرَنِ جَنه قَدرا،

مَخرَجُ آنِهِم(١٣) قَدرَ ڪي، چَوَن تا عُلماءُ.

---

(١) جهہ و: پروڙ (٢) جهہ: سين، و: عصبي سين (٣) جهہ: ڪين (٣) و: ٻي ڏاڏي پٽ پوٽي سين، ويجڻ وچہ منجهان (٥) هي٠ ست ل ۽ ناهي (٦) ل و: ڇهم (١) ع ندي، ر: نندي (٨) جهہ ۽ و کان سواءِ سيني جي پڙهٽي "ماءُ" آهي (٩) هي٠ "و" جي پڙهٽي آهي (١٠) ر ن: و ڏي (١١) جهہ: جيهين، ح: جن٠ (١٢) جهہ: وانيجن (١٣) جهہ ح: انهين.

ٻِنِ(١) جا مَخرَجَ ٻہ ٽِيا، چوٿيـن چارِ هُئا.

سَتَ مَخرَجُون مِڙئِي، سُٽِي يادِ ڪِجاهُ:

ٻہ ٻَخرا چارِ ٿـيِ، ٻارَنهن ٻُجهَيجاهُ،

ڇَہ آٺَ سُٽِي سِڪُ تُون، سَتَان(٢) چووِيها.

جِتـي مَخرَجَ جا ٽِيـي، سا تِتِ ڪَريجاهُ.

جِيهِم(٣) عَورَتَ، ٻِيُ رَهـي، ٻُٽُ ٻُڻ مَوجُودا،

تَڏِهِ مَخرَجَ تَنِ جِي، ڇَٽِجِ چووِيها.

آنون عَورَتَ ٻِيُ ڇَهون، سَترَهَ ٻُٽَ نِيا،

۽ جـي رَهِيا جوءِ ٻُٽُ، تہ مَخرَجَ آٺَ ٽِيا:

آنون ٻَخرو جوءِ ڪـي، باقِي سَتَ ٻُٽَ لاءِ.

ٻَرَ جـي مَخرَجَ عَولُ ڪَري، تہ سو ٻُڻ سُٽِيجاهُ.

عَولُ ڪُجاڙو وَڌِ ڪَرَڻُ، سُٽِجِ سُرتِ مَنجهان.

جِنْ(٤) وانـٽـا ٻُـورا نہ ٽِـيـا مَخرَجَ مَنـجهاران،

---

(١) و: ٻِي (٢) جَهـ: ستون (٣) جهـ: جيهين (٣) جهـ: جي.

تَڏِهِ مَخرَجَ وَڏِ ڪِبي، تان ٿِيَنِ سڀ پُورا:

جِنْ(١) ماءُ پِيُ مَيِّتَ ڇَڏِيا، ڌيَ مُڙسُ پُٽِ آهِ،

تَہ مَخرَجَ تَنِ جي ٻارَهَنِئُون، پَرَ وانٽا نہ پُورا.

تَڏِهِ تيہرَهَ ڪَرِ تُون، ٻارَهَنِ مَنجهاران.

پَرَ عَولُ مَخرَجَ تِنِ(٢) ٿيي، سَتَنِ عَولُ نَہ آهِ.

ڇَهہ، ٻارَهَ، چوويهَ ٿِيا(٣)، ٽيئي ٿِيا پورا.

مَخرَجَ وَڏِي عَولَ ۾، گهٽِ ٿِيَنِ وانٽا،

مَچُڻ اوسيڙو ڪَريـن، پَسِي اِيَ طَرَحا.

اَلـصُّـلـحُ خَـيـرٌ: عَـولُ اِنهِين بـابـا.

پَرَ ڪَنِين اَصحابن اِنءَ چَيو، تَہ عَولُ شَرعَ ۾ ناه،

جو وارِثُ ڪَڏِهِ عَصَبو، ڪَڏِهِ فَرضِي آهِ:

جِنءَ ڌِيَ، پوٽِي، پيڻَ، پِيُ، ڏاڏا، پَڙ ڏاڏا.

اُهي گهُرَندا(٤) کوٽِ کپي، حاجَتَ عَولَ نَہ ڪا.

---

(١) جهہ: جي (٢) ع ل: ٽي، و: مخرجين ترين (٣) ل: ترٽا (٤) و گهرندا، ٻيا سب: گهرندو.

عَصَبو چوکڻ سَهکڙو(١)، وانئَنِ جي پَجَٽان.
عِلمِ سَيوئِي سَفَرو، عالِمَ سَڀِ ڏِيا،
مَن تَبعَ عَالِمًا لَقِيَ اللهَ سَالِماً: سَچوئِي سُخَنا،
پَرَ مَذهَبُ حَنَفِيَنِ جو: پِهرو(٢) پَروڙِجاهُ.

----------

هاڻِي عَصَبَا ليکِيان، جي آهِنِ ٻِيو قِسمَا.
عَصَبو چَئَجي نَرَ کِي، جو مِٽُ پُٽِ سَبَبان:
ڄِهَڙو پُٽُ، پوٽو ٽِيو، کِ ٻِيُ ڏاڏو(٣) کِ پاڻِيا ۽ ڪاڪا.
ڪونهي عَصَبو اِنِ ري، آصِلِي آصِيلا،
جيڪو عَصَبو اِنِ ري، سو سَڀُ حُڪمِي آهِ.
جِنءَ ڌِيَ، پوٽِي پاڻُنِ سين، کِ ڌِيَ سين ڀيڻُ هُياءِ،
تہ اِي عَورَتُون عَصَبِيُون، تِيئِي لِکَنِ ٿا.
پَرَ اِيَ عُصُوبَتَ(٤) حُڪمِي، هَذِ نہ حَقِيقِي آهِ.

(١) ج: چونکڻ سهوکڙو، ح: چون کن سکٽون، ع و: چوکن سوکرو، ل: چون کن سوکرون، ن: چون کن سوکرو (٢) جهہ: پهريون (٣) فقط و م: ک ٻي ڏاڏو (۴) جهہ: عصبو.

ڪِ جَنهِ آجو ڪِيو مَيّتَ کِي، ڪِ اِنهِمر(١) جا عَصَبا،
تہ اوءِ پڻ عَصَبا حُڪمِي، نہ سَبَبِي(٢) سَمُجهيجاه،
عَصَبو آصلِي سو ئِيو، جو مَٿِي مذڪُورا.

----------

هاڻي عَصَبَنِ قاعِدو، ساري سکهيجاهُ،
تہ اوڏِي هُونڊِي رَهِيا، آڳاهان عَصَبا.
قِسمَ تَنِ جا چار ٿِيا: هيڪڙا مَيّتَ وِياءَ:
جِهڙا پُٽَ، پوٽا ٿِيا، ڪِ تَنِين جا پوٽا.
ٻِيا مُورَ مَيّتَ جا، جِن آبو ۽ ڏاڏا.
ٽِيا فَرزَندَ پِيُ جا، جِن ڀائُرَ ۽ ڀائِٽيا.
چوٿون جَڻُ ڏاڏِي سَندو، جنءَ ڪاڪا، سَوٽَ
ٿِيا(٣).

جي مُون ڀِهرِين لِيکيا، چَئِن مَنجهاران.
ٻِهرِين(٤) ڏِيو اُنِ کِي، اوڏا اوءِ چَئبِا.
پَرَ اوڏِنِ مَنجهِ پڻ اوڏڙو(٥) ڀِهرِين ڪجُ پُڇا.

(١) و: نہ نسبي (٢) جھ: انهين (٣) ح: سوتنتا (٤) جھ: پهرائين (٥) ج: اوڏن منجهان اوڏڙو.

جِنءَ پُٽُ پوٽي کي(١) پوٽو ٻَڙَ پوٽي کي، جھلي(٢) پَٽيَ کان،

ٻيُ ڏاڏي کي(٣) ڏاڏو ٻَڙَ ڏاڏي کي، مَانعُ مالَ کَنان،

ءِ ٻَڙَ ڏاڏو يائِن کي، آهي آياڳا(٤)،

ءِ سَوتَ، ڪاڪا، ياءُ سِين(٥) لَنگھَنِ لنگھيندا(٦).

اَلحقُوا الفَرَائضَ بِاَهلِهَا فَمَا بَقِيَ فَهُولَاَولِي رَجُلِ ذَکَرِ: چَيو رَسُولَ خُدا.

ٻُڦِي، يائِتي، سَوتِ پُٽ، عَصَبي مُورِ نَہ آهِ.

آهِنِ آرحامَنِ ۾، عَصَبَنِ پُجاٽان.

جي(٧) هيڪُ عَصَبو هيڪَ سگُون(٨) هي کي گھٽيرا،

جهي(٧) هيڪَڙو سَڳو ياءُ ٽيو، ٻيو پِيُ پاران.

تہ هيڪَڙي واري ناهِ ڪين، سَيو(٩) سَڳِي لاءِ.

----------

سُٽي مَسئَلا دينَ جا، سکي ٽيو صَحيَا.

---

(١) "پٽ پوٽي کي" فقط "و" ۾ آهي (٢) و: پلي (٣) هي لفظ فقط "و" ۾ آهن (۴) ف: اپاڪا (۵) و: سي (٦) ڪذا في ج ح و، جھ: لنگھڻ لنگھيندا، ر: ليکن ليکندا، ع ل: لکن لکي تاء، ن، لنگھن ليکي تان (٧) و: جن (٧) جھ: سگ، ن: سڳو، و: سڳي (٩) و: سيوئي.

ڇَهَنِ(١) وَارِثَنِ(٢) نَہ ٿِيي، تَڙجَڻُ(٣) تَرڪِي ڪان.

پِيءُ، پُٽُ لِکَنِ تَنِ ڪان، جوءِ، مُڙس، ڌِيَ، ماءَ،

ڀِيا سَڀِ آچَڻَ(٤) وَڃَٽان، آرها ۽ سَرَها.

مَگَر مالُ نَہ بَچِيو، وانڻَنِ پُڄاڻان،

تِني پِيءِ، پُٽُ جِهي رَهِي، تَہ تَڙجَڻُ اُو ناهِ،

ڪُونهِ حاجِبُ(٥) اُن کي، جو وِڃائِنِ وِڇان.

۽ جِهي(٦) عَصَبو نَہ لِيي، آصلِي آصِيلا،

نَکو آهِي حُڪمِي، ماڻُهنِ مَنهجاران،

تَڏِهِ تَرڪو تَنهِ سَندو، جو عَصَبو سَبَبِي آهِ،

جَنهِ آجو ڪِيو مَيِّتَ کِي، ڪَدِيو گولَپَ(٧) ڪان.

ڪ وَرِيِ عَصَبا اُنِ جا، جي پائُرَ ۽ ڪاڪا.

۽ جِهي عَصَبو ناهِ ڪو، مُوران مَوجُودا،

تَڏِهِ پاڇِي تَنِ کِي، جِي صاحبَ سَهمَنِ جا،

---

(١) ج ع ل: ڇهم، ح ن: ڇهون، و: ڇهي (٢) ر ع ل ن و: ورثن (٣) جهہ: تڙڻ (٤) جهہ: اچٹا (٥) ح: حاجت (٦) ح ع ل ن: جو (٧) و: ڪدي گولپي.

جهَڙي سَهمَ جَنهِ سَندِي، تِهَڙو تَنهِ قَدرا،

مگر مُڙسَ ڪِ جوءِ ڪِي، پوئين وِرچَ مَ پاءِ(١).

۽ جي(٢) عَصَبو ناهِ ڪو، نَڪي وانثيتا،

تان وَرِيو طالعُ تَنِ جو، جي ذَوِي اُلارحَامَا.

وَأُولُو الارحَامِ بَعضُهُم أَولِيٰ بِبَعضٍ فِي ڪتَابِ اللهِ:

فرمايو خدا.

پَرَ مُوجِبِ مَذهَبَ مَالِڪِي ۽ شافِعِي مَذهَبَا.

ڪِينهي تَرڪو تَنِ ڪِي، جي ذَوِي الارحَاما.

----------

مالُ بَيتُ اُلمَالَ جو، عَصَبَنِ پڄاڻا.

تان پِي ڪَرِيان تَن جو، هاڻِي بَيانا:

اوءِ پُڻ آهِينِ چارِ قِسمَ، جِيَهِمَ(٣) تِيا عَصَبا:

پِهرِين وِياءَ مَيّتَ جا، جِنءَ ڌُهتِيُون ۽ ڌُهتا.

بِيا اَصلَ مَيّتَ جا، جِنءَ نانو ۽ تَنهِ ماءُ.

تِيا فَرزَندَ پِيُ سَندا، جهِڙا ياڻيجا،

(١) و: ياءِ (٢) و: جان (٣) جهہ ن: جيهين.

ڪِ وَرِي ياٽِيجيُون ٽِيون، ڪِ مائِي ياءَ(١) وِياءَ،

چوٿون ِ جَڻُ ڏاڏِي جو، ڪِ ڏاڏِي(٢) جا وِياءَ،

ڪِ وَرِي فرزندَ نانِي جا، ڪِ نانِيَ اولادا؛

جهَڙيون(٣) پُڦِيُون، ماسِيُون، ڪِ تَن جو اولادا.

جيڪو لِکيمُ پهرائِين(۴) سوئِي پِهرو(۵) آهِ،

جَيِهِمِ عَصَبَنِ ۾ ٽِيو، مَٿِي مَذڪورا.

ِپهرا مانعَ ٻِنَّنِ کِي، ٻِئِيا ٽِيَنِ لاءِ.

ٽِنَّنِ هُوندِي ڪِينَ رَسِي، چوٿَنِ مالَ منجهان.

تِت پُڻ آڳاهَنِ کِي، اوڏو مانعُ آهِ:

جِنءَ هيڪَڙو ڏهٽو پُٽَ جو، ٻيو پوٽِي جو آهِ،

ڪِ هيڪَڙِي ڏُهٽِي پُٽَ جِي، ٻِي ڏُهٽِي ڌِيَ آهِ،

تہ مالُ مِڙوئِي هُنِ جو، هِنِ تي حَراما.

قُوَةُ لقَرَابَة ڪَقُرْبِـهَا: لِـڪَـنِ ڪِـتـابـا.

(١) ح: ماءَ (٢) ج ر ع ل ن: ڏاڏي (٣) و: ڪ جهريون (۴) جھ: پهرءِ، و: پهرِ (۵) جھ: پهريون.

جي ياٽيجيَ ڪِ ڏُهِٽي سين، جِيَرو سَندُسِ ياءِ،

تہ ڪچو بَخرو جوءِ جو، پَڪو مُڙس لاءِ.

لِلذَّڪَرِ مِثلُ حَظِ اُلاُنثَيَينِ: هرجا اِيُ حُڪما.

بَہ پَيسا ڏِي ڏُهِٽِي، هيڪو(١) ڏُهِٽِي لاءِ.

حَنَفِي عالِمَ اِنَ ٿِي، آهِين هيڪاندا.

پَرَ جي ڏُهِٽِي پُٽُ ءِ ڏُهِٽي ڌِيَ پئاءَ،

مَرِي ڇَڏِيائِين ڪَڏهِم(٢)، تہ تَنہِ ۾ آهہ نِزاعا(٣).

ڪَنِين ڏِيارِيو پُٽَ کِي، بِيٽو ڌِيَ ڪَنا،

ڪَنِين پُٽُ مادِي(٤) ڪِيو، پُرِي پارِ پِيا.

ڌِيُ کِي وانٺو پِيُ جو، پُٽَ کِي وانٺو ماء.

فَتوىٰ اِنهِمِ(٥) قولَ تِي، لِڪَنِ(٦) ڪِتابا.

يادِ رَکِجُ اِيُ قاعِدو، مَنجهہِ ذَوِي الاَرحَاما.

----------

(١) ل ن: هيڪڙو (٢) جهہ ن: ڪڏهين (٣) و: آه نزاع (٤) جهہ و: ماء، ح: پٽ مان ڌي (٥) جهہ ن: انهين (٦) و: لکن، بيا سڀ: لکي.

۽ جِهي وارِثُ ناهِ ڪو، مُوران مَوجُودا،
تہ تَرڪو بَيتُ اُلمالَ ۾، ڏِبو سُلطانا.
اَلسُّلطَانُ وَلِيٌّ مَن لاَ وَلِيٌّ لَہُ: اُتو اَحَمدا.
خَرُچ ڪَندو تَنهِ مالَ کِي موُجِب اَمرَ خُدا.
۽ جهِي اِيَهم(١) نَہ ڪرَي، هِلي منَجهہ هواء
تہ مَهَدِ مُؤمِنَ تَنِه سهِن، چابُو(٢) سَبِ ٿيندا.
راضي ٿيندو پاڻ ڏَٿِي، مَولو مُلڪَ خُدا،
نوِڙهَي ڏِبا سِگّڙا، سِگّڙِي جا ونَبِا،
وِيرُ وننڈي پانهِجو، سَاري سِگّڙِ ڪان.

---

جي آجا آهِي پيٽَ ۾، ڪو وارِثَنِ منجهان،
تَہ وُانتو رکِبو پُٽَ جو، سُٽِي ڪَنّ ڪِجاهُ،
۽ جهِي غائِبُ ڪو تِيو، وَارِثَنِ مَنجهاران،

(١) جهہ ن: ايهين، ح: اهين (٢) ح: قابو، ل ن: چابو، و: چاپو، پيا سپ چابو.

خَبَرَ پوءِ نَہ تَنهِ جِي، تَہ ڪِتي ڪِنه پَرِ آهِ،

تَہ(١) مالُ رَڪِبو تَنهِ جو، اَمانَتَ طَرَحَا.

پُڻ وانٺو رَڪِبو تَنهِ لاءِ، تَرڪہِي مَنجهاران،

جاسِين حاڪِمُ اَمرُ ڪَري تاسِين سو رَڪَندا.

حَاڪِمُ جَڏهِ صِلاحَ ڏِي، ڪَندَا تڏه(٢) وانٺا.

فَتَويٰ اِنهمِ قَولَ تہِي، لِڪِي تَبيِيَنا.

----------

۽ جہِي خُنثي هوءِ ڪو، وارِثَنِ مَنجهان،

جَنهِ ڪہِي فَرجُ عَورَتہِين، ۽ مُرَسنِ آنگڙو آهِ،

تَنهِ جو حُڪمُ تَنه سَندو، جَنهِ غَالبَ اُهجاڻا.

جِن هيڪَ منجهان پيشاب اچِي، ہِي ۾ آبُ نَہ آهِ (٣)،

۽ جان بَرابر ٽِئا، مڙئي اُهجاڻا (٣):

حَيضَ اَچِي ٿو اُنَ کہِي، ۽ ڏاڙهي مُرسَنِ آهِ(۴)،

(١) و: تان (٢) جهہ: تنه (٣) هي ٻئي ستون فقط "و" ۾ آهي (۴) و: گهاءِ.

تَڏهِ مُشڪِلُ سو ٿِيو، لِڪَنِ ڪِتابا.

حُڪمُ تَنِهِ کي سو ڏِبو، جَنهِ ۾ يَقِينا.

ڪِٿِي حُڪمُ جوءِ جو، ڪِٿِي(١) مَردانا(٢)،

جِتِي آمنُ جَنهِ ۾، تِتِي سو حُڪما.

وانٺو تَنهِ کي ٿورڙو، جَنهِ يَرُ(٣) قِلَّةَ ذاته،

اِتِي آمنُ اِنَ ۾، نِرتي ڪَرِنگاهَ.

----------

جي ڪَنهِ بہ پُٽَ ڇَڏِيا، هيڪَڙو خُنثيٰ آهِ،

تہ ٿِيو بَخرو خُنثيٰ کي، سِکي ياد ڪِجاهُ.

پر ڪَدڙي(۴) حُڪُم مُڙسَ جو، خُنثيٰ مورِ نہ آهِ،

ڪَنِ نہ ڪِجي ڪَڏِهين، جاهِلَنِ(۵) ڳالهاءِ،

----------

مانِعَ وراثَتَ(٦) جا، ڪَرِيان بيانا:

---

(١) ع و: ڪيٿي، (٢) جھ: مردتا (٣) "و" جي پڙهٽي، پيا سپ: پر (۴) ج ر ع ل ن: ڪري، "ح" ۾ اهو لفظ بالڪل آهيئي ڪونہ. (۵) و: جاهلن جو (٦) ل ن: وارثت.

مَارِي وارِثُ نَہ ٿِيي، مَارِيَلَ جو مُوران،

اَلقَاتِلُ لاَ يَرِثُ: چَيو مُحَمّدَ مُصطَفَيٰ(۱)،

مَگر قَتلُ سَبَبَ(۲) جو، جِنءَ کُوِهي پُٽَ کَنياءِ،

تَنهِ ۾ پَئِي پِيَاسِ مُئو(۳)، قَادِر جي قَضاءَ،

ڪِ وَرِي قَتلُ تَاوِيلَ(۴) جو، جِنءَ بَاغِيَ(۵) مارِيو ياءُ،

يايائِين تہ آءُ حَقَّ تہي، ظُلمُ پارِ آدا،

ڪِ مارِي آهِي چَرِيو، ڪِ نابالغُ سو آهِ،

تَذِه وارِثُ سو ٿِيہي، مُورِ نَہ مَوقُوفَا.

پَرَ مارِي اَگهِين، جہي مَري، مارِيَلُ پوءِ تِهان،

تہ وارِثُ مارِيَ جو ٿِيہي، ذانهُسِ ڏوهُ نہ آهِ.

گولو وارِثُ نَہ ٿِيہي، نَڪِي تَنهِ وَرثا،

اَلعَبدُ لاَ يَملِڪُ: گولہي مِلڪَ نَہ آهِ.

مُؤمِنَ ڪَافِرَ پاڻ ۾، مَحَبَتَ مُورِ نہ آهِ،

---

(۱) جهہ: رسولا (۲) جهہ: سبب، قتل پيا سي: قتل سبب (۳) سيئي نسخا: مو (۴) جهہ: قاويل = قابيل؟ (۵) جهہ: ياءُ کي.

قَد بَدَتِ البغضاءُ بينَنَا وبَينكمُ: وَرثي واٺَ نَڪَا.

۽ جِهي ڪافِرُ هيڪِڙو، مَنجهِ شَهرَ اِسلاَما،

ٻِيو شَهرَ ۾ ڪافِرِيِن، جِتِ ڪافِرَ جو حُڪما،

تہ اوءِ پُٽ وارِثَ نہ ٿِيا، توڙِي(١) سوٽ سڳا

ڪِ هيڪِڙو ڪَافِرُ هِندُ جو، ٻيو سَندو رُوما،

تَہ پُٽ وارِثَ نہ ٿِيا، وِچَ ۾ وَصلُ نہ آهِ:

اَلدّارُ تَختَلِفُ بِاختِلافِ اُلمَلِڪِ، لِڪَنِ ڪِتابا.

هيڪ نہ ڪِيائِي(٢) ٻِي سَندو، هيُ هُنَ ويرِي(٣) آهِ:

هِنَ جا قُرِجَنِ هُنَ ڏِي، هُنَ جا هِنَ قُريا.

اَلوِراثَةُ وَلَدُ التَناصُرِ(٤): دُشمَنَ ڪِنءَ وَرَثا؟

ٻَرَ مُؤمنُ ٻِي مُؤمِنَ جو، اِتي وارِثُ آهِ،

توڙي(٥) هيڪِڙو(٦) مِصرَ ۾، ٻِيو ٻَري جِينا.

آهي سَنگُ اِيمانُ جو، سَدَرُ ساڻُ بَقاءَ.

---

(١) جهہ: ن: توٽي (٢) جهہ ر ل ن خ: ڪيائي، چ: نڪيائي، ح: ڪيائي (٣) چ جهہ ح ع ل ن: وير، هي پڙهٽي ر ۽ وجي آهي (٤) چ ۽ ر جي پڙهٽي، جهہ ح ل ن: التناص (٥) جهہ ن: توٽي (٦) جهہ: هڪڙو.

جي مٺا هيڪاندا ۾ ڇڏان، ماڻهن مَنجهاران،

عِلمُ اُنِ جو نہ ٿيو(١)، تہ پِھرين کهڙو آهِ.

تَڏهِ تَرڪو ان جو، وارِثَ ٻِيا(٢) نيندا.

هيڪُ نَہ وارِثُ ٻِي سَندو، تَنِ مُٺَنِ(٣) مَنجهاران،

توڙي ٻِيُ پُٽُ سڀي هُٺا(٤)، ڪِ وَرِي ياٺَرَ سڳا.

ڪِ مؤمنُ مَرِي ٻار(٥) ڇڏي، هيڪُ سَندُس، ٻِيا پَرَ جاءِ(٦)،

جيڪو فَرزَندُ اُنَ جو، سُو مُورِ نَہ مَعلُومَا،

تَہ تَنهِ جو وارِثُ ناهِ ڪو، اُنين ٻارَنئان(٧)،

نَڪو وارِثُ اُنَ جو، مِڙَئِي(٨) اَبنَيِاءَ.

پَرَ جيڪو ڪافِرُ اُنِ ۾، ڪافرَنِ وِياءُ(٩)،

تَہ اُنَ ڪِي حُڪمُ اِسلام جو، لَڪَنِ ڪِتابا.

اَليقَينُ لاَ يَزُولُ بِالشّڪّ: اِنَ جو دَلِيلا.

آهِي آصلُ اِنسانَ ۾، فَقُر اسلاما،

---

(١) و: ٿئي (٢) و: ان (٣) و: مارن = ماڻهن (۴) ج ح ر ع ل ن: هؤا هيڪاندا (٥) و: ٻار، ٻيا سڀ: ياٺر (٦) ج: پَرجا، جهہ ع ل ن: پرجاء، ح: پرجاءِ، ر: پرچا، (٧) "و" جي پڙهي، ٻيا سڀ: اهي ياٺر ناهہ (٨) ر: مرن، ع: موتي (٩) جهہ: ڪافرن منجهارا.

حُڪمُ تنه جو شَڪ“ سڀنِ، وَڃي تان نہ وِڇان.

----------

مانعَ وِراثَتَ جا، پَنجَئِي ٿِيا پُورا:

ڪُفرُ، قَتلُ ۽ گولِپِي، ويرِيپَو(١) شهرا.

پَنجون(٢) گَڏجَڻُ مَوتَ جو، ڪِ وارِثَ جِت گَڏِبا:

ڇَهون نُبُوّتَ جاڻُ تُون، گُذِريو جَنهِ ذڪرا.

----------

پُنو بَيَانُ تَرِڪي جِو، ضَرُورِي قَدرا،

جي اِيُ پَڙهي پَرُوڙجي(٣) تہ ٻِيو پُڻ پَڌرو آهِ.

اَسَاسُ الفَرَائِضِ سِنڌِيَ جو، نالو نِهَرَ ڪِجاهُ(٤).

لاَ اِلٰـه الا اللهُ مُحَمّدُ رَسُولُ اللهِ ﷺ (٥)

تَرِڪو پَڙهي پَرُوڙِ تُون، پَرَ قَرِڪي ڪَرِ نِڪرا.

لَو اَنزَلنَا هذَا القُرآنَ عَلىٰ جَبَلٍ: اَندَرِ آگِ جَلاءِ.

---

(١) ح: وير پيو، ل ن: ويرپيو (٢) و: پنجم (٣) و: ڇهم (٣) و: پروڙي (۴) هتان کان وٺي وري ”ق“ شروع ٿيو (٥) ڪلمو فقط ”و“ ۾ ڏنل آهي.

تَقشَعِرُ مِنهُ جُلُودُ الذَّينَ يَخشَونَ رَبَّهُم: ويهُ ۾
وِيسَرا (١)،

اِنَّ زَلزَلَةَ السّاعَةِ شَيءٌ عَظيمٌ: اِيَ ساعَتَ پُجُ سَدا،
فَوَيلٌ لِلقَاسِيَةِ قُلُوبُهُم عَن ذِكرِ الله: ڪَدو ڪَٽُ
قَلبا.

آهي حَديثُن ۾، اِهڙي پَچارا (٢):
تہ مَوتَ پُڄاڻان (٣) ماڻهوءَ (٤) کي (٥) بِيارِي پُڇا (٦):
هيڪُ (٧) ماڻُهون پُڇَنِ ماڻهنِ کي (٨) تہ ڪِ پُنيان آهِ،
پيو (٩) مَلڪَ پُڇَنِ مَلڪَنِ کي (٢) تہ ڪا ساڻُس (١٠) سوغاتا.
وَڏا طالعَ تَنِ جا، جي مَرَنِ مِسڪينا.
اَللّٰهم اَحيِنِي مِسكِيناً وَاَمِتنِي مِسكِيناً (١١): آگهين (١٢)
اِيَ دُعاءَ.
جا پِني پَيغَمبَرَ رَبَ جي، ڪِئي قادِرَ قَبُولا.
مَتِنِ هُئي گودَڙِي، لاڏاڻي ويہ را،
هيِنين گندِي تولِهہ سين، ڪَٿي جي طرحا،
زِرَهہ گِهي ۾ قَرضَ جي، هُئي يَهُودينِ هَٿان.

---

(١) و: ويسارا (٢) ب ۾ فقط هن ڪان وٺي باقي تڪرو آهي (٣) و: تہ مرڻان پوءِ (٤) جهہ: ميت (٥) ب جهہ: لي، و: جي (٦) ر: پڇندا (٧) فقط و ۾: هيڪ (٨) و: پاڻ ۾، جهہ: ڪي (٩) و: ساڻن (١٠) ج: اڳين (١١) ر ۾ زيادة واحشرني يوم القيامة من زمرة المساكين (١٢) جهہ: دوست.

دَعوَي ڪَرِين دوسَ جِي(١) جَنهِ اهڙا اُهڃاڻا؟

دوسُ نَہ رکِي دَمڙِي، سُورهُ سِينءَ صَبَاحَ.

مَا ادخَرَ شَيئاً لِغَدٍ: پَرِتان(٢) پِرِينءَ سنداءِ،

سَناسِيَ سِين سَنگُ ڪَرِي، ميڙِين مَالُ مَتاعُ؟

ڪَنهِ پَرِ وِٺي سَجَٽِين(٣)، پوري تو پيرا(۴)؟

جانَ تو ڪادو ڪانڌَ(٥) ڏِي، تان لاَلچِ لَبُ(٦) وِڃاءِ،

فَقرُ فَاقو آڳِڙِيُون، جوڳِيَنِ مَرڪُ، ماءِ!

اَجِيعُوا بُطُونَكُم وَ اَعرُوا اَجسَادَكُم تَرَوا رَبّكم:

ويراڳِين واٽا.

لَنءُ ءِ لاَلَچَ ڪِينَ لَڳِي، ڪَڃُ ءِ(٧) روهُ(٨) ڪِيا؟

جان تو پَہ پُورَبَ(٩) جو، تان وَٺون سَپَ وِڃاءِ.

نَجا اُلْمُخَفّفُونَ وَهَلَكَ الـمُثَقّلونَ: هَرڙَنِ(١٠) جو هَنڌُ آهِ.

رِزقُ رَسائِڻُ(١١) تَتِهِ تِي، جَنهِ سوئو ڪنيو(١٢) سَاهَ(١٣).

---

(١) و: سين (٢) سواءِ ر جي سڀ: پرتا (٣) جٺن ب م، ج ح ر ع ل ن: وڌو ٺي (۴) جھ: پوري تو پنيا، ڏ: دوئي، س: وڏاي (٥) ب س: ڪيچ (٦) جھ: لوب (٧) ب: ڪيڃيءَ، ڇ: ڪيڃيءَ، جھ: ڪيڃو، ح ل و: ڪيڃئي، ڏ: ڪيڃَئين، ر: ڪنيڃئي، س: ڪيڃي ءِ، ع: ڪيڃئي، ق: ڪيڃي، ن: ڪيڃيءَ (٨) ب: روح (٩) ب جھ: پورب (١٠) و: هرڻن (١١) س و: رسائڻ (١٢) ب ج جھ ح ڏ ر ع ل ن: ڪيو (١٣) "و" جي پڙهڻي، بيا سڀ: آهه.

مَاعِندُ كُمۡ يَنفَدُ وَمَا عِندَاللهِ(١) بَاقٍ: جو رَهيو سو وَهيو، جو وَهِيو سو آهِ(٢).

مَالُكَ مَا قَدمتَ وَ مَالُ وَارِثِكَ مَا خَلَفتَ: چَيو رَسُولَ خُدا.

جيڪي رکيوءِ(٣) نفسَ لاءِ، تنه سِين ڏنيَ ڏِينداءِ.

هذَا مَا كَنَز تُمۡ لِاَنفُسِكمۡ: ڏنيِيندڙَ چوَنداءِ.

اَلدِرهَمُ كَيُّ وَاَلدِرهَمَانِ كَيَّانِ: بَرِ بَرِ گهَٽيرا.

مَن كَانَ اللهِ كَانَ اللهُ لَهُ: ايذَنه آمنُ آهِ.

اِنَّ اَللهَ اشتَرَي مِنَ المُؤمِنِينَ اَنفُسَهُمۡ وَاَموَالَهمِ بِاَنَّ لَهُمۡ الجَنَّةَ: بِهِشتَ جانِ بَهاءَ،

وَسَارِعُوا اِلَيٰ مَغفِرَةِ مِن رَّبِكُمۡ و جَنَةِ: سُٽين(٤) كِهَڙي ساءِ.

حُبُّ اَلدُّنيا رَاسُ كُلِّ خَطِيئَةٍ: لَبُ مَنايُنِ ماءُ.

اَلبُخلُ اُمُ الرَّذَائِلِ: عالِمَ چوَنِ ٿا.

وَ مَن يُوقَ شُحَّ نَفسِهِ، فَأوْلٰئِكَ هُمُ اَلمُفلِحُونَ: شاهِدُ قُرآنَا.

---

(١) هي آيت فقط جهہ ۽ و ۾ ڏنل آهي (٢) ب: جو وهيو سو رهيو، جو رهيو سو ناه (٣) س: رکين، و: رکن (٤) ب: سته، س: سٽين، ٻيا سڀ سواءِ ڏجي ستن.

ڪَلمو ڪَهو سَچَ سِپين، راتِيين(١) مَنجهِہ صَباحَ.

تہ سِگهائِي سکِ(٢) تِيو، لَنگهي لَڪِيُون لاَهَ(٣).

اَللهُ آهي هيڪڙو(٤) مُحَمَّدُ رَسُولُ اُللهِ (ص).

مَن قَالَ لاَ اِلهَ اِلاَّ أللهُ مُحَمَدُ رَسُولُ أللهِ،

دَخَلَ اَلجنّةَ بِلاَ حِسَابِ: ڪَهِيو رَسُولاَ(٥).

لاَ اِلهَ اِلا أللهُ مُحَمَدُ رَسُولُ أللهِ ﷺ

---

(١) جهہ: راتيين، س: هردم (٢) س: سکي (٣) س و: لاءِ (٤) ر: هيڪڙو بر حق (٥) و: وچن سي ايمان سان ڪلمون چون مها.

# سنڌي بيت

## من تصنيف

زبدة الاصفياءِ و قدوة الشهداءِ
شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رحمة الله تعاليٰ عليه

# سر ڪلياڻ

## ١

آللهُ ڪارو اوجَرو(١)، مُحَمّدُ نُورُ نِبات(٢)،
نُورُ صِفاتي سوجهرو، ذَاتِ نِسوري(٣) رَاتِ،
قَادِرَ قُدرتَ اِهڙِي، جِن(۴) دَريا وَاهُڙَ واتِ،
هَٿ نہ آهي ڪِنهن جي، ڏاتَرَ سَندي ڏات،
هُمَاءِ هميشه حَبَ(٥)، ۾ وَسِيءَ(٦) ڪانگُ ڪُجَاتِ(٧)،
ڏِينهِان مَگَنِ ڏاتِ(٨)، مَهلَ مِڙوئِي راتِ،
ڪَرِهو توبَہ تَاتِ، وَهُون(٩) اَڳِي(١٠) پُٺَ(١١) پوئيان

## ٢

اُونداهَي ۾ سوجهَرو، نبّـَي نشانِي،
تارا يارَ رَسُولَ جا، سَچا صَمَدانِي،
ماڙهن مَنِ مانِي، عاشق عِلمَ ڪوڏِيا.

## ٣

ڪارُون ڪِجُ قريبَ سِين، ڪُهِينَ بارَ ڪَٽيجُ،
ڪَسبُ ڪِجُ مَعدُومَ جو، اِسمُ عَينُ پَسِيجُ،

---

(١) ح: اوجهرو (٢) ج ڄ ح خ م ن: نيات (٣) ڄ خ ل: نسهوري (۴) ح: جني، ن: جيئي (٥) ح ن: هب (٦) ح: وسئي، م: وسينءَ (٧) هي ساري سٽ ل ۾ ناهي (٨) هي فقرو ل ۾ موجود ناهي (٩) ح ل: وهو (١٠) ل: اڪيون (١١) ن: پٺ.

ماٺهون مِرِّئي مِٺَ پَسِي، ضَعِيفَنِ(١) ڪَرَمُ ڪَرِيجُ،
مَتي دَعوتَ حَقَ جِي، هَنجَنِ جِيءَ هَلِيجُ(٢)،
نيزي ڪَنا نِينهَ جِي(٣)، ڪَنڌُ مَ ڪَڍائيجُ،
بُخاري سُريجُ(٤) سِپَوئي سُهڪُ(٥) تِپي.

۴

ڪُن فِي اَلدّنيَا ڪَاَنڪَ غَرِيبٌ(٦) ڪُه نَہ ڪَنَّ ڪَرِين(٧)،
مَجُڻِ مُرِڪين لوڪَ سين، پَرِي ڪِينَ پِرِين(٨).

۵

نِڪَمَنِ سَنڌِي نِجهرِي، آڪَمو تِي آچيجِ(٩)،
جان(١٠) أڪاسين(١١) اِثباتَ کِي، تان(١٢) نَفيَ رُوحُ رکيج،
پِهرِين ڪَنڌُ(١٣) ڪاٽيجِ، پُڇِجِ(١٤) پوءِ پِرِيَتَّو.

٦

سو مِرُون، سومارِي، سوئِي پَڳو جاءِ،
أهو مارِئو أنکي، آهو وِيٺو ڪاءِ(١٥).

---

(١) ج خ: ضعفن (٢) سٽ جو پويون اڌ "ح" ۾ ناهي (٣) هن سٽ جو پهريون اڌ "ح" ۾ ناهي (۴) ج ن سٿيج، ج خ ل: بخاري سريج (۵) ج ح ن: سک (٦) اصل ۾: کن في الدنيا کانک غريب او عابر سبيل وعد نفسک من أصحاب القبور (٧) سڀني نسخن ۾: که نہ کريين کن (٨) اصل ۾: ڪين پري (٩) ح ن: اچيج (١٠) ح ل ن: جان (١١) ج خ ح م ل ن: عقاسي (١٢) ح ل ن: تا، م: سا (١٣) ج ح چ خ ل: ڪم (١۴) ح ن: پڇيج (بقية الحاشية صفحہ (١٩٢)

# سر يمن ڪلياڻ

١

غَرَضُ آڏو غَيرُ، آهي(١) آڪَڙِيُنِ ڪِي،
پُنو(٢) صوفِيءَ سَيرُ، جِنهِن غَرَضَ سَڀ گوشِي ڪِئا.

٢

ويهي(٣) تِيرَ وَساءِ، ساٽيهِي سَجَڻَ جا،
سِپَرَ سُورَ ڪَندِياءِ، مَرَڻُ باسِ تہ مِيرُ ٿِيين.

٣

اَجرَ رِءَ(٤) جي جوڙَ، جَن سَرِي سِي سونُ ٿِئا،
عَقلَ(٥) مَٿي اورِيين، ڪَرَنِ(٦) سَندا ڪوڙَ،
وحَدَتَ سَندِي وَوڙَ، ڪوڙين مَنجها ڪو ڪَرِي.

٤

لَنءُ تَنهِين سِين لاءِ، جِنِہ لَنءُ لِڳِي لَعلُ ٿِيين،
ٻِي سِين لَنءُ مَ لاءِ، مَتان ڪَسُ لِڳِي ڪارو ٿِيين.

---

(١٥) هي بيت اصل ۾ ڪنهن قديم شاعر جو چيل آهي، جو خواجه محمد زمان صاحب لنواري جي ملفوظات ۽ فتح الفضل ۾ هن طرح آيل آهي: سوئي ماري سوئي مرون، سوئي ڀڳو جاءِ، اوهي مارئو ان ڪي، اهي وينو ڪاءِ. شيخ عبدالرحيم صاحب ان جي سمجهاڻي خواجه گل محمد صاحب ڪان هن طرح ٻڌي: ڦاڙهن جي قوم مان هڪ ماڻهو هو، جنهن ٻن ڦاڙهن تي نشان ڪيو، هڪڙو ڀڄي ويو، باقي هڪڙي ڪي تير لڳو، جنهن ڪي هن کهي ڪاڏو. تنهن تي شاعر هي بيت ڏنو. (١) ح: آه (٢) ج ح: پنهون (٣) م: وينو (۴) ح: اجرندي، خ ل م: اجردي (۵) ج چ خ ل ن: پيا عقل (٦) ج ل م: ڪر، ن: ڪڙ.

٥

مَحَبتَ مُورِ مَ مَتَ، چَڏِ مَ سَيرُ سڪَڻَ جو،
وَٽَتِ جي وَٽَڻَ سِين، ڪَڏهِين قَلبُ مَ ڪَتِ،
لَنءَ جِي واتَ مَ لَتِ، لَنءَ ري حَيفُ هُئَڻَ ڪي(١).

٦

مَحَبّتَ جِنه جي مَنَ ۾، آچِي ڪَري اوطاق،
چوڌِسِ ڪَري چاڪَ، پَسَڻَ ڪارڻ پِرينءَ جي.

٧

هَرَ هَرَ هُوءِ پِئو، رَنگُ فَاقِيري رُوحَ جو.
ڪِنه جِنهِ پاهِ پِئو، تِنءَ رَچِي رَنگِ سَيَڪَنهِ(٢)

٨

هڪُ جو هَٽِي هَتُ ڪَٽِي، ٻِئو جو جهَلِي گهاءُ.
اُنهِين سُرڪِيَ ساءُ، اُهي جاڻَنِ ٻَہ ڄڻا(٣).

٩

سُورُ جَنِين کي سَرِئو، سَرِي تَنِ صحتَ،
حَبِيبَاڻا هَتَ، جانڪِيتان جَڏَنِ تِي(٣).

١٠

سُورَ مَ سَلَڻُ سڪُ، پَڌَرِ اورِ مَ پرينءَ جا،
هَڏَ ڪَرِ ڪَلَ مِڪُ(۴). مَرُ مَنجهِيئي ماتُ ٿِي.

---

(١) هي بيت فقط "ح" ۾ آهي، ٻِ پڻ شاه جي رسالي جي ڪن نسخن ۾ آيل آهي (٢) م ن: سيڪهين، هي بيت ح ۾ ناهي (٣) هي ٻئي بيت شاه جي رسالي جي ڪن نسخن ۾ پڻ درج آهن (۴) الله بخش: ج: ڪل مڪ، ابو الحسن ندارد: ڪل.

١٠

هورِن هِنيون اَنهيون ڪئو، گُندَر چِڏِمَ ڪلُ(١)،
لِڀيئيءَ لاڳاپن جڀي، اَتِڪايو اَملُ،
سبق پڙهه سَرِيرَ جو، جِنه ۾ حَرفُ نه هلُ،
سُڄڀي مَحضُ سُڪُوتَ ۾، قَلبَن(٢) جو ڪَهڳلُ،
چَرِئَنِ چالِي چَلُ، ڳِڻتِيءَ وارا ڳورَ ۾.

١١

گولَنِ گاڏو سُپِرِين، ڪوڏوئِي(٣) ڪُوفَنِ،
سڀي ڪِنءَ پرين پسن، جَنڪُ(۴) جَنِين ڪڀي جانِ(۵) جو.

١٢

فَرضُ گُذارِجُ رَبَ جو، ڪِنهِ سين ڪِجُ مَ مَندي،
جيڪِي شرعَ ڪَندِي، سوئِي مَجُ مَتي اُتي،
هوڏَ هَلاڪُ ڪَندِي، سوئِي مَجُ مَتڀي اُتڀي.

١٣

هِيَ وَتُ هُتِ نه آڳَرِي، بُلندِي بازارِ،
دوساڻيءَ دربارِ، آنهيون سو پُڻ سَنهِيون.

١۴

دوساڻِيءَ دَربارَ جا، ڦِرِيا پَسو(٦) ڦيرَ،

---

(١) خ م: گل (٢) ل: قلب (٣) م: ڪوئئو ٻي، ن: ڪو ڏيو ٻي (۴) م ن: ذوق (۵) م ن: ذات (٦) ج: پسئو، ٻيا سڀ: پسو.

جَنِ حُضورِي هيرَ، کَر ي تَغِييرُون(١) تن سين.

١٥

آلله وڏو وِيرُ، پورو لوڪُ نہ ٻُجهڻو،
ڪَرين پِياري ڪِير، سَڄَڻَ چاڙهي سُوريين.

١٦

بِي عَقلَ سِين بات ڪَري، پَنهِنجو آبُ مَ هار،
سَائُس مِيون عَبدُ الرَحِيمُ چئي، گڏجِي ڪِيمَ گُذارِ،
جيِ نَہ سَرَئِي گَڏُ گُذارڻَ ري، تہ - - - -(٢)،
سَائِي سِپَرَ ڏارِ، جا ڪوڙِينِ جا ڪانَ جهلي.

١٧

بي عَقلُ باتِنِ سِين، سَپُ تَنُ ساڙِيندو،
جي نہ مارِيندو، تہ پُڻِ ڏنيِيندو ڏِيهن ڪئي.

١٨

چُونڊِي(٣) هوءِ نہ چُڪَنِ، تُونَ ڪُهُ(٤) ڪَمَندِيائِي
ڪيِرِي ٿيين،
لَعنَتَ هوءِ لَڳَنِ(٥)، تُون ڪُهُ(٤) رَحمَتَ رَاضِي نَہ
رَهيين.

١٩

هِنيَڙا هِندوءَ زَالَ ڪان، هارِيا هِيڻ مَ ٿِيءُ،
پِرتِ پِيالو پِيءُ، ماٺ ڪَري پَؤُ مَچَ ۾(٦).

---

(١) م: تغيريون، پيا سپ تغيرون (٢) سيني نسخن ۾ ناغو آهي (٣) ل: چندي (٤) ج م ن: ڪوه (٥) ج خ ل م لکن (٦) صائب:

صائبا در عشق بازي کم ززن هندو مباش
او براي زنده مي سازد تن خود زنده را.

٢٠

جان نہ حاصِلُ حالُ، تان صُوفِي جِمَ سَڌائِيہن،
ڪونہي تَنِيين قالُ، وَٿُون جَنِ وِڃائِيُون(١).

٢١

وَٿُون جَنِ وِڃائِيون، صُوفِي سالِمَ سہي،
هاٿِہي تنين کي، ڏوري ڏوريان نہ لهَان(١).

٢٢

جَنِ سُڃاتو سُپرين، پِرتِ پيتائُون،
لائُون لڌيائُون، ساءُ چکيائُون سِڪَ جو(٢).

٢٣

سَنڌِي دِل دَرياهَ ۾، جان وِڻاسُون پيہِي،
نَڪو آدَم نہ آدِمي، نَڪِين آسہين ئِي،
وائِي تِي ويئِي، تہ هيڪوئِي هيڪ ٿِئو.

(٧) هي بيت فقط حافظ ابو الحسن ۽ حامد الله ۽ الله بخش وارن نسخن ۾ آهن، ۽ پڻ شاه جي رسالي ۾ اچي وڃن ٿا (١) هي بيت فقط حافظ حامد الله واري نسخي ۾ آهي.

# سُر رامڪلي

## ١

لاَ ايمَانَ لِمَن لاَ مَحَبّۃَ لہُ، مَحَبّتَ گهوٽَ گهُرَنِ(١)،
آلايمَانُ بَينَ الخَوفِ وَالرَجاءِ، اِنهيءَ پَرِ پُرنِ،
وچ ۾ خوف اُميد جيءِ، سامِيڙا سَهڙنِ،
پُختا پُورَبَ جا ٿيا، رِضا رَاه سَندنِ،
محبّتَ ميٿُ گهُرَنِ، ٿيا مُلاقي محبوب جا.

## ٢

جوڳي پَنهنجي جُوءِ وِيا، ٿا جُهَڙَ جِنءَ نيڻَ جهمَنِ،
سُخنَ ساميڙن جا، ٿا هنيڙَي منجهہ هُرَن،
سَڄو مَوتُ مڱن، آڏَ ڪُنا آرامَ لاءِ(٢).

## ٣

مِنو مڱي لوڪُ، ڪَڙو مڱن(٣) ڪاپڙِي،
جنين ڏنو دوسُ، سي مُوراَن مڱن ڪِينَ ڪِي.

---

(١) هي سارو بيت مرحوم مولوي عبدالرحيم صاحب واري سنڱي ڇاپي ۾ ڏنل آهي. ٻين نسخن ۾ فقط "لا ايمان لمن لا محبة له" آهي، سواءِ ڪنهن ما قبل يا مابعد جي "گهوٽ، گهرن" منهنجي قياسي پڙهٽي آهي، اصل ۾: گهوگهرن (٢) هن بيت ڪان پوءِ هيٺين عربي عبارت آهي. سَفِينَۃَ اَلطَرِيقۃِ الاَحمَدِيۃ وَالمحَمَدِيۃَ و سَفِينۃُ النجَاَۃِ وصلُ الرَحم وَ حَملُ الکَلَ وَ کَسبُ المعَدُومِ وَ قَرَي الضَيفِ اَن تُعِينَ عَلي نَوَائِبِ الحق ـ جا اصل ۾ تمام غلط هئي، ـ پر ان کي حتي المقدور درست ڪيو ويو آهي (٣) ج: مڱي.

۴

سَڄِيَ سُورُ سناسِيِن، ڪُٺِيَ خوش ٿين،
اُگهَڙَ ڪوڏِيا ڪاپڙي، سَترُ ڪِين سَهنِ،
اُڻ تُڻ آٿن نہ انگَ جي، ”مَگّريو“ چئي مَنِ،
آوسَرِ عيدُون ڪن، اُنهِي گُوندرِ گڏيا.

۵

فِڪرُ فَنا جو تِهڙو، جهڙو پاٽي ڪَماندا،
جوڳي جاتَ وِيا(۱)، آڪيون ڏيئي آڻَ هُونَدَ ۾.

٦

قُوتَ ڪَڙايا ڪاپڙي، سُڄَ چڪيائون سَاءُ،
فَنَا ۽ فِراقَ جو، آيُنِ اُبَ(۲) اُهاءُ(۳)،
مادِي(۴) تنه منجهان، تيا سناسِي سَنرا.

۷

جوڳِيَڙا جڳَ ديہسَ ڪي، وِساري(۵) وينا،
پِرتِ ۾ پينا، تيلانهَ طَعنا تن تہي.

۸

جا عالَمَ ڪہي آندارِ، سا سامِيَنِ مِنِي ساهَ ڪان(٦)،
عالِمَ عِلمِين پارِ، جوڳِينِ ڪَمُ جَهلَ(۷) سين(۸).

(۱) ن: و هٿا (۲) ن: آب (۳) شاه لطيف: فنا ۽ فراق جو سامين چکيو ساءُ (۴) سڀ نسخا: ماري (۵) ج ن: ويساري (٦) ل: ڪي (۷) م: جهنگل (۸) هي بيت ج ۾ هيٺ مٿي آهي.

٩

جا جاڳائي جوڳيئين(١)، سا ماٺڙن مُصيبَتَ،
سامين سُورُ صِحَّتَ، جي پُورَبيا پروڙيئين(٢).

١٠

جان يانئيئين جوڳي ٿيان، پَسان پِرينِ کي،
ثابتُ رهہ شريعتَ تي، تنُ طَرِيقتَ ڏي(٣).
آديسِي اُنَ ري، ڪونَ رَسي قابُولَ(٤) کي.

١١

شريعتَ شَهرُ سَندونِ، رَهَنِ طريقتَ تعلُقي،
تَنِ اَندرِ حقيقي اَگِ بَري، قُدُوسِي(٥) تيلونِ،
گِلاڻُون(٦) ۽ غيبَتُون، اِي سِينگارُ سَندونِ،
مَٿي وَهہَ(٧) ويلونِ، لَکي(٨) لوڪَ نہ سَگهِيا.

١٢

جَنِ دِل لائِي دِل سين، سي سَدائين سَرَها،
تِهڙا تازِيَ پُٽَ(٩) تي، تِهڙا هيٺِ هَلِيا،
جي واڳونءَ واتِ وِيا، تہ پُڻ هَنجَ حَبِيبَ جِي.

---

(١) ج خ ل م ن: جاڳي جوڳ کي (٢) حامد الله واري نسخي موجب، ج خ ل م ن: پروڙين جي. (٣) اصل ۾: ڏيج (٤) ج خ ل م ن: ڪابول (٥) ج: ان کي قدوسي (٦) ل ن: گلا (٧) م: وِهہَ (٨) ح ۾: لنگهي (٩) ج خ م: تازي پٽ.

## ١٣

مَزو مَعرِفتَ جو، جَڏهِين پيتِ پِئو،
رَنگُ رَڱُنِ جهليو، جُسي جَشَنُ ڪِئو،
ماڙُو مَولا(١) گڏيو، ٿَهري(٢) ٿانءِ ٿِئو،
وَڏو سَڏُ وِئو(٣)، لَٿِي ڪَرَهِ قُلُوبَ مان.

## ١۴

ڪَرَهِ ڪُوچُ ڪِن ڪي(۴)، اِيَ تاڪُنِ(۵) سَندي تُونِ(٦)،
پِيرين مِيرين مُؤمِنِين(٧) نَفعُ مَنجهَان نُونِ(٨).

## ١۵

سَسُئِي سَرَتِي جَنِ سِين، تَنِين پَنڌُ پُڄاءِ،
مُومَلَ رَتِي مَينڌَري، لِيلاَن لُڏِاٿا(١٠)،
تِنءَ اَرَنگِين(١١) اُداسَا، اَڏِسِ(١٢) اُڏامنِ ڪاپڙي.

---

(١) ن: مولي (٢) ن: تهڙي، م: تيڙي (٣) ح: سڏ او لڏوءِ (۴) ح موجب، ج ڄ خ ل م ن: ڪنڪي (۵) ج خ: تاڪن، ڄ خ ل ن: تاڪن، م: تانڪن (٦) ڄ: تنڙ، ج خ ل م ن: تور (٧) ح: پڙهي پير، ج: پرهين پيرين پندنين، خ: پرهين پيرين پنڌن، ل: پرهين پيرين پنڌ، ن م: پرهين پير پنڌ تهين. لنواريءَ واري فتح الفضل جي قلمي نسخي تي هيءَ عبارت آهي: من ملفوظات المرشد المفخم الاجل الاعظم قدس سره: سمعت من فاضل شاه لڪوي: ڪره ڪوچ ڪت جي، تانڪن سندي تون. پيرين ميرين مؤمنين، نفع منجهانون، جنهن مان پڌرو آهي تہ هي بيت خواجه محمد زمان صاحب جو آهي. هي بيت سيني نسخن ۾ تمام غلط لکيل آهي. (٨) ڄ: نٺڻ، ل ن: نون (٩) اصل ۾: لڏاڙٿا (١٠) م ن: پاڪارا، (١١) ڄ: ارڪ، اڙنگين (١٢) ن: اڏس.

١٦

رِندَ رحمَت رَسِيا، عَجَبُ اُهجاڻانِ،
آڳڻِ آهيڙِينِ جا، وَنهيا وَٽاڻانِ،
خاڪِي خُوءِ سَندِيان، لڳي لوڪَ نہ سگھيا.

١٧

ڪي نيڪَ، ڪي بَد، هِي اِنِ ٻنهي ڪَنان(١) رَدِ،
ڪاپڙي اَنهِم(٢) قَدِ(٣)، وجن واحِدَ سامُهانِ.

١٨

سوئي سِسِي ڏي، سوئي جهَلي(۴) خُونَ ڪي،
ويراڳِينِ وَڏي(۵)، تَڪَرِ(٦) تِڪاڻو ڪِئو.

١٩

پاڻُ وِڃائِڻُ پَرَ ڇَڏَڻُ، اِيُ قَلَندَرِي ڪولابُ،
گُلَ جِي بُوءِ گُلابُ، ڏيکاريندو ڏيهَ کي.

٢٠

قلندرَ قالُ اندرِ(٧) ڪِئو، ٻَاهرِ نہ ٻولِي،
حقيقتَ هولِي، لاَيائِين لاهُوتَ ۾(٨).

٢١

عِلمَ آصلِي چارِ، پَڙهي پَڙهبو ڪيتَرو،

---

(١) ح: ڪان (٢) ح م ن: انهين (٣) ح: ڪنڌ، ج ل: ڪد، ج آرک (۴) ج ح خ ل: جهلجي
(۵) ج خ ل: وڏي، ن: وڏي، ح جي پڙهڻي اختيار ڪئي وئي آهي (٦) ن: ٽڪر (٧) ل: اندر ۾
(٨) م ن: سين.

ٻولِي ٻُڌَڻُ، دِل ٻُڇَڻُ، بِدعَتَان بيزارُ،
سُرهو جِنهِ سَردارُ، تِنه ڇپلي ڇِندَا(۱) نہ ٿئي.

۲۳

نـاأُمـيـدِي آجِڪـو، جِـيـجـان جوڳيـڙنِ(۲)،
سَنَاسِي(۳) سَمُوندَ ۾، تُنبي(۴) جِنءَ تَرَنِ،
سَدا سُکِ وَسَنِ، تارِڪِي تَدبِيرَ جا(۵).

۲۴

ٻِيهي پس آللهُ، نامُرادِي نِجهُري،
ڇِتو رَبِي(٦) راهُ، مُرادُنِ مخفي ڪِئو.

۲۵

سَيئي طالبَ سُکَ جا، پر سُکَ نه سُڃاڻنِ،
جي ساڱَائِي سُورنِ جا، ياڻئن سانگُ سکَنِ،
سَهکُ ساميڙنِ، جن سانگَ وِڃايا سُکَ جا.

۲٦

ڪاڇيلارا(۷) ڪاپڙي، ديکڻَ سِين ديکيامِ(۸)،
ڪَڌهنِ ڪِينَ گَڌيامِ، اِهڙيءَ مَوجَ مُلکَ ۾.

---

(۱) اصل ۾: ڇدا (۲) شاه: اوڇڻ آديسين (۳) شاه: ساميڙا (۴) ج خ ل: تنبي (۵) شاه: طالب اوء تقدير تي. هي بيت شاه عبداللطيف جي ٻن بيتن ڪي مروڙي سروڙي ناهيو ويو آهي. (٦) ن: رباني (۷) م ن: ڪاڇيلاٽا، ج ل: ڪاڇيلارا (۸) ديکيا.

٢٧

أُونــدَهِ أُمــيــدن ۾، نــامُــرادِي نُــورُ،
سانگُ سِسيء جو سُورُ، وَڏِ تہ ويراڳِي ٿيِين.

٢٨

نَڪو جِنُ جهَانَ ۾، نَڪو باهَرِ نانگُ،
نَڪو مِرُونِ جهنگل ۾، نَڪو آهکُ اڙانگُ(١)،
ڇڏيو سِسِيَ سانگُ، تہ مُلڪُ مِڙوئي ماڪِي ٿِئو.

٢٩

ڄاڻَ مُقابِلِ تاڻُ(٢)، ڪَنہِ سِين ڪَرِنِ ڪِينَ ڪِي،
شادِيَ ۾ شَاڪِرَ گهَٽُون، غَمِّي بہ صَبرَ سَاڻُ،
نَڪو سُودُ نَہ سُولُ ڪو، نَڪو وِيڌُ وِڏاڻُ(٣)،
جيڪِي ڪَرِي مُون ڏَٿِي، سوئي ڄاٽِنِ ڄاڻُ(٤).
اِهڙو جَن(٥) پَرِياڻُ، تَن(٥) سَيرُ سَيوئي ڪِيو.

٣٠

آنگَ سيپيئي سَفَرا، جَڏهِن لِکياٽُون،
تڏهن ڪَنہِ هَٿ ڏِنائُون، قَلَمُ ڪابِينَنِ جو.

---

(١) ن: اٿانگ (٢) اصل ۾: تراڻ (٣) خ ل م: وڏار (٤) ل: چارن جار، ن: چارن چار (٥) م
ن: جهن (٦) تهن.

٣١

ڪَنهِ جَنهِ ڪَيفَ ڪَڪوريا، جِن بَمُڙيا پُٺَنِ،
سَجَڻَ ڏاتيَ(١) اُنَ جِنءَ، مَڇِي ماسُ نہ ڪَنِ،
توڙي وَسَ چَرَنِ، تہ پُڻ رَتُ نہ رَتِيَ جيترو.

٣٢

هَر دَمُ حَجُ پڙهنِ، ڪَعبو پَسَنِ نہ ڪاپَڙي،
سَبَقُ سو پاڙهين، جَنهِ ۾ حَرفُ هيڪڙو.

٣٣

لوڪُ لَهوارو لڏيو(٢)، اوپَرُ آديسينِ،
سَجَڻَ سَنيُون ڪَنِ، لوڪ ليکي وِنگيُون.

٣٤

جي گيڙُو رڱائيين اِيُ مُختَلِفُ(٣) ويسُ،
اُلٽو وِيچ(۴) عَامَ سين، وِيرَ وِساري ويسُ،
کهڙُو ڪريين ڪيسُ، جو پَريا پيهي آئيا(٥).

٣٥

ڪَنيِن ماضِي مَنَ ۾، ڪَنيِن اِستقبالُ،
حاصِلُ جنين حالُ، آ نہ جِيَندِي اُنِ ري(٦).

---

(١) ج خ ل م: ساتي (٢) ن: هليو (٣) ج: مخفف، ابو: مخلف (۴) اصل ۾ وچ (٥) هي بيت فقط حافظ ابوالحسن ۽ الله بخش وارن نسخن ۾ آهي (٦) هي بيت شاهہ لطيف جي هڪ بيت جون جزوي ڦير گهير بعد پويون ٻہ ستون آهن.

سوئِي اوچَڻُ آنگڙين، سوئِي ڪاچُ سَندونِ،
ڪُفرَ ۽ اِسلامَ ڪان، پَري پيرُ پِئون.
تتي واهيرونِ، جتي راتِ نہ ڏينهُ ڪو.

٣٧

جَنِين سچي سِڪَ ڪَڏهِن چڱي چِتَ سِين،
سي بِنا بِسمِلَ جا تِيا، ("لاَ" سين) لِتَيَنِ لِڪَ(١)،
تَنِ بابُوئَنِ بيهڪَ، آنو پَهرَ آلِفَ ۾.

٣٨

جُويَسِ(٢) جيڏاهِين، تَنهِ ويڙ وَجهي ڪونَ ڪو،
ڪَنڌِيَ ڏِنائين، سي ڪُڙَ(٣) ڪاهوڙِين تَڪيو.

---

(١) سيني نسخن ۾ هيء سٽ اٽپوري لکيل هئي ڏنگين ليڪن وارا لفظ ميان عبدالرزاق سيتائيء جي اوٽ تي وڌا ويا آهن (٢) الله بخش، خ: جو ويس (٣) ا: گر، ح: گهر، خ: ڪر- هي بيت رڳو ابو الحسن، الله بخش ۽ حامد الله وارن نسخن ۾ آهي.

# سُر آسا

## ١

پَسَڻ ڪارڻ پانهجي، تِي سَچِيائِي آک(١)،
اندرِ باهرِ پانهجي، سونهَ سَيائِي لَکِ،
مَري جَنهِن(٢) مَکِ، پِرين تَنهِين جي پاندَ ۾.

## ٢

نِهارِيندي نيڻَ، اوڏاهين آندا تِئا،
سِڪِي ڏِناڻون(٣) سيڻَ، مَڃِي موچارا تِئا(۴).

## ٣

ڳِـنهينَ(٥) ڳالهڙِيين، پِرين پَنهنجا نَه ٿِئا،
جَان جان مالُ نِيين(٦) تُرِيَ تڪا(٧) نَه ڪِئو.

## ۴

ٻُڃاڻا پِريَنِ هِنيون ڪُڃاڙو ڪاءِ،
ڪُلهي پايو ڪِينَرو(٨) ڳُڻَ(٩) پِريان جا ڳاءِ.

## ٥

ڏَرَ(١٠) ڏونگرَ ۾ ڏِيهَ، وِڃَنِ وَرِي وَسائِيا،

(١) خ ل: سڪ اک (٢) ح: جنه، م ن: جنه ۾ (٣) م ن : لڏائون (۴) هن بيت کان پوءِ هي فارسي بيت ڏنل آهن: چون مستعد نظر نيستي وصال مجوي، که جام جم نکند سود وقت بي بصري دل چه بود بحر بيکران ـ هر دو جهان چيست بود موج آن بندگي و سلطنت معلوم شد ـ زان دو پرده عاشقي مکتوم شد (٥) ج چ خ ل: ڪتين، م: ڳتين (٦) م: نتين (٧) چ: تڪائو (٨) م: ڪنجرو، خ ل: ڪينري (٩) چ: ڳر، خ ل: ڪر (١٠) الله بخش: ڏڙه، ح ۾ ابو الحسن: ڏر.

مُون منَجهارا ڪيہَ، ڪِنہِ وَڏِي ٻارَڻِ نڪَري.

٦

آتِڪَلَ آڪَڙِينِ(١)، وَڃِي پيئي لاڪَ ٿِي،
ڪارو ڪِينَ پَسَنِ، لوڪُ مڙوئِي لاڪِيو.

٧

جي وَحدتَ منَجهِ وِئا، جَنَتَ جاءِ تَنِ جِي(٢)،
ڏاهَنِ ڪِي ڏُورِ ڪِبو، پورِنِ پالَ ڪِبا،
مُلا(٣) سڀ مَرندا، عَنقا جِي اِثباتَ سِين.

٨

چَتُون وَحدَتَ وَڏَراهِ جو، چاڳُلو چاڪَرُ،
لَڳِيَسِ لالچِ مَرُ، ڪوفِي ڪُڙِمَ مڪِ جو.

٩

وَڻَتِ وَاحِدُ ڄاڻُ، آحَدُ پہِ نالو اُنَ جو،
سَبَقُ اِنَ(٤) صِرَاطَ جو، ڪَهِي ڪُلُ قُرآنُ،
جِت پرينءَ ناهِ پَرِياڻ، تِتِهين(٥) گڏيا(٦) دوزخِي.

١٠

شِيشِي صَافِيَ صافَ سِين، وَنتو وَرَنُ شَرَابَ،
ڪِي چُونِ شِيشو ناهِ شَرَابُ، ڪي چُونِ شِيشو آهِ شَرَابُ،

(١) اصل ۾: اڪڙين اٿڪل (٢) اصل ۾: جنت جاءِ تن جي، جي وحدت منجهه وئا (٣) فقط م: ملحد (٤) ج خ ل: اي (٥) م: تت هاٿي؛ ن: تتهائي (٦) م ن: گڏيا، ٻيا سڀ: گڏيائي.

گُذَرُ اِنَ گِرداب، ڪوڙيـين مَنجهان ڪَنهِ(۱) ڪي،

۱۱

صُورَتَ لَيلاَ لاءِ، مَعنيٰ ڪي مَحفُوظُ ڪَري،
قُربَان(۲) ٿِي ڪاهِ، جَنهِ لَءِ(۳) لَيلاَ لَهرِنِ(۴) ڏي.

۱۲

صُورتَ سچيي جامَ، جَنِين رَهِي رُوحَ ۾،
گُوندرَ تَنِ غلامَ، سُکَ تنِين جا سيڪَڙو.

۱۳

جو مُنهُ ڏِنو مُون، کو مُنهُ قريبُ نہ مِنهن جو،
منجهہ ايين ۾ پُون، مُوران تان نہ مِياءِ سو.

۱۴

اَکِ پريان جي اکِ ۾، پيهي ويئي اکِ،
ماڙهو(۵) اُهوئي پانئيان، پِيا مِڙيئي(٦) مکِ.

۱۵

اَکِ پريان جي اک ۾، جنين پاتِي آکِ،
سَچَنَ گڏئو تن کي، پِيا مِڙيئي مَکِ.

۱٦

مَگَرُ مَحَبَتَ باريو، خُلَتَ خَلِيلاَ،

---

(۱) م ن: ڪن (۲) ج: قرباني، ن: قربان، ج ح ل: قربا (۳) ن: جهلي (۴) م: لهر، قلمي نسخا: لهرين (۵) ج خ ل: مارو (٦) ج: مڙائي.

نَفيَ ۾ نِمرُودَ جهڙي، نفي نمرودا.

١٧

ڏوئِي ماڇِي اکيون، پاڻِيُون جان نہ ڪِجَنِ،
سڀِي ڪِنءِ پرين پسنِ، جَلُ ڪَجَلُ جَن اکين ۾(١).

١٨

ڏوئِي ماڇي اکيون، جڏهن پاڻِيائون،
تڏهن ڏٺائون، پرين پاڻ اکين سين.

١٩

آکِ اُڀَڙِي وارِ، سُڀَڙِيَ(٢) سُورُ پِرائيو،
ڀِي ڏنهُ ڪِيمَ نهارِ، سَجَڻُ رِيسارو گهٽونَ(٣)

٢٠

هينان ڏِنڌَ مَڇِي مَهري، مَٿان مِيهاٽِيِ،
ڪَنَنِ ڪَرَ پاٽِي، تا آنڌا مَرن اُجِ سڀين.

٢١

پِرِت پَرُوڙڻ ڳالهہ، سمجهڻُ سِڪَ سَهي ڪهري،
ڪِيَن سُڄاڻِي ڳالِهہ، جان جان چُڪو نہ چکهي.

٢٢

مَحَبَّتَ وڏو مانُ، پرت پروڙڻ ڏاکِڙو.

---

(١) شاهہ ڪَريم: پاڻيون جان نہ ڪجن، روئي ڏوئي اکڙيون، جر ڪجر جن اکين ۾، سي ڪِي پرين پسن (٢) ج: سبتين (٣) شاهہ: اکيون سيئي ڏار، جن سان پسين پرين ڪي، ٻئي ڏانهہ ڪيم نهار، گهٽو ريسارا سپرين.

سَندو سگؒ سَلطَانَ، اچي تان آجِي ٿيان.

٢٣

پرتِ ہَڏِي(١) ڳالھڙِي، پرت پروڙي ڪير؟
جِنہِ سُڄاتو اِي سَير، اِسمُ اُنَ پروڙيو.

٢٤

جِتي(٢) پِرت نہ آہِ، تِتي(٣) طالعُ ناھِڪو،
ھُوئَہِ سہين(۴) وِئا، تَنِ مُبارَڪَ مَنَ ۾.

(١) ج: پڌري، ن: پڌي (٢) اصل ۾: جت (٣) اصل ۾: تت (۴) ابوالحسن سي.

# سُر بَروو

١

وَتِيَ ۾ وِهَ لارَ، ڪَنهِ ڏُجَرِ وِڌي ڏڪَ ڪيِ،
هوءِ جي مِٺا يارَ، سي ڇيڇپائِيَ ڇوريا.

٢

اڇن جي اوطاقَ، مون سارِينديِ سُپرين،
مُون جهڙي مشتاقَ، ڏِسيو لاهي ڏڪڙا.

٣

گڏيا آهِن گڏُ، سَجَڻَ ساهَ پَساهَ سين،
کهڙا ڪَرِيين سَڏَ، تن هِهڙن هيڪاندن ڪي.

۴

تهڙا مُنهَ مُهَاندِ (١) تهڙا پُٺيرا پِرين،
ڇا پاسي ڇا پاندِ، سيڪيڏاهِين(٢) سامُهان.

۵

ڇِتا ڇوڏِس(٣) ڇَندَ ڪان، اڇا جهڙا ڪِيرَ،
سُرها ڪتورِيان گهٽون، آگِرا ڪان عبير،
ڳِرا ڌرتيَ جهڙا، مِٺا ڪانَ ماڪِيَ ڪير(۴).

---

(١) اصل ۾: مهاڙ (٢) ڇ سيڪه ڏانهه (٣) ابو الحسن: جهڙا (۴) ابو: مٺا ڪان ماڪيءَ ڪير.

هِهَڙا لَهِي وزَير، هِنيڙا اورجِ اُنِ سان.

٦

جي مون سَنَري سَنَرا، جي مون رُوندي رُونِ،

آءٌ مَ هُئان اُنِ ري، اوءِ مَ مُون ري هُونِ(١).

٧

جي مُون سَنَري نہ سَنَرا، نَہ مون رُوندي رُونِ(١)،

آءٌ مَ هُئان اُنِ سِين، اوءِ مَ مُونِ سِين هُونِ(٢).

---

(١ ـ١) هي ٻئي سٽون ل مان حذف ٿي ويون آهن (٢) هي بيت فقط ابوالحسن ۽ پير صاحب واري نسخي ۾ آهي.

# سُر سسئي

## ١

سَسُئِيَ جي سمجھ سين، جان پروڙيم پاڻ،
تان پُنھون مُون پِنڊِ ھو، وِچان ھُتَرُم پاڻ(١)،
وَنَحنُ اَقرَبُ اِلَيه مِن حَبلِ الوَرِيد، مُون ۾ مُون ھِين(٢) ساڻُ،
وَفِي اَنفُسَکُم اَفَلاَ تُبصِرُونَ، پنھنجو پَسَنديس پاڻُ،
وَھوَ مَعَکُم اَينَما کُنتُم، ھَر جا توئي(٣) سَاڻُ،
بَلّ اُھوئِي آھِين(۴)، ظاھر باطن ڄاڻ،
اَينَمَا تُوَلُّوالفَثَمَ وَجُه اللهِ(۵)، سمجھ تُنھنجو(٦) شانُ،
وڃِي جَنهِ گُمانُ، سو سَسُئِي آھي سَيُڪو.

## ٢

ڪونھي سو ڪوھيار، جو تو پوري پانئيو،
وُجودُ ئِي وٺڪار، ناهِ پِرين پَرَڏيه ۾(٧).

---

(١) ھي سٽ "ل" ۾ ناھي (٢) نسخن ۾ "ھين" جو لفظ ناھي (٣) ج ڄ خ ل ن: تون تو، ح: تو، م: ھو توھين (۴) ڄ: بلڪ اھوئي آھي (۵) نسخن ۾ ھي لفظ واڌو آھي: ھر جا آھي حقئو (٦) ن: تنھنجو (٧) شاھ صاحب فرمايو آھي: ڪونھي ات ڪوھيار، جت تو پوري پانئيو: پنڌ نہ ڪر پھاڙ ڏي، وجودئي وٺڪار، ڏاريان پانئج ڏار، پڇ پريان ڪر پاڻ تون. ہي سٽ ڪي وري ھئن دھرايو ويو آھي: وجود ئي وٺڪار، وري پڇ وينين ڪي.

٣

ڏنو وَرَ وارو، مُون جَڏِيَ ڪِهي جيڏيون،
سرِئُمَ سُونهارو، ميوو ڪُلَ(١) مُلڪ جو.

٤

زُلفَ ضُعفُ(٢) ڪِياسِ، ڪاڪُلَ قَرِيبن جِهي،
پَسَڻَ سين پيياسِ، نامُراديَ نِجهُري.

٥

پِيرِين پُري سَيَڪا، تُون وِينهي ڪِٽج وِڪَ،
سَندِيَ ساجَنَ سِڪَ، پندُ پاسي پَرَ نِبري.

٦

عِشقَ اُگهاڙِيس جيڏيون، پَڏَرِ تي پيياسِ،
هِهَڙِي تان نہ هُياسِ، پر سَترُ سِڪَ وِجائيو.

٧

مِهَرَ مَنجهارا ماءُ، اکيون رويو(٣) رتُ ڪري،
لاَلَنُ لِطيفا، ڪُهي مَحضُ ڪَنگاليون(٤).

٨

سوئِي آندائون پانَ سين، جيڪِي ڪِينَ نيندا،
ڳَرَهيندي ڳورِيَ سين، سَيِئِي سچَ ويندا،
هميشه(٥) هُوندا، نِياپا نيہَڻ سيہن.

---

(١) مر: سپ (٢) ن: ضعيف (٣) خ: روروئو، ل: ريوروُ (٤) ج، ڪن ڳالهيون، ج خ ل: ڪڪاليون (٥) هن سٽ ڪي ٻہ دفعا دهرايو ويو آهي، رڳو، هميشه جي بدران "الرحيم" (ج : رحيمي) ۽ "رحمتي" جا لفظ وڌا ويا آهن.

٩

حُجَتَ چڏي هَلُ، مَنُ ماري ميڻُ ڪرِ،
اِنهِين پَرِ اَڪمَلُ، دوسُ گڏبوءِ(١) دادُلو.

١٠

ويچارِي تي وَتُ، گهارِ نِماڻِن(٢) نِجهُري،
اِنَ پَرِ پُوندوءِ(٣) اَتُ(۴) دوساڻيَ دربار جو.

١١

پرين ڏِسڻ، پَهِي(۵) ڪَڻَڻُ(٦)، اِيُ تان ڏِنُوئي(٧) ڏوهُ،
سا ڪَتي ڪَندِي ڪوهُ، هوتُ جِنهِ(٨) جي هنَج ۾.

١٢

مُنڪي پُڄُ مَ ماءُ، ڳالهيون اَرَتَ ڪُنيَ جِيُون،
سَهسين(٩) سِجَ وِئا، سُورجُ مَنجهِن هيڪڙو(١٠).

١٣

ڏينَهِن ڏِٻي ڇڏ ڏِيهُ، ڪَرِڪُ(١١) تہ خَلَلُ نہ پئي(١٢)،
وَهمَ وِساري ويهُ، بَندُ توڪَل جو تُرَهو(١٣).

١۴

ڏونگر چوڻِيَ سُپرين، آڏا سيل سُڄَنِ،
سِٻي ڪِنءَ پرين پَسَنِ، نِيَرُ جَنِين ڪي ننگَ جو (١۴).

---

(١) ڄ ل م ن: گڏيوء (٢) ڄ م ن: نماڻي (٣) پوندئي (۴) م: انت (۵) م ن: پهو (٦) ڄ: ڪهنڻ، خ: گهنن، ل: گهٽن (٧) ڄ: ڏنوئي (٨) ڄ: جهم (٩) م: سوسهسين، ن: سوين (١٠) ل ن ۾ هي سٽ دهرائي وئي آهي " ڪاهي ڪالهہ وئا، وڏهہ ائن مينهڙا، ۽ ج ڄ خ ۾ ان ڪي بيت جي صورت ۾ آندو ويو آهي: ڪاهي ڪال وئا، ڪڏه ايندم ڪاپڙي، ڪاهي ڪال وئا اوڏهہ ائن مينهڙا (١١) ڄ: ڪر: م ن: ڪسڪ (١٢) ڄ: ٿئي (١٣) هي بيت سر سنهڻي ۾ بہ اچي سگهي ٿو (١۴) ڄ: ذوق جن ڪي ذات جو، ل م ن: چل ڪجل جنه اڪ ۾.

۱۵

محبت جي ميون عبدالرحيم چئي، جڙ لڳي جيائين،
لڳي وارو نہ لهان، ڪوهيارو ڪيائين،
هي جڙ آسانئي، ڪ لڳي لوڪ سيڪهم(۱)؟

۱٦

آيل بلوچن جا اُهج پنج آهين:
آئي اوچڻ آنگڙين(۲)، بکي مانِي ڏين،
پاڙو ڏوهين نہ پانهجو، سام سِسي پائين،
ڪاڻِ نہ ڪدڻ(۳) سکيا، پر ناتو نباهين،
سُخنُ نہ سڪائين، پاڻي وِڳهي(۴) پانهجو.

۱۷

جيڪر ڪريان ڏانه، چُوندُم لوڪُ چري ٿئي،
لوچيو پوچيو(۵) سُمَهان، ڪُلهي پايو بانهَ(٦)،
هِيُ مَنُ ڪريان ڪانهِ، جو هٿي هوتاڻي وِٺا.

۱۸

ڪڪوريو ڪوهيارُ، چپڙ چندُون پيئيون،
وڻو سَبُ وٽڪارُ، پَرِيو پُول پَروچ جو.

---

(۱) ج م ن: سيڪهين (۲) ن: اگهڙين، ج: اڪڻ (۳) ج: ڪار نہ اڪرڻ (۴) م: وگهي، پيا سب وگهو (۵) لوچيون پوچيون، م: لوچيو پوچيو (٦) خ: باه (۷ هي سٽ ”ج“ ۾ ناهي.

٢٠

جنءَ ٺو پرِيَمِ(١) ٿُون ڪَرِين، آءٌ تِي ڪَريان اِنءَ،
تَہ نالو سندو نِينهَ، ڪانہ ڳِنَندِي ڪَڏهِين(٢).

٢١

سَڄَڻُ جيڏاهين، ڪا تيڏاهِين هَٽُ ڪٺي،
هَٿين مُونہين، پيٽ پَرِ، سِران تيڏاهين،
مانَ ڪيڏاهِين، ڪو ڏورِينديَ ڏَسُ پوي!

٢٢

هَلَڻَ ويرمَ هوءِ، شَلَ(٣) ڪَنہ جو ڪم پنيورَ م،
پَندُ اڳي، دل پوءِ، سُورُ سَتائو سَرَتِيون.

٢٣

ٻَڙِي! بانهَ مَ لوڏِ، چورِي! آبيتِيَنِ سِين،
هَلُ مَ تن سين هوڏِ، جي هليون ڪوهياري(۴) ڪوڏِ پٺِي.

٢۴

سَڳَرُ سوئِي چاڻُ، جِن پاڻِهي مُون پَروڙِئو،
هُيَسِ مَنجهہ پاتارَ، پَرَ پِيءُ(۵) سچاتُمِ پانهجو.

٢۵

لاڳاپا هِن لوڪَ جا، جڏهن ڇڏيا جن،
تڏهن ڏِنو تن، ڏوُنگر وارو سُپِرين.

(١)ن : پرين (٢) ن: وري وٺندي ڪانڪا. هي بيت شاه لطيف جي هيٺئين بيت تي ٻڌل آهي: جيڪر ڪريان اينءَ، جينءَ ڪميٺي ڪانہ ڪري ـ سندو نالو نينه، وري وٺندي ڪانڪا (٣) ج ڄ خ ل: شال (۴) ابو الحسن: جي هلبو (۵) ن: پرين.

٢٦

پارانيا پرينِ جا، ڪَرَ ڳَلَ ڪَپينداءِ،
حُبُ هَرُ ڏيئي ڪاتيُون، هيَ هيَ ڪَرِ مَ هاءِ،
ڪنهِ چيو تو پاءِ، پهِيرُ پريان جهي پير ۾(١).

٢٧

لُونِي لاَڳاپن، ننگَ نهوڙيس جيڏيون،
پاٽان وڏيس پَٽ تي، لاهي لاڳاپن،
ڪُوڙن آسانين، مُونکي ساٿان ڪاريو.

٢٨

پيرُ پِريان جو جيڏيون، چڏيندِي جهيڪا،
وِندُرَ جن واٽن تي(٢)، مِرُنِ مارِي سا،
ڪَيچ نہ پَهُتي ڪا، آرِيچاڻي اُنسَ ري.

٢٩

مُنکهي پُڃُ مَ ماءِ، ڳالهيون ڪُنبَ آرَتَ جُون،
نِگيون بُت گهَران(٣) رُوح رِهاڻي ڪن سين؟

٣٠

وَرُ ڏِيهُ وِينڍءِ وِسَرِي، ٽيندءِ ڪيچ قرارُ،
اکيون ٽينديون آنڌيون، سمهڻ ويندي سارَ،

---

(١) هي بيت فقط ابوالحسن واري نسخي ۾ آهي (٢) ن : ۾، مر : وندر جي واٽ ۾ (٣) ج خ ل ن : ڪرات = گهران تہ. متن واري پڙهڻي حافظ ابو الحسن واري نسخي تان ورتل آهي.

ڪيو تَنِ قرار، جَنِ وائي نہ واتِ ڪا(۱).

۳۱

وِيسَرِ وانڊِرِيُون(۲)، وِڏيون جن هٿن ۾،
سهي ڪِنءَ بانهڙيون، ڏِيان ڪن ٻئن ڪي(۳).

۳۲

سُونهَنِ ڪندي سَڏَ، ساٿي سَنئِينءَ نہ هَلٽا،
هِنِ نہ پڇيو هُنِ کان، تہ ڪِٿِ لاهيندا(۴) لَڏَ،
آنڊا انڊن گڏيا، ڀَڳِي پريندا ڪَڏَ،
رِڻَ ۾ رَهندَنِ(۵) مَڏَ، اِنهين پارين پَهِيڙا(۶).

۳۳

پَري ٿِي پَنوهَارَ(۷)، مُون ۾ تو مَڇُ ٻري،
سِٽِي سُورَ تنوار(۸)، متان ڇيلن کان ڇيهون(۹) ٿيين.

(۱) هي بيت فقط ابوالحسن، الله بخش، حافظ حامد ۽ جان محمد وارن نسخن ۾ موجود آهي.
(۲) ا خ : وندريون (۳) هي بيت فقط الله بخش ۽ ابوالحسن ۽ جان محمد وارن نسخن ۾ آهي
(۴) ج : لاهيندو (۵) ج : رهنٿا (٦) هي بيت فقط جان محمد ۽ ابو الحسن وارن نسخن ۾ آهي،
۽ ڪنهن سگهڙ جو چيل ٿو ڀانئجي (۷) ج : پهاڙ، الله بخش : پهار (۸) ج : صورت وار (۹)
ج : ڇيهه

# سُرُ سُهڻي

١

اوڏو تي آلِفَ کي، نِسبَتَ نهاريج،
مَنجِهيون ڏَڻُ ڏاريج، جِتي(١) ساهَڙَ سوجَهرو.

٢

سُنهڻيَ ساهُ پَريِين پَرِ، اوريِين پَرِ آندامَ،
مَنَ ۾ ميهارنِ(٢) جِي، قابو لڳيس ڪامَ،
پَئِي ساهَڙَ سامَ، ڏُکان ڇُٽِي ڏَمَ جي.

٣

سِڪَ تُنهِنجي سپرين، سَيو تارِ تران،
پر اِنهِين لڄِ مران، جنِ آءٌ کِکِي تون کَٽُورِيئِي(٣).

٤

سَجَڻُ جَنهِين(۴) سات ۾، سو ڏستانئي(۵) ڏُورِ،
چَڙن جي چانگور(٦)، آءٌ تي جٿان جيڏيون(٧).

(١) م ن: جن ۾، ج : جتان (٢) ج خ ل : مهارن (٣) اصل ۾ : کتوري؛ شاه فرمايو آهي.
سڪ تنهنجي سپرين، جٺن تران تٺن تار (۴) ج : جهم (۵) ح : ڏسڙائي (٦) الله بخش:
چانگهور، ابوالحسن ۽ حامد الله: چاگور (٧) هي بيت فقط حافظ ابو الحسن، الله بخش ۽ جان
محمد وارن نسخن ۾ موجود آهي.

# سُر مومل راڻو

١

پروڙيم پِريتِ(١)، نرتِ پِيهِ َمِ نِينَهَ جي،
راڻي اِها ريت، جِنْ(٢) کُهي قريبن کي.

٢

ڪڏهن ايندم ڪَانڌُ، اوچتو ئي اديون،
پيتَ مَٿانرا پانڌُ، تيلَهَ ڏاريو ڏاريان.

٣

وِهُ وَنِيَ جهي هٿ ۾، جڏائي جو جام،
پَسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، سُورِهَ ڪِن سلام،
حميرن حرام، عاشق اچن اُجيا.

٤

تُون راڻو، آءٌ مُومل، وِچان سڱ وَٽت جو،
ساءِ(٣) تنهنجي سپرين، گولي تيان گُلَ ڦُلَ،
تو بنا ڪَرِهَلَ، ڪوڏيَ ڪَمِ نہ اچان(٤) هيڪڙيءَ.

٥

ڪڙو مِنو مَهِندرا، سَيو آءٌ سڪياس،
مِنو ميڙائو تو پرين، ڪَڙِي جِنه ڪَاسِ،
رَتِي عِلمَ نہ راسِ، نرمَلُ تُنهنجي نِينهَن ري.

---

(١) ۾ : جڏهين نرت. (٢) م ن : جيئن (٣) ابو الحسن : سائي (٤) م ن : اچي

# سُر ڪاموڏ

١

مَرجعُ هِنِ مہيئَنِ جو، اصلي حالُ عَدَمُ(١)
سندو ڪَرَمَ قدمُ، لاڳو ڪِينجُهرَ ڪَنديہن.

٢

مَرِجُع منهنجي مَنَ جو، وڏو ويہسارو(٥)،
ٻَسٽُ(٣) آباڻہي ڏِيہَ جو، گهُري نہ تارو(۴)،
ڍرئو جنه ڍارو(٥)، سو مُورِ نہ پسي(٦) مَعرڪو(٧).

٣

مُونکي مون پرينِ، ميرو ڏسي نہ مَٿيو،
پرين ڀلائِيَ پانهنجي(٨)، تا عَيب ڏِسئو ڳُڻَ ڪنِ(٩)،
تون ڪِنءَ سَندو تن، ديوانا در مَٿيہين.

۴

نہ سا آهي ڪامٽي، نہ سو نَرُ نالوسِ،
سائو وِڙکُ وتاڻ ۾، وِهُسَڻُ وِڄُ ٿِيوسِ(١٠)،

---

(١) ج خ م ل ن : آدم هيءَ پڙهٽي ج ۾ حامد الله واري نسخي جي آهي. هن بيت کان اڳ هيءَ عربي عبارت آهي : کل شيءِ يرجع الي اصله = سيڪا شيء پنهنجي اصل ڏي موٽي ٿي. (٢) ج: پسارو (٣) ح : پٽ : م : يٽ (۴) ج : پٽ پچائي ڏينهن جو، ڪڙين تارو (٥) ج : ڍارو جنهن ڍاريو (٦) م: پچي. (٧) ا ج ح: مارڪو (٨) م: ڀلايون پهجيون (٩) ج : ڪٽڪن (١٠) هيءَ سٽ ل ۾ ناهي.

نَہ آهِس آنّ اندر ۾، ماءُ پيُ مُنڌَ نہ ڪو،
لالچ نہ آهِس لقمڻين، ڪَا تُون ڪاڄُ سندوس،
سَتَ بُڻ(١) سُونهي(٢) ڪامَٽِي، قَلبُ ڪيهرِ ڄهوس.

۵

ٻيڙِيَ(٣) جي ٻهڦُورَ(۴)، مُنهنجو چِتُ چريو ڪيو،
اِنهِين بوءِ عَطُورَ(۵)، سهڻِينُ سورِيَ چاڙهيا.

## سُرُ ڪيڏارو

١

ڪون ڏنو سُون ڪَڌهِين، سُورِهُ سياٽو،
گهورُون ڏِٺي گهٽن ۾، گهُمي جَينءَ گهاٽو،
پاٿِهِي تا جاٽو، تہ سوڀَ صَرفي نہ ٿيي.

٢

پاسو پَٽِ نہ ڪوڙيان، ويرَ وننڊي سِينءَ،
ناحَقُ ڪُسَن ڪِينءَ، فرزند بِيبِيَ فَاطِمَه(٦).

---

(١) هي پڙهٽي حامد الله واري نسخي جي آهي - ڄ ست پڻ، ج خ م ل ن : ست پن (٢) م : سونهٽي. (٣) ح : ٻيبي (۴) م : جيئن پهڪار (۵) ڄ ج ح خ ل : آتوار. (٦) اصل ۾ : فاطما

٣

شيرَ شهادت رسيا، ماتَمُ مِسڪِينَنِ،
سُرَهو آهلُ سِڄڻَ(١) جو، اجهي(٢) امِيرن،
يُوسُفَ جَان نہ(٣) پسن، تَان بندِي ٻيراڳي ٿيا.

٤

شير شهادت رسيا، ماتَمُ مَردُودَنِ،
هوءِ ٿا وِصاَلان(٤) وِهُسَنِ، هِنِ مَوتَ پسي ماتم ڪيو.

٥

ڪَربلاَ ۾ ڪُوچُ ٿِيو، لائُون لَهَنِ شِيرَ،
پَرَ ڄڻَ(٥) ڏيئي پِيرَ، گهوٽَ ڪَٽي(٦) گهَرِ آئِيا.

سُر سارنگ

اُترِ (٧) وِڄُ چِمڪي، ڏکڻِ ٿيو اُهاءُ،
هِنيَڙُو مُون باغُ ٿِيو، جُهوپِي مَنجهہ نہ ماءِ،
ساقي سُرڪَ پيارِ، عَقلُ مُون(٨) آهڪو(٩) ٿيو.

---

(١) ڄ: سڄڻ؛ خ: سجن(٢) ج اڇي، ڄ : اجو (٣) م ن، جين؛ (٤) ڀ م ن : وصال (٥) ڄ : پڙچنج (٦) ج ڄ خ ل : گهڏي (٧) ڄ . انوا (٨) م ن : مونکي (٩) م ن : اهکم

## سُرُ رِپّ

### ١

سُورَ مَ سَلَئُ سِکُ، پَدَرِ اورِ مَ پرينِ جا،
هَدَّ کَرِ گُلُ مِکّ، مَرُ منجهِين ماتُ تِي(١).

### ٢

سَوِيہن(٢) موتي سِپَ ۾، ڪُڃي ڪِينَ مُهَاءِ،
ڪُکَڙِ آنو بُوندِ(٣) ۾، سارو لوڪُ گُواهُ(۴).

## سُرُ ڏَهَرُ

ڪوءِ ٻيريہن ٻَنِ ٻُورُ(٥)، ڀُڻي ياڳا(٦)، نہ چَري،
سائِي پُنِيَ سُورُ، رَکيو آهي روجَهڙِي(٧).

---

(١) هي بيت فقط الله بخش ۽ ابوالحسن وارن نسخن ۾ آهي. (٢) ل : سوئي (٣) ج ، ڦوند، ج: ٻود (۴) ج خ ل : ڪهاءُ، ج : ڪاءِ. گنج ۾ هي بيت هن طرح ڏنل آهي (سر ڪارايل):

سِپَ موتِي پيٽ ۾، ڪُجي ڪين مُها،
ڪکڙ آنو ڪَڙِ ۾، گهر گهر ڪَري گواهَ.

(٥) ن : ٻيرين (٦) م ن : چاڳا : ابو الحسن : ٻني ٻانڪا، ج خ : ٻني ٻاڪا (٧) بمبئي ڇاپي ۾ شاهه صاحب ڏانهن هيٺيان ٻہ بيت منسوب آهن:

١- ڪوءِ ٻيريون ٻن ٻور، ڦريو ڦاڪان نہ چري،
سائي پنيءَ سور، جڏهن تڏهن رچ جو.

٢- متي آهين روجهڙي، ڇٽي آئي ويڙهہ،
ماريڙو تو پير، چاڙهيو وتي سينگڙي.

## سُر ڪاپائتي

آڏيَ رات اُٿي ڪري، پيرڻُ پيريو جَنِ،
ڪاپو سَندو تَنِ، آڻَ توريوئي اگهيو.

## سُر پرياتي

چاڻَ وِڃايو تاڻُ(١)، ڪِيرَتِ راهَ ڪَمُ ڪيو(٢):
اِنَ دَرِ اِيندَڙي(٣) مڱڻا(۴)، پاڻَ مَ ڪٽج ساڻُ،
روجهاڙِي راڄاڻُ(٥)، آهي آبوجهن جو.

## سُر ڪارايَلُ

١

هَنجُ نـ هيٺِي ذات، جو ڇُلڙَ ۾ ڇُهنبَ هڻيِ،
پابوڙي(٦)، پير ڏَري(٧)، لَنئي سباجهي لات،
پکي پنهنجي واتِ، مَناڙيو موتي چُڻيِ(٨).

٢

ڦوڙائي فِراقَ جو، قدرُ ڪُونَجڙِينِ.

---

(١) ل ن : تران، ابو الحسن، تراڻ (٢) ج ح ل ن : گم ڪيو. (٣) ابو الحسن : ايندي (۴) م: مگريا (٥) ابو الحسن : روحاني ريحاڻ (٦) م : پابوهي (٧) ابوالحسن : هٽي (٨) ن : چري

ٻئو پڻ مايَڙيَنِ(١)، پُٺَ جنين پرڏيهِ ويا.

٣

ڪُوڙن ڪانيرن، سُرَهو سَرُ لَڳائيوِ(٢).
آڏِيَ آڏيرا ڏِيو، ڏُٺئا دانهون ڪن،
رُلِئو روهِ(٣) وجن، اِنَ هِيٽائيَ هَنجَڙا.

## سُر ڌناسري

١

اُٺَران ٺِي عيد، ڏڪڻِ ڏنو چنڊُ،
جُڙيو پُڙيو(٤) جَنڊُ، گَجهي تو گُرهوڙَ ۾.

٢

تِتِرَ ڪَرڙِي اُپِيَ ۾، مُنڊ مَ پاڻِيَ وڄُ،
يولَ مِڙيئي يَڄُ، آيو گُرُ گرهوڙ ۾(٥).

٣

مينهيون مگريي شاهَ جِيُون، مِثلِ يوَنر پِرَنِ،

---

(١) م ن : مائڙن (٢) هي بيت فقط ابوالحسن ۽ الله بخش ۽ جان محمد وارن نسخن ۾ آهي.
بمبئي واري شاهه جي رسالي ۾ هي بيت هن طرح آهي:

سرهو سر وڄائيو، ڪوڙن ڪانيرن،
رنا روه وڄن، ڪنهن هيٽائيء ڪان هنجڙا.

(٣) في المتون "روح" (٤) م ن : ڦڙيو (٥) هي بيت ل ۾ ناهي.

ڏينهاڙي ٽيون ڏينِ، فيض پہ فَتحَ پُور کہي.

۴

گوهَرَ گل مُحمّد جا، دِليءَ دماما،
اَللهُمَّ صَلِّ عَليٰ مُحَمَّدٍ، آيا اماما.

۵

ميان موٽِي آءُ، ٻگها(۲) ٻَاٻَاڻِن جا(۳).
سڀي پانڌِيڙا پرتاءِ، جي لَڙِيا لُنوارِيَ سَامُهان.

٦

تونِهارِيہي ٽِي تڳان، نات نہ لَيان هوندَ،
مُنهَ ڪارايُون مون ڪَٿِيُون(۴)، تنهنجي مُنهَ محمودَ،
وڌِيَسِ مانَ وُجُودَ، نات ڪِينَ سُڃاڻِي ڪِينَ ڪو(٦).

## ابيات متفرقه

١

جِہي تُون عِشقُ آڻِيہن، تہ ڪِينهي حَرامَا،
مُوتُوا قبلَ آن تَمُوتُوا، عَلامَتَ عِشقا،

---

(۱) هي بيت فقط ج ۾ ابوالحسن ۽ حامد الله وارن نسخن ۾ آهي. (۲) ج خ ل ن : ٻڪا (۳) ج، ٻڪا ٻاٻاڻ پار جا. م : پڪا ٻاٻاڙن جا. (۴) ج موجب. هي لفظ ج خ ل ن ۾ ناهي. (۵) م ، ڪين ري ڪو.

آڇي آبُ حَلالُ ٿيو، مَطهَرُ(١) مردودا،
نَهرُ نِڱئو(٢) نُورُ ٿئو، سالڪَ سَچارا،
عَقلَ ڪِي عِشقَ سين، هُوا هَزارا،
وَڏَتِ وڌجارا، سُرتِ پِئا سيڪڙُو.

٢

آڪَ وَڻَ جِي ڦُلڙِي، ميوا بيهدَ وِٽِنِ،
جنه پِڙي ۾ نہ پِئا، سو سائُو ڪِينَ وَنِنِ.

٣

پاڳُون پٽن سَنديون، ڳُلَ ڦُلَ ڳُجراتا،
آبا آدِيسيَنِ جا، واحِدَ وِجايا،
گيڙو گودڙين جا، خالق خُوارُ ڪيا،
پيهيُون ٽُلڪَنِ توپيون، ٿِيا مُلاَّ(٣) مردودا،
مَڪّو مَدِينو مُشڪَ سين، پرينءَ پُر ڪِيا(٤)،
واحِدَ وَڏوئي ڪِئو، عِزُ عَرَفاتا(٥)،

(١) ابو الحسن : مظهر (٢) ابو الحسن : نهر لکئو (٣) م : ملحد (٤) هيءُ م جي پڙهڻي آهي، بيا نسخا : ناه ملڪ ناه مدينو. نڪو عرفانا (٥) هي سٽون رڳو م ۾ آهن. پنجينءَ سٽ ڪان پوءِ بين نسخن ۾ پوئين سٽ هن ريت آهي : آهم (اٿم) آس اها، مهدي ٽيندس ملڪ جو. وري پوئين اڌ ڪي هن طرح دهرايو ويو آهي: "سيف ستيندس ڪل تي".

مَهدِي ايندو مُلڪَ ۾، ٿيندو هُلُ هڳاءَ،
سَٿِي (سيئِي) سَيفَ سِين، ڪُهندو ڪُفّارا،
دَعوِي دو رنگن جي، ويندي مُلڪ وِچان،
ٿيندو صافُ صفَا، مُلُڪُ تنه معمور سين.

۴

آيو وقتُ اِمامَ جو، پَڌَرِ سُونهِي(۱) سِڪّ(۲).
مَاسَمِعنَا بِهٰذَا، آنذا(۳) منجهہ آنَڪَ،
مُندِيَ مَتِي تڪّ، پَسو پيئِي پاڳَ ۾.

اين ڪلام شهيد سونهارو مرحوم مغفور
ميون عبدالرحيم گرهوڙي

نوع اول (۴)

۱. تَڪُ ڏِنگَڙِي هَلِي، ڪَڙا پاسَنِ جا(۵) جهلِي.

(۱) ل : سنجي (۲) خ : سنڪ (۳) ل : اڏا ، ج خ : اڏا (۴) هي عنوان نقرچ واري نسخي ۾ آهي، ابو الحسن : فرموده گرهوڙي قدس سره، ق : راند ٻارن جي - نول اول - ڪلام مخدوم صاحب : نصرپور وارو نسخو : هيءَ راند چيل فقير عبدالرحيم جي (۵) هي پڙهڻي "ج" تان ورتي وئي آهي، ج خ ق ل ن ۽ ابو الحسن : پاسٺي.

٢. راڻي راڻي رڇي(١)، آبو ياڻن(٢) ري اڇي.

٣. ڪافرُ ڪُفرَ ڪان اُڪار، ڪَارو ڳَڏَهُ ڏوئي اُجارِ.

٤. مُلون بهشتَ ڏي هَلاءِ، چَتُون ياڙهي پَروجهاءِ.

٥. مُلون ڪِينءَ بِهشتين اَچِي، ڪوئي سهيرَ سَون سين نَچي؟

٦. ٻَہ پَهِياجِيُون پَر چاءِ، ٿُلهو مُهرلو(٣) گهڙاءِ، وَڏوڪُوهَڙو ڪَٽاءِ.

٧. مالُ ڪِهَڙو يَلو؟ هِيُون هورنِئان ٿلو.

٨. رِزقُ ڪَنهِ پَرِ اَچي، جِنءَ مِينَهڙو وَسي.

٩. ماسِي مانڙِي پَچاءِ، آمان ڪَنڙِي وِچاءِ، آبا مِهتَڙِي(٤) آڏاءِ.

١٠. حاجُون سي ڪِجَنِ، جِياڻين ڪاچَڙا سِجَهنِ(٥).

١١. ٻَالَهڙِيُون تِينءَ ڪِجَنِ، جِينءَ مَجَڙِيُون ڪاڇَنِ(٦).

١٢. ڳُرُو چيلڙا پَڙهاءِ، ڪُڪڙَ ٻچڙا چُڻاءِ.

١٣. چيلڙا ڪِينءَ رُچُن، جنءَ يولِڙا نَچَنِ.

---

(١) ق ن : راءِ سين رچي (٢) ج : اباڻي ، ق : ياڻرن، ابوالحسن ۽ ل : بان، ن : بائن، (٣) ق : مهلڙو (٤) ق : چِتڙي (٥) ابو الحسن : سرن (٦) ج ۽ ابوالحسن : ڪائجن

۱۴. ڪُوئو سُپُ(۱) پِيَ سِين نِهي(۲)، ڪَنهہ(۳) پَرِ ہَرَ ۾ پِهي.

۱۵. اُنداهِيَ ۾ سوجِهرو نِيشانِي نَبِيّ، تارا يار رَسُولَ جا سِکِي ڪِجُ قَوِيّ.

۱٦. جَنِ پايا تن چُپايا، جن نہ پايا تن ڍول وڄايا(۴).

۱۷. سو عاشق سو معشوق، سو طالب سو مطلوب(۴).

فرمودهء حضرت مخدوم گروهڙي قدّس سرّه(۵).

## نوع ديگر

۱. هيڪڙو الله، هيڪڙو ڳالهاءِ.

۲. وَڏو دَرُ اللهَ جو، وَنهيو اللهُ.

۳. سَدا وَسهي اللهُ، مِينهَ تہ مِنڌُنِ وَسِٹا.

۴. نالو اللهَ جو نِماڻو.

۵. وَڏِي کاند اللهَ جِي، کانڍيرو بادِشاهُ، نالائِقَ نَوازِي، پِڳِي سَڄِي ڪَري.

٦. جيڪِي ڪَري سو خُداء.

---

(۱) ابو ۽ ل : سپ، ج خ : سپ، (۲) ق : ڪوئو پيچ سين نهي (۳) ل ۽ ابو : ڪهڙي (۴) بيتن مان ورتل (۵) ل تان ورتل،ابو : ايضاًفرموده، ڪلام حضرت ممدوح قدس الله سره.

٧. ڏِيڻُ اُنهيَ جو ڪم، بَندو ڪُجاڙو ڏِيندو، بَندو سِگهو ئِي وِرچي.

٨. بَندو جائِي گَندو، پاڻَ پاڪُ، بَندو جهاڪَ.

٩. توڙي(١) آگلا اوڏ، تہ پُڻ لا کہي جامَ جا.

١٠. گولِي آگَنِ وَسِ.

١١. چگّائِي ڪَجي، ڪَنهِ جي نہ وِجائِجي.

١٢. شُڪرانو سَندَسِ دَرِ، وَڏا تورا اللهَ جا.

فصل دويم در علم معلوملي(٢)

١. بُجِڙي جو پَنڌُ بُجِڙو.

٢. جَنهِ جِي واٽَ نہ وَڃِجي، تَنهِ جو پَنڌُ نہ پُڇجي.

٣. سَيُڪو پاڻَ کہي : آيلِ پاڻَ کہي، جِيجَلِ پاڻکي.

٤. ڪَرَندُ پَسندُ، ڏِيندُ لَهَندُ.

٥. پيش ڪَنهِ کہي نہ وجِجي.

٦. لکيو پَري، پَرَ نہ ٽَري.

---

(١) ابو الحسن ن: توٽي (٢) ن: محاصولي، ابوالحسن : ايضاً

۷. سَيُکو پانهجي ڪَرَمَ جي چِنِي تو لوڙي.

۸. ڪَنهِ جو ڏوهُ ڪونهي، جيڪِي ڪَري سو آللهُ(۱).

۹. مَرِي جَوابُ ڏِبو.

۱۰. کو ڪَنهِجو نَہ بَندو.

۱۱. حَقُ تِيندو، حَقَ وَکِيلُ حَقُ ڪَندو.

۱۲. سَيُکو پانِهجو وَڙُ تو ڳالهائي.

۱۳. نِيَتَ وَالمُرادَ.

۱۴. ڪين ڪائِجي، ڪين اوبارِ جي.

۱۵. جي سَچَہُ سَچائِي بانهَ ڏِي، تَہ سَچائِي نہ ڳهجي(۲).

---

(۱) هن کان پوءِ نسخن ۾ هي، فارسي چوٽي آيل آهي : هرچہ کند خدا کند، بنده ضعيف چہ کند.

(۲) هن کان پوءِ ڪتاب جي پڇاڙي ل ۽ ن ۾ هن طرح ڪئي وئي آهي: ل : تمت تمام شد سندهي فرموده مخدوم گرهوڙي قدس الله سره، ن : تمام شد کتاب سندي فرموده مولانا مرحوم مغفور ميون عبدالرحيم گرهوڙي شهيد سونهارو.

# مُلّڪِي سِنڌِي
يا
# سِنڌِي مُلّنِ وَارِي

تصنيف

محمد شريف راڻيپوري

رحمة الله

(سال تصنيف : ١١٦٠ هجري)

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيم۔

## مُلڪِي سِنڌي(١)

سَارَه ڪَرِ سُبحَانَ جِي، جو(٢) اَوّلِ عَطائِي،
جوڙِي جوڙَ سَيَڪا، جَنهِ آگهي اُپائِي،
اَرضَ سَمَا جي وِچَ ۾، جَنهِ(٣) بازِي بَنائِي،
هَژدَهَ(۴) هَزارَ رَنگَ تَنهِ، خَالِقَ خَلقيائِي،
پَسهي پاڻَ قَرِيبُ تو، صاحِبُ سَيائِي.
وَمَا خَلَقتُ الجِنَّ وَالاِنسَ : آيَتَ اِيَ آئِي،
پيدا ڪيائِين اِن ڪهي، لَءِ ڪيرَتِ ڪَمائِي.
عَقلُ ڏَهِيو اِنسَانَ ڪهي، ويتَرِ بِي وائِي،
هوشُ گوشُ آڪِيُون، ڄاڻَ ڳالهائِي.
ولقد ڪَرَّمنَا بَنِي آدَمَ: اِشارَتَ اِيءَ آئِي.

---

(١) ڄ : سنڌي ملن واري، ڌ : علم ري۽ عمل مولانا محمد شريف، غ : هي۽ سنڌي ملن واري تصنيف فقير صاحب ميان عبدالرحيم عليه الرحمه والغفران، ل ن : سنڌي ملڪي اول - (نوٽ) هي۽ سنڌي ب ق م نسخن ۾ ناهي (٢) فقط جهه ر ۾ (٣) فقط جهه ۾ (۴) ا : هجد.

پَڙهي عِلمُ آللهُ جو، پَڙَ ڏِيا پائِي.

ڪِي کِهڙا، ڪِي کِهڙا، ڪِي پُڻ کِهڙائِي،

قَد عَلِمَ کُلُّ اناسِ مَشرَبَهُم : مَولِي فَرمائِي.

پَرَ جيهو مُحَمّدُ مُصطفيٰ (ص)، نَڪِي ٿِيڙائِي.

مَنجهان حُبّ خَلقِيو، خاصو خُدائِي.

لولاَڪَ لَمّا خَلَقتُ الافلاَڪَ : وَرنَهَ واڌائِي.

اُمَّتَ سَبَ آخِيرَ جِي، پُنِيَ تَنهِ لائِي،

ان ءَ(۱) پُڻ ڪَنين لِکيو، تَہ خِلقَتَ سيائِي.

آگِي ڏنيَسِ اِهڙِي، واحِدَ وڏائِي،

واقِفُ ٿِيو آسرارَ جو، ٿِي صاحِبُ صَفائِي،

مِعرَاجُ ٿِيو مُحَمّد کِي، لَٿِي جُدائِي.

ڳُجهيُون ڪِيائُون ڳالِهيُون، خَبَرَ نَہ ڪَنهِ کائِي.

جيڪا ڪَرَڻَ جهَڙِي، واحِدَ ڪِي وائِي.

---

(۱) اذ رن : ء، ج جهہ ح ل : اي

آچي جامَ اُمّتَ کي، سا سَيَڪا سُٽائِي،

مَني مَنَن جهي حَقَ ۾، چَڱِن چڱائِي.

اُبِينَا اُنَ قَولَ تهي، اصحَابَ سَچائِي.

حَياتِيَ سِينءَ حَبِيب ڏِي، آندِي وَحيَ وادائِي.

سو ڪَلامُ ڪَريمَ جو، سَڀَ پَرِ سَهَائِي(١).

جيڪا حَديثَ رَسولَ جي، اوءَ پڻ اُهڙيائِي.

وَمَايَنطِقُ عَنِ الهَوي، سَچِي سَيِائي.

پَڙِهيا پَروجَهنِ تنهِ کهي، عامَ نَہ ڪَلَ ڪائي،

بِيا سڀي پَسَنِ اکيهين ڪاغَذَ ڪارائِي.

جِهڙِي جاهلَ کهي چَوَنِ، مَجهي تِهڙِيائِي،

ڪَري ڪِينَ ڪَمَاحَقّه، بولِي ٻَهريائِي(٢)

هَلهي(٣) اُنهمِ(٤) ڳالهِ تهي، ٻُڌِي(٥) جهڙِيائِي،

---

(١) جهہ : صحيائي (٢) ڏ : ٻيائي (٣) ڏ : هلن (۴) جهہ ح ڏ ن : انهين (۵) ڏ : ٻڌن

سَنئِين چُونسِ جهي وِنگِي، ته ڪَري اُهڙيَائِي(١).

پَلَءِ پاپُ پڙهيَنِ ڪهي، انِ ڪهي آجائِي.

مَن تَبعَ عَالماً لقي اَللهَ سَالِماً، ڪِتابن(٢) وائِي،

انَّماَ اِثمُه عَليٰ مَنِ اَفتَرَاهُ : اَحمَدَ (ص) اِتيآئِي،

اِنَّمَا يَخشَي اللهَ من عِبَادِهِ العُلَمَاءُ: ڏٺِيَ فَرمائِي.

گھٽِي خَلقَ خُداءِ جِي، مُلَنِ منُجهائِي.

مُلن(٣) چِئَجهي تَنِ ڪهي، جهي وات پَڙهنِ وائِي(۴).

آندَرِ نَه آهن آڪِيُون، سَمُجُھه نَه سَيائِي،

سورِيا وَجَنِ وِرسِيَا(۵)، جِڏيو سٽائِي،

مَذهَبُ ٽَارِيو مُحمَّدِي، وَٽَنِ بِي وائِي،

پرچاءُ نَه آهنِ(٦) پاڻَ ۾، هَڏِ نَه هِيڪَڙائِي،

هِڪَڙا چون هيڀڪَڙِي، ٻئِن ٻِيائِي،

(١) جهه : تهڙيائي (٢) جهه ح ع ل : ڪا تبن (٣) ڄ ر ن : ملون، ح : ملئون، ع : ملئن (۴) جهه ڎ : ملون چئجي تنه ڪي، جو وات پڙهي وائي (۴) جهه : ور سئو (٦) پرچا ناهن.

اِنّ اَلّذينَ اُختَلفُوا فِي الكِتَابِ لَفِي شِقاقٍ بَعيدٍ : اِهڙن

حَقِ آئي،

سَچِي ڪَنِ نَہ سَيَڪا، رَڪَنِ رِيائِي،

وَيَڪتُمُونَ مَاآنزَلنَا مِنَ اَلبيّنَات، عادَت اِهڙيائِي،

پَڙهي چُونِ نَہ پَڌرِي، مَعنيٰ مِڙائِي،

وَتُخفُون كَثيراً مِنَ اَلنّاسِ(١)، اِيَ پَرِ آٿائي،

جيہڪا پوئِنِ(٣) دِلِ ۾، سُٽائِنِ سائي،

اَفرايتَ مَنِ اُتّخَذَ الـهَهُ هَواهُ : هِهڙا هَوائِي،

جِہي مَصلحَتَ آهِي اِنَ ۾، آڳِينئان ٿِي آئي.

آتڪَلَ اِيّ آنڌَنِ جِي، سَنوتِ نَہ سَٽائِي،

عَقلُ آحمَدَ وِتَرو، جَنهِ سيَڪا سُٽائِي،

يُحَرِّفُون الكَلمِ عَن مَّواضِعِهِ : آڳِہي اُتيَائِي،

صاحِبَ جا صَرِيحُ چَئِي، سا ڦڪَنِ ڦيرائِي،

---

(١) "من الناس" جا لفظ قرآن مجيد ۾ ناهن ؛ (٢) جهہ : پڻ، ڌ: اهڙي (٣) جهہ: پوين.

هـي(١) ڪِجَنِ تا دِينَ کـي، ڪَنِ نہ پَڌَرائِي،

گهَٽو گهُري تِي ماءُ کان، ٻارَنِ کـي دائِي!

ڪانَ ٻُڌِي(٢) سُون ڪَڌِهين، ڪا اِهڙِي آٿائِي،

جوڙَ ڪِيائُون پانهِجِي، مُوران توڙائِي(٣)،

اِقرَءُ وا القُرآنَ وَاْتَبِعُوا مَافِيهِ: نَبِيّ فَرمائِي.

نہ أُبِينا اِنَ قَولَ تـي، ڪِي اوڳِنِ آڳِرائِي،

حَدِيثُونِ جُونِ پانهِجِيُون، هنَان هَوَائِي،

ڪَنِ مَنسُوخُ آڳِيَنِ کـي، ڪري ڪمائِي،

مَنشا مُوجِبِ پانهِجـي، نہ دِينَ وَڌَڻَ(٤) لائِي.

ڪَڍِي تَنِ ڪِتابَ ڪِيا، وَڏا عَرَبِي وائِي،

فِقهَ تَنِ ۾ فَارسِي، هَيّنِ هَلائِي،

رَدُ ذِنَائُون تَنِه کـي، جا نَبِيّ فَرمائِي:

(١) جهہ : جي (٢) جهہ : ٻڌي (٣) جهہ : ٿوراتي (۴) ا ڏ : ٻلي.

مَن بَلغَهُ عَنّي حَدِيثُ ثُمَّ رَدّهُ

فَاَنَا خصمهُ يَوم اُلقِيَامَةِ : ڪَامِلَ ڪَهِيائي.

لَاتكتُبُوا عَنّي غيرالقُرآنِ : حَدِيثَ اِهائي(١):

تہ ڪِيمَ لِکو ڪِين ٻِيو، ڏاران مُصحفَ مڙائِي(٢).

ڄاڻِي ٻُجهِي نہ اِن سان، ڏُورَنگَنِ دِلِ لائِي.

ڳالهہ سَيَڪَنهِ پانهجي، وِترِي وڌائي.

مُٺاسہي نامُوسَ ڪہي، نہ دِينَ ٻَلہي لائِي.

فَاُختَلفُوا بَغياً بَينَهُم : آگہي اُتيائِي،

تَنِ صَرفُ ڪِي تَحرِيرَ ۾، عُمرِ آجائِي،

بِنا طاعَتَ ڌَڻي جہي، هِنِ وَهِي وِڃائِي،

ننديا وَڏا نُسخَا، تِنِ لِکِي لِکيائي:

ڇہي هِيَ سَبَ آهي قُرآنَ ۾، ڪِي آسان پَڌَرائِي.

---

(١) جهہ : ولين اي وائي (٢) هن ست کان وٺي ويندي ٨٩ تائين جهہ ۾ ناهي.

يَڪتُبُونَ الڪِتَابَ بِاَيدِيهِم ثُمَّ يعقُولُونَ

هـٰذَا مِن عندِاللهِ : ڪَن اهڙي آٿائِي.

ڏَپُ نَہ پِڻُن دِينَ جو(١)، نَہ رَاقِمَ(٢) رَهيائِي،

نَڪين مُنهُ مُصحَفَ ڏِي، نَہ حَدِيثَ هَليائِي،

يَجعَلُونَ ڪِتابَ اللهِ وَرآءَ هُم ڪَانّهم لاَيعلَمُونَ:مَتِ نہ

آنڌَنِ آئِي،

نَاتَ آڱِيُون پويُون ڳالِهيُون، منجهہ مُصحَفَ مڙائِي،

جَمِيعُ العِلمِ في القُرآنِ، وَلِيّنِ وائِي،

سَيو عِلمُ قُرآنَ ۾، ڇـِي پَروجهَن(٣) پڙهيائِي،

تَفسِيرُ تَهم(٤) جو ايترو، جَنهِ ڪَنڌِي نَہ ڪائِي.

جيڪين رَبُ رَسُولَ (ص) سان، وِيو ڳُجهو ڳالهائِي،

ڪَنِ پَروُڙِي پَڌَرِي، ڪَنِ عَقلِ نَہ آئِي،

ڪَنِ ڪہي چَئِي زَبَان سان، سَرورَ سَمُجهائِي.

---

(١) ج ڏ : ڊ پ نہ پوين ڏٿي جو (٢) ا : اٽراقم، ح ع ل : نراڪم، ڏ : نہ راقم (٣) ڏ : پروڙن (٤) ا ج ح ڏ ر : تنہ، ن : تهين.

جيڪي پڙهيا جتِ هُئا، تنِ تي لِڪائي(١)،

پرَ ڪي عالمَ هُئا حقّ جا : ڪنِ رکِي رِيائي،

وَمِن اَهلِ الكِتَابِ مَن اِنَ تامَنهُ بِدِينار

فَلايُؤدِهٖ اِليڪَ: مَولي فَرمائِي،

دِلِ ۾ هُيَنِ هيڪڙي، باهَرِ بِيائِي،

يقولُونَ بِاَ فوَا هِهِمِ مااَليسَ فِي قُلُوبِهِمِ، هيين(٢) تنِ

هائِي.

آجُ پُٽّ اِهَڙا پِدَرا، سوَ تِيا سامائي(٣)،

هِنَ زَمانِي ظاهِرِيَ، ڪنِ گهٽان گهٽائِي.

سَيَاتِي زَمانٌ عَليٰ اُمّتِي، عُلَماءُ هُم شَرُمَن

تَحتَ اديمِ السَّمَاءِ: پَيغَمبَرَ فَرمائِي.

طالِبَ آهِين حقّ جا، ڪي پَڙهيا پُورائِي،

وَاَڪثَرُ هُمُ الفَاسِقُونَ : مَتان پُليِن پائِي(٤).

---

(١) جهہ : لکيائي. (٢) اڏر : هي هي ، هي تن لءِ آئي. (٣) جهہ : سمائي (٤) جهہ : پلن پورائي،

انّ كَثيراً مِن الآحبَارِ وَالرُّهبانِ ليَا كُلُونَ اموَالَ
النّاسِ
بِالبَاطِلِ وَيصدُّون عَن سَبِيل اللهِ : كَنِ كِج اِيَ
وائِي.
آلعالِمُ عَليٰ بَابَ الآغنِيَاءِ اهوَنُ مِنَ الذُبَابِ
عَلي العُذرةَ : سَمجهج سَيائي.
عَالِمَ جهِي آللهَ جا، تَنِ پَرِ کِهڙِيائِي؟
جِنءَ دوسَ نہ ڏِينِ دُنيا کي، وَحدَتَ جِي وائي،
پَڌَرِ پُون نہ کڏهِمِ(۱) ڳُوڙها ڳُوڙهائي(۲).
کِينَ کَنهِمِ(۳) سان کَڏِهِمِ، چِنا(۴) چُليائِي،
وَ اذَا مَرُو بِاللَغوِ مرُّوا کِرَاماً : حِلمِي حَيائي(۵).
آصل آهي اُنِ کهِي، مَنجهِ هِنيَنِ هيکَڙائي،
راتو ڏِينهَ شُغلَ ۾، وِجُهلَن وينائي،
هلَنِ قُرآن حَدِيثَ تهِي، اُهِي آصلائي(۶)،

(۱) ا جهہ ح ڏ ن : کڏهين (۲) م ڏ جي پڙهڻي، ن : ڳورا ڳورائي، ٻيا سڀ : گورا گورائي.
(۳) ا جهہ ڏ ن : کنهين - (۴) ا : چِلنا (۵) جهہ : حلمِ ۽ حيائي - (٦) جهہ : اصليائي.

اِتَبِعُوا مَا انُزِلَ اِلَيكُم مِن رَبِّكُم، وَلاَ تَتَبِعُوا

مِن دُونِهٖ اولِيَاءَ: واحدِ وَٺِيائي

جيڪي پُڇَنِ تَنِ کي، ماٺُون مَسئَلاَ ٿِي،

بُڌَائين ٻَہ ٻِرڪَا، پڙهِي پَڌرائِي،

لِکِي جا قُرآنَ حَديثَ ۾، تَنِ لِکَ نَہ لِڪائِي.

بَلِّغُوا عَنِّي وَلَو آيةً، اِنَ تہِي هَلِيائي،

سَچِي ڪِيائُون سَيَڪا، جيڪا عَقل ۾ آئِي.

ڪہِي بي راضِي تَنهِ ۾، ڪہِي راضِي رَهِيائِي،

لاَ تُحَدِّثُونَهُم بِمَا فَتَحَ اللهُ عَلَيكُم: چہِي ڪَرِهُومَ

سَيَڪائي.

پَرَ جيڪِہِي صاحِبَ حَقَ جا، تَنِ کي وَٺِيائي،

ڪامِي بِيا آڳَارَ ٿِيا، اُنِين ڌاران ڏِي،

تَہ ڪوهُ ڪِيائُون پَڌَرِي، سَچِي سَيائي؟

قُل مُوتُوا بِغَيظِكِم: اُنِين وَسِ نَہ ڪائِي،

اُونڌا آهل اللهِ سان، وَڏيا نہ وائِي،

ٻُڇِي لَڳِي اُنِ کي، سَيَڪا سٽائِي،

دِلِ ۾ دُشمَني ڪَري(١)، پَڌَرِ پِيائِي(٢)،

جيَڪا پُورِينِ تَنهِ ۾، نہ وَسُون(٣) وِسرِيائِي(٤)،

گِلا غِيبَت خَلقَ ڪان، تَنِ چوريو چَوائِي،

بُهتَانُ رَکَندا اِهڙو(٥) ٻَهِي پاٽائِي،

اُهي(٦) وَجَنِ قِريو دِينَ ڪان، ڪَري جاڙائِي(٧).

چاڙِهوِس(٨) مَنصُورَ جان، سُورِيَ سِگهائِي(٩).

مُرادَ مولاَيَنِ ڏِي، آڻَنِ اِهيائِي(١٠)،

پَرَ آخرِ فَتحَ عاشِقين، جي حَقّ تي(١١) هَلِيائي،

---

(١) ڏ: ڪريو (٢) ڏ : ٻيائي (٣) جھ : وسان (٤) ا ڄ : ويسرائي، ح ر ع ل : ويسريائي.
(٥) ا : بهتان ڪندا اهڙا (٦) ا: تہ هي (٧) ڏ : هي جي قريو دين ڪان، ڪري جاٽائي. (٨) چاڙؤس، جھ : چاڙياءِ، ح چاڙهو سون، ع : چارءُ وسو، ل : چارهوسو، ن: چاڙهيون سون.
(٩) جھ : سگهيائي (١٠) ا ڏ ع : اهڙيائي، ڄ ح ر ل : اهائي (١١) ڄ ع ل : حقي.

اَلاَ انّ حِزبَ اللهِ هُمرُ الغَالبونَ : بِيَا سبِ فَنائِي.
هَل يُهلَڪُ الاَّ القومرُ الظّالِمُونَ : قادِرَ ڪَهِيائي.
ناَحَقُ ويندو ناسُ تي، عَدلُ اُپِيَڪائِي(١).

---

آڳي جي آجِا ڪِيا، چِنّا ڪان ڏوهَنِ.
پَرَ جَڏهن ڪِيو هنَ جڳَ مان، هَلَنُ حَبِيبَنِ،
وَحيَ وَرِي نَہ آئيو، پُڄاڻا پِرِيَنِ،
نَڪو صَحِيفو رَسِيو، ٻِيو ڏانهَ ٻئَنِ:
آيو وَلِيّنِ ڏِي، وَحيُ ڪِينَ چَوَنِ،
آهي عِلمُ لَدُنِيّ، اِلهَامي اُنَهنِ،
ٻيو مڙوئي اڳيون، پَڙهيا پَرو جَهنِ،
هَلَنِ قُرآن حَدِيثَ تي، ٻِيُون ڏِيئِي ٻَنِ.
جاڻُ(٢) گهَرجي تَنِ کي، جيڪي پُرسَ پَڙهنِ،

---

(١) ا ج ڏ ر ع : اپيڪ آئي، (٢) ا ن : چاٽڻ.

پڙهِي پَروڙِي تَنه کِي، نافعَ نَفعُ وَتَنِ،

عاقِلَ ٿِينِ عِلم سان، سَيُکِ سُڃاڻَنِ:

هُونِ هيڪَڙِي دِينَ تي، هيڪَڙائي هَلَنِ،

آندَرُ سَهائو ٿِئي، اوجَرُ کي آکِينَ،

ظاهِرُ باطِنُ تَنِّ کي، ڏِنو ڏِيهَ ڏِٺِيَنِ،

رازُ پَروڙِي رَبّ جو، عادلَ عَدلُ ڪَنِ،

اُهکِي سُهکِي(١) جي آڇِي، تَہ پِريان ڏانهَ پَسَنِ:

صاحِبَ صَفا جا ٿِيا، اِهَڙِي آچارَنِ،

هِهَڙو حاصِلُ جَنِ کي، وَڏا طالعَ تَنِ،

اَلعَالِمُ مُنَ عَقَلَ عَنِ اللهِ: بالا بَختُ سَندُنِ.

پَرَهيَ بِرَحَالُ تَن جو، جي پَڙهي نَہ پَروجهنِ،

لا يونِينهُ نِسهورو(٢)، آکَرَنِ سان(٣) اوڳَنّ،

ڪِينَ پُڇِيائُون پِرِيتَڙو، مَحَبَتَ رَکِي مَنِ،

(١) جهو : اوکي سوکي - (٢) چ ل کان سواءِ ٻيا سڀ : نسورو. (٣) جهہ : سين

آهي طَلبَ نہ تَنِ کي، سَنِديَ سُپيرِيَن،
نہ کو وَهمُ وِصَال جو، اَندَرِ رُوحَ رکَنِ،
نَکا خواهشَ بِهشّتَ جِي، تَنَ ۾ آهي تِنِ،
ڊَپُ نکِو دوزَخَ جو، پَسو(١) پاڻ(٢)، پڙهَينِ.
صَحيُ ثَوابَ عَذابَ جو، ڏِيندا ڏَسُ ٻِينِ،
هنيون ڏنائُون حِرصَ ڏي(٣)، مايا ڪاڻِ مَرَنِ،
راتو ڏِينهان رِزَق لاءِ، مَنجهہ قُلوبَ ڪَڙهَنِ،
فَرمُودو فُرقاَنَ جو، ڪِينَ ڪِيائُون ڪَنِ:
وَنَهيَ النفّسَ عَنِ الهَويٰ فَانّ الجنَةَ هِيَ اُلمَاوَي:
جَڻُ تا(٤) سُجَا ڪِينَ سٽَنّ،
گهُٽو ڏوهُ پَڙهِيَنِ تہي، جہي تا پَروجَهنّ،
پَرُوڙي پُٽ ڏِيڻُ، تا ڪُلّي عيبُ لِڪَنِ،
سٽِي سَمجِهي عِلمَ کي، ڪُڏيو ڪَمّ ڪَٽَنِ،

---

(١) ا ج ڏ ن : پيو - (٢) : ڏاڻه (٣) جهہ : لاءِ (٤) ا : ڪر

داخِلُ دُنيا ڪارِ ۾، وَظِيفا پَڙهَنِ،
شيخَ مَشائخَ پاڻَ کي، تا جَهلا ڪِيو جاڻَنِ،
آزارِين خَلقَ کي، ظالِمَ ضعِيفَنِ،
ناحَقُ ڪَندا قوتَ لاءِ، مارِيو مِسڪِينَنِ:
هَٽِي حَقُ هيڪَڙَنِ جو، ڏِيندا کي ٻِئَنِ،
مارِينڊي ماڻهنِ کي، تَرسُ نَہ آچي تَنِ،
وَکَرُ وهائي اهڙو(١)، هِتان تا هَلَنِ،
۽ پُڻ قاضِي تِينِ قضا کَٽِي، عهديدارِ آڙَينِ،
شرع نِبيرَينِ تن جي، جَيڪي پرُسَ پچِنِ،
ڳُجهو پڌَرو تَنِ کان، لوچِيو لوپُ(٢) وَنَنِ،
دَعوا سَچِي تَنِ جِي، توڙي ڪُوڙي ڪَنِ:
لِکي ڏِيندا اِستعفِتَائُون(٣)، جوڙي جَوابنِ.

(١) جهہ ح : (٢) اذ : لب (٣) ر ن : استفتاحون

رِشوَتَ جَھلَڻُ دِينَ ۾، رُخنو رَنگُ(١) وَجھنِ،

پُنِيَ کَمنّ پانھِجي(٢)، وِيندو سِرُ سُجَنِّ.

دائِمُ دينُ نَبِيّ جو، سِينءَ(٣) قيامَ کَھنِّ.

ڇَڏِيائُون قُرآنَ کي، جو مَذھَبُ مُحَمّدِيَنِ،

وَالقُرآنُ امَامِي : کوڙِھيا کَنِ نَہ کَنّ،

خَتما پَڙھِيو تنه جا، ولھِا تا وکِڻَنّ،

تيِلاهَ مُصحَفَ تڙِيا، رِزقَ لاءِ رُلَنّ،

کيو کتابَ کَچَنِ ۾، پُڻ أيا بُکَ مَرَنّ.

وَمَن اعَرَضَ عَن ذِکرَي فَانّ لَهُ مَعيشَةَ ضَنکاً: سُٽي

مَرُ سَمُجھَنّ

جَنِ هُوندو هَلَڻُ حَقّ تي، مَذَھبُ مُحَمّدَ کَنّ،

تَہ لَنگھي ڏِيه ڏُکَنِ جو، سگھا سُکِ ٿِيَنِ.

---

(١) ج ڏ ر ع : رڪ (٢) ا پرتئا گھمن پاڻ کي، ج : پوتي گمن پاڻ کي ، خ : پوءِ ٿي کمن پاڻ کي ڏ : پوئين کم نہ پاڻ ۾، ر : پوئي ڪمن پلڻ کي، ع : پوتي کمن پاڻ کي، ل : پوتي مکن پاڻ کي، ن : پوتي گھمن پانهنجي ـ ڏنل پڙهٽي جهہ جي آهي ـ (٣) جهہ : سين.

فَاتبِعُوني يحْبِبْكُمُ اللهُ : ايڏي مانِ مڙنَ.
وِاحدُ جَنِ سان وَٽيو، ڪِهڙي ڪمي تنَ،
پَرَ هي هيَ چڏيو حقَ کي، پُٺي حرصَ پوَنِ:
حَقُ ڇڏيائون هَتَ سان، مانيَ ڪين مڙنَ؟
ضُرِبَت عَليهمُ الذّلَةُ والمسكَنَةُ: دَمڙي دِينُ ڏِينِ.
يشتَروُنَ بِايَات اللهِ ثَمنا قَلِيلا : سوَ دا سُوري دِينُ
ڏِينَ
يَشتَرُونَ بِايَاتِ اَللهِ ثَمَنا قَليلاَ : سوَدا سُورِي تَنِ.
آتَن زورُ ظُهُورَ تي، لاءِ نَامُوسَ مرنَ.
هَٽِي هيڪڙي دِينَ مان، چرِڪُون ڪيُون چورَنَ(١)،
فَرّقُوا دِينَهُم وكَانوُ ا شِيَعاً: مَرُ پَڙهي پَروجَهنَ.
وَاتَ وِجايو آصلي، تا گُتا گسَ پُڇَنَ.
خَطّ لَنَا رَسُولُ الله خَطا، وَقالَ : هـٰذا سبَيلُ اَللهِ
فاَتَبِعُوهُ وَلاَ تَتَبِعُوا السّبُلَ : بوڙا مَرُ بُڌَنَ.
ڪَنين واتُون چارِ چِيون، ڪي ڪي خَمس چَوَنِ:

(١) جئن ، ج جھ ع م ، پيا سپ ، چرڪون ڪيون چورن.

هيڪَڙِي وَنِتي هيڪَڙِي، پِيُون سَڀَ ٻَئَنِ،

جَنِ کي سُهڪِي(۱) جا لَڳِي، تِهِي طالِبَ ٿيا تَنِ.

اِيَهمِ(۲) تِي طَرفَ(۳) ٿِيا، نَت هُئا هيڪَڙِي وَرَنِ(۴).

نَڪِي چارِ قُرآنَ ۾، نَڪِي لِکيو حدِيثُنِ.

هَلَڪَ مَن کَانَ قبلَهَم انّماباختِلاِ فهِم عَلي آنبِياءِ هم،

منَجهه حَدِيثَ لِکَنِ

حَيَاتِيَ مَنجِهہ(۵) حَبِيبَ جِهِي، نَڪِي صَحيُ سُڄَنِ.

عِلمُ اڳِيون پوئِيون، مَعلومُ مَحبُوبَن.

۽ جي تِيون هُيُون، تہ چَيو آڳِينَ اصَحابَنِ.

پَرَ بَعدِ خَلِيفَنِ جهِي ڪِئِي، اِيَ پَر آبوجَهنِ.

نالو عالِم تَنِ جو، آندرِ علُم نہ تَنِ.

شَرُ الأُ مُورِ مُحدَثَا تُهَا: چَيو پاڻَ پِرِيَنِ.

---

(۱) ج : سوکي (۲) ا : اينئن، ج : اي " جهہ ن : ايهين : ح : اهين ذ: اينئن ، رع : اهم (۳) ج جهہ ح ذ ر ع ن : طرف طرف (۴) ج جهہ ح : وڻ ، ذ ع ل : ون (۵) ا جهہ ذ : ۾.

جِنءَ ڪو تو چاهي مالڪِي، ڪي شافعِيّ ڏانهَ ڏِسَنِ،
ڪِهِي حَنبَلِيَ ڏِي هَليا، ڪِهِي حَنفِيَ ڏانهَ هَلَنِ.
نالا وَنَنِ جَنِ جا، تَنِين ڪِينَ چَيُنِ،
هوءِ نہ نِينس پاڻ سين، پاڻه ڏاندَ چَڙهنّ.
مَذهَبُ جَنِه مَحبوبُ جو، تَنهِ جو ڪِينَ ڪَهَنّ.
نالو نَبِيّ ڪَرِيمَ جو، وِلَها ڪِينَ وَنَنِّ،
نالِهِي وَنَهِي جَنه جهِي، لِڪِيا ڏوهَ لَهِنّ.
هِتِ مُنصِفُ ڪِجهِي مُلَنِ ڪي، تہ ڪَثرَ نِي ڪهَڙَنّ
جي اَجُ چائِيندا جَنِ جا سي صَبَاحَ پُڻُ سَندَنّ.
يَومَ ندعُو كُلّ اناس بِامَامِهِم : جهِي جَنين سهِي تَنّ،
هوندا سيِ حشرَ ۾، گهٽين(١) ڳولائو(٢) تَنِ
نِهارِيندا نِڪَٽِي(٣) وَرَ ڏِيو وَسِيلَنِ،
هُهَڙِي(۴) هَندِ هُجُوم ۾، ڪَنه وڏِي ڀاڳَ مِرَنّ.

---

(١) ا ر : گري، ج، ڳري، جهہ ن : ڪري، ڏ: ندارد : ع : کر : ل : گر (٢) ن : ڳولائون.
(٣) جهہ ح ن : نکري، ر : نيٺ کٽي. (۴) جهہ : هکڙي ، ا : هؤمڙي.

شَڪُ نہ آهي اِنَ ڳالھ کي، پوءِ(۱) تا هَٽَ هٽَنِ،

پَرَ هَنِي آهِين اِهڙا، جِنْ مُورِهمِ(۲) ڪِينَ مُڙَنِ،

جهي(۳) ڪَنہ چَڙَهنِ ڳالھ تي، واريا ڪِينَ وَرَنِ،

هَڏ نَہ لَهَنِ هوڏ تان، چاڙهي جَنہ چَڙَهنِ،

قَومُ لدَي: قُرآنَ ۾، آهي اُهجُ سَندُنِ،

ڪَنہِ ڪان تَرَنِ ڪِينَ ڪِين، جِهڙو سَٽ سَرَنِ،

نَڪِين پِيرَ فَقِيرَ ۾، نہ مَنجهِ اَهلَ بَيتَ اَڙَنِ،

لاَ يَر قَبُونَ فِي مُؤمِن الاً وَلاَ ذِمّةً: اِهڙائِي آهِنِ(۴).

نَڪِين اِهڙا اَولِيَاءَ، جهي ڪَراماتُونِ ڪَنِ،

ڪيو ڏيکارين تَن کي، تَہ پُڻ نَہ وِسَهَنِ.

وِرسِيا وِلايَتَ کهي، اِستدِرَاجُ چَوَنِ،

---

(۱) ج جھہ ر : جن، پوءِ (۲) جھہ : موره : ا ح ڏ ن ، مورهين (۳) جھہ، جنہ ـ (۴) ا ج ڏ ر ع ل ن : آهين.

بَل نَحنُ قَوم مَسحُورونَ: اِنهِمَ واتَ وَجَنِ،

پاڻان پُڇين کا نکا : بِي(۱) مَنظُورُ نہ ڪَنَّ،

النّاسُ اَعدآءُ مَاجَهلُوه: اِهڙا اُهڙا اُهج سَندَنَّ.

جهڙا خالي پاڻ سين، بي ڪِي تِن کي تِنءَ جاڻنِ،

اَيِنَمَا يُوَجّههُ لاَ يَاتِ بِخَير: اوندو ڏِيهُ آندَنِ.

(قصو شمس تبريز جو)

هاڻي قِصو هي سُڻهو(۲)، هنيہين ساڻُ ڪَنَنِ،

جنءَ ڪِي شَمسَ تبَرِيز ڪَمَاحَقّہ(۳)، مَدَدَ ساڻُ مُلَنِ،

شَڪُ لاَتائِين شاهَ جو، جو پِئُسِ ڏانَہ پَڙهَنِ،

تَنه ڪَرِي ڪَرامَتُون ظاهرِيِ، ڇڏايا کان ڇِينَّ(۴)،

وَڏو مانُ مُلّنِ جو، تا ڇغُدَنِ(۵) مَنجهہ ڇَوَنِ،

ڦِرِيا تِنه فَقِيرَ کان، مَنجهِہ ڏهاڪِي ڏِينهَنِّ،

---

(۱) ا ڇ جهہ ح ڏ ن : بي جي (۲) ڇ جهہ ن : سڻو (۳) ح ع ل ن : کما هکو (۴) ا: ڇيهن
(۵) ل : ڇغتن.

نَکين بَهادُرَ جَنگِ جا، نکا حُڪومَتَ(١) ڪَنِّ،
ڪَري اِهمالُ قُرآنَ جو، وَرايو ويرِيَنِّ،
ڪارَڻِ لَهَڻ گُنَاهَ جي، تَڪِيو تَعزِيرَنِّ،
ڪَلَ لَهرائِي تَنهِ جِي، ڏَسي دِلگِيرَنِّ.
اَصلِ آجا اَولِيَاءَ ڪيا، ڏوهان(٢) ڏيهَ ڏَٽِيَنِّ،
اَلاَ انَّ اولِيَاءَ اللهِ لاَ خَوف عَلَيهِم وَلاَ هُم يَحزَنُونَ،
ڪونَ ڪِيائُون ڪَڏِهِينِ، توڙي ڪُوَڙِي ڪَنِّ،
هُن جي ڪُوَڙِي سُوَڙِيَ جهِڙِي، پَڙهِيا پَروجهَنِّ.
يُبَدّلُ اللهُ سَيّئَا تِهِمِ حَسَنَات، ايڏا طالعَ تَنِّ.
آگي جي آجا ڪيا، چُٽا ڪان ڏوهَنِّ.
اعمَلُوا مَاشِئتُمِ فَقَد غَفَرتُ لَڪُم : جهِڙا(٣) بَدرِيَنِ.
آندَرِ بَدرُ اُنِ ڪي، باهَرِ جِنءَ بِينِّ.

---

(١) جهہ : ڪرامت (٢) جهہ : ڏٺا، ڏ : ڏوهنٿا (٣) جهہ : جهڙو.

حالُ جَنين جو هِهڙو، ڪهڙا طعنا تنّ(١)؟

مُلَنِ(٢) مُوران تَنِ سان، مَحَبّتَ ميٺُ نہ مَنّ(٣)،

پَهسُ پُڇائي تَنِ کي، ڪاتِيُنِ(۴) سانُ ڪهَنّ.

اَتَنِ خَيرُ خَلقَ سان، نہ سان وِلايَتَ وارنِ.

سَبَبُ تَنهِ جو پَڌرو، مَرُ سارا لوڪَ سُڻَنّ:

مُلاّ سُڃا ۽ سڪِڻا، هوءِ ڪَراماتُون ڪَنّ،

هِي هَلَنِ ظاهِرَ(٥) تي، هوءِ باطوُنُ بَڪَنّ،

سُڌيُون ڏِينِ سَمَاءَ جِيُون، ڳُجها سِرّ سَلَنِ.

تَنِ ڪان اِسمُ اَللهُ جو، جيڪي پُرسَ پُڇَنّ،

تِيہي هِدايتَ تَنِ کي، رَبّ جي رازَ رَسَنّ.

جِيارِينِ جَڏَنِ کي، نهارِيو نہيڻَنِ،

---

(١) هي ڏ ۽ ر جي پڙهڻي آهي: ٻيا سڀ: ڪهڙي معني تن ؟ هن سٽ کان پوءِ جهہ ۾ آهي، مذهب جنه محبوب جو، تن جو ڪين ڪهن (٢) جهہ : ملان (٣) هي، ڏ ۽ ي جي پڙهڻي آهي، جهہ : ڪن، ٻيا سڀ : تن (۴) جهہ ڪاتيءَ (٥) جهہ جي پڙهڻي، ٻيا سڀ : ظاهري

ڏِينُ نِپَٽَنِ پُٽَڙا، مَردِي نامَردَنِ،
آکِيُون ڏِينِ آنڌَن کي، صِحتَ مَرِيضَنِ،
ٻُکَ لاهِين تَنِ جِي، وِلَها جي وَتَنِ،
دُعا پاراتو تَنِ جو، تا قَبُولُ کَهَنُ:
کَرامَتُون اِهَڙِيون، ٻِيُون پُڻ سَوَ سَنَدَنُ،
ڳَڻي ڳَڻِيان کيتَرا، لَکَڻِ لاهوتِيَنِ،
تَيلاهَ فَقِيرَن سان، پَيئي ناهِ پَڙهِينُ.
پالَ پَلايُون تَنِ جِيُون، سُٽِيَو کَينَ سَهَنُ،
تا مَرَن اِنهمِ مامِري، تہ هوءِ تا وَڏِ وَجَنُ.
چي آسان چُوندو(۱) کونَ کو، جِنءَ اُنين جِيرَنِ،
اِيندا نَہ عالِمَنِ ڏونهُ، پُٺِ ڏِيئي پِيرنِ،
لوکُ لَڙَندو تَنِ ڏي، مَنجهان جي ميرنُ،

(۱) اِڏ : پچندو.

تَائِبُ ٿِيندو سَيُکو، ڦري فَقِيرَنِ.

اِهَا گهَٽو اُهکي لَڳي، سَيا ڳالِهِ ڳرَنِ(١).

اَمر يَحسُدُونَ النَّاسَ عليٰ مَا آتاهُمُ الله من فَضلِهِ :

حَسَدُ هيڏو ڪَنِ،

لِڪيُم قَدرُ تورَڙو، مانَ سُٽِي(٢) سَمُجهَنِ.

هاٿي چڏِ هِتِئي هِنِ ڪي، ناتَ هِي نَہ ڇَڏِينداءِ ڇَنِ،

پيرُ ڪَڍنداءِ(٣) پُنِيان(۴)، پُڇِي پاڙيڇَنِ.

موتُ اِنهِمر مَذڪُورَ تان، ترڪُ ڏيئِي ڪي تَنِّ،

نَاتَ ڪَنداءِ ڪَارِ اَڳُوڻِنِ جِي، ڪَڏهِ ڪا پُورِيَنِّ(۵)،

يَقتُلُونَ الاَنبِيَاءَ بِغَيرِ حَق : اِهڙائِي آهِينِ.

ڊوڪُ، پُنِيَ لَڳ تَنِ جي، مَحَبَّتَ جنِ(٦) جهِي مَنِّ،

وينا وَحدانِيّتَ ۾، واحدَ جي(٧) وِهُسَنِ.

---

(١) ڏ : لڳي ٿي ڳالهہ ڪٿن، جهہ : گهرن، ا : ڪڙن : ع ل : ڪرن، ر : ڪر (٢) سٽي ڪي
(٣) جهہ : ڪڍنداءِ. (۴) ح : پٺتي (۵) ڏ : ڪڍي ڪان پوئين، ر : گڏجي پڇايو ڏين (٦) جهہ:
جنين (٧) ع ل : جي سدائي

قُلِ أُللهِ ثُمَّ ذَرْهُمْ، اِهو تَڪِيو تَنِ.

چَوُ عاجزي(١) اُنِ کي، تو ڏانهَ مانَ تُسَنِ!

ٿين سؤالِي رَبّ جا، بَخشائِين بُڇَنِ!

هُمْ قومٌ لاَ يَشقَي جَلِيُسُهم : اِهڙي ۾ آٿَرَنِ.

مَرَهين "مُحَمَّدَ شَرِيفَ" کي، ڏِسِي ڏانهُ فَضلَنِ!

مائِتَ جَنهِ جا اَصلِي(٢)، راڻِي پُورِ رَهَنِ.

بَخشِين بوچَ بُڇائِيُون، مَولىٰ شالَ(٣) مڙَنِ!

رِسالو راسِ ٿِيو، مَنجهِه اِنِين ڏِينَهنِ:

ڪَارَنهَ سَوَ گُذَرِيا سانيڪو وَرِهَن.

ڄُتا سڀِي فَضَل(٤) سِين، ڪَلِمو جي ڪَهَنِّ(٥).

لااله الاّ لله محمّدٌ رّسُول الله صلي الله عليہ وآلہٖ وسلم

---

(١) ڏ جي پڙهٽي، ٻيا سڀ : آزردي (٢) ڏ : اصلين (٣) جهہ : چال (٤) جهہ : ايمان (٥) ال ن: چون.

# ڏکين لفظن جو فرهنگ

## الف

آب : آبرو، پاڻي
آبا (= آباء) : ابا، ابا ڏاڏا
ابتر : پچ وڍيل، لنڊو، بي اولاد
ابد : بي پڇاڙيءِ هميشگي
ابريو : بڇيو، اوباريو
ابُس : سندس ابو يا پيءُ
ابن السبيل : واٽهڙو، مسافر
ابنياء : (صحيح ابناء، واحد = ابن): پٽ
ابيتو : ابي ڏاڏي وارو، پيڙهايتو
ابيٺا : بيٺا
آپ : ٻاڦ، بخار
اپڊ : بنان ٻڌيءَ جي، اڻ سمجهه
اپوجهي : بي سمجهائي، معصوميت
آپيارڻ : بيهارڻ، کڙو ڪرڻ
آپيڪ : هڪ هنڌ بيهڪ
آپيڪائي : بيٺل، قائم، محڪم
آت (= انت) : بنياد، ترو
آتل : لاڙو، ميل، سرسائي
آتڻ : ڳرڻ، پگهرڻ
اثبات : الا الله چوڻ
اثر : نشان، نقش
اجاريا : روشن ڪيا
اجر : ثواب، انعام، اجورو
اجيرا : اجورو گهرندڙ
اجل : موت، مدو
آجهايا : وسايا
اُجهڻ : منجهڻ
آچار : احوال
اخير : پويون
اداس : سڪ، اُڪير
آڏيرا : ڏڪا، ٿاٻا
آڏيرا ڪرڻ : ڏڪا ٿاٻا کائڻ
اڏس : بي ڏس، لامڪان
اڏوهي : بي ڏوهي
ارنگر : بي رنگ (خدا)
آرسي : آلسي، سست
ارض : زمين
اڙانگ : اڙانگائي، ڏکيائي
آڙهه : مڇ
آزردي : بيزار يا ڪڪ ٿي
ازل : بي شروعات هميشگي
آسانبو : آسانگو، آسرو
استخاره : خير جي دعا گهرڻ
استدراج : شيطان جو انسان کي آهستي آهستي هرڪائي گمراهيءَ ۾ وجهڻ، شيطاني الهام
استفتا : فتوا گهرڻ
استقبال : مستقبل، ايندڙ وقت
اسد : شينهن (برج جو نالو)
اسم (ج : اسماء) : نالو
أسهه (مصدر : أسهڻ) رواني ٿي

اشارت : اشارو، ڪنايو
اصل : ٿڙ، پاڙ
اضداد (واحد: ضد) : هڪ ٻئي جي ابتڙ شيون
اطراف (واحد: طرف): پاسا
اطوار (واحد: طور): شڪليون، نمونا
آفاقي : جهانگرد، چوڌاري جهان جو سير ڪندڙ
اقامت : هڪ هنڌ رهڻ
آڪاچ : بي ڪاچ، بي نصيب
اُڪار : پار ڪر
اڪاسڻ : سڪڻ
اڪمل : سڀ کان وڌيڪ ڪامل
اڪمو : بي ڪمو، بي غرض
اُڪنڊ : سڪ، چڪ
اگلا : ٻچڙا، گدلا، بد شڪل
آڪث: اڻ ڪٿ، بي شمار
اڳانجهو: پريرو
اڳاهين: پراهين
اڳرو: زياده
اگهاڙڻ: اگهارو ڪرڻ، خوار ڪرڻ
اگهيا: قبول پيا
الهام : اندروني غيبي اشارو
آما : انب
امر: حڪم
امل : (بي ملهو) موتي، امل ماڻڪ
اُنچو : اوچو، مٿاهون، بلند
اندام : عضوو، لڱ
انذار : انذاري، اوندهه
اندا ڪيڻ: ميٽيل آلي، فرحي، تي اکرن جا نشان ڪيڻ
اُنس : محبت، الفت
اَنعام : جانور، ڍور ڍڳا
انفسي : پنهنجي نفسن اندر سير ڪندڙ
انگڙا: عضوا
انهيون: (ضد: سنهيون) ڏنگو، ابتو
اٿائي: اجائي (ڳالهه)
اڻ جڙنديون: جي ٺهي نہ سگهن
اوبار (اوبر): ڪاڏي جي بچت
اوبارڻ: ڪاڏو ڪائي بچائڻ
اوپر (= اوپارو): وهڪري جي ابتڙ هلڻ
اوج : تماشا، مزا
اوجرو: سوجهرو، نور، روشنائي
اوچڻ: ڍڪ
اور : آندو، پيٽ
اورا (= اوران) پٽ : اور جا پٽ، آندي جٽيا پٽ
اوزار (واحد: وِزر): بار، گناهه
اوسر : ماتام، مصيبت
اوسيڙو : الڪو، انتظار
اوڳو: موڳو، بيوقوف
اوهڏي : ڪڏ ۾ ڪري مري ويئي
اهاءُ : سوجهرو، نور جو ڏيو
اهڃاڻ : نشان
اَهر : تيلي ٻج جو نالو
اهڪ : ڏڪ
اهڪو : ڏڪيو
اهڪي : ڏڪيائي، جڪي
اهل سجن: قيد جا ماڻهو، قيدي

اهمال : ڇڏي ڏيڻ، ڍاري ڇڏڻ
آهيڙي: شڪاري، ڇهڙا
ايجاد: وجود ۾ آڻڻ، پيدا ڪرڻ، خلقت

ب

باري: خلقيندڙ
باسين = (بانس): بوءِ
باطون (= باطن): اندر جو ڳجهه
بُجا : بجڙا
بخرو : بهرو، ڀاڱو، حصو
بخش : بخشش، ڏات
بدري: اهي اصحابي جن بدر جي لڙائي ۾ بهرو ورتو
بدعت : سنّت جي برخلاف ڪم
برج: گرز
برزخ: بهشت ۽ دوزخ جي وچ ۾ مڪان
برق: وڄ، کنوڻ
بروز : ظهور، نماء
بروو : برهه، وڇوڙو
بسمل (= بسم الله): شروع ٿو ڪريان ساڻ نالي الله جي
بشري: بشارت، خوشخبري
بشير: خوشخبري آڻيندڙ
بل (= بلڪ): مگر
بمڙيا : بمر ۾ پريا، ڦوڪيا
بودلا: چاڳلا، ٻالا ڀولا
بوند: پچو، پولهه، پونجهه
بهتان: تهمت، ڪوڙو بنبو ستو
بيخ : پاڙ

ٻ

ٻاڪوڙا: ٻوڪڙ، دانهون
ٻاڪوڙائڻ: ٻوڪڙ ڪرڻ
ٻاڻ: وجهه، اتفاق
ٻائر: ٻير جو وڻ
ٻڪ: ٻڪريءَ يا هرڻيءَ جو ٻچو
ٻپاري: ٻن پارن (طرفن) کان
ٻرٻر: هاءِ هاءِ
ٻن : ڪڏ
ٻهڦور : ٻاڦور، ڇاٽ
ٻهڳڻ: گهڻن ڳڻن وارا، ڳڻائتا
ٻيائي : دوئي
ٻيَر: زال، عورت
ٻيليپو: ٻيلپو، مددگاري

ڀ

ڀانگا : ڪانيون، تاريون
ڀت : ريت، طرح، قسم، نمونو
ڀتون: وچون
ڀر: ڀراء، لاڙو
ڀرڪا: ڦرڪا، ڀيرا
ڀرن: ڦرن، گهمرا ڏين
ڀڙ: ماهر، هوشيار
ڀڻن ـ ڀوڻن : گهمن، هلن
ڀوارا: ڀؤ وارا، خوفائتا
ڀوري: سادي
ڀول: ڀولا، خدشا، وسوسا
ڀون: زمين
ڀئي : ڊپ کان

پير: نمونو، هلت چلت
پيرڻ: ڦيرڻ، ايت

## ت

تاب: پرتوو
تار: تند
تارڪي: تارڪ، ترڪ ڪندڙ
تازي: عربي گهوڙو
تاڪو: تڪيندڙ، تاڪائو
تاويل: تعبير
تائڙي: آس، تڙڪو
تتر ڪرڙي: هلڪو جهڙ يا ڪڪر
تحرير: لکيت، دستاويز.
ترسڻ: دير ڪرڻ، ڍپ ڪرڻ
ترڪو: ورثو
ترميزان: ساهمي
ٿري: تارازي، ساهمي
تسڻ: راضي ٿيڻ
تعزير : مذهبي گناهه جي سزا، گڏهه تي چاڙهي شهر ۾ گهمائي هيڙهو هيڙهو ڪرڻ
تعلقي (= تعلق ۾): حد اندر
تعيّن : وحدت جي صورت، ظهور، هڪ خاص مقرر صورت
تفيرون: ڦيريون گهيريون، جاڙون
تفرقو: جدائي
تڪا: ڏڪاءُ، تڪائو
تڪيو: پروسو
تلّ : برابر، همسر
تر: تمام، برابر
تنجڻ: پار ڪي پينگهي ۾ سمهارڻ لاءِ پنڌڻ
توار (= تنوار): وائي
توڙا (= توڙان): منڍ ڪان
توشڪون: بسترا، هنڌ
توڻ: ڪاچ، شڪار
تيلون (= سندن تيل): انهن جو تيل

## ٿ

ٿاريلو: ٿر جو رهاڪو
ٿلهي: ٿورو، پائخانو
ٿوڪ: وٿ، شيءِ
ٿهرڻ: ٿامرجڻ، ٿهرن

## ٽ

ٽار: ٽارو، ڇهبڪ
ٽاڻ: ٽاڻو، وقت، هلت چلت
ٽٺي (مصدر ٽٺڻ: پرچڻ، راضي ٿيڻ): پرتي
ٽڪا: نشان
ٽڪاٽو: ماڳ
ٽمي (مصدر ٽمڻ: ٽمڻ ٽلڪڻ، هلڻ چلڻ): هلي

## پ

پاپوزو: پيڻ جا وڏا پن، پيڻ ول جو ڦر
پاپوهڻ: مرڪڻ، خوش ٿيڻ
پاتار: ترو
پائيون: صاف ستريون
پاپ : گناهه
پاڇاندو : پاڇو

پاڇويا: پاڇا،اولڙا، عڪس
پار: اهڃاڻ، ڏس پتا
پارانيا: نياپا
پار ڪٿان: ڏس پتا پڇان
پاريا: انهن تي عمل ڪيائون
پاند: پر م، پرسان، نيزي پاند: نيزي جيترو
پاڻ پرو: پاڻ سنڀالڻ جهڙو
پاڻ ڏٺا: سندس مقبول ٻانها
پاهه پوڻ: رنگ جي ڪُن ۾ پوڻ
پاهت: ٻنڌياڻ، لاڳو، مقرر ڏن
پٽولا: پٽ جا ڪپڙا
پٽيرا: اهي جي سچ ڪي پٽ ڏين
پڇر: پڇار
پدم: هڪ هزار، ڪروڙ يا ڏهه هزار ڪروڙ
پڌرڻ: پڌرو ٿيڻ
پر چڏڻ: پر (ڌارين) جي پڇار ڇڏيڻ
پرت: پريت، پيار، عشق
پُرج: هلج
پرچڻ: ڇٽيندڙ، بهادر
پرس: مڙس
پرماڻو: حڪم، فرمان، اختياري،
پرمائون: سندن اختياري، دستور
پرڻ: هلڻ
پرٺا: پارت، سفارش، سپردگي
پرٺڻ: سپرد ڪرڻ، سونپڻ، حوالي ڪرڻ
پرواري: نِهڳي (ضد: سهڳي)
پروانا: پتنگ، فدائي
پروجهه: سمجهه
پرهڻ: پوشاڪون
پرهولي: پرولي، ڳجهارت
پريا: اڇا وار
پرياڻ: پتو، اهڃاڻ
پڙپڻ: حاصل ٿيڻ
پڙو: ڏاجو (ڪنوار جو)
پڙهڏ: پڙاڏو، پڙلاءُ
پل: سارين جا توهه
پلتار: پڇا
پُنا: پڳا، پورا ٿيا
پنڊ: پاڻ، خود
پوڇت: پورت
پُور: پورو
پوربي: پورب ڏي ويندڙ جوڳي يا سالڪ
پورين: پور پڇائين
پوئن (= ڪين پوي): پوين
پهه: ويچار، فڪر، رستو
پهر: ماڻهن جو مجموعو، ميڙ
پهس: يڪدم، اوچتو
پهڻ: پهه ڪرڻ، خيال ڪرڻ، اتفاق ڪرڻ
پهي: په وٺي هلندڙ، پانڌيڙو، قاصد
پهيڙو، قاصد
پيوند: ڳانڍاپا
پيهون: ڳپاڳيهون

## ڦ

ڦرڪڻ: ڊڇڻ
ڦوڙائو: ويڇوڙو، فرق

ج

جات: جاترا، زيارت، تيرٿ
جاڙائي: جاڙ، ظلم
جال: جالارو، گهٽو
جامع : جمع يا گڏ ڪندڙ
جر: پاڻي
جڙ: ميخ، چچڙي
جڙيو پڙيو: ٺهيل ٺڪيل
جُڪي : ڏڪيائي
جڳ ديس: دنيا جو مالڪ، گرو
جمل: اُٺ
جنان (واحد: جنّت): باغ، بهشت
جنبيو: پليد، تڙ پيل
جنڪ: ذوق
جوت: روشنائي
جوءِ: ماڳ، هنڌ
جِها: جهڙا
جيٺو: ساچو

ڄ

ڄڻ : وياءُ، اولاد
ڄيرو: آگ، باهم

جهه

جهاڪ: پليد (؟)
جهجهائي: گهٽائي
جهنڊلا: جهنڊ وارا، گهاٽا، ڳتيل
جهوپو: جهوپڙي

چ

چاهو: چبيندڙ، ڪائيندڙ
چاڳ: ناز، نخرو
چالي: چال
چانڊوٽا: شمعدان، روشنايون
چانگور: چانگار، آواز
چاهِ (= چاه ڪان): شوق ڪان
چشم بندي: طلسم ۽ طلسم جي ڪري
اک جو حقيقي شيءِ بدران ٻي شيءِ
ڏسڻ
چغد : چپرو
چڪن: ٺڪجن
چلڙ: گپ چڪ
چندا: چنتا، ڳڻتي، فڪر
چوڏس: چوطرف، چوڏاري
چوکڻ: پرکڻ
چيچپائي: ڪنجوسائي، مرچونائي

ڇ

ڇلڻ: ڪلڻ، ظاهر ڳالهه ڪرڻ
ڇن ـ ڇنا: هر گز
ڇنو: اجهو، گهر
ڇيٽون: ڇريل رنگا رنگي ڪپڙا
ڇيو: ڇيهو، نقصان، گهاٽو
ڇيهون: پرزا پرزا
ڇيهون ٿيڻ: جدا ٿيڻ

ح

حاتم: حاتم طائي (مجازي) سخي مرد

حاجب: پردو ڪندڙ، روڪيندڙ
حادث: اها ڳالهہ جا وضو ڀڃي
حاصل : موڙي، نچوڙ
حجاب : پردو
حجرو: ڪوٺي
حرص: لوڀ، لالچ
حرف: حساب، اعتراض
حسني: امام حسن (رضہ) جو اولاد
حڪام (واحد: حاڪم) : حاڪم، والي
حڪمي: راءِ تي ٻڌل
حلق : نڙي
حمل: گهيٽو (برج جو نالو)
حيف : اجايو

## خ

خاطر : دل
خالصو: خالص، صاف
خاڪي: خاڪ جي
خطرا: دل جا خيال، وسوسا
خلت: خليلائي، دوستي
خليل: دوست
خمس: پنج
خنثي: ڪدڙي عورت
خنثي مشڪل: اهو مرد يا عورت، جنهن ڪي ٻئي عضوا هجن
خو: عادت
خوجپ : خواجگي، سرداري
خيل: گهوڙا
خيل: (= کيل): تماشو

## د

دادلو : پيارو
دار: گهر
درشن: ديدار، مشاهدو
دري: چمڪندڙ
دورنگو: ٻہ رنگو، ٻچاپڙو، ڪوٽو

## ڏ

ڏتيا (= ڏوتيا): ياڙيا، پڙوا
ڏتا (= ڏتل: چوندبيل): چوندبيل مقبول پانها
ڏيا: ڏئڻ سان

## ڌ

ڌجر: نياڳي
ڌجهڻ: (= ڌڇڻ): ڪڇڻ، ناسڇڻ، دشمن
ڌر (= ڌڙهہ) : بريٽ، ميدان
ڌس: طرف، مڪان
ڌمر: ڪاوڙ
ڌني: ڪنڌي
ڌويان: ڌوجهن يا ٻين ڪي
ڌيڪائو: ڌيڪاري
ڌيل: بدن

## ڊ

ڊڳڙ - ڊڳڙي : ڪٽڪ جي اڻ مکيل ماني
ڊوهين (مصدر ڊوهڻ): ڊوه يا خيانت ڪن
ڊهيو: مليو، پڙ پيو

## ذ

ذابح : ذبح ڪندڙ
ذات (يعني خدا پاڪ جي ذات): هويت

ذاتي ظهور: ذات جو ظهور، جو ممکن ٿاهي
ذبح : (جانور) ڪهڻ يا حلال ڪرڻ
ذوق : مزو، حظ
ذووالارحام: مائٽ، خصوصاً زال جي طرفان جن کي ورثي ۾ حصو نہ هوندو آهي.

ر

راڄاڻ : راجا، بادشاهہ
راز: ڳجهہ، اسرار
راقم: لکندڙ، انگ ڪڍندڙ
راول : محبوب، دوست
رجوع: موٽ، لاڙو
رحم : ڪڙ، فرج
رڇي (مصدر: رڇڻ): وٺي
رعايت: لحاظ، سانگو
رمہ (مصدر : رمڻ): هل
رمز: راز، ڳجهہ، اٽڪل
رند: مست فقير
روجهاڻي: ذات جو نالو ۽ آنڙ يا سپڙ ڄام جو خانداني لقب
روڇين (مصدر: روڇڻ) پسند ڪن
روش: هلت
رهاڻڻ : رهاڻ ڪرڻ، ورونهڻ
رهڪ: رهڻ جي جاءِ
رهين(= پوئتي رهيلن): پوئتي پيلن
رياست: حڪومت، سرداري، راڄ
ريهارو: اوٺي، قاصد، پيغمبر
ريذالا: رذيل، ڪمينا
ريسارو: ريس وارو، غيرت مند، غيور

ز

زجاج: شيشو
زلف : وارن جي چڳ، ڪاڪل

س

ساڃارا: سڃاڻل
ساڃهہ: ساڃاهہ، ساڃاءِ، شناخت
ساڪن: رهواسي
ساڱائي: سڃاڻو، ڄاڻندڙ، سڱ رکندڙ
سامہ: پناهہ، اجهو
سانگ : موقعو، سجهہ
سانگي: سانگ، يا سجهہ يا موقعي تي گذاريندڙ ۽ جن جو گذر مينهن جي موقعي تي هجي، مارو
سانگي سلمہ جا: (مکي جي پرسان) سلمہ جبل تي سانگ سان گذاريندڙ يعني حضرت رسول مقبول (ﷺ)
ساٿيہ: ديس، ڏيهہ، وطن (يعني عالم اعليٰ)
ساٿيهي: ديسي، ڏيهي، وطني
ساءُ: سواد، ذوق
سائو: آسودو، شاهوڪار، سکر
سُباهہ: سيان، سياڻي
سپر : ڍاڍو
سپت: سيکنهن هنڌ
ست بڻ: ستن ٻٽن واري، ٻٽائتي، اصيل
ستاڻي: ڏاڍي
سُپ : ڇڄ
سجائڻ : سينگارڻ

سجل: سينگاريل
سجن: بنديخانو، قيد
سُڄي: سڄهي
سجهايا: ڳاريا، پگهاريا
سجهڻ: سرڻ، جڙڻ
سڌ : سڌ وارا، عاقل
سڌر: مضبوط
سر: چشمو، ڍنڍ
سر: راز، ڳجهه
سرتي: ريڍي، پرتي
سرجٽا: جيت
سَريو: مليو، حاصل ٿيو، (مصدر: سرڻ)
سفر اقامت (يعني سفرِ اقامت): سفرِ حضر
سفرو : سڦلو
سکرت : نشو
سکنيون: سکيون، خشڪ
سکوت: ماٺ، خاموشي
سکوتا (= سکو تان): سکوت ۾
سکا : پاس، نذر
سکر: چڱا (ٻي ڏوها)
سڳر: سڳورو، ڀلارو
سگهون : طاقتون، قوتون، قدرتون
سڱڻ: سڱ رکڻ
سڱيٽو: سڱ ۾، مائٽ
سلب: کسي وٺڻ، وڃائڻ، نفي
سلوٽا: چڱا لوٽيل، نمڪين، مليح
سما (= سماء): آسمان
سنياء : تيار ڪر

سنيوڙو: تيار، هڪيو تڪيو
سنڍورڻ: ڳولڻ
سنرا: سرها
سنگهار : ڌاڙار
سونت ـ سؤنت: سڌائي
سنهارا: سونهن وارا، سڳورا
سنهاٽا ـ سهاٽا: سونهڻ لڳا، وٽيا، مقبول
سنهاٽل: وٽيل، مقبول
سنهٽو: سپنو، خواب
سنهي: (عورتن جي اصطلاح ۾) پيشاب
سنهيون: سنئون، سڌو (ضد: انهيون)
سنيهي: سنهيو آٽيندڙ، نينهن رکندڙ
سٽائي: (يعني سٽائي واٽ): سولو رستو، صراط مستقيم
سٽهو (= سٽو): ڀڏو
سونو : ذمو، ضمانت
سود : فائدو، نفعو
سور چرڻ: ڏک سهڻ
سوڙي: چگو وڙ، ڀلائي
سوغات : سوکڙي
سوريا: سوريل، شوريل، سوٽل، ڦوڪيل، منهن ڦوڪيل (سوئر وانگي)
سِول : فائدو
سونهون: رهبر، دڳ لائيندڙ
سوئيرو: سرمو
سهڄ : سک
سهکڙو: سولڙو، آسان
سهم: حصو، پتي

سيارا۔ سيارڙا : گدڙ
سير: وچ دريا
سيف : ترار
سيل: ٻاٻرا ڪنڊا
سينءَ : حد
سينء سياه : سياڻي تائين

ش

شبرق : هڪ قسم جو ننڍو ٻوڙو جنهن جا پن نيزن جي نوڪن کان به سنها ٿيندا آهن. رنگ جو سخت ڳاڙهو ۽ سندس رس تمام ڪوڙو ٿيندو آهي.
شرڪت : ڀائيواري
شڪور: شڪر مڃيندڙ

ص

صحيفو : ڪتاب
صراط : واٽ
صرفو: سانگ، بچت
صريح: صاف، چٽو
صفت: وصف
صفاتي: اهي نالا جيڪي خدا جي وصف ڪن.
صلحي: جن ساڻس صلح ڪيو
صمد: رب تعاليٰ، بچائيندڙ، جنهن ڏي سڀ ڳالهه ۾ رجوع ڪجي.
صمداني : الاهي، رحماني، خدائي
صور: سڱ، ڏنڊ، توتارو (جو قيامت کان اڳ ملڪ اسرافيل وڄائيندو)
صورت: ٻاهرين شڪل، ڊول، آڪار
صوري: ٻاهرين شڪل وارو، ظاهري، مجازي، دنيوي (ضد : معنوي)

ض

ضال: گمراهه
ضبط : مضبوط، پختا
ضرر: نقصان
ضعف (= ضعيف): هيڻي

ط

طالع: نصيب
طرفي: سڌي واٽ ڇڏي پاسن ڏي هلندڙ
طور: نمونو، ڍنگ
طه: قرآن شريف جي هڪ سوره جو نالو، جا "طه" لفظ سان شروع ٿئي ٿي.
طه = يا انسان، رسول ﷺ جو لقب

ظ

ظهور : (هتي) ٻاهريون ڏيک، رياء

ع

عارف: ڄاڻندڙ، معرفت جو صاحب
عاق : بي چيو، نافرمان
عاقب: پوئتان ايندڙ
عبدالله : الله جو ٻانهو
عدل : وچون رستو
عدو : دشمن
عز : عزت، رتبو، مرتبو، شان
عصبائي: نرينه مائٽي
عصبو (عصبه): فوتيءَ جا نرينه مائٽ

جن کي ويجهن وارثن بعد بقايا مان حصو ملندو آهي.
عصوبت: عصبائي
عصيان: گناهہ
عطائي: عطا ڪندڙ
عطور : عطر واري، سرهي
عقبيٰ: آخرت، ٻيو جهان
علت: سبب، ڪارڻ
علم لدني: اهو علم جو سڌو الله کان عطا ٿيو هجي.
عنقاء : سيمرغ، گرڙيڪ
عول : مخرج يا پتيء جو وڌي پوڻ
عهد : اقرار، انجام
عين: شي جو اصل جوهر

غ

غفور: گهڻو بخشيندڙ

ف

فاقيرو: فقيراڻو، فقيرن جو
فاهم: سمجهندڙ
فرع : شاخ، ٽاري، ڏار
فريق: فرقو، جماعت، قوم

ق

قال : قول (ٻاهريون)
قابل: قبول ڪندڙ، وٺندڙ (هر صورت)
قبض (يعني روح جو قبض ٿيڻ): موت
قدح : پيالو
قدوسي: پاڪ
قرابت: مائٽي
قسط : ورهاڱو، پاڱو
قسمت: ورهاست، ورهاڱو
قصاص : (خون جو) بدلو. قصاصي ڪار ڪرڻ: خون جو بدلو وٺڻ
قطر: قطرو، ڦڙو
قطع : وڍڻ
ققنس: ٻاهہ ۾ رهندڙ پکي
قلت: ٿورڙائي
قهرو: قهري، ڪاوڙيل

ڪ

ڪابينو: پيٽ ۽ انگ، مهر
ڪاپو: ڪپهہ ڪتڻ جو ڪارخانو
ڪاڇ: ڪاڄ، ڪم ڪار
ڪاڇيلارا - ڪاڇيلاٺا: ڪاڇوٽي ڪيندڙ يا ڪڇ جا وينل
ڪاڏو: ڪيڏ، چڪ، سڪ
ڪارايا (= ڪارايان): ڪارائيءَ ڪان
ڪارون: پڪارون، سڏ (مدد لاءِ)
ڪاڪل : زلف
ڪام : چڙي، چهبڪ، تير
ڪامڻ: جادو،منٽ
ڪامٺي: سهڻي عورت
ڪانه: ڪاڏي
ڪايا: بدن، جسم، ديهي
ڪايو: شيشو، ڪاچ
ڪٻينداء : ڏٻينداء
ڪٽڪ: لشڪر

کنيا: وڏي چڙيا
کپيري: اھا واٽ جنھن ۾ پيرو نہ ھجي
کجات (= کذات): بد ذات، کميڻو
کرپوڻ: گھٽتائي ظاھر ٿيڻ
کرشم: کرشمو، عجب، اچرج، معجزو
کرڳل : آواز، ھل، گوڙ
کرمش: کورنش، ادب
کرنگھو: کرنگھہ، ھڏن جو پڃرو
کرھ: جھيڙو، لڙائي
کرھل ـ کرھو: اٺ
کريھہ : مکروھہ ، اڻ وڻندڙ
کڙ: فرج، پيٽ
کڙم : قبيلو، ذات
کسب: ڪم، حاج
کفران: بي شڪري
کفو: ھڪ جيڏو، سرتو
ککرو: رند، پڳ
ککورجڻ: ڳاڙھو يا زعفراني ٿيڻ
کلاس: سڄو
کلالت: اھا حالت جنھن ۾ کو ماڻھو ماءُ پيءُ ۽ اولاد کان سواءِ مري، ڇورڙائي
کلو: جھيڙو، جنگ
کماحقه: جيئن ان جو حق ھجي، سندس حق مناسب
کنز: خزانو (کنزون = سندن کنز)
کنگاليون: سڄيون
کڻ کر: کڻ تائين
کڻ ـ کڻو: (ان جو) داڻو

کٽکچ (مصدر: کٽکڻ): کچج
کوثر: گھٽائي، جھجھائي، گنج (بھشت ۾ حوض جو نالو)
کوڏو (=ڪ اوڏو) : اڻ اوڏو، پري
کوڙي: خراب وڙ، برائي (ضد: سوڙي)
کوفو: فرقو
کوکب (ج : کواکب): تارو، ستارو
کونر: کمار، شھزادو، پھلوان
کھگل : کرڳل، ھل، گوڙ
کيرت: نيزاري، منت، وينتي
کيرو: کلو
کيس: خضاب، کارو رنگ
کيف: نشو، خمار
کين: عدم، اڻ ھوند ۽ نابودي
کيھر: شينھن

## ڪ

ڪاتون: (؟)
ڪاند : صبر، ماٺ
ڪانديرو: صابر، صبر ڪندڙ
ڪانٺڻ: ساڙڻ
ڪاڻ: ڪرپڻيءَ جي ڪڏ
ڪپت: ڪپ، احتياج، گھرج، خرچ
ڪجڻ: جڪ ڪائڻ، بي صبر ٿيڻ
ڪرڪ (مصدر: ڪرڪڻ = لڪي نڪرڻ) ڪسڪ
ڪرو: ان جو ديرو، فصل، لابارو
ڪڙا : پٽر
ڪڪي: باس (مڇيءَ جي)

ڪمنديائي: صبر ڪندي
ڪمڻ : صبر ڪرڻ
ڪڻ: هنڌ، موقعا ملڻ جا
ڪيرو: بيهوش
ڪيه: مٽي، غير، گند

## گ

گاءِ ـ گهاءِ : وانگي
گر : گرو، مرشد
گرداب : ڪن
گوالپ : ٻانهپ، غلامي، بندگي
گولن گاڏو: گولن سان گڏ
گولو : غلام، زر خريد
گوندر : غم، ڏک

## ڳ

ڳٽ (ڳالهين جا): ڳتڪا، ڳنڍيون، هڙون
ڳڙهڙي: اڦراٽو، جنهن جي وچ ۾ پنڙو ڳڙ پيل هجي
ڳن: وٽ
ڳور (= گور) : قبر
ڳورانيو: پيار
ڳوري: باوقار، گهوري، آهستي هلندڙ (ضد: هوري)
ڳوڙهو: ڳجهڙو، ڳجهه رکندڙ، رازدار
ڳهو: ڳهه، گروي

## گهه

گهر : گهري، مشيئت، رضا
گهورون: ڦيرا، گهمرا

## ل

لاڇو : لانجهو، هيٺو، جهڪو
لاڏاٽو: چالاٽو، انتقال، وفات
لاڏڪو ـ لاڏلو: جيڪو لاڏ ڪري، جنهن جو لاڏ سهجي، يا جنهن تي لاڏ ڪجي.
لار: لاٽ، ذري
لاقيدي: بي قيد، بي تعلق، ٻنڌڻ ڪان سواءِ، آزاد
لاڪجڻ: لاک جهڙو ڳاڙهو ٿيڻ
لاڪيٽو: لک لهندڙ
لاڳوٽو : لڳل، مليل، شامل
لال: ڳاڙهو، سنهٽو، پيارو، سورهه، وير
لالاءِ (لالائي ٿو): چمڪي ٿو
لالي : ڳاڙهاڻ
لامتناهي: لانهايت، بي انتها
لامڪاني: جنهن جو مڪان نہ هجي
لامون : تاريون، شاخون
لاهه : لاها، هيٺاهيون
لاءِ: لاڳاپو
لب : لالچ، لوڀ
لقاپر: اهو ماڳ جتي رڳو الله تعاليٰ جو لقاءِ هجي
لڪ : لڪڻ، لڪڻ جي جاءِ
لک : ذري، مائٽي، ناتو
لڪڙي: ذرڙي، ذرڙي نسبت
لکڻ: معلوم ڪرڻ
لکڻ : لڇڻ، اخلاق
لواءِ: جهنڊو
لوٺي: ساڙي، جلائي
لوڙڻ: ٻوڳڻ، ماٺڻ

لوڙيهون: ماٺيون
لوهہ: ڪاهہ، حملو
ليڙو : ضعيف، هيٺو، ليلهر
ليل : رات
ليئي : لئي (چنبڙائڻ لاءِ)

م

ماجڻ : مهٽڻ، صاف ڪرڻ
مادو: ذخيرو، جنس
ماربو: مرڻ جو وقت
مارڳ : رستو
ماضي: گذريل وقت
ماڪڙي: ماڪ، نم
مالڪ: بهشت جي دربان جو نالو
مامرو: ڳالهوڙو
مامون: امن ۾، سلامت
مانجهي: بهادر
مانع: منع ڪندڙ، مانع وارثت جا: اهي عزيز جن جو ورثي ۾ ڀاڱو نہ آهي
ماهيت: حقيقت
ماءِ (= مياءِ): مابي
مباح : جائز، حلال
مٿو: حد، ڇيهہ
مٿورو: مٿو گهرندڙ، مٺ گهرو، بدخواه
مجاهدو: ڪوشش، رياضت
مجٺ: مجت، اطاعت
مجر : ڪنڌيءَ جو پور
مجڻ: متان، مبادا
محالي: محال، ناممڪن

محض: بالڪل، صرف
محڪم : پختو
محڪومي: حڪم هيٺ رهڻ، غلامي، اطاعت
محو: گم
مختلف : اُبتو
مخرج: اها رقم جنهن مان وارثت جو حصو يا پتي ڪڍجي.
مخزن: گدام، خزانو
مدام: هميشہ
مڏ: ڪانين جو ترهو، سامان
مرتبو: درجو، دنيوي عزت، شان
مرجع: اها شيءِ يا هنڌ جيڏانهن موٽ ڪائجي، اصل، بنياد
مردود: رد ٿيل، ڌڪيل
مرهبا: بخشيا
مرهيا: بخشيا، مئا
مڙهين: مڙئي، سڀ
مستور: لڪل
مسجود: جنهن جو سجدو ڪجي، سجده ڪيل
مسلم : تسليم ٿيل، قبول پيل، مڃيل
مسئلا: فقهي سؤال
مشابه : هڪ جهڙو
مشڪاة: شمعدان
مشڪل: پن جنسن وارو
مصور: تصوير رچيندڙ، ٺاهيندڙ، چٽيندڙ
مظهر: اها شيءِ جنهن مان خدا تعاليٰ جو جلوه ظاهر ٿئي، جا خدا جي هستي جي گواهي ڏئي، جا خدا جي هڪڙيءَ صفت جو اظهار ڪري.

معدوم : عدم پيدا، گم ٿيل، سڃو
معرڪو: ڪچهري، مجلس
معمور: آباد، برسيل
معنوي: معنيٰ جي لحاظ سان، باطني طور، روحاني لحاظ سان (ضد: لفظي، مجازي)
مغضوب: جنهن تي خدا جي غضب يا ڪوپ ٿيل هجي.
مفلس: سڃو
مقام: هڪ هنڌ تي ويهڻ، ويهڪ، ويٺڪ
مقامي: هڪ جاءِ تي ويٺل
مقلب: ڦيرائيندڙ گهيرائيندڙ
مقيم : هڪ جاءِ تي رهندڙ
ملاحت: نمڪيني
ملاقي: ملاقاتي
مناڙڻ: زور ڏيڻ
منسوخ: رد
منشا (= منشاء): مراد، مقصد
من مڙڻ: من جو هٽڪڻ، هٽڪ، شڪ
منهو: ننڍو منهن
منهون: مڇر
مور: مڍ، اصل
موريا: گونچ ڪڍيائون
موقوف: بند ٿيل، خارج
مولود: چاول يعني ٻار
مهاند: مهاڙ، الله، سامهان
مهانداس: سندس مهاندو
مهت: سوڀ
مهت: مسجد
مهتر: وڏيرو، بزرگ، حضرت
مهتڙي: ننڍي مسجد، خونرت، ڪروت
مهدار: سالار، پيشوا، اڳواڻ
مهر: ڏاجو
مهراڻ: درياه
مي٠: مهاٽو، مهاٽي
ميا٠: مايي
ميهاٽي: مياٽي، مهاٽن جو ڳوٺ

ن

نااميدي: نراسائي، ڪنهن ۾ به اميد نه رکڻ
نار: باهه، آگ
نار: زال، عورت
نافع: نفعو بخشيندڙ
نامرادي: دنيوي پدارٿن جي آس يا خواهش نه رکڻ
نپٽو: نپٽو آٽٽو، جنهن کي پٽ نه هجي
نجهرو: گهر
نحر: ڪهڻ، تڪبير وجهڻ
نذير: (عذاب کان) ڊيڄاريندڙ يا چتائيندڙ
نزاع: جهيڙو
نست: بي همت
نسورو: صاف، نج
نفسي نفسي: آءٌ رڳو آءٌ رڳو
نفي: غير الله جو انڪار ڪرڻ "لااِلٰه"
نقشبند: اهو جو الله جو نالو دل تي نقش ڪري
نڪٽي: نڪٽو، گهٽو
نوٽ: نئڙت، هيٺاهين
نوڻ: ١. هيٺاهين نئڙت، تواضع - ٢. هيٺاهين زمين

و

واڌائي: مبارڪ
واڪيندا: واڪا ڪندا
وانتو: حصو، پتي
وانتيتو ـ وانتيدار: حصي دار، پتيءَ وارو
وانجها: ولها، محروم
وانڌريون: وڊيون، زنجيريون
واهيرو: آڪيرو
وترو: وڌيڪ، زياده، گهڻو
وٿون: شيون، چيزون، پدارٿ
وجه: (١) منهن (٢) غرض (٣) اجورو (۴) طرف
وڄا: وديا، علم
وجهل: ڳاراٽو، سڪا
وجهلڻ: ڳرڻ
وچاهين (= وهچائين): تعبير يا تاويل ڪن
وحي : قرآن مجيد
وڏ وچڻ: ڪٺر ڪٺڻ، گوءِ ڪٺڻ
وڏاڻ: ١. وڏ، عيب ـ ٢. ساز، واڇو
وڏڻ: وڏائي، هٺ، تڪبر
ور: مر، پلي
ور : وٽ، موڙ، پيچ
ورد: وظيفو
ورسيا: روڪيا، پوئتي رهيا، محروم ٿيا
ورڪ: وڻ
ورن: رنگ، قسم
ورنهه: بانڪو، بهادر
ورءُ: مقرر ٿيل سيڏو يا ڪاڏو
وريام: بهادر، بانڪو

وزر: بار
وزير: بار ڪڻندڙ، يار(بادشاهه جو همراه)، بادشاهه پاران حڪومت جو بار ڪڻندڙ
وسوسو: خيال خطرو
وسهوڙا: ويساهه ڪيائون
وسي: بستي، ڳوٺ
وطيرت: نمونو
وظيفو: روزاني مقرر دعا، روزينو
ولاء : دوستي
ونگ: ڏنگ، ور
ونگي: ڏنگي
ونهيون: شاهوڪار (ضد: انهيون، ولهو)
وڻت: پسندگي، رضا
وڻڪون: وڻندڙ ڳالهيون، خدا جون رضائون
وڻي: وڻندڙ ڳالهه، رضا
وڻيو: پسند ڪيو
ووڙ: ڳولا
وهجي: ڊهجي، پڙبي، ملي
وهسڻ: خوش ٿيڻ
وهلور: غم، ڏک، سور
وهم: وسوسا، خيال خطرا
وهون: زالون، ننهون
وياء: اولاد
ويتر: زياده
ويڏ: (١) وڏ، عيب (٢)ويد (هندن جو پاڪ ڪتاب)
ويڏ وڏاڻ: عيب صواب
ويڙ (= ويڙهه): ڪيڙن جي ويڙهي اندر مارو،

ماٺهن جا گهرڙا
ويسه: ويساھ، عقيدو
ويڪ: ڪشادائي
ويلو:لنگهڻ، بک مرڻ
ويلون = سندن ويلو

ھ

هاتڪ: حاذق، هوشيار
هاڙو: هاڙو، (جبل جو نالو)
هائي: باھ، ڪڏ (هاويه)
هني: هنيلو، هوڏر
هجوم: ڪاھ، ڀيڙ
هوڙو: هلڪي بار وارو، هلڪو
هرڪيا: موهيا

هريو: آلو
هڙده: ارڙنهن
هڙڪيا: چتا ٿيا
هور: هول، ڊپ، هوري
هورش: ٻچ، ڪاھ
هول: هور، ڊپ، خوف
هولي: خوشي
هوند: هوئڻ، هستي، بود، وجود
هوءِ پوڻ: مشهور ٿيڻ، خدا جي هويت يا ماهيت ۾ محو ٿيڻ
هيو: هچارو، لعنتي
هيولا: هر شيءِ جو مادو، ماهيت ۽ اصل

# آيتن ۽ حديثن ۽ ٻين عبارتن جو ترجمو

## الف

اتبعوا ما انزل اليکم ـ الخ (ق): جيڪي ڪي اوهان ڏي پنهنجي رب جي طرفان نازل ڪيو ويو آهي، تنهن جي پيروي ڪريو، ۽ ان کان سواءِ ٻين صاحبن جي پيروي نہ ڪريو.

اجعلوا الا خوات الخ ـ (ح): ڀينرن کي ڌين سان گڏ عصبو ڪري ليکيو.

اجيعوا بطونکم ـ الخ (ح): پنهنجي پيٽ بکيا رکو ۽ پنهنجا انگ اگهاڙا ڪريو، تہ پنهنجي رب کي ڏسندا.

احسن کل شيء خلقه (ق): سنهڻو بنايائين سڀ ڪنهن شيء کي، جنهن کي پيدا ڪيائين.

احفظ الله يحفظک: الله کي سنڀار تہ اهو بہ توکي سنڀاريندو.

اخوانا علي سر رمتقابلين (ق): (اهي ٿي ويندا) ڀائر، هڪ ٻئي جي سامهون تختن تي ويٺل.

ادعوا الي الله (ق): سڏيان ٿو الله جي طرف.

اذا الشمس کورت (ق): جڏهين سج ڍڪيو ويندو.

اذا مروا باللغو ـ الخ (ق): جڏهن ڪنهن اجائي ڳالهہ وٽان لنگهندا آهن، تہ نهايت شرافت سان لنگهي ويندا آهن.

ارنا الاشياء ـ الخ (ح): ڏيکار اسان کي شيون، جئن آهي آهن.

ازهد في الدنيا ـ الخ (ح): دنيا کان ڪيباءِ، تہ الله تعاليٰ توکي پائني.

استفت قلبک ـ الخ (ح): پنهنجي دل کان فتوا گهر، اگرچہ ڪو چريو ڪٽي توکي راءِ ڏئي.

اسلم شيطاني ـ الخ (ح)؛ منهنجي شيطان منهنجي هٿ تي ايمان آندو آهي (يعني منهنجي آڻ مڃي آهي).

اصلها ثابت ـ الخ (ق)؛ جنهن جي پاڙ محڪم آهي، ۽ جنهن جو ڏار آسمان تائين پهتل آهي.

اعملوا ماشئتم ـ الخ (ق)؛ (هن عبارت جو پهريون اڌ قرآني آهي)؛ جيڪي وڻيو سو ڪريو، ڇو تہ تحقيق مون اوهان کي بخشيو آهي.

اعيي الوري ـ الخ؛ (قصيده برده جو هڪ بيت) سندس (يعني پاڻ ڪريمن) جي معنوي ڪمال جي فهم لوڪن کي ٿڪائي ڇڏيو، سو پري توڙي اوري ان ڳالهہ ۾ ڪو بہ سواءِ گهٽيل جي نظر ڪونہ ٿو اچي.

افتؤمنون ببعض الكتاب ـ الخ (ق)؛ ڇا ڪتاب (تورات) جي ڪنهن حصي تي ويسهہ ٿا ڪريو، ۽ ڪنهن حصي کان انڪار ٿا ڪريو؟

افرايت من ـ الخ (ق)؛ ڇا تو ڏٺو آهي ان کي جنهن پنهنجي معبود کي حرص ۽ هوا ڪري ورتو؟

اقرءوا القران ـ الخ (ق)؛ قرآن پڙهو، ۽ جيڪي ان ۾ آهي تنهن تي پيروي ڪريو.

اكرموا الضيف ـ الخ (ح)؛ مهمان جي عزت ڪريو، اگرچہ ڪٽي ڪافر هجي.

الا ان اولياء ـ الخ (ق) خبردار، تحقيق الله تعاليٰ جي دوستن تي نہ خوف آهي، ۽ نہ اهي ڏڪارا ٿيندا.

الا انّ حزب ـ الخ (ق) خبردار، تحقيق الله تعاليٰ جو ٽولو ئي غالب آهي.

الاخلاء يو مئذ ـ الخ (ق) متقين کان سواءِ، پيا ياڙ انهي ڏينهن هڪ ٻئي جا دشمن هوندا.

الاله الخلق ـ الخ (ق) خبردار، ان جي ئي هٿ ۾ خلق (جو عالم) ۽ حڪم (امر جو عالم) آهي.

الايمان بين الخوف ـ الخ (ح)؛ ايمان خوف ۽ اميد جي وچ ۾ آهي.

البخل ام الرذائل (مقولو)؛ بخل سڀني ڪمينائين جي ماءُ آهي.

البلاءِ للو لاءِ ـ الخ (مقولو)؛ دوستي لاءِ مصيبت (آزمايش) ائين آهي، جئن سون لاءِ باهہ (يعني؛ آزمايش دوستي کي پرکي ٿي).

الحقوا الفرائض ـ الخ (ح) ورثي جا حصا (قرآن شريف موجب پهريائين) حقدار جي حوالي ڪريو، پوءِ باقي جيڪي بچي، سو ويجهي ۾ ويجهي عصبي واري مرد کي ڏيو.

الحكم بلا وجه ـ الخ؛ سبب کان سواءِ حڪم (فيصلو) ائين آهي جئن روح کان سواءِ جسم.

الحمد الله رب العالمين (ق): سڀئي ساراهہ انهي الله کي جڳائي جو پالڻهار آهي سڀني جهانن جو.

الحمدلله علي كل حال: سڀ ڪنهن حالت ۾ شڪرانو الله تعاليٰ کي جڳائي.

الحمد يملا ـ الخ: جيڪي زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ آهي، سو سڀ الله تعاليٰ جي حمد سان ڀريل آهي.

الدار تختلف ـ الخ (فقهي قانون): بادشاهن جدا جدا هئڻ ڪري، وطن به جدا جدا ليکجڻ ۾ ايندو. مثلاً جيڪڏهن مورث (فوتي) اسلامي ملڪ ۾ هوندو، ۽ اُن جو پٽ (ڪافر) ڪنهن غير اسلامي ملڪ ۾ هوندو تہ اهو ورثي جو حقدار ٿي نٿو سگهي (ڏسو "سراجيه" جو شرح "شريفيه").

الدرهم كي ـ الخ (ح): هڪڙو ڏوڪڙ هڪڙو ڏنڀ آهي ۽ ٻہ ڏوڪڙ ٻہ ڏنڀ.

الدنيا جنة الكافر (ح): دنيا ڪافر لاءِ باغ آهي.

الدنيا سجن المؤمن (ح): دنيا مومن لاءِ بنديخانو آهي.

(نوٽ) حقيقت ۾ مٿيان ٻئي فقرا هڪڙي ئي حديث آهي: الدنيا سجن المومن و جنة الكافر.

الدنيا سحر: دنيا جادو آهي.

الرضا باب الله الا عظم: رضا الله تعاليٰ (ذي وجڻ) جو وڏي ۾ وڏو دروازو آهي.

السلطان لي ـ الخ (ح): بادشاهہ وارث آهي ان (فوتي) شخص جو، جنهن کي ڪو وارث ناهي.

الصلح خير (ق): صلح (هر حالت ۾) چڱو آهي.

العالم علي باب الاغنياء ـ الخ (ح): عالم ماڻهو شاهوڪارن جي دروازي تي گونهہ تي مک وانگر آهي.

العالم من عقل عن الله: عالم اهو آهي جو خدا کان سمجهي.

العبد لا يملك: ٻانهو مالڪ جو وارث ٿي نٿو سگهي.

العبد و ما في يده ـ الخ: ٻانهو ۽ جيڪي سندس هٿ ۾ آهي، سي ٻئي ڌڻي جا آهن.

العلم بحر ـ الخ: علم هڪ سمونڊ آهي ۽ علم جو علم موجون آهن.

العلم حبيب الله ـ الخ: علم خدا جو دوست آهي، نٿو ڏئي مگر پنهنجي دوست کي.

الغنم بالغرم (فقهي اصطلاح): گروي يا ڳهه قرض جي برابر هئڻ گهرجي؛ جي فائدو ۽ واڌ ٿئي تہ اصلي ڳهہ جي مالڪ جو آهي، ۽ جي ڳهہ وٺندڙ جي قصور بغير ان ڳهہ تي ڪجهہ نقصان پيو، تہ اهو ڳهہ رکندڙ تي آهي، پر جي ڳهہ وٺندڙ جي غفلت يا بي پرواهي ڪان ان ۾ ڪو نقصان ٿيو، تہ اِهو ڳهہ وٺندڙ تي آهي.

الفقر فخري (ڪوڙي حديث): مسڪيني منهنجو فخر آهي.

القاتل لا يرث (ح): قاتل مقتول جي مال ۾ وارث ٿي نٿو سگهي.

القرآن اِمامي: قرآن منهنجو امام (رهبر) آهي.

القسام في النار: ورثي جي حصن جو (غلط) وراهيندڙ دوزخ ۾ پوندو.

الكراهة ضد المحبة: اڻ وڻت ضد آهي محبت جو.

الكونان حرامان ـ الخ: الله وارن لاءِ ٻئي جهان حرام آهن.

الله ربي ـ الخ: الله منهنجو رب آهي ۽ محمد (صہ) منهنجو رسول آهي ۽ قرآن منهنجو امام آهي.

اللهم احيني ـ الخ: (هي مقولو آهي ۽ نہ حديث ڪنهن بہ معتبر حديث جي ڪتابن ۾ اهڙو نبوي قول نہ آيل آهي) اي الله جيار مون ڪي مسڪين ڪري، ۽ مار مون ڪي مسڪين ڪري (۽ اٿار مون ڪي ڏيهاڙي قيامت جي مسڪينن جي ٽولي مان).

اللهم صل ـ الخ: اي الله محمد (ص) تي برڪتون موڪل!

الله نور السماوات ـ الخ: الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمين جو نور (ڏيندڙ) آهي.

الماضي لا يعود (مقولو): گذريل وقت موٽي نٿو.

الم ذلك الكتاب (ق): الله آهي سڀ ڪان وڌيڪ ڄاڻندڙ، هي اُهو (عظيم الشان) ڪتاب آهي.

المرء مع من احب (ح): ماڻهو انهن سان گڏ هوندو، جن سان سنديس محبت آهي.

المؤمن مرآة المؤمن (ح): (هڪ) مومن (ٻئي) مومن جي آرسي آهي. (مؤمن پڻ نالو آهي الله تعالي جو. انهيءَ ڪري ترجمو هيئن بہ ٿي سگهي ٿو: مؤمن الله تعاليٰ جي آرسي آهي).

الناس اعداء ما جهلوه (مقولو): ماڻهو دشمن آهن انهيءَ ڳالهہ جا جنهن جو کين علم آهي.

الوضوء سلاح المؤمن (ح): وضو مومن جو هٿيار آهي.

الوراثة ولد التناصر: (فقهي وراثت جو اصول): وراثت ٻچو آهي هڪ ٻئي کي مدد ڏيڻ جو. يعني

وراثت جو مدار آهي هن ڳالهہ تي تہ فوتيءَ جا وارث اهڙا هجن جو آئيء ويل هڪ ٻئي کي مدد ڏيئي سگهن، يعني اهي مسلمان هجن، پوءِ ڪٿي جدا جدا ملڪن ۾ رهندڙ هجن.

الولاء لحمة ـ الخ (ح): خاوند جي مائٽي پنهنجي آزاد ٿيل ٻانهي سان هڪ تاجي پيٽو آهي، جيئن نسب جو تاجي پيٽو، يعني تہ جيڪڏهن خاوند بنا اولاد مري تہ آزاد ٻانهو سندس وارث ٿي سگهي ٿو ۽ بالعڪس.

الهم نصف الهرم (مقولو): ڳڻتي پوڙهائيء جو اڌ آهي.

اليقين لا يزول ـ الخ: شڪ سان يقين زائل نٿو ٿئي.

امر الا تعبدوا ـ الخ (ق): امر ڪيو اٿس تہ ان کان سواءِ ٻئي جي پوڄا نہ ڪريو.

امن تذکر ـ الخ: (قصيده برده جي پهرين سٽ) ڇا ذوسلم جي پاڙيسرين جي يادگيريءَ ۾ تون اکين مان رت ڳوڙها هاري رهيو آهين؟ مرحوم مولانا شفيع محمد پاتائيء اها سٽ هيٺين طرح نظم ۾ آندي آهي.

ڪ ڪين سار سڄڻن جي پرين پاڙيچا
هاريئہ هنجون هيج مان گڏي رت ڦڙا

ام يحسدن الناس ـ الخ (ق): يا اهي ماڻهن تي ريس ڪن ٿا انهي تي، جيڪي انهن کي الله تعاليٰ پنهنجي فضل مان عطا ڪيو آهي؟

ان اتبع ـ الخ (ق): نٿو پيروي ڪريان مگر ان جي جو مون ڏانهن وحي طور موڪليو ٿو وڃي.

انا غيور (ح): مان تمام غيرت مند (ريساڙو) آهيان.

انا و الساعة ـ الخ (ح): آءٌ ۽ قيامت جي گهڙي ائين آهيون جيئن شهد ۽ وچين آگر (يعني تمام نزديڪ)

انا فتحنا ـ الخ (ق): اسان تنهنجي واسطي کلم کلا فتح ڪئي آهي، انهيء لاءِ تہ الله تنهنجا اڳيان پويان قصور معاف ڪري.

ان الحکم ـ الخ (ق): ناهي حڪم (فيصلو) مگر خدا لاءِ.

ان الذين اجرموا ـ الخ (ق): اهي جن جرم (گناه) ڪيو سي کلندا هوا انهن تان جن ايمان آندو هو.

ان الذين اختلفوا ـ الخ (ق): تحقيق انهن جن ڪتاب بابت اختلاف ڪيو، سي پراهين ڏڦيڙ ۾ آهن.

ان الذين قالوا ـ الخ (ق): تحقيق اهي جن چيو تہ اسان جو پالڻهار الله آهي ۽ پوءِ ان تي مستقيم رهيا (انهن تي ملائڪ ائين چوندا لهندا، تہ نہ ڊڄو، ۽ نہ غم ڪريو، بهشت جي بشارت وٺو جو اوهان لاءِ وعدو ڪيو ويو آهي.)

ان الشرڪ ـ الخ (ق): تحقيق شرڪ وڏو گناهہ آهي.

ان الله اشتري ـ الخ (ق): تحقيق الله تعاليٰ خريد ڪيون مومنن ڪان سندين جندون جانيون ۽ مال اموال، انهي لاءِ تہ ڪين جنت نصيب ٿئي.

ان الله جميل ـ الخ: تحقيق الله سنهڻو آهي (۽) سونهن ڪي پيائي ٿو.

ان الله يحب المقسطين (ق): تحقيق الله تعاليٰ انصاف ڪندڙن ڪي پيائي ٿو.

انتم و الساعة ـ الخ (ق): تحقيق (قيامت جي) گهڙي جو زلزلو هڪ وڏي شيءِ آهي.

ان ڪثيرا من الاحبار ـ الخ (ق): تحقيق ڪيترائي (يهودي) عالم ۽ راهب ماڻهن جا مال نڳي ڪري ڪائين ٿا ۽ خدا جي واٽ ڪان روڪين ٿا.

انما اثمه ـ الخ (ق): تحقيق ان جو گناهہ انهيءَ مٿي آهي جنهن اهو (ڪوڙ) گهڙيو.

انما الهڪم ـ الخ (ق): تحقيق اوهان جو الله هڪڙوئي معبود آهي.

انما امره ـ الخ (ق): تحقيق سندس حڪم فقط هي آهي تہ جڏهن ڪنهن شيءِ جو ارادو ڪري، تڏهن ان ڪي چوي "ٿيءُ" تہ اها "ٿي پوندي".

انما بخشي ـ الخ (ق): تحقيق الله تعاليٰ ڪان سندس ٻانهن ۾ فقط اهي ڊڄن ٿا، جي عالم آهن (يعني جن ڪي سچي پروڙ آهي).

ان مع العسر ـ الخ (ق): تحقيق ڏک سان گڏ سک آهي.

اهدنا الصراط المستقيم (ق): ڏيکار اسان ڪي سڌي واٽ.

اهل المعروف ـ الخ: دنيا ۾ چڱائيءَ جا صاحب ، آخرت ۾ پڻ چڱائي جا صاحب آهن.

اول الفڪر ـ الخ: فڪر (خيال) جي اڳياڙي آهي عمل جي پڇاڙي؛ يعني ڪنهن شيءِ جي ايجاد جو فڪر يا خيال پهريان ڪبو آهي، ۽ پوءِ اها شيءِ وجود ۾ ايندي.

اولائڪ ڪالا نعام ـ الخ (ق): اهي ڍورن وانگي آهن، بلڪ انهن ڪان بہ وڌيڪ گمراهہ.

اياڪ نعبد ـ الخ (ق): تنهنجي ئي اسان عبادت ڪريون ٿا ۽ توکان ئي مدد مگهون ٿا.

اينما تولوا ـ الخ (ق): جيڏانهن ڪيڏانهن اوهين رخ ڪندا، تيڏانهن اوهين خدا جو جلوه ڏسندا.

اينما يو جهه ـ الخ (ق): جيڏانهن ڪيڏانهن ڪيس هو (يعني مالڪ) موڪلي ٿو، ته هو ڪابه ڀلائي نٿو آڻي. قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ ٻن شخصن جو مثال ڏئي ٿو جن مان هڪڙو گونگو آهي، جو ڪجهه به ڪري نٿو سگهي ۽ پنهنجي خاوند تي بوج آهي، جيڏانهن ڪيڏانهن موڪليس ٿو ته ڪابه چڱائي نٿو آڻي. (سورة النحل: ٧٦) اعاذنا الله!

## ب

بلغوا عني ـ الخ (ح): مون کان (ماڻهن کي) پهچايو اگرچه هڪڙي آيت هجي.

بل نحن محرومون (ق): بلڪ اسين بي نصيب آهيون.

## ت

تبارڪ الذي ـ الخ (ق) : سڀورو آهي اهو (ذات) جنهن جي هٿ ۾ (ساري جڳت جي) بادشاهي آهي.

تعلموا الفرائض ـ الخ (ح): (ورثي جا) حصا سکو ۽ اهي ماڻهن کي سيکاريو، ڇاڪاڻ ته اهي علم جو اڌ آهن.

تقشعر منه ـ الخ (ق): (الله تعاليٰ بهترين نياپو ڪتابي صورت ۾ موڪليو آهي، جنهن جيون آيتون، هڪ ٻئي جي موافق ۽ وري وري دهرايل آهي، جنهن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ کان) انهن (ماڻهن ) جون چمڙيون ڪانڊارجن ٿيون، جي پنهجي پالڻهار کان ڊڄن ٿا.

## ج

جميع العلم في القران: سڀوئي علم قرآن شريف ۾ موجود آهي.

## ح

حب الدنيا ـ الخ (ح): دنيا جو موهه سڀني خطا جو سرچشمو آهي.

حب المال ـ الخ (ح): مال ۽ شرف جو موهه وڏيڪ تباهه ڪندڙ آهي، دين لاءِ بگهڙ کان رڍن جي حق ۾.

## خ

خط لنا ـ الخ (ح): اسان لاءِ رسول خدا جي هڪ ليڪو ڪڍيو ۽ چيائين: هي آهي واٽ خدا جي. سو ان تي هلو ۽ ٻين واٽن تي نه هلو.

خلق القبيح ـ الخ: خراب شي پيدا ڪرڻ ڪا خراب ڳالهه ناهي.

خير الامور اوسطها (ح): بهترين ڪار وچين ڪار آهي.

## ر

رضوان من الله اكبر (ق) : الله جو رضامندو سڀ کان وڏو آهي.

رضي الله عنهم ـ الخ (ق): الله تعاليٰ کائنس راضي ٿيو ۽ اهي کائنس راضي ٿيا.

رهبانية ابتدعوها ـ الخ (ق): سنياس جي زندگي جا هنن پاڻ لاءِ نئين سر گهڙي ڪڍي، ۽ اسان انهن تي مقرر نه ڪئي هئي.

## ز

زين للذين كفروا ـ الخ (ق): سينگاري وئي انهن لاءِ جن ڪفر ڪيو دنيائي زندگي (يعني نيچ زندگي)

## س

سارعوا الي مغفرة ـ الخ (ق): پنهنجي پالڻهار جي مغفرت ڏانهن ڊوڙو.

سافروا تربحوا: (ٻين ملڪن جو) سفر ڪيو ته فائدو پرائيندا.

سياتي زمان ـ الخ (ح): منهنجي امت تي جلد هڪ اهڙو زمانو ايندو، جو سندن علماء آسمان جي اڏوڙ هيٺان رهندڙن کان به وڌيڪ بڇڙا هوندا.

سيد القوم خادمهم (ح): قوم جو سردار سندن چاڪر آهي.

## ش

شر الامور محدثا تها (ح): خراب ۾ خراب ڪم اهي آهن جي نئين سر گهڙي ڪيجن.

## ص

صاحب الغرض مجنون (مقولو): غرض وارو چتو ٿيندو آهي.

صبغة الله ـ الخ (ق) هي آهي الله جو رنگ ۽ ڪير آهي وڏيڪ سنهڻو خدا ڪان رنگ ڏيڻ ۾؟

## ض

ضربت عليهم الذلة ـ الخ (ق): انهن تي ذلت ۽ سچائي مڙهي وئي.

## ع

علي الله فتو ڪلوا ـ الخ (ق): الله تي ئي توڪل رکو، جيڪڏهن اوهين مومن آهيو.

عليڪم بالسواد الاعظم (ح): وڏي ۾ وڏي جماعت کي چهٽي پئو.

## ف

فاتبعوني يحببڪم الله (ق): پوءِ منهنجي پيروي ڪريو، تہ خدا تعاليٰ اوهان کي پيائيندو.

فاختلفوا بغيا بينهم (ق): پوءِ اختلاف ڪيائون، هڪ ٻئي وچ ۾ دشمني خاطر.

فاذا نفخ في الصور- الخ (ق): جڏهن ڏنڊ ڦوڪيو ويندو، تڏهن سندن وچ ۾ ڪي بہ نسب باقي نہ رهندا.

فاذ ڪروني اذڪرڪم (ق): مون کي ياد ڪندا تہ آءٌ بہ اوهان کي ياد ڪندس.

فاقتلو هم ـ الخ (ق): سو ماريو انهن کي جتي بہ انهن کي لهو.

فاقم وجهڪ ـ الخ (ق): پوءِ سڌو ڪر منهن پنهنجو دين لاءِ سچائيءَ سان.

فاينما تولوا ـ الخ (ق): پوءِ جيڏانهن ڪيڏانهن ڦرندا تہ اتي الله جو جلوه ڏسندا.

فرقوا دينهم - الخ (ق): پنهنجي دين کي فرقن ۾ وراهي ڇڏيائون ۽ جدا جدا جماعتون ٿي پيا.

فسبحان الذي - الخ (ق): سو پاڪائي آهي انهيءَ کي جنهن جي هٿ ۾ سڀ شي جي بادشاهي آهي ۽ جنهن ڏي اوهين موٽايا ويندا.

فعال لما يريد (ق): ضرور ڪندڙ آهي انهيءَ (ڳالهه) جو جيڪي چاهي.

فلاتسئلن - الخ (ق): سو نه پڇ مون کان (انهيءَ ڳالهه جو) جنهن بابت توکي علم ناهي.

فهل يهلك - الخ (ق): پوءِ نه ناس ڪيا ويندا، مگر فاسق ماڻهون.

فويل للقاسية - الخ (ق): ويل آهي انهن لاءِ جن جا قلب ڪٺور ٿي ويا آهن الله جي ذڪر کان.

في القصاص - الخ (ق): بدلي ۾ آهي زندگي، اي دلين وارا.

## ق

قد افلح من تزکي - الخ (ق): تحقيق سوڀارو ٿيو اهو جنهن پاڻ کي پاڪ ڪيو، ۽ الله جو اسم ياد ڪري صلواة پڙهيائين.

قدت بدت البغضاء - الخ (ق): تحقيق ظاهر ٿي سخت ڏڪار اسان جي ۽ اوهان جي وچ ۾.

قد علم کل اناس - الخ (ق): سڀ ڪنهن قبيلي پنهنجو پنهنجو پاڻي پيڻ جو هنڌ ڄاتو.

قل الله ثم ذرهم (ق): چؤ الله ۽ پوءِ ڇڏي ڏين.

قل ان الامر - الخ (ق): چؤ: تحقيق ساري ڳالهه الله جي هٿ ۾ آهي.

قل انما يوحي - الخ (ق): چؤ، تحقيق مون تي وحي ٿئي ٿو ته اوهان جو اله (معبود) فقط هڪڙوئي الله آهي.

قل کل من عندالله (ق): چؤ، سڀوئي خدا وٽان آهي.

قل لن يصيبنا - الخ (ق): چؤ پل ته پنهنجي ڪاوڙ ۾ مرو.

قل هو الله (ق): چؤ، هو آهي الله (جل شانه).

قوما لدي (ق): جهڳڙالو قوم (وتنذر قوما لدا= ۽ ڊيڄارين هڪ جهڳڙالو قوم کي).

قوة القرابة کقربها: قرابت جي قوت ان جي قرب (ويجهڙائيءَ) وانگر آهي.

## ڪ

ڪانهم حمر ـ الخ (ق): ڄڻ تہ اهي وحشي گڏهہ آهن جي ڀڄندا آهن شينهن کان.

ڪل الينا راجعون (ق): سڀئي اسان ڏانهن موٽڻ وارا آهن.

ڪل جديد لذيذ (مقولو): سڀڪا نئين شيءِ وڻندي آهي.

ڪل شيءِ في ڪل شيءِ: سڀ شيءِ سڀڪنهن شيءِ ۾ آهي.

ڪل شيءِ هالڪ ـ الخ (ق): سڀڪا شيءِ ناس ٿيندڙ آهي سواءِ سندس (الله جي) ذات جي.

ڪل شيءِ ـ الخ (مقولو): سڀڪا شيءِ پنهنجي اصل ڏي موٽ ڪائي ٿي.

ڪل ماقدريڪون: جيڪي ڪي تقدير ۾ لکيو ويو آهي، سو اوس ٿيندو.

ڪل يوم هو في شان (ق): هر روز هو هڪ (نئين) شان ۾ آهي.

ڪن في الدنيا ـ الخ (ح): دنيا ۾ ائين هج ڄڻ تہ ڌاريون آهين يا واٽهڙو.

## ل

لا ايمان لمن لا محبة له: اهو جنهن کي محبت ناهي تنهن کي ايمان ناهي.

لا تحدثو هم ـ الخ (ق): جيڪو راز خدا اوهان تي کوليو آهي، سو توهين کين نہ ٻڌايو. اصل آيت هن ريت آهي: اتحدثونهم بما فتح الله عليڪم ـ ڇا اوهين کين ٻڌايو ٿا اهو راز جو خدا ـ الخ.

لاتفتح لهم ـ الخ (ق): (جن اسان جي آيتن جو انڪار ڪيو ۽ انهن کان وڏائي واريائون) تن لاءِ آسمان جا دروازا نہ کوليا ويندا ۽ نڪي جنت ۾ گهڙي سگهندا جيستائين ڪ اُٺ سئيءَ جي ناڪي مان لنگهي (جا ڳالهہ ناممڪن آهي).

لا تڪتبوا عني ـ الخ (ح): قرآن کان سواءِ ٻي ڪابہ ڳالهہ مون کان نہ لکو.

لاتيئسوا من روح الله (ق): الله تعاليٰ جي رحمت کان نااميد نہ ٿيو.

لا خوف عليهم ـ الخ (ق): ڪونهي ڪو خوف خطرو انهن تي ۽ نڪي اهي ڏکارا ٿيندا.

لا قدر و لا جبر ـ الخ: نڪي قدريه آهن نڪي جبريه، پر ٻنهي جي وچ ۾ درميانو طريقو ورتو اٿن.

لا نرث و لا نورث ـ الخ (ح): (انبياء) نکي ڪنهن جا وارث آهن ۽ نکي ٻيا اسان جا وارث ٿي سگهن ٿا؛ جيڪي اسان پوئتي ڇڏيو، سو صدقو آهي.

لا نفرق ـ الخ (ق): سندس (الله جي) رسُولن مان ڪنهن جي بہ وچ ۾ اسين فرق ڪونہ ٿا ڪريون.

لا يرقبون ـ الخ (ق): ڪنهن بہ مومن جي حق ۾ مائٽي جي ڳنڍ يا ذمو مرعي نٿا رکن.

لا يسئل عما يفعل (ق): جيڪي بہ هو ڪري ٿو تنهن بابت ڪائنس ڪابہ پڇا ڪانہ ڪئي ٿي وڃي (يا ڪئي ويندي).

لا يملكون ـ الخ (ق): پنهنجي پاڻ لاءِ نکي ڪو ضرر يا نفعو هٿ ۾ اٿن، ۽ نکي ڪي موت يا حياتي يا جيابي جا مالڪ آهن.

لا يموت فيها ـ الخ (ق): نکي ان (جهنم) ۾ مرندو نکي جيئندو.

لا يهديهم طريقا ـ الخ (ق): سڄي آيت هن طرح آهي؛ ان الذين كفروا و ظلموا، لم يكن الله ليغفر لهم ولا ليهديهم طريقا الا طريق جهنم ـ يعني تحقيق جنين انڪار ۽ ظلم ڪيو، تن کي خدا نہ بخشڻ وارو آهي ۽ نہ ڏيکارڻ وارو آهي ڪا واٽ، مگر واٽ دوزخ جي.

لئن شكرتم ـ الخ (ق): جيڪڏهن تحقيق اوهين (منهنجو) شڪر بجا آڻيندا، تہ آءٌ اوهان کي وڌائيندس.

لتر كبن طبقا ـ الخ (ق): اوهين ہڪ منزل بمنزل مٿي چڙهندا ويندا.

لله الامر من قبل و من بعد (ق): اڳي توڙي پوءِ الله جو ئي حڪم آهي.

لله المشرق و المغرب (ق) الله جو ئي آهي مشرق ۽ مغرب.

للذكر مثل حظ الانثيين (ق): نر کي ٻن مادين جي حصي جيترو ملندو.

للغازي احدي الحسنيين: غازي لاءِ ٻن چڱاين مان هڪ چڱائي ضرور آهي.

لن تنفعكم ـ الخ (ق): قيامت جي ڏينهن اوهان کي پنهنجا مائٽ يا پنهنجو اولاد هر گز فائدو نہ ڏيندو.

لها معان ـ الخ: انهيءَ کي (يعني بسم الله جي ب کي) سمنڊ جي لهرين وانگي معنائون آهن.

لهم البشري ـ الخ (ق): انهن واسطي خوشخبري آهي دنيوي حياتي ۾.

لهم مايشاؤن - الخ (ق): سندن لاءِ ان ۾ (جنت ۾) آهي جيڪي او طلبين ۽ اسان وٽ اڃا بہ وڌيڪ آهي.

لو انزلنا هذا القرآن - الخ (ق): جيڪڏهن اسين هن قرآن کي جبل تي لاهيون ها (تہ ڏسين ها ان کي ڪنبندو ۽ ڏرندو خدا جي خوف کان).

لو لا السيوف - الخ: جيڪڏهن تراريون نہ هجن ها تہ ضرور بادشاه فنا ٿي وڃن ها.

لو لاڪ لما خلقت الا فلاڪ (هيءَ حديث ناهي، پر انهيءَ معنيٰ تي ٻيون ڪيتريون ئي حديثون آيل آهن): جيڪڏهن تون نہ هجين ها (يعني تنهنجي پيدا ڪرڻ جو خيال نہ هجي ها) تہ هوند آسمان نہ خلقيان ها.

ليس كمثله شيء (ق): ڪابہ شيءِ هن جهڙي ناهي (يا: ڪابہ شي ان جي مثل وانگي ناهي، جيئن ابن عربيءَ معنيٰ ڪئي آهي).

م

ما ادخر - الخ: سيان لاءِ ڪابہ شيءِ ذخيرو ڪري نہ رکيائين.

ما خطر ببالڪ - الخ: جيڪي تنهنجي دل ۾ هري، خدا انهيءَ کان ٻي طرح آهي.

ما خلقنا السموات... بالحق (ق): اسان نہ خلقيا آهن آسمان ۽ زمين ۽ جيڪي ڪي انهن ٻنهي جي وچ ۾ آهي مگر حق سان.

ما خلقنا السموات ... لاعبين (ق): اسان نہ خلقيا آهن آسمان ۽ زمين ۽ جيڪي ڪي انهن ٻنهي جي وچ ۾ آهي راند روند ۾ (يعني بي مطلب).

ماسمعنا بهذا (ق): اسان اهڙي ڳالهہ ڪانہ ٻڌي آهي.

ماشغلڪ - الخ: جيڪي توکي (خدا کان) سيڙائي سو تنهنجو بت آهي.

ماعند كم ينفد - الخ (ق): جيڪي اوهان وٽ آهي، سو کپي ويندو، ۽ جيڪي خدا وٽ آهي سو باقي رهندو.

مالڪ ما قدمت - الخ (ح): تنهنجو مال اهو آهي جو تو اڳوات (خدا جي راهہ ۾) موڪليو، ۽ جيڪي تو پوئتي ڇڏيو سو تنهنجي وارث جو مال آهي.

من اتقي الشبهات - الخ (ح): جو شبهن کان بچي ٿو، تنهن گويا پنهنجي دين لاءِ پاڪائي ڪئي.

من احب شيئا ـ الخ: جيڪو ڪنهن شيء کي پائيندو آهي تہ هر هر ان جو ذڪر ڪندو آهي.

من القي السلاح ـ الخ: جو هٿيار اڇلائيندو (يعني پيش پوندو)، سو سلامت آهي.

من بلغه عني ـ الخ (ح): جنهن کي منهنجي طرفان ڪا حديث پهچي ۽ پوءِ ان کي رد ڪري، تہ مان قيامت جي ڏيهاڙي سندس دشمن ٿيندس.

من تبع عالما ـ الخ: جيڪو عالم جي پيروي ڪندو، سو الله کي سالم ڳڏبو.

من ربڪ ـ الخ: ڪير تنهنجو رب آهي ۽ ڪير تنهنجو نبي آهي ۽ ڪهڙو تنهنجو دين آهي؟

من رضي ـ الخ: جو راضي ٿيو، تنهن کي رضامندو حاصل ٿيندو.

منزه عن شريڪ ـ الخ (قصيده برده جو بيت): پنهنجي خوبين ۾ ڪنهن بہ شريڪ کان پاڪ آهي، ۽ سندس حسن جو جوهر اڻ وراهيل آهي.

من صمت نجا: جو ماٺ ڪندو، سو ڇوٽڪارو پائيندو.

من قال ـ الخ (ح): جيڪو "لا اله الا الله محمد رسول الله" چوندو سو سواءِ ڪنهن حساب ڪتاب جي جنت ۾ داخل ٿيندو.

من ڪان في هذه ـ الخ (ق): جيڪو هن (دنيا) ۾ انڌو آهي، سو آخرت ۾ پڻ انڌو هوندو.

من ڪان لله ـ الخ: جيڪو خدا جو آهي، خدا پڻ ان جو آهي.

من ڪان يومن بالله ـ الخ (ح): جنهن کي الله ۽ پوئين ڏينهن ۾ ويساهہ آهي، تنهن کي گهرجي تہ مهمان جي عزت ڪري.

من له المولي فله الڪل: جنهن کي خدا آهي، تنهن کي سڀڪين آهي.

من لبس الحرير ـ الخ: جيڪو هن دنيا ۾ پٽ پهريندو، سو آخرت ۾ نہ پهريندو.

موتوا قبل ان تموتوا: مرڻ کان اڳ مرو (يعني پنهنجي نفس کي ماريو).

## ن

نجا المخففون ـ الخ: هلڪي بار وارا ڇٽي ويا ۽ ڳري بار وارا ناس ٿيا.

نحن الاخرون السابقون (ح): اسين آخر ۾ آيا آهيون، پر حقيقت ۾ سڀ کان اڳ ۾ آهيون.

نور علي نور (ق): نور مٿان نور.

## هہ

هذا ماكنزتم ـ الخ (ق): هي آهي جيڪي اوهان پاڻ لاءِ ڪٺو ڪيو آهي.

هلڪ من ڪان قبلهم (ح): ڪانئن اڳ جيڪي ناس ٿيا، سي فقط پنهنجن نبين بابت اختلاف ڪري.

هل يهلڪ ـ الخ (ق): نہ ناس ٿيندا مگر ظالم ماڻهون.

هم قوم لا يشقي جليسهم: هو اهي ماڻهون آهن جن جو هم جليس ڪڏهن بہ دکي نہ ٿيندو.

هو الاول و الاخر ـ الخ (ق): هوئي پهريون ۽ پويون آهي ۽ هوئي ظاهر ۽ باطن آهي.

## و

و آتوا البيوت ـ الخ (ق): ۽ گهڙو گهرن ۾ سندن دروازن کان.

و آخر دعواهم ـ الخ (ق): ۽ سندن پوئين دعا هوندي تہ شڪر آهي الله جو، جو سڀني جهانن جو پالڻهار آهي.

و اذڪر اسم ربڪ ـ الخ (ق): ۽ پنهنجي رب جو نالو ياد ڪر، ۽ ان ڏي ڪلي علحدو ٿي.

و استغفر لذنبڪ (ق): معافي گهر پنهنجي ڪوتاهيءَ لاءِ.

و اڪثرهم الفاسقون (ق): ۽ انهن مان اڪثر فاسق آهن.

و الامر يومئذ لله (ق): ۽ انهي ڏينهن سڀ حڪم خدا جو آهي.

و الله الغني ـ الخ (ق): ۽ الله تعاليٰ غني (بي پرواه) آهي ۽ اوهين محتاج.

و الله خلقڪم ـ الخ (ق): ۽ الله تعاليٰ اوهان کي ۽ جيڪي ڪي اوهين ڪريو ٿا خلقيو آهي.

و الذين اوتوا العلم (ق): ۽ اهي جن کي علم ڏنو ويو آهي.

و الظاهر و الباطن (ق): (هوئي) ظاهر آهي ۽ باطن.

و القران اِمامي: ۽ قرآن منهنجو امام (رهبر) آهي.

و اما القاسطون ـ الخ (ق): ۽ اهي جي سنئين رستي کان پري ٿا وڃن، سي جهنم جون ڪاٺيون ٿيندا.

و امر بالمعروف ـ الخ (ق): ۽ چڱائيءَ جو حڪم ڪر ۽ برائيءَ جي منع.

و ان الكافرين ـ الخ (ق): ۽ تحقيق ڪافرن کي ڪو مددگار ڪونهي.

و ان تعدوا ـ الخ (ق): ۽ جيڪڏهن خدا جي نعمتن جو شمار ڪندا ته انهن کي ڳڻي نه سگهندا.

و ان من شيءِ ـ الخ (ق): ۽ ڪابه اهڙي شيءِ ڪانهي جنهن جا اسان وٽ خزانا نه هجن.

و ان يمسسڪ الله ـ الخ (ق): ۽ جيڪڏهن خدا توکي آزار سان ڇهي، پوءِ ناهي ڪو ٽاريندڙ ان جي مگر اهو (خدا)، ۽ جيڪڏهن توکي چڱائي سان گهري، ته ڪو به ان جي مهربانيءَ جو موٽائيندڙ ناهي.

و اهجرهم ـ الخ (ق): ۽ انهن کي ڇڏي ڏي سهڻي نموني ۾.

و اولو الارحام ـ الخ (ق): ۽ مائٽيءَ وارا جن مان ڪي ٻين کان الاهي قانون ۾ ويجهڙا آهن.

و تخفون كثيرا (ق): ۽ لڪايو ٿا گهڻو (متن ۾ "من الناس" زياده آهي، ليڪن قرآن شريف ۾ موجود ناهي).

وجودڪ ذنب ـ الخ: تنهنجو وجود ئي گناه آهي، جنهن برابر ٻيو ڪو گناه ڪونهي.

وجوه يومئذ ـ الخ (ق): ڪي منهن انهي ڏينهن سرها هوندا ۽ پنهنجي رب طرف نهاريندڙ.

و ذرني و المكذبين (ق): ۽ ڇڏي ڏي مون کي ۽ نعمت وارن ڪوڙن کي.

و رفعنالڪ ذڪرڪ (ق): ۽ اسان تولاءِ تنهنجو نالو بلند ڪيو.

و سارعوا الي مغفرة ـ الخ (ق): ۽ پنهنجي رب جي مغفرت ڏانهن ڊوڙو ۽ جنت ڏانهن، جنهن جي ويڪر آسمان ۽ زمين آهن (۽) متقين لاءِ سنباهي وئي آهي.

و في السماء رزقكم (ق): ۽ آسمان ۾ اوهان جو رزق آهي.

و في انفسكم ـ الخ (ق): ۽ اوهان جي جندڙن ۾، ڇا اوهين نٿا ڏسو؟

و كل آي ـ الخ: (قصيده برده جو بيت): ۽ جيڪي معجزا نبين سڳورن آندا آهن، سي سڀ ڪين سندس (پاڻ ڪريمن جي) نور کان مليا آهن.

و كيف يدرڪ ـ الخ: (قصيده برده جو بيت): ۽ ڪِئَن لهندا سندس حقيقت (حقيقت محمدي) کي اهي ماڻهون جي ستل آهن ۽ خواب ڏسي پاڻ کي خوش ڪري رهيا آهن؟

ولايجر منكم ـ الخ (ق): ۽ ڪنهن به قوم جي اڻبڻت اوهان کي نه ڇيڙي انهيءَ ڳالهه تي ته اوهين انصاف نه ڪريو.

ولا يخافون لومة لائم (ق): ۽ ڪنهن به ملامت ڪندڙ جي ملامت کان نٿا ڊڄن.

ولا يغرنڪ ـ الخ (ق): (ليڪن آيت شريف جي منڍ ۾ "و" ڪونهي): انهن ماڻهن جي ملڪن ۾ (تجارت لاءِ) آمدرفت توکي نہ ٺڳي.

و لقد آتيناڪ ـ الخ (ق): ۽ تحقيق اسان توکي عطا ڪيون آهن ست وري وري تڪرار ٿيندڙ آيتون (يعني سورة الفاتحه) ۽ قرآن عظيم.

و لقد ڪذب ـ الخ (ق): ۽ تحقيق حجر وارن مرسلن کي ڪوڙو ڪيو.

و لقد ڪرمنا ـ الخ (ق): ۽ تحقيق اسان آدم جي اولاد کي شرف وارو ڪيو.

و لله الحمد (ق): ۽ سڀ ساراه الله تعاليٰ واسطي آهي.

و لله المشرق و المغرب (ق): ۽ اوڀر ۽ اولهہ سڀ خدا جو آهي.

و لله خزائن السموات ـ الخ (ق): ۽ آسمانن ۽ زمين جا خزانا سڀ خدا جا آهن.

و له الحڪم ـ الخ (ق): ۽ سڀ حڪم سندس آهي ۽ ڏانهس ئي توهين موٽايا ويندو.

و له الحمد ـ الخ (ق): ۽ سڀ ساراه آسمانن ۽ زمين ۾ سندس لاءِ ئي آهي.

وما ارسلناڪ ـ الخ (ق): ۽ نہ موڪليو اسان توکي مگر جهانن لاءِ رحمت ڪري.

وما اڪل السبع ـ الخ (ق): ۽ جيڪي کي مرونءِ کاڌو، سواءِ ان جي جيڪو اوهان حلال ڪيو.

وما الحياة الدنيا ـ الخ (ق): ۽ ناهي دنيا جي حياتي مگر غرور جو سامان.

وما بڪم من نعمة ـ الخ (ق): ۽ جيڪي کي اوهان وٽ نعمت جو ڀاڱو آهي، سو الله کان آهي.

وما خلقت الجن ـ الخ (ق): ۽ نہ خلقيم جنن ۽ انسانن کي مگر انهي لاءِ تہ منهنجي عبادت ڪن.

وما ڪان الله ـ الخ (ق): ۽ لله انهن کي سزا ڏيڻ وارو ناهي حالانڪ تون منجهن موجود آهين.

وما ڪان لهم الخيرة (ق): ۽ انهن کي ڪنهن بہ قسم جو اختيار نہ هو.

وما نراڪ ـ الخ (ق): ۽ اسين ڏسون ٿا تہ فقط اهي ماڻهون تنهنجا اوائل ۾ پوئلڳ ٿيا آهن، جي اسان ۾ خسيس ليکجن ٿا.

وما ننزله ـ الخ (ق): ۽ نٿا نازل ڪريون اُن کي مگر معلوم مقدار ۾.

وما ينطق عن الهودي (ق): ۽ اجايو سجايو نٿو ڳالهائي.

و من اعرض عن ذكري ـ الخ (ق): ۽ جو منهنجي يادگيريءَ کان منهن موڙيندو، تہ ان لاءِ زندگي تنگ ٿي پوندي.

و من اهل الكتاب ـ الخ (ق): ۽ اهل ڪتاب وارن مان ڪي اهڙا آهن جو جيڪڏهن انهن کي هڪڙو دينار امانت لاءِ ڏيندا تہ توکي موٽائي نہ ڏيندا.

و من يتوكل علي الله ـ الخ (ق): ۽ جيڪو الله تي توڪل ڪندو، تہ اهو سندس لاءِ ڪافي آهي.

و من يعتصم بالله ـ الخ (۽ جيڪو خدا کي ڇهتندو) تنهن کي سنئين واٽ ڏي هلايو ويندو.

و من يؤت الحكمة ـ الخ (ق): ۽ جنهن کي حڪمت بخشي وئي آهي، تحقيق ان کي وڏو خير عطا ڪيو ويو آهي.

و من يوق الشح ـ الخ (ق): ۽ جي پنهنجي نفس جي بخيلائي کان بچايا ويا آهن، سيئي ڇٽل آهن.

ونحن اقرب اليه ـ الخ (ق): ۽ اسين ڪيس ڪنڌ جي رڳن کان بہ ويجها آهيون.

ونهي النفس ـ الخ (ق): ۽ (جنهن) پنهنجي نفس کي سڌ کان روڪيو، تحقيق جنت (تنهن جي) پناهگاه ٿيندي.

و هو القاهر فوق عباده (ق): ۽ اهوئي حڪمران آهي پنهنجي ٻانهن مٿان.

و هو علي كل شيء شهيد (ق): ۽ اهو سڀ ڪنهن شيء مٿان شاهد آهي.

و هو معكم اينما كنتم (ق): ۽ هو اوهان ساڻ آهي، جتي ڪٿي اوهين هجو.

و وجدك ضالا فهدي (ق): ۽ توکي لڏائين (حق جي تلاش ۾) پٽڪندڙ ۽ دڳ لايائين.

ويقطعون ما ـ الخ (ق): ۽ وڍين ٿا اهو (سڱ) جنهن لاءِ خدا امر ڪيو آهي تہ ڳنڍيو وڃي.

ويكتمون ـ الخ (ق): ۽ لڪائين ٿا اهي نشانيون جي اسان نازل ڪيون آهن.

## ي

يا اهل يثرب لا مقام لكم (ق): اي يثرب وارا، اوهان لاءِ ترسڻ جي جاءِ ناهي.

يا ايها الناس اعبدوا ـ الخ (ق): اي ماڻهؤ، پوڄيو پنهنجي رب کي جنهن خلقيو آهي اوهان کي ۽ انهن کي جيڪي اوهان کان اڳ ٿي گذريا آهن.

يبدل الله ـ الخ (ق): الله تعاليٰ سندن بديون نيڪين ۾ بدلي ٿو.

يجعلون اصابعهم ـ الخ (ق)؛ پنهنجون آگريون پنهنجن ڪنن ۾ وجهي ٿا ڇڏين.

يجعلون ڪتاب الله ـ الخ (ق)؛ الله جو ڪتاب پٺيءَ پاڏون ڪري ٿا ڇڏين، ڄڻ تہ انهن کي علم ئي ناهي.

يحببكم الله ـ الخ (ق)؛ الله تعاليٰ اوهان کي پيارو ڪري ٿو ۽ اوهان جا گناهہ بخشيندو.

يحبهم و يحبونه (ق)؛ هو ڪين پيارا ٿو ۽ هو ڪيس پيارا ٿا.

يحرفون الكلم عن مواضعه (ق)؛ لفظن کي پنهنجي جاين تان مٽائي ٿا ڇڏين.

يشترون بايات الله (ق)؛ الله جي آيتن جي عوض ٿورو ملهہ وٺن ٿا.

يقتلون الانبياء بغير الحق (ق)؛ نبين کي ناحق ڪهن ٿا.

يقولون بافواههم ـ الخ (ق)؛ پنهنجي واتن سان چون ٿا جيڪي سندن قلبن ۾ ناهي.

يكتوب الكتاب ـ الخ (ق)؛ ڪتاب پنهنجي هٿن سان لکن ٿا ۽ چون ٿا تہ هي خدا وٽان آهي.

ينظرون اليك ـ الخ (ق)؛ تو ڏي نهارين ٿا حالانڪ اهي نٿا ڏسن.

يو ندعو ـ الخ (ق)؛ انهي ڏيهاڙي جو سڀني ماڻهن کي سندن امامن (رهبرن) سميت سڏيندا سين.

يوم يفرالمرءُ ـ الخ؛ (ق)؛ انهي ڏيهاڙي جو ماڻهو پنهنجي ڀاءُ کان ڀڄندو.

# ڏکين فقرن جون سمجهاڻيون

## ١ـ حقيقت محمدي (صہ)

(تهميد)

حقيقت محمديءَ وارو ڪلمو بزرگ گرهوڙي (رحہ) جي ڪلام جو نڪ آهي. هي ڪلمو الله بخش، الله ڏني، حامد الله ۽ عبدالرحيم روهڙائي وارن نسخن ۾ سڀني کان اول آيل آهي، تنهن ڪري انهن جو تتبع ڪري هن مطبوعه نسخي ۾ پڻ ڪيس مقدم رکيو ويو آهي. هونءَ بہ جنهن صورت ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جن سڀني نبين ۽ مرسلن جو مهڙ آهن، ۽ الله پاڪ جو پيغام يعني قرآن شريف بہ سندن ئي طفيل انسان ذات کي مليو آهي، ۽ ان جي علومن ۽ اسرارن کان پڻ پاڻ ئي

واقف آهن، تنهن صورت ۾ واجب هو تہ حقيقت محمديءَ واري ڪلمي کي سورة الحمد ۽ سورة الڪوثر جي تفسيرن ۽ ٻين ڪلمن تي فوقيت ڏجي ۽ منڍ ۾ رکجي.

بزرگ گرهوڙيءَ (رحہ) هن ڪلمي جي چوڻ ۾ ڪين گهٽايو آهي. جهڙو اٽس خيال پاڪيزو ۽ اونهو، تهڙي ئي آهي سنديس عبارت سلوڻي ۽ سنهڻي ۽ سوز ناڪ. گهڻن ئي صوفي سونهارن حقيقت محمديءَ جي اسرارن جي عربيءَ توڙي فارسيءَ ۾ اپٽار ڪئي آهي، پر ڪو بہ هن سنڌي بزرگ (۱) سان ڪلهو هڻي نہ سگهندو، ڇا موضوع جي صفائيءَ ۽ وضاحت ۾، ڇا عبارت جي رعنائيءَ ۽ طراوت ۾. ٻيا صاحب تہ وجي تصوف ۽ فلسفي جي منجهائيندڙ اصطلاحن ۾ پيا آهن، جنهنڪري ڪو وڏو پڙهيل بہ مس انهن جو مطلب معلوم ڪري سگهندو، پر هن بزرگ جي وات سنئين سنهائي آهي، ۽ ڪو بہ ٿوري علم وارو سولائيءَ سان مضمون جو منجهہ پروڙي ويندو، ذلڪ فضل الله يؤتيه من يشاء و الله ذوالفضل العظيم.

هن ڪلمي مان ظاهر آهي تہ بزرگ تي حسين بن منصور حلاج، محي الدين ابن العربي، عبدالڪريم جيلي، ابن الفارض، البوصيري ۽ مولانا جلال الدين روميءَ جو گهڻو ۽ گهاٽو اثر رهيو آهي، جنَ جنَ جدا جدا موقعن تي نروار ڪيو ويندو.

## حقيقت محمّديءَ جو تخيّل

حقيقت محمديءَ جو تخيل اسلامي تصوف ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. ابن العربيءَ ان کي ڪل ڪائنات جي قبي (قبة الوجود) جو عمود (ٿنڀ پايو) ڪري سڏيو آهي. ساريءَ موجودات جو مدار حقيقت محمديءَ تي آهي. جيڪڏهن اها عالم جي عناصرن ۾ طاري ۽ ساري نہ هجي، تہ هوند سارو مانڊاڻ ڊاوانڊول ٿي وڃي، بلڪ زمينون ۽ آسمان ۽ جيڪي بہ انهن ۾ آهي، هئو ۽ هوندو، ازل کان وٺي ابد تائين حقيقت محمديءَ جي ذريعي ۽ ان کي نروار ڪرڻ خاطر وجود ۾ آيو آهي. اهو نہ فقط صوفين جو عقيدو آهي، پر عالم پڻ انهيءَ راءِ جا آهن، ۽ عوام جي اندر ۾ تہ اها ڳالهہ گهر ڪري وئي آهي. شاعرن ۽ قصاصن وري ان کي پنهنجي تصور جو خاص رنگ ڏيئي هڪ افسانو بنائي ڇڏيو آهي. تنهن هوندي بہ ان جي ماهيت جي خبر اڃا ڪنهن کي پئجي نہ سگهي آهي.

حقيقت محمدي الله تعاليٰ جي اسرارن مان هڪ اسرار آهي، جيئن حضرت خواجه محمد زمان صاحب لنواريءَ فرمايو آهي تہ:

---

(۱) حمل فقير بہ حقيقت محمديءَ سمجهائڻ جي سنڌي نظم ۾ ڪوشش ڪئي آهي، پر حمل فقير ۽ بزرگ گرهوڙيءَ جي وچ ۾ ٻانهيءَ ۽ سائڻ جو سنڌو آهي.

عجب جهڙي آهه، حقيقت حبيب جي
نڪين ڇئبو سو ڏٺي، نڪين مخلوقا
شفق جي ساڃاءِ، جامع ليل نهار ڪي.

هن ماڪوڙيءَ مثال ناچيز ڪي ڪهڙي طاقت آهي جو انهيءَ ڀاند جي ڪني موٽ ورائي؟ العجز عن درک الادراک ادراک. سبحانک لا علم لنا الاما علمتنا. انک انت علام الغيوب.

## حقيقت محمّديءَ جي اصليّت

حقيقت محمديءَ جو تخيل يا عقيدو اوائل اسلام ۾ پيدا ٿيو. ان جو ڪارڻ ڪي موضوع يا ضعيف حديثون آهن، جي ٻهريائين شيعن ۾ مشهور ٿيون، ۽ پوءِ رفته رفته اهل السنة و الجماعة وارن ۾ بہ سرايت ڪري ويون. انهن سڀني جو بنياد ڪرستاني "لاگاس" (ڪلمو، لفظ، سخن يا شبد) تي ٻڌل آهي، ڇاڪاڻ جو هو حضرت عيسىٰ کي ڪلمة الله (الله جو اکر) ڪري مڃيندا آهن. انهي لفظ جو مفهوم حضرت عيسىٰ جي وڏي حواريءَ سينٽ پال مشهور يهودي فيلسوف "فلو" کان پرايو، جنهن وري اهو خيال يوناني رواقي فيلسوفن جي ليکتن مان اخذ ڪيو. "لاگاس" جو ماحصل هي آهي تہ:

> "ڪرست خدا ناپديد جو پتلو آهي، منجهس الاهي ذات جو ڪمال، قدرت ۽ صفتون جسماني صورت ۾ رهن ٿيون، هو وياپڪ روح آهي، جنهن رستي سڀ شيون هستي پائين ٿيون، هو ازل کان وٺي خدا جي شڪل ۾ هو، هو سڀ موجودات جو ٻهريون ڇاول آهي، جنهن ۾ جنهن جي وسيلي ۽ جنهن ڏانهن سڀ شيون راجع آهن، سڀ شيون ان ۾ مجتمع آهن، هو سڀ ۾ سڀ آهي، سڀ شيون ان جي ذريعي وجود ۾ آيون آهن، هو خدا ۽ مخلوقات جي وچ ۾ وسيلو آهي، ان کان سواءِ ڪابہ شيءِ وجود ۾ نہ آئي آهي."

اهو عقيدو گهڻو اڳ زردشت جي تعليم ۾ پڻ موجود هو. زردشتي حڪمت الاهي موجب اهو رمزد (خدا) جون روحاني صفتون جسماني صورت اختيار ڪري سندس خدمت هڪيون تڪيون حاضر رهن ٿيون. انهن ابدي زنده شخصيتن مان بہ هستيون مکيہ آهن: ١ـ ووهو منه (چڱي دل) ٢ـ آشه (نيڪي). وو هو منه بابت چيو وڃي ٿو تہ اهو اهورمزد جو ٻهريون مخلوق آهي، جنهن جي دوران هن ٻيا سڀ مخلوق پيدا ڪيا.

حضرت محمد صلي الله عليه وسلم (يا زيادهہ صحيح عبارت ۾، حقيقت محمدي) جي ازليت جو عقيدو پڻ آڳاٽو ئي ٻهرين شيعن ۽ پوءِ سنين ۾ پرگهٽ ٿيو، ۽ صوفين ان کي زور وٺايو. رسول الله ﷺ ڏانهن ڪيتريون ئي حديثون منسوب آهن، جن سان سندين ازليت جو ثبوت ملي ٿو. مثلاً:

١ـ ڪنت نبيا و آدم بين الماء و الطين (١): آءٌ نبي هوس حالانڪ آدم پاڻيءَ ۽ مٽيءَ وچ ۾ هو. يعني اڃا سندس بوتو ئي ڪونہ ٺهيو هو.

٢ـ ڪنت اول الناس في الخلق و آخرهم في البعث: يعني آءٌ پيدا ٿيڻ جي لحاظ کان ٻهريون ماڻهو هوس ۽ (دنيا ۾) بعثت (پيغمبر ٿي موڪلجڻ) جي لحاظ کان سڀني ۾ پويون (٢).

انهن ٽوڙي ٻين حديثن مان حضرت جن جي اوليت معلوم ٿئي ٿي، يعني سندن ذات يا جوهر يا نور آدم جي پيدايش کان بہ اڳي هو، اگرچہ ارضي ۽ زماني حيثيت ۾ پاڻ سڀني پيغمبرن جي پٺ ۾ آيا. انهيءَ مان صوفي سگهورا هي انومان ٿا ڪڍن تہ پاڻ ڪريم ﷺ سڀني تجليات ۽ تعينات جو مجموعو ۽ نچوڙ هوا، ۽ تنهنڪري ٻاهرئين مظهر جي لحاظ کان نبين ۾ فرق ڪونهي، مگر حقيقت ۾ هڪڙوئي رسول (يعني حضرت محمد صلعم) آهي جو جدا جدا زماني جي دورن ۾ انسان ذات جي ضرورتن پٽاندڙ موڪليو ويو تہ الله تعاليٰ جا امر ۽ احڪام ماڻهن کي سڻائي. يعني حضرت آدم ۽ نوح ۽ ابراهيم ۽ موسيٰ ۽ عيسيٰ (صلوات الله عليهم) سيئي حقيقت محمدي جا خارجي جسماني مظهر هوا، جي پنهنجي شان ۽ شعور، حسن ۽ ڪمال سان سڀني نبين کان پوءِ آئيا، ۽ انسان ذات کي وحدت جو سبق سيکاريو روحاني منزل جي اعليٰ ڏاڪي تي پهچايائون.

---

(١) هيءَ صوفين جي روايت آهي. اصل لفظ، جئن ترمذيءَ ۽ ٻين نقل ڪيا آهن، هن طرح آهن: قيل يا رسول الله، متي ڪنت نبيا؟ قال: و آدم بين الروح و الجسد ـ يعني ڪنهن سوال ڪيو تہ: يا رسول خدا جا، توهين ڪڏهن نبيءَ هوا؟ چيائون تہ: اڃا آدم روح ۽ بدن جي وچ ۾ هو، يعني آدم اڃا وجود ۾ نہ آيو هو. ۽ عرباض ابن ساريہ کان روايت آهي تہ پاڻ فرمايائون: اني عبدالله و خاتم النبيين و ان آدم لمجندل في طينته: يعني تحقيق آءٌ خدا جو ٻانهو هوس ۽ نبين جي مهر ۽ تحقيق آدم ان وقت پنهنجي مٽيءَ ۾ ڍيري ٿيل هو، يعني اڃا ڪونہ سرجيو هو.

(٢) امام غزالي پنهنجي ڪتاب "النفخ و التسوية" ۾ ازليت جي هن طرح توجيه ڪئي آهي: جڏهن پيغمبر (صہ) فرمايو تہ "مان پيدايش ۾ ٻهريون ۽ بعثت ۾ پويون هوس" تڏهن "خلق" مان مراد آهي "تقدير" ۽ نہ سچو پچو "ايجاد". چاڪاڻ تہ ماءُ جي پيٽان پيدا ٿيڻ کان اڳ پاڻ نڪي موجود هو ۽ نڪي ڪيس خلقيو ويو هو. پر سندس صفتون ۽ ڪمال اڳئي تقدير ۾ موجود هئا ۽ پوءِ وجود ۾ آيا. اهو هئن آهي: ٻهريان ڪنهن شيءِ جو خيال ڪبو آهي، ۽ پوءِ اها عمل ۾ ايندي آهي. جئن رازو ڪنهن جاءِ جو نقشو جاءِ ٺاهڻ کان اڳ ۾ دل تي آڻيندو يا ڪا ڳرتي ڪڍندو آهي، ۽ پوءِ آخر ۾ ان کي اڏڻ لڳندو آهي. اهڙي طرح محمد ﷺ پڻ خدا جي مخلوقات جو پويون مقصد هو، اگرچہ هو سڀ کان ٻهريائين الله تعاليٰ جي ذهن ۾ موجود هو.

انهيءَ عقيدي مان حلول جي بوءِ اچي ٿي، ۽ در حقيقت انهيءَ فساد جو منبع ۽ مصدر اهل التشيع وارن جون روايتون ۽ تاويل آهن. ابن سعد پنهنجي طبقات ۾ عڪرمه جي واتان حضرت ابن عباس (رضہ) کان "وتقلبک في الساجدين" (الشعراء: ٢١٩) جي تفسير جي باري ۾ هيءَ حديث آندي آهي. قال معناه: من نبي الیٰ نبي و من نبي الیٰ نبي حتي اخرجک نبيا- يعني پاڻ ڪريمن فرمايو تہ ان آيت جي معنيٰ آهي تہ (او تعاليٰ توکي ڏسي رهيو آهي، جڏهن تون) هڪ نبيءَ جي پٺ کان ٻئي نبي جي پٺ ۾ گشت ڪري رهيو هئين، تان جو توکي نبي ڪري ڪڍيائين؛ انهيءَ جو مطلب جيڪر هيئن ڪڍيو وڃي تہ زماني زماني بعد ماڻهن ڏي هڪڙوئي نبي موڪليو ويو آهي، تان جو آخر ۾ حضرت محمد (ص) جي صورت ۾ ظاهر ٿيو. اها ساڳي روايت هوبهو ساڳين شخصن جي واتان معتبر شيعي تفسيرن (جهڙوڪ: تفسير مجمع البيان، تفسير التبيان، تفسير صافي ۽ تفسير متهاج الصادقين) ۾ بيان ڪئي وئي آهي. سني مفسرن مان ڪنهن بہ اهو تاويل نہ ڪيو آهي، سواءِ فخر الدين رازيءَ جي، جو رواجي سمجهاڻي بعد هي لفظ استعمال ڪري ٿو: ان الله تعاليٰ نقل روحه من ساجد الیٰ ساجد- يعني الله تعاليٰ سندس (يعني حضرت نبي ڪريم صلعم جو) روح هڪڙي سجدي ڪندڙ کان ٻئي سجدي ڪندڙ تائين نقل ڪيو آهي (١).

انهيءَ روايت جي تائيد ۾ ابن سعد وري ٻي حديث حضرت ابو هريره جي واتان بيان ڪئي آهي، جنهن کي امام بخاري صاحب (رحہ) پڻ پنهنجي صحيح ۾ جاءِ ڏني آهي. اها هيءَ آهي: قال رسول الله صلي الله عليه وسلم:

بعثت من خير قرون نبي آدم قرنا فقرنا حتي بعثت من القرن الذي کنت فيه

يعني رسول الله ﷺ فرمايو تہ: مان زماني بعد زماني بني آدم جي بهترين پيڙهيءَ مان موڪليو ويو آهيان، تان جو هن پيڙهيءَ مان پيدا ڪيو ويس جنهن ۾ هوس.

و الله اعلم بالصواب.

حضرت رسول صلعم جي اولي ۽ ازلي صورت کي، جا الله تعاليٰ جي پهرين خلقيل شيءَ آهي، تنهن کي "نور محمدي" بہ تصور ڪيو ويندو آهي. اهو نور پهريائين حضرت آدم ۾ مجسم

---

(١) ابن سعد جي روايتن کان سواءِ انهيءَ نظريه جو پهريون ثبوت مشهور سني صوفي بزرگ سهل بن عبدا التستري (٢٠١- ٢٧٣ هہ) جي تفسير مان ملي ٿو، جنهن مان قاضي عياض پنهنجي ڪتاب "شفاء" ۾ ڪيتروئي اقتباس ڪيو آهي. نور واريءَ آيت (سورة النور: ٣٥) جو تفسير ڪندي چوي ٿو تہ "جاريءَ ۾ ڏيو مثال آهي نور محمديءَ جو، جنهن اهو پنهنجي وڏن جي اصلاب ۾ لڪل هو". زرتشتين جي عقيدي موجب زردشت جي فروهر (ڏيا) پڻ پشت بہ پشت گشت ڪندي قديم بادشاهن جي ورثي ۾ هلندي آئي. احتمال آهي تہ اهو خيال نو مسلم ايراني شيعن جي رستي اسلام ۾ آيو.

ٿيو، ۽ پوءِ پشت بہ پشت سيني پيغمبرن ۾ هويدا ٿيندو آيو، تان جو بالآخرة، سنين جي عقيدن موجب خود حضرت محمد ﷺ ۾ ديهہ ڌاري ٿيو. يا شيعن جي ويساه پٽاندر حضرت رسول ﷺ کان پوءِ حضرت عليءَ ۽ امامن ڪرامن ۾ جاءِ ورتائين.

مطلب تہ اسلامي لاگاس (ڪلمي) واري عقيدي گهڻائي رنگ روپ اختيار ڪيا آهن، جن جو تفصيل سمجهڻ تمام اوکو آهي، پر ان جا مکيہ اوصاف هي آهن: پهريون تہ حضرت محمد (صلعم) يعني حقيقت محمدي، سندن ارضي ظهوري جي بالمقابل، ساريءَ خلقيل ڪائنات جو مرڪز ۽ حيات بخش اصل آهي، بلڪ سيني شين جو روح ۽ زندگي آهي ۽ ٻيو تہ أها الله تعاليٰ جي لطف رحمت جو واسطو آهي، جنهن جي ٿي وسيلي الله تعاليٰ پنهنجو علم پنهنجن ٻانهن کي ڏني ٿو، ۽ انهن کي هر ڪنهن قسم جي روحاني عطائن ۽ نعمتن سان مالا مال ڪري ٿو. القصه حضرت محمد صلعم ئي ڪامل انسان ۽ "حق تعاليٰ جو نسخو آهي." هو هڪ آئينو آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ پنهنجا نالا ۽ صفتون پسي ٿو.

# نور محمّديءَ جو تخيّل

"نور محمدي" الله تعاليٰ جو علي الاطلاق پهريون مخلوق آهي. عبدالرزاق بن همام (١٢٦-٢١١هہ)، الجامع الڪبير جو صاحب، جو امام احمد بن حنبل جو استاد هو، ۽ امام مسلم گاهہ گاهي سندس نالو ورتو آهي، ۽ جنهن جي زياده رغبت ۽ صحبت شيعي عالمن سان هوندي هئي، تنهن جابر بن عبدالله الا نصاري جي واتان هيءَ حديث روايت ڪئي آهي (١):

> قال: يا رسول الله، بابي انت و امي اخبرني عن اول شيءِ خلقه الله تعاليٰ قبل الاشياء قال: يا جابر، ان الله خلق قبل الاشياء نور نبيک من نوره، فجعل ذلک النور يد و ربالقدرة حيث شاء الله تعاليٰ، ولم يکن في ذلک الوقت لوح و لاقلم ولا جنة ولانار و لا ملک ولا سماء ولا ارض ولا شمس ولا قمر ولا انس ولا جن - فلما اراد الله ان يخلق الخلق، قسم ذلک النور اربعة اجزاء: فخلق من الجزء الاول القلم، ومن الثاني اللوح، ومن الثالث العرش، ثم قسم الرابع اربعة اجزاء: فخلق من الجزء الاول حملة العرش، ومن الثاني الکرسي و من الثالي باقي الملائکة. ثم قسم الجزء الرابع اربعة اجزاء: فخلق

(١) هيءَ حديث قسطلاني جي ڪتاب "المواهب اللدنيه" ۾ آهي ۽ بيهقيءَ پڻ ان جي رايت ڪئي آهي.

من الاول السموات، و من الثاني الارضين، و من الثالث الجنة و النار ثم قسم الرابع اربعة اجزاءِ: فخلق من الاول نور ابصار المؤمنين و من الثاني نور قلوبهم وهي المعرفة، و من الثالث نور السنتهم و هو التوحيد "لا اله الا الله محمد رسول الله". الحديث اهـ (١).

جابر پڇيو: يا رسول الله، توتان منهنجا ماءُ پيُ قربان ٿين، پهرينءَ شيءِ جي خبر ڏينم، جا الله تعاليٰ (سڀني) شين کان اڳ ۾ خلقي. جواب ڏنائين تہ: اي جابر، سڀني شين کان اڳ الله تعاليٰ تنهنجي نبيءَ جي نور کي پنهنجي نور مان خلقيو. پوءِ جيئن الله تعاليٰ جي مرضي هئي تيئن اهو نور سنديس قدرت سان ڦرڻ لڳو. انهيءَ وقت نکو لوح هئو، نکو قلم، نکو بهشت هو، نکو دوزخ، نکو ملائڪ هو، نکو آسمان ۽ نکا زمين، نکو سج هو نکو چنڊ، نکو انسان هو، نکو جن. جڏهن الله تعاليٰ ارادو ڪيو تہ خلق پيدا ڪري، تڏهن انهيءَ نور کي چئن ڀاڱن ۾ ورهايائين: پوءِ پهرئين ڀاڱي مان قلم خلقيائين، ٻئي مان لوح محفوظ ۽ ٽئين مان عرش. پوءِ چوٿين حصي کي چئن ڀاڱن ۾ ورهيائين: پهرئين ڀاڱي مان عرش جا ڪنڌڙ (ملائڪ) پيدا ڪيائين، ٻئي مان ڪرسي ۽ ٽئين مان باقي ملائڪ. پوءِ چوٿين حصي کي چئن ڀاڱن ۾ ورهيائين. پهرئين مان آسمان پيدا ڪيائين. ٻئي مان زمينون، ۽ ٽئين مان بهشت ۽ دوزخ. پوءِ (وري) چوٿين حصي کي چئن ڀاڱن ۾ وراهيائين: پهرئين مان مومن جي اکين جو نور پيدا ڪيائين، ٻئي مان سندين دلين جو نور يعني معرفت، ۽ ٽئين مان سندين زبانن جو نور يعني توحيد جو ڪلمو "لا اله الا الله محمد رسول الله" (اتي حديث پوري ٿي).

اهڙي طرح ابن القطان جي ڪتاب "احڪام" مان ابن مرزوق روايت ڪئي آهي تہ حضرت امام علي ابن امام حسين پنهنجي پيءُ کان ٻڌو، ۽ جنهن سندس ڏاڏي حضرت علي (ڪرم الله وجهه) کان ٻڌو تہ حضرت نبي صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن فرمايو تہ "ڪنت نورا بين يدي ربي قبل خلق آدم باربعة عشر الف عام، يعني "مان آدم جي پيدائش کان ١٤ هزار ورهيہ اڳ پنهنجي رب جي اڳيان نور هوس" (٢).

(١) المواهب جي شرح ۾ زرقانيءَ هي لفظ ڳڻيا آهن: ولم يذكر الرابع من هذا الجزء - يعني هن جزءِ جي چوٿين حصي بابت ڪجهہ نہ چيو ويو آهي. مان چوان ٿو تہ اهڙي تقسيم جي انتها ناممڪن آهي. انمان پڌرو آهي تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

(٢) ساڳئي عبدالرزاق بن همام مٿين روايت ٻيءَ طرح بيان ڪئي آهي، جي "نور محمد ٻارنهن هزار ورهيہ قرب جي مقام تي بيٺل هو. پوءِ الله تعاليٰ ان مان عرش ۽ ڪرسي، ۽ عرش جا ڪنڌڙ ۽ ڪرسيءَ جا راکا پيدا ڪيا. تنهن کان پوءِ رب تعاليٰ نور محمدي کي ٻيا ٻارنهن هزار سال زندگيءَ جي مقام تي رکيو ۽ ان مان قلم، لوح ۽ بهشت خلقيائين. اوتروئي وقت نور محمدي خوف، رجا (اميد) ۽ حياءَ جي مقام تي رهيو، جتي ان مان ملائڪ، آسماني اجرام، عقل ۽ علوم وغيره پيدا ڪيا ويا (التهامي: هداية المحبين، ص ٥).

مطلب تہ شيعن اهي حديثون پنهنجون دليون گهڙي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش آهي تہ نور محمدي پشت بہ پشت امامن سڳورن جي ورثي ۾ ايندو آيو، تان جو امام جعفر الصادق (رضہ) تي ختم ٿيو، جا پڻ عجب جي ڳالهہ آهي! وري حضرت علي جي اوليت ڏيکارڻ لاءِ پيون حديثون گهڙيائون، ڇي الله تعاليٰ پهريائين حضرت محمد صلعم، حضرت علي (ڪرم الله وجهه) بي بي فاطمه (رضي الله عنها) ۽ امامن حسن ۽ حسين (رضي الله عنهما) کي خلقيو، ۽ اهي الله تعاليٰ جي اڳيان نوراني اشباحن (شڪلين) ۾ موجود هوا. ڪي بہ هجي، ليڪن اهو اعتقاد سيني مسلمانن، سنين توڙي شيعن، ۾ عام آهي، ۽ جيتري ساراه پاڻ ڪريمن (صہ) جي حقيقت ۽ نور جي ڪجي، سا ٿوري آهي. ڏسو عشق الاهيءَ جو شهيد وڏو صوفي حلاج (۱) سندن نور جي شان ۽ عظمت ۾ ڇا ٿو فرمائي.

"سيني نبين جا نور سندس نور مان نڪتا آهن. هو سيني کان اڳ ۾ هئو، ۽ سندس نالو قسمت جي ڪتاب ۾ پهريون درج ٿيل هو. هو سيني شين ۽ وجود کان اڳ موجود هو، ۽ پڻ سيني جي پڇاڙيءَ بعد جٽاءُ ڪندو. ان جي هدايت مان سيني اکين بينائي حاصل ڪئي آهي... سڀ علم سندس مهاساگر مان هڪ ڦڙو آهن، سڀ حڪمتون سندس حڪمت جي بحر جي مقابلي ۾ هڪ ننڍڙي نهر آهن، سڀ زمانا سندس زماني بنسبت هڪ ساعت آهن."

پيران پير دستگير شيخ عبدالقادر جيلانيءَ (۴۷۱ ـ ۵۶۱ هہ) سندين ساراهہ هيٺين سنهڻن ۽ بي نظير لفظن ۾ ڪئي آهي:

اي ختم المرسلين، تون پاڪ روح آهين،
تون ساري وجود جي جسد ۾ جان آهين،
تون ڪائنات جي باغ جو گلابي گل آهين،
تون ٻنهي جهانن جي حياتي جو سرچشمو آهين،
تو لاءِ ڪلام الله جا موتي پوتا ويا آهن،
تنهنجي روح جي مشام تي قدم جون هيرون لڳيون آهن ...

"مواهب الدنيه" ۾ زرقاني هينءَ ٿو لکي:

"حضرت محمّد (صعلم) سڄي مخلوقات جي مرڪزي شخصيت آهي، هو

---

(۱) ياد رهي تہ حسين بن منصور الحلاج پڻ اوائل ۾ شيعي مذهب جو هئو.

سڄي دنيا جي پساري جو مخفي نقشو آهي، جيئن اهو تقدير جي لوح تي چٽيل آهي، سندس بغير مخلوقات وجود ۾ اچي نٿي سگهي، الله تعاليٰ ان کي ائين ڪم آندو آهي، جيئن ڪاتب قلم کي. دنيا جي صورت سنديس ئي صنعت آهي. هو ساري جهان جو رکپال ۽ سڄيءَ هستيءَ جو آڌار آهي." وغيره وغيره.

## حقيقت محمدي ۽ سنديس صورتون

اسان جي سنڌي بزرگ ابو الحسن قريشي ڏاهريءَ پنهنجي فارسي ڪتاب "ينابيع الحياة الابديه" ۾ ابن العربي ۽ ٻين وڏن صوفين جو تتبع ڪندي، حقيقت محمديءَ جو هن طرح وستار ڪيو آهي:

"ازل الا زال ۾ حق سبحانه و تعاليٰ هڪ واحد حقيقي موجود هو ۽ ان سان ٻيو ڪجهه نہ هو. سيڪا شيءِ ڪلي ۽ جزوي ازل کان ابد تائين سندس علم ۾ حاضر هئي. انهن علمي صورتن کي "اعيان ثابته" چوندا آهن. انهن سڀني علمي صورتن مان پهرين صورت حضرت محمد (صلعم) جي صورت هئي، جنهن کي "حقيقت محمدي" يا "حقيقة الحقائق" چوندا آهن (١)... پوءِ حق تعاليٰ پنهنجي ارادات ۽ علم موافق ڪنهن معين زماني ۾ "حقيقت محمدي" کي نهايت لطيف نوراني صورت ۾ موجود ڪيو، ۽ اهڙي طرح "نور محمدي" وجود ۾ آيو. انهيءَ مان پڌرو آهي تہ "نور محمدي" مخلوق آهي، ۽ اهو نور انهيءَ نور جو فرع آهي، جو حق تعاليٰ جي صفت آهي. انا من نور الله و المومنون من نوري (آءٌ الله جي نور مان آهيان ۽ مؤمن منهنجي نور مان آهن) اها رمز اتي معلوم ڪر".

---

(١) حقيقت محمدي جا ڪيترائي نالا آهن جهڙڪ: ١ـ التعين الاول (يعني پهريون تعين يا مظهر) ٢ـ التجلي الاول (پهرين يا ذاتي تجلي) ـ ٣ـ العقل الاول (عقل اول يا پهرين عقل). ۴ـ القلم الا علي (قلم اعلي). ۵ـ الاسم الاعظم (اسم اعظم، وڏي ۾ وڏو نالو). ٦ـ النور المحمدي (نور محمدي). ٧ـ الروح المحمدي (محمدي روح) جدا جدا حديثن آهر جي سلوڪ جي ڪتابن ۾ مشهور آهن. اگرچہ محققن کي ڪن جي صحت ۾ شڪ آهي. مثلاً:

١ـ اول ما خلق الله نوري: پهرين شي جيڪا خدا پيدا ڪئي، سا هئي منهنجو نور.

٢ـ اول ما خلق الله روحي: پهرين شي جيڪا خدا پيدا ڪئي، سا هئي منهنجو روح.

٣ـ اول ما خلق الله القلم: پهرين شي جيڪا خدا پيدا ڪئي، سا هئي منهنجو قلم.

۴ـ اول ما خلق الله العقل: پهرين شي جيڪا خدا پيدا ڪئي، سا هئي منهنجو عقل.

شيخ اڪبر محي الدين ابن العربي جي تعليم موجب: الاهي صفاتي اسمن مان هر هڪ کي الله تعاليٰ جي علم ۾ خاص صورت آهي، جنهن کي "ماهيت" يا "عين ثابته" چوندا آهن، ۽ وري هر هڪ اسم کي سچي ٻاهرين شڪل (صورة خارجيه) آهي، جنهن کي "مظهر" يا "موجود عيني" چوندا آهن. "حقيقت محمدي" الله تعاليٰ جي سڀني اسمن ۽ صفتن جي جامع صورت آهي، ۽ سڀيئي ان جي وسيلي ٽڪن ٿا. حقيقت محمديءَ کي ٻه پاسا آهن ١. انساني، جنهن حالت ۾ حضرت محمد ڪريم ﷺ الله تعاليٰ جو "عبد" (ٻانهو) آهي، جيئن الله تعاليٰ اشارو ڪيو آهي "هو اوهان وانگي هڪ انسان آهي، جنهن ڏانهن وحي موڪليو وڃي ٿو" يا "جڏهن الله جو ٻانهو بيٺو ان کي سڏڻ لاءِ" ٢. الاهي، جنهن ڏانهن هن آيت ۾ اشارو آهي: "تو نه نشان ڪيو، جڏهن تو نشان ڪيو، ليڪن الله تعاليٰ نشان ڪيو". ابن العربيءَ جو خود خيال آهي ته رسول الله ﷺ "ماڻهن مان آهي ۽ نه به آهي". ماڻهن مان آهي ڇاڪاڻ ته هو مخلوق آهي، ۽ ماڻهن مان نه آهي ڇاڪاڻ ته هو خود ماڻهن کي وجود بخشي ٿو. هو سڀني مخلوقن جو محافظ ۽ نگهبان آهي، الله تعاليٰ ڪيس ساري موجودات جي قبي جو ٿنڀو بنايو آهي، بدن جي لحاظ کان حادث آهي، پر روح جي از روءِ ازلي آهي. ابن العربيءَ کان چار سؤ ورهيه اڳي حلاج يهودين ۽ ڪرستانن جي مشهور مقولي (١) "خلق الله آدم عليٰ صورته" (يعني الله تعاليٰ آدم کي پنهنجي صورت تي پيدا ڪيو) تي ٻاڙي دعويٰ ڪئي ته رسول الله ۾ به حضرت عيسيٰ وانگي ٻه طبيعتون آهن: ١. ناسوت يعني انساني طبيعت ۽ ٢. لاهوت يعني الاهي طبيعت. ابن العربي جي قول موجب، "انسان پنهنجي اندر ۾ الله تعاليٰ ۽ عالم جي صورت رکي ٿو. انسان ئي الله جي ذات، اسماء ۽ صفات جو مظهر آهي. هو آئينو آهي جنهن ۾ خدا پاڻ کي ظاهر ڪري ٿو، ۽ انهي ڪري هو خلقت جو آخرين سبب ۽ علت آهي".

عبدالڪريم جيلي "ڪامل انسان" جي وصف ڪندي چوي ٿو ته "ڪامل انسان حق تعاليٰ جو نسخو آهي، ڇاڪاڻ ته جيئن الله تعاليٰ ۾ حيات، علم، قدرت، اراده، سمع، بصر ۽ ڪلام جون ست وصفون آهن، تيئن انسان ۾ پڻ آهن. انسان ڪامل ئي آهي جنهن ۾ الاهي اسمن

---

(١) ليڪن هن مقولي اسلام ۾ هڪ حديث جي صورت ورتي آهي، جا ابوهريره جي واتان صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم ۾ مندرج آهي. حقيقت ڪري سارو خلم رکو صورت واري ضمير مچايو آهي. جيڪڏهن ضمير کي آدم جي طرف راجع ڪجي ته قصو سنئون ٿي پوي، يعني الله آدم کي آدم جي صورت پٽاندر، جيڪا ان کي سونهن ۽ سيبائي، بنايو. مولانا جلال الدين رومي پنهنجي ڪتاب "فيه ما فيه" ۾ "علي صورته" جي توجيه "علي صورة احکامه" ڪري ٿو، يعني الله تعاليٰ آدم کي "پنهنجي احڪامن جي صورت تي" ڻاهيو، يعني الهيءِ لاءِ ته سندس حڪم ساريءِ خلق ۾ صادر ٿين. اگرچه مثنويءَ ۾ وري ساڳي صوفين واري لات لنئي اٿس:

خلق ما بر صورت خود کرد حق — وصف ما از وصف او گيرد سبق.

۽ صفتن جو جوڙ نمودار آهي، ۽ جنهن ۾ الاهي زندگي باڪمال نموني ۾ بکي ٿي. منجهس سڀ ڪنهن جسماني ۽ روحاني شيء جا اعيان موجود آهن؛ سندس قلب الله تعاليٰ جي عرش مطابق آهي، سندس عقل قلم مطابق، سندس روح لوح محفوظ مطابق، ۽ سندس طبيعت چئن عناصرن مطابق" (١). "دنيا ۾ جيڪو ڪجھ حسن آهي، سو سندس جمال مان اڌارو ورتل آهي، ۽ سندس ئي جمال ۽ نور ڪري قائم آهي. سندس ئي جمال آهي جو سڀ ڪنهن حسن ۾ ڏسجي ٿو، سندس ئي نور آهي، جو سڀ ڪنهن روشنائيء ۾، سج، چنڊ ۽ تارن ۾ نمايان آهي" (٢) رسول الله (ﷺ) ئي قطب (ڪِبر) آهي جنهن تي جمال جا افلاڪ ڦرن ٿا، ۽ آفتاب آهي، جنهن کان ڪمال جو بدر روشنائي وٺي ٿو. هند ۽ سلميٰ، عزة ۽ اسماء (٣) سڀ سندس حقيقي حسن جون مختصر صورتون آهن، بلڪ سڀ پاڻ آهي (۴).

بزرگ گرهوڙي صاحب جو ڪمال آهي، جو عربي عورتن بدران سنڌ جون صورت وند سنهڻيون سورميون، پنهنجي بينظير ڪوتا ۾ بيان ڪيون اٿس؛

سسئي، سنهڻي مون پرين، مارئي محبوبا
پاڙي مون پرين جي، مجنون مشتاقا
مومل پسي مات ٿي، حبيبي حسنا.

نہ فقط حسين زالون، پر منهن موچارا عاشق بہ انهيء حقيقت جي حسن مان بهره ور ٿيا. هيئين ابن الفارض جي بيتن مان پڌرو آهي تہ ڪيئن نہ الحقيقة الالهية (الاهي حقيقت) سونهن پرين عاشقن ۽ معشوقن ۾ واسو وٺي ٿي، ۽ انهن کي پنهنجي حسن ۽ جمال، ۽ جوهر ۽ ڪمال جو جلوه بخشي پنهنجو مظهر بنائي ٿي.

| | |
|---|---|
| وصرح باطلاق الجمال و لا تقل | بتقييده ميلا لزخرف زينة |
| فكل مليح حسنه من جمالها | معاره و حسن كل مليحة |
| بها قيس لبني هام بل كل عاشق | كمجنون ليليٰ او كثير عزة |
| فكل صبا منهم اليٰ وصف لبسها | بصورة حسن لاح في كل صورة |
| و ما ذاك الا ان بدت بمظاهر | فظنوا سواها وهي فيهم تجلت. |

۽ صاف صاف چئي ڏي تہ جمال مطلق آهي، ۽ ٻاهرئين سونهن سينگار تي موهجي اٿين نہ

(١) الانسان الكامل، جلد ٻيو، ص ٥٢
(٢) محمد بن قاسم جسوس؛ الفوائد الجليله (جلد ١، ص ۴٨).
(٣) عرب جي مشهور سنهڻين عورتن جا نالا جن کي شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ ڳايو آهي.
(۴) الانسان الكامل؛ جلد ٢، ص ١٢.

چئج تہ جمال مقيد آهي،

ڇاڪاڻ تہ سڀ ڪنهن سلوڻي (عاشق) جو حسن، سندس (الاهي حقيقت جي) حسن مان اڌارو ورتل آهي، ۽ اهڙي طرح حسن سڀ ڪنهن سلوڻيءَ (معشوقه) جو.

انهيءَ (حقيقت الاهيءَ جي حسن تي) لبنيٰ جو عاشق قيس مست ٿيو. بلڪ سيڪو عاشق، جيئن مجنون ليليٰ جو عاشق يا ڪثير عزه جو عاشق.

(در حقيقت ) انهن مان سڀ ڪو ان جي (حقيقت الاهيءَ جي) شبهي جي وصف تي عاشق ٿيو، جو شبهو حسن جي صورت ۾ سڀ ڪنهن (سنهڻيءَ) صورت ۾ نروار ٿيو.

اهو انهي ڪري جو اها (حقيقت الاهي) مظهرن ۾ ظاهر ٿي، پر انهيءَ کي ٻيو ڪري سمجهائون، حالانڪ اهائي الاهي حقيقت انهن مظهرن ۾ ظاهر ٿي هئي.

گرهوڙي صاحب فرمائي ٿو:

ملڪن آدم ميجيو، سيد جي سببا،
ٻيڙي طوفانا نڱئي، نرمل جي نظرا،
احمد ابراهيم جا، اوڙاهہ اُجهايا،
بحر موسيٰ ميجيو، ساڄن جي ساڃاءِ،
مٿي در دوستن جي، درسن داؤدا،
شوڪت سليمان کي، نوريءَ جي نظرا.

...

ذرو زليخا سريو، سيد سونهن منجهان،
مهتر يوسف مڱيو، حسن حبيبن ڪان.

...

پنهون راڻي پنيو، جانب جوت منجهان.

مطلب تہ ذات الاهي يا حقيقت الاهي يا حقيقت محمدي ڪائنات جي ذره ذره ۾ طاري ۽ ساري آهي.

عبارا تنا شتي و حسنک واحد و کل الي ذاک الجمال بشير

# حقيقت محمّديءَ جي ابديّت

جيئن تہ حقيقت محمدي ازل آلازال کان وجود ۾ آئي، ۽ نور محمدي پڻ الله پاڪ جي قرب ۾ دائمي مقام رکي ٿو. تيئن حقيقت محمديءَ يا نور احمديءَ جو اثر ابد آلاباد قائم رهندو، ۽ جيڪي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سان سچي ۽ گهاٽي محبت رکن ٿا، تن جي دلين کي روشن ڪندو رهندو.

اڳ ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ حقيقت محمديءَ جا ٻہ پهلو آهن: هڪڙو الاهي ۽ ٻيو انساني. پهرين صورت ۾ پاڻ هڪ ازلي نور هئا، جو قديم آهي ۽ حادث ناهي، يعني جو هميشه کان آهي ۽ جنهن جي چراغ کي فنا جي باد آجهائي نہ سگهندي. اهو نور محمدي دنيا ۽ ڪائنات جي وجود کان اڳ ۾ هزارها سال موجود هئا، ۽ انهيءَ ئي نور مان علم ۽ عرفان جا سرچشما اُپريا. سندين ٻي صورت نبي مرسل جي آهي، جا پهرينءَ صورت کان الڳ آهي. حلاج (پنهنجي تصنيف ڪتاب الطواسين ۾) نور محمديءَ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ "پاڻ ڪريم ﷺ غيب جي نور جي روشني هئا. ظاهر ٿيا ۽ واپس ويا" اهوئي خيال ابن العربيءَ ورتو آهي، ۽ شهيد گرهوڙي بہ ان جو قائل ٿو ڏسجي (!):

جيڪڏهن دنيا دار ۾، پرين ٿيا پڌرا،
تہ هوند نہ رهيو ڪڏهين، ڪافر منجهہ ڪفرا.

ڇا ان جي اها معنيٰ آهي تہ پاڻ ڪريمن پنهنجي زمني زندگيءَ ۾ دين جي تڪميل پوري نہ ڪئي؟ اهو تہ قرآن "اليوم اڪملت لڪم دينڪم" جي صريحا خلاف آهي. مان ڀانيان ٿو تہ بزرگ جي مراد آهي، تہ حقيقت محمدي (يا نور محمدي) ڪجهہ وقت لاءِ بشري صورت وٺي دنيا ۾ آئي، ۽ الاهي وحدت جو اصول قائم ڪري، ڪفر ۽ شرڪ کي بطلان بنائي، وري غيب جي پردي ۾ لڪي وئي ۽ باقي رهيل ڪهيل ڪم رسول الله ﷺ جي محبتين پورو ڪيو ۽ ڪري رهيا آهن ۽ ڪندا رهندا، تان جو ساري عالم ۾ وحدت جو ڏونڪو وڄندو ۽ هڪڙو ڪافر بہ ملڪ ۾ نہ رهندو. منهنجو عقيدو آهي تہ "ان الدين عند الله الاسلام" ۽ اهو ڏينهن ضرور ايندو جڏهن اسلام پاڪ سڄيءَ ڌرتيءَ تي ڇانئجي ويندو. "نڪا ٻي ٻچار، وحدت وائي هيڪڙي".

صوفين جو متو آهي تہ پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن نہ فقط نبيءَ مرسل هوا، پر ولايت جا صاحب بہ هوا. نبوت سندين زمني زندگيءَ ختم ٿيڻ تي پوري ٿي، ۽ ڪائنڻ ٻيو ڪو

نبوت جي دعوا ڪري نہ سگهندو، پر سندين ولايت جو ڪرشمو هميشه پنهنجا رنگ ڏيکاريندو رهندو، ۽ اولياء الله جي رستي تبليغ جو ڪم پورو ڪندو رهندو. انهيء اصول موجب سڀ ڪنهن قرن ۾ حقيقت محمدي ڪنهن نہ ڪنهن وليء يا مجدد جي صورت اختيار ڪري، ماڻهن کي حق ڏي مائل ڪندي رهندي، جيئن مولانا رومي فرمائي ٿو:

پس بهر دوري وليي قائمست | تا قيامت آزمايش دائمست
پس امام حق قائم آن وليست | خواه از نسل عمر خواه ازعليست
مهدي و هادي ويست اي راه جو | هم نهان و هم نشسته پيش رو

و عند الله علم الغيب و الشهادة.

# ضروري سمجهاڻيون

يعني حقيقت محمديءِ جو دنيا ۾ ظهور، جو خواب وانگي گذري ويو.

لقا ۾ يعني اهو ملڪ جتي فقط خدا جو ديدار آهي، يعني "عالم العميٰ" . ابو رزين العقيلي پاڻ ڪريمن کان پڇيو تہ: "اين كان الله قبل ان يخلق السماوات و الارض" يعني الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمين خلقڻ کان اڳ ڪٿي هو؟ پاڻ جواب ڏنائون تہ "كان في عماء، ما تحته هواءٌ و ما فوقه هواءٌ و كان عرشه علي الماءِ" يعني "مٿاهين باريڪ دونهي رنگ واري ڪڪر ۾ هو، مٿان بہ پولار هوس ۽ هيٺيان بہ پولار، ۽ سندس عرش پاڻيءَ تي هو". عميٰ يا عماء جي معنيٰ ڪئي اٿن "ليس معه شيءٌ" يعني ساڻس ڪابہ شيءِ ڪانہ هئي (ترمذي). بخاريءَ ۾ حديث آئي آهي تہ "كان الله ولم يكن شيءٌ غيره و كان عرشه علي الماءِ" يعني الله تعاليٰ هو ۽ ان کان سواءِ ٻي ڪابہ شيءِ ڪانہ هئي -الخ". صوفين جي اصطلاح ۾، الله تعاليٰ خفاءِ جي پردي ۾ هو، ڪو بہ مظهر ڪونہ خلقيو هوائين، ۽ ذات پاڪ پنهنجو پاڻ تي جلوه پئي ڪيو. گهڻي گهڻي زماني بعد جڏهن پاڻ کي ظاهر ڪرڻ جو ارادو ٿيس، تڏهن "پهريون تعين" يعني حقيقت محمدي يا نور محمدي خلقيائين. اهو نور پاڪ خود ٻارنهن هزار سال (جن جو هر هڪ ڏينهن هڪ هزار ورهين جي برابر آهي) "مقام قرب" ۾ ذات الاهي جي ديدار ۽ عبادت ۾ مشغول هو.

مان نٿو چاهيان تہ انهن ٻن سٽن جي معنيٰ واضح ڪريان، سڀڪو پنهنجو فهم ۽ ادارڪ آهر انهن جو مطلب پروڙي، ۽ پوءِ "الساعة" يا قيامت جو مفهوم معلوم ڪري. جيڪڏهن پڙهندڙن جي مرضي هوندي تہ ٻئي ڇاپي ۾ انهيءَ ڳالهہ تي بحث ڪيو ويندو.

ڏسو تمهيد.

يعني رسول الله ﷺ يا حقيقت محمدي الله تعاليٰ جي قرب ۾ گذاري ٿي، ۽ دنيا ۾ فقط سندس ظلال يا عڪس يا پاڇولا ۽ اولڙا ظاهر ٿين ٿا. سندس ظهوري کان اڳ نبين سڳورن جي صورت ۾، ۽ سندن نبوت بعد قطبن ۽ اولياءِ جي صورت ۾.

هي ٻئي سٽون بزرگ گرهوڙيءَ جي مرشد حضرت سلطان الاولياءِ خواجه محمد زمان جي مٿي تهميد ۾ ايراد ٿيل بيت جو اقتباس آهن. يعني پاڻ ڪريم نڪي ڏينهن آهن ۽ نڪي

رات، پر ٻنهي جو وچون سنڌو "شفق" (منهن اونداهي). نڪي خالق آهن. نڪي مخلوق، پر ٻنهي جو وچ، يعني پاڻ لاهوت ۽ ناسوت (الوهيت ۽ انسانيت) جو مجموعو آهن. شاه لطيف انهيءَ باري ۾ هيئن ٿو فرمائي:

عاشق چؤ م آن کي، م ڪي چؤ معشوق،
خالق چؤ م خام تون، م ڪي چؤ مخلوق،
سلج تنهن سلوڪ، جو ناقصيان نگيو.

اهو راز فقط اهل باطن وارا سمجهي سگهندا.

ٿاري ڪيئن ٿڙ جي ماهيت ڪي سمجهي سگهندي؟

حقيقت محمدي ٻين سڀني حقيقتن (اعيان ثابته) جو اصل ۽ منڊ آهي. سڀ تعينات ۽ مظاهر حقيقت محمديءَ جا تابع آهن. ۽ ان جي وسيلي ۽ ان جي ڪري وجود ۾ آيا آهن.

هن خيال تي ڪي قدر تهميد ۾ روشني وڌي وئي آهي، ۽ پڻ امام غزاليءَ جي سمجهائي رسول الله ﷺ جي اوليت يا ازليت بابت ڏني وئي آهي. پاڻ اول ۾ موجود هوا ۽ آخر ۾ ظاهر ٿيا. الله تعالىٰ ساري خلقت سندن ئي خاطر وجود ۾ آندي. لولاڪ لما خلقت الا فلاڪ ـ يعني جيڪڏهن تون نہ هجين ها تہ آسمان نہ خلقيان ها (١). حضرت آدم اگرچہ آدم ذات جو ابو آهي، ۽ اهڙيءَ طرح حضرت رسول ﷺ جو ابو بہ ٿيو، پر جنهن صورت ۾ حضرت رسول ﷺ (نور محمدي) ساري مخلوقات کان اڳ موجود هو، ۽ ساري مخلوقات سندس هٿان ۽ سندس ئي ڪري وجود ۾ آئي، تنهن صورت ۾ چئبو، تہ پاڻ ساري جڳت جا ۽ حضرت آدم جا ابا هوا، اگرچه سندن ارضي ۽ زمني ظهورو حضرت آدم کان تمام گهڻو پوء ٿيو هي سارو خيال مولانا جلال الدين روميءَ جي مثنويءَ تان ورتل آهي:

پس بصورت عالم اصغر توئي — پس بمعني عالم اكبر توئي
ظاهرا آن شاخ اصل ميوه است — باطنا بهر ثمر شد شاخ هست
گر نبودي ميل او اوميد ثمر — كي نشاندي باغبان بيخ شجر
پس بمعني آن شجر از ميوه زاد — گر بصورت از شجر بودش ولاد

(١) هيءَ حديث ناهي، پر انهيءَ مطلب جون ٻيون حديثون ڪتابن ۾ موجود آهن.

مصطفيٰ زين گفت کادم و انبيا — خلف من باشند در زير لوا (١)

بهر اين فرموده است آن ذو فنون — رمز نحن الاخرون السابقون

گر بصورت من ز آدم زاده ام — من بمعني جد جد افتاده ام (٢)

کز براي من بدش سجده ملک — وز پيءِ من رفت بر هفتم فلک (٣)

پس ز من زائيد در معني پدر — پس ز ميوه زاد در معني شجر

اول فکر آخر آمد در عمل — خاص فکري کو بود وصف ازل

پوءِ تون صورت ۾ عالم اصغر آهين، ۽ معني (حقيقت) ۾ عالم اڪبر آهين.

ظاهر ۾ ته شاخ ميوي جو اصل آهي، پر باطن ۾ شاخ ٿي ميوي واسطي وجود ۾ آئي آهي.

جيڪڏهن ميوي جي خواهش ۽ اميد نه هجي ها، ته باغائي هوند ڪيئن وڻ جي پاڙ جي چڪي هڻي ها؟ تنهنڪري حقيقت ۾ گويا اهو وڻ ميوي مان ڄائو، اگرچه صورت ۾ اهو ميوو وڻ جي پيدائش هو.

انهيءَ ڪري سبب ڪري (محمد) مصطفيٰ (ﷺ) فرمايو آهي ته آدم ۽ ٻيا نبي (قيامت ڏينهن منهنجي پٺيان جهنڊي هيٺ هوندا).

۽ انهي لاءِ ئي انهيءَ علمن جي صاحب هيءَ رمز ٻڌائي آهي ته "اسين (اگرچه) پويان آهيون پر (حقيقت ۾ سڀني ڪان) اڳيان آهيون".

(تنهن جو مطلب ته) جيڪڏهن ظاهر ۾ مان آدم ڪان ڄاول آهيان، پر حقيقت ۾ آءٌ (سڀ ڪنهن جو) ڏاڏو آهيان.

منهنجي ڪري ملائڪن سندس سجدو ڪيو، ۽ منهنجي ڪري خاطر هو ستين فلڪ جي سير تي ويو.

---

(١) حديث: آدم و من دونه تحت لوائي يوم القيامة ولا فخر= آدم ۽ ٻيا نبيءَ قيامت ڏينهن منهنجي جهنڊي هيٺان هوندا ۽ انهيءَ ۾ ڪو فخر ناهي.

(٢) اشارو هن حديث ڏي "ڪنت نبيا و آدم بين الماء و الطين".

(٣) ملائڪن آدم جو انهي ڪري سجدو ڪيو، جو ان ۾ نور محمدي جو پهريون مظهر ڏٺائون. خبر ۾ آيو آهي ته جڏهن الله تعاليٰ آدم کي خلقيو تڏهن اهو نور سندس پيشانيءَ ۾ ڏرياٿين. پوءِ الله تعاليٰ کيس پنهنجي بادشاهيءَ جي تخت تي چاڙهيو ۽ ملائڪن جي ڪلهن تي رکي انهن کي فرمايائين ته هن کي ملڪوت جي عجائبن ڏيکارڻ لاءِ آسمانن جو سير ڪرائن. جڏهن عرش تي ڪلمو شريف لکيل ڏٺائين، تڏهن موليٰ تعاليٰ کان پڇيائين ته هي ڪهڙي شخص جو نالو آهي. تنهن تي باري تعاليٰ فرمايس ته "لولاه لما خلقتک" يعني جيڪڏهن اهو نه هجي ها ته توکي به نه خلقيان ها.

تنهنڪري چئبو تہ، حقيقت ۾ ابو (آدمر) مون کان ٿي ڄائو، ۽ تنهنڪري گويا حقيقت ۾ وڻ ميوي کان ڄائو.

خيال جو پهريائين ذهن ۾ اڀپن ٿئي ٿو، سو آخر ۾ عملي صورت ٿو وٺي، خصوصاً اهو خيال جو ازلي آهي.

ليڪن بزرگ اهو خيال نهايت ايجاز سان ٿن سٽن اندر سمايو آهي.

هن سٽ ۾ "استعاره ترشيحي" سمايل آهي. اشارو آهي انهن مصري زالن ڏي جي حضرت يوسف جي سونهن ڏسي پنهنجا هٿ ڪپي ويٺيون.

## ٢- دربيان بسمله و سورة فاتحه

جيڪي اهل دل آهن، سي ٿي ڪين جي ڪنائيءَ (يعني حقيقت) کي ڏسندا آهن.

ڪٽن (داڻن) مان پل (انبار) ڏسجن.

جيڪي علمر وارا آهن سي بہ "ڪين" مان رنگ ڏيئي نٿا سگهن(؟)

رب تعاليٰ "ڪين" (عدمر) مان صورتون چٽي ٿو.

ماڻهيءَ کي ڇهبڪن سان ڪٽين ٿا، يعني ماڻهيءَ کي ترڪ ڪري ڇڏين.

حضرت زڪريا (عمر) ڏي اشارو آهي، جنهن وڻ جي ٿڙ اندر پناه ورتي هئي ۽ يهودين ڪيس ڪرت سان چيرائي ڇڏيو. جيڪڏهن الله جي پناه وٺي ها تہ سندس اهو حال نہ ٿئي ها.

صحيح پڙهڻي "لبن" يعني لاڇن.

پرين (پر انهن اڳين) مغضوبن جو، جي يهودي آهن ۽ جي مال ميڙڻ لاءِ تڪڙا آهن، ۽ "موڙهم" اورين (ويجهن) جو يعني "ضآلن" (گمراهن، موڙهلن) جو، جي نصارا يا ڪرستان آهن.

يعني وحيءَ ۾ پنهنجا لفظ گڏيو، ماڻهن کي منجهائين ٿا.

نکي "السير في الا نفس" جا شوقين آهن ۽ نکي "السير في الافاق" ڏي ارواح اٿن. اشارو آهي هن آيت شريف ڏي "سنر يهم آياتنا في الآفاق و في انفسهم حتيٰ يتبين لهم انه الحق" يعني جلد ئي انهن کي پنهنجون نشانيون چوڌس ۾ ۽ سندن جندڙن ۾ ڏيکاريندا سون تان تہ مٿن چٽو ظاهر ٿئي تہ اهو ئي حق آهي، يعني انهن کي صوفين جي سيرن ۽ لطيفن جو کو شوق ناهي.

جمع يعني خلق کي ڇڏي حق ڏي رجوع ٿيڻ. فرق جا ٻہ قسم آهن - ١. الفرق الاول: خلق ۾ لڪڻ کري حق کان پري رهڻ ۽ ٻاهريون رسمون بحال رکڻ - ٢. الفرق الثاني: حق جي رستي خلق جي بيهڪ کي ڏسڻ يعني اهو ڏسڻ تہ خلق جو قيام ۽ مدار حق تي آهي، وحدت کي ڪثرت ۾ ڏسڻ ۽ ڪثرت کي وحدت ۾ پسڻ.

اهي هميشہ الله تعاليٰ جي رضا تي راضي آهن، ۽ سندس مشيئت ۽ اراده موجب هلن ٿا.

"مقلب" الله تعاليٰ جو هڪ نالو آهي يعني "قلبن کي ڦيرائيندڙ".

هن سٽ جو مفهوم منجهيل آهي. شايد هيء معنيٰ اٿس: ذاتي تعاليٰ سندين صفت آهي، يعني الله تعاليٰ جي صفتن سان موصوف آهين ۽ کين ورد وظيفي جي ضرورت ناهي.

ڪلالت= موڳائي، سستي، ٿڪ.

سندن قلب هر ڪا صورت اختيار ڪري سگهي ٿو. جيئن ابن العربي فرمايو آهي:

لقد صار قلبي قابلا کل صورة　　　　فمرعي لغزلان ودير لرهبان

يعني منهنجو قلب هر ڪنهن صورت اختيار ڪرڻ جو لائق ٿي ويو آهي: اهو هرڻن لاءِ چراگاهہ ۽ راهبن لاءِ مڙهي آهي.

هيولا يا هباء اهو مادو آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ اوائل ۾ ساري عالم جون صورتون کوليون ۽ جو هر ڪنهن صورت پڪڙڻ لاءِ قابل آهي. ابن العربي "فصوص الحکم" ۾ چوي ٿو تہ "فکن في نفسک هيوليٰ لصور المعتقدات کلها. فان الله تعاليٰ اوسع و اعظم من ان يحصره عقد دون عقد" يعني پنهنجي اندر ۾ سڀني اعتقادن جي صورتن لاءِ هيولا بڻجي پؤ، ڇاڪاڻ تہ الله انهيءَ ڳالهہ کان وڌيڪ وسيع ۽ وڏو آهي، جو هڪڙيءَ ڳنڍ ۾ محصور ٿي وڃي.

يعني اهي لامکان ۾ اڏامن ٿا. تنهنکري هڪ خاص ڏس (طرف) ڏي اڏامڻ ۾ کين رنج پهچي ٿو.

ڀِٽيو شاهه لطيف:

هر هر هٿ م پاءِ، اي ڳنڍ ڇهنڊيءَ نہ ڇڙي،
ڪوڙين وڏا ڪيترا، ان ور منجهہ منجهاءِ،
هي هي ڪندا هاءِ، ات هاتڪ هزارين ويا.

---

ايءَ هڙ ڇهنڊيءَ نہ ڇڙي، تنهن ڪي هر هر هٿ م لاءِ،
ان ور مٿي ماءِ، ڪوڙين پليا ڪيترا.

يا خدا، سيني مومن کي نقطي جي نظر نصيب ڪر يعني سنئين سڌي نگاه جا وڇينءَ واٽ ڪان تڙڪي نہ وڃي.

## ٣- تفسير سورة الڪوثر

اهي تارڪ سڀ ترها ۽ وسيلا ترڪ ڪري الله جي واٽ تي هليا.

انهيءَ ورنهہ وريام جي ريت اختيار ڪريو، جنهن فرمايو آهي "الفقر فخري" جا حقيقت ۾ هڪ موضوع ۽ باطل حديث آهي.

آدم (عم) ڪي تہ رڳا اسم (نالا) سيکاريا ويا، پر شبون (جن تي اهي نالا ڏريل هوا) تن جي هن کي ڪل ئي ڪانہ هئي.

اشارو آهي هنن ٻن حديثن ڏي - ١. قرة عيني في الصلواة (نماز ۾ منهنجو اکين جو ٺار آهي) - ٢ الصلواة معراج المؤمنين (نماز مؤمن جي معراج آهي).

## ٦- ايمان جون ست صفتون

خبرن ۽ آثارن مان پڌرو آهي تہ دنيا جي عمر جا ست هزار ورهيہ آهن، جن مان ٥٦٠٠ ورهيہ حضرت رسول ڪريم ﷺ جي بعثت کان اڳ تي گذريا آهن. مان ڀانيان ٿو تہ اهي

انگ سڀ اسرائيليات تي ٻڌل آهن. جڏهن تہ موهن جي دڙي ۽ سميري تهذيب جا آثار عيسوي سن کان ٻن ٽن هزار ورهن اڳي جا آهن، تڏهن چئبو تہ آدم جي خلقت کڏهن ٿي. آدم کان اڳ سڄو ملڪ جنن ۽ ٻين مخلوقن سان معمور هو. سائنسدانن جي حساب موجب هن ڌرتيء تي علي الاقل ٽيهن ڪروڙ ورهن کان ڪنهن نہ ڪنهن قسم جي بستي موجود رهي آهي. تنهنڪري اهي انگ اکر سڀ اٽڪل بازيء جا آهن. قيامت ڪڏهن ٿيندي تنهن بابت الله تعاليٰ پنهنجي مقدس ڪتاب ۾ فرمائي ٿو تہ "الي ربڪ منتهاها" يعني ان جو آخري علم خدا کي آهي.

رسول اڪرم ﷺ جي هجرت کي هاڻ ١٣٧٦ ورهيہ گذري ويا آهن، ليڪن اڃا نڪو دجال پيدا ٿيو آهي، ۽ نڪي مهديء جا آثار ڏسجن ٿا. مهديء بابت سڀ حديثون ڪوڙيون ۽ جڙتو شيعن جون ٺاهيل آهن، ۽ مهديء جو سارو تخيل انهن جي دماغ جو دم پختو آهي. اهي روايتون رفتہ رفتہ مسلمانن جي دل ۾ گهر ڪري ويون آهن، ۽ مسلمانن کي بيڪار بنائي ڇڏيو اٿن. امام احمد بن حنبل صاحب فرمايو آهي تہ "ثلاثة ليس لها اصل؛ التفسير و الملاحم و المغازي" يعني ٽي ڳالهيون آهن جي بي بنياد آهن؛ تفسير ۽ ڪوس ۽ لڙايون. تفسيرن جون روايتون اڪثر يهودي زنديقن، ايرانين ۽ اهل ڪتاب وارن مان ٽيل مسلمانن جي واتان آهن، جيئن حافظ ابن ڪثير بيان ڪيو آهي. اهي ڪوڙ گهٽو ڪري اڳين پيغمبرن جي قصن ۽ سندن ڪتابن ۽ معجزن بابت ڪٽيل آهن. تاريخي واقعا جهڙوڪ اصحاب ڪهف جو قصو، ارم ذات العماد، بابل جي جادو ۽ عوج بن عنق جا قصا سڀ واهيات آهن. اهڙي طرح غيبي ڳالهيون جهڙوڪ قيامت جا شرط ۽ جيڪي ان جي برپا ٿيڻ کان اڳ يا پوءِ ٿيندو، تن مان بہ وڏو حصو خرافات ۽ مفتريات سان ڀريل آهي. امام ابن تيميه بہ ساڳيء راءِ جو آهي.

اهي اهڃاڻ زماني جي سيني دورن ۾ ظاهر رهيا آهن ۽ سيڪو نيڪمرد، شاعر، فيلسوف هميشہ انهن جي دانهن ڪندو آيو آهي، پر جيئن ئڏ تيئن وڏ.

ڪشف ڪتاب الخ - هي قلمي ڪتاب لنواريء جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي، جو موجوده سجاده نشين صاحب مون کي مطالعي لاءِ ڏنو هو. حقيقت ۾ اهو ڪتاب ناهي، پر هڪ ننڍڙو رسالو آهي، جو علامه جلال الدين سيوطيء فتوي طور ٨٩٨هہ ۾ لکيو ۽ سندس نالو رکيائين "الكشف عن مجاوزة هذه الامة الالف" (هن امت تي هزار ورهيہ لنگهڻ جو ڇٽو بيان) جو سندس ٻين فتوائن سان گڏ "الحاوي للفتاوي" جي ٻئي جلد ۾ مندرج

آهي. مان پڙهندڙن جي فائدي لاءِ ان جي ديباچي جو ترجمو هيٺ ڏيان ٿو.

هيءَ حديث عام ماڻهن جي وات ۾ آهي ۽ ان بابت گهڻو پڇ پڇاڻ ڪن ٿا ته "ان النبي صلي الله عليه وسلم لا يمكث في قبره الف سنة" (نبي صلي الله عليه وسلم قيامت کان اڳ هزار سال به قبر ۾ نه رهندو). منهنجو جواب آهي ته هيءَ حديث ڪوڙي آهي ۽ ان کي ڪو به اصل ناهي. پوءِ ماه ربيع الاول ٨٥٨هه ۾ هڪ شخص مون وٽ پنهنجي هٿ اکر لکيل ڪاغذ کڻي آيو، جنهن ۾ ان وقت جي هڪ وڏي عالم جي انهيءَ حديث جي مدار تي انهيءَ باري ۾ فتويٰ ڏنل هئي ته ڏهين صديءَ اندر مهديءَ ۽ دجال جو خروج ٿيندو، حضرت عيسيٰ آسمان تان لهندو، سڀئي شرط قيامت جا پورا ٿيندا، ڏنڊ ۾ پهرين ڦوڪ ڏني ويندي، چاليهه ورهيه پهرينءَ ۽ ٻيءَ ڦوڪ جي وچ ۾ گذرندا ۽ ڏهين صديءَ جي پوري ٿيڻ کان اڳ رستاخيز جي ڦوڪ ڏني ويندي اهڙي بزرگ جي واتان اهڙو ڪلام مون عقل کان بعيد سمجهيو، پر سندس ادب وچان مون ڪو رد ڪڏ ڪونه ڏنو، ۽ فقط چيم ته انهيءَ ڳالهه جي مون کي معرفت ناهي. سواليءَ مون کي عرض ڪيو ته انهيءَ مضمون تي هڪ تحرير لکو. پر مون سندس مقصد پورو نه ڪيو ۽ چيومانس ته وڃي ٻين عالمن کي ڏس. پر ڪنهن به عالم سندس شڪ نه لاٿو ۽ ائين ئي اهو سال گذري ويو. پوءِ ڪيترن ئي ماڻهن منهنجو دروازو کڙڪايو، جنهن تي هي ڪتاب لکيم:

مان چوان ٿو ته آثار هن ڳالهه جي دلالت ڪن ٿا ته هن امت جي مدت هزار سالن کان مٿي آهي ۽ زيادتي ٥ سؤ سالن کان وڌيڪ نه ٿيندي. ڇاڪاڻ ته جدا جدا طريقن کان وارد ٿيو آهي ته هن دنيا جو عرصو ڪل ست هزار سال آهي ۽ نبي جن ڇهين صدي جي آخر ڏاري موڪليا ويا هوا ۽ پڻ آيو آهي ته دجال هڪ صديءَ جي منڍ ۾ نڪرندو ۽ عيسيٰ لهندو ۽ ان کي ماريندو، ۽ پوءِ زمين تي چاليهه سال رهندو. پوءِ سج جي اولهه ايرڻ بعد ماڻهو ١٢٠ سال رهندا، ۽ ٻنهي ڦوڪن جي وچ ۾ ٤٠ ورهيه گذرندا. هي ڪل ٿيا ٢٠٠ سال، جن کان ڇڙڻ ڪونهي. هاڻي هڪ هزار ورهين مان فقط ١٠٢ سال وڃي رهيا آهن، ۽ اڃا تائين سج اولهه کان ڪونه ايريو آهي، ۽ نڪي ڪي دجال ئي نڪتو آهي، جو سج جي انهيءَ طرح ايرڻ کان ڳچ سال اڳ ۾ نڪرندو، ۽ نڪي ڪي مهدي ظاهر ٿيو

آهي، جو دجال کان ۷ سال اڳ ۾ ظاهر ٿيڻو آهي، ۽ نڪي ڪي قيامت جا شرط مهديءَ جي ظهوري کان اڳ پورا ٿيا آهن، ۽ نڪي ڪي ممڪن آهي ته دجال ويجهڙائي ۾ نڪرندو ... ٻوءِ ڪيئن چئبو ته قيامت هزار ورهيه تمام ٿيڻ کان اڳ قائم ٿي ويندي. اها ڳالهه ناممڪن آهي ..."

ڪتاب جي آخر ۾ لکي ٿو ته "مون امام احمد بن حنبل جي تاليف "ڪتاب العلل" ۾ ڏٺو، جنهن چيو آهي ته اسمعيل بن عبدالڪريم بن معقل بن منبه اسان کي ٻڌايو ته مون کي عبدالصمد ٻڌايو ته مون وهب [ جو مشهور ڪوڙ ڪٿيندڙ قصاص آهي] کان چوندو ٻڌو ته "دنيا مان ۵٦٠٠ سال گذري چڪا آهن ۽ مون کي سڀ ڪنهن زماني جي بادشاهن ۽ نبين جي خبر آهي". "اهو سڀ ڏيکاري ٿو ته هن امت جي مدت هزار سال کان اٽڪل ۴۰۰ ورهيه زياده آهي".

پڙهندڙ پليءَ پت پروڙي سگهندا ته قيامت جون اڳ ڪٿيون سڀ ڪوڙن بدوڙن تي ٻڌل آهن، قيامت بيشڪ واقع ٿيڻي آهي، پر ان جو علم فقط مالڪ تعاليٰ کي آهي. اسان کي ان جو پؤ رکڻ گهرجي. "انما انت منذرمن يخشاها کانهم يوم يرونها لم يلبسوا الا عشية اوضحاها. صدق الله العلي العظيم".

تيرهين صدي گذري به وئي، پر سچو مهدي ته اڃا پيدا ڪونه ٿيو. اگرچه علي محمد باب ۽ غلام احمد قادياني‌ءَ جهڙا مدعي سي گهڻا پيدا ٿيا آهن، جي نڪي مديني ۾ ڄاوا ۽ نڪي مڪي ڏانهن ويا.

ياجوج ماموج جو ذڪر برابر قرآن مجيد ۾ آيو آهي، پر انهن بابت محققن جا رايا علحدا آهن. اهو واقعو اسلام کان اڳ ٿي ٿو پائنجي - والله عنده علم الحساب.

دابة الارض (زمين جو وهٽ) ڏي قرآن شريف ۾ اشارا برابر آيل آهن، پر اهو به هڪ غيب جو معاملو آهي، جنهن جو منجهه مالڪ ڄاڻي.

"جمع" ۽ "تفرقه" به لفظ آهن، جيڪي جدا جدا علم وارن وٽ مشترڪ آهن. عارفن جي نظر ۾ انهن جي هيءَ معنيٰ آهي: جيڪي سالڪ ڏي منسوب آهي سو "تفرقو" آهي، ۽ جيڪي خدا ڏي منسوب ڪجي، سو "جمع" آهي. ٻنده جا ڪم ڪاريون ۽ بندگي ۽ ٻيا بشري احوال ۽ انهن جا نتيجا "تفرقو" آهن، ۽ الاهي ذاتيون ۽ خدائي لطف، احسان ۽ فضل جا نتيجا "جمع" آهن. (هجويري: ڪشف المحجوب). بندو ٻنهي ڳالهين کان ڇٽي نٿو

سگهي. ٻئي ڳالهيون سنڌس لاءِ ضروري آهن. ڇاڪاڻ تہ جنهن کي "تفرقو" ناهي، تنهن کي "بندگي" ناهي، ۽ جنهن کي "جمع" ناهي، تنهن کي "معرفت" ناهي. هي جو ٻانهو چوي ٿو "اياڪ نعبد" تہ اهو "تفرقي" جي اثبات آهي ۽ جڏهن ٻانهو چوي ٿو تہ "اياڪ نستعين" تہ اها "جمع" جي طلب آهي. انهيءَ بناءِ تي "تفرقو" ارادت جو آغاز آهي ۽ "جمع" ان جو انجام (ڏسو: تعريفات شريف جرجاني).

پڻ "جمع" جي معنيٰ آهي "خلق کان سواءِ حق جو شهود"، "فرق" جو مطلب اڳيئي سمجهايو ويو آهي. "جمع کان وڌيڪ عالي ۽ ڪامل درجو آهي "جمع الجمع" جو يعني حق تي قائم رهي خلق جو شهود ڪرڻ. ڇاڪاڻ تہ "جمع جي معنيٰ آهي خدا جي وسيلي شيئن جو مشاهدو ڪرڻ." عارف انهيءَ حالت ۾ خدا کان سواءِ ٻيو ڪو بہ موثر وجود جي عالم ۾ نٿو ڏسي، مگر "جمع الجمع" جو مقصد آهي ماسوا الله کان فنا ٿيڻ، پوري بيخودي حاصل ڪرڻ، ۽ پاڻ کي ڪلي وڃائڻ. اهو آهي اتحاد ۽ اتصال جو مقام جنهن ۾ عارف تعينات جي عالم کان جو تفرقي جو عالم آهي آزادي پائي ٿو، جيئن حافظ چيو آهي:

زفكر تفرقه باز آي تا شوي مجموع    بحكم آنكه چوشد اهرمن سروش آمد

قدريه اهي آهن جن جو اعتقاد آهي تہ انسان پنهنجن علمن ۽ افعالن ۾ آزاد آهي، ۽ جبريه اهي آهن جي چون ٿا تہ انسان پنهنجي علم ۽ افعالن ۾ مجبور (لاچار) آهي. ڇاڪاڻ تہ خدا تعاليٰ ان جو مقدر ۾ لکي ڇڏيو آهي تہ اهي عمل ڪري.

ابو نعيم بن عبدالله بن احمد بن اسحاق الاصفهاني (٣٣٦-٤٣٠ هہ) جنهن جون ٻہ تصنيفون مشهور آهن: ١. حلية الاولياء - ٢. تاريخ اصفهان.

# ٧- دربيان توڪل

قرآن مجيد جي هن آيت ڏي اشارو آهي: قل لو كان البحر مدادا لكلمات ربي لنفد البحر قبل ان تنفد كلمات ربي ولو جئنا بمثله مددا يعني "چؤ (اي محمد ﷺ) تہ جيڪڏهن منهنجي رب جي ڪلمن (لکڻ) لاءِ سمونڊ مس ٿئي تہ هوند انهن جي کٽڻ کان اڳ سمونڊ کپي وڃي، اگرچہ ان جهڙو ٻيو سمونڊ بہ ڪري مدد طور آڻيون."

هڪ حديث غالي شيعن حضرت علي (رضہ) ڏانهن منسوب ڪئي آهي، جا پڻ سنين وٽ

رائج ٿي ٿي آهي. ان جو مطلب آهي تہ "قرآن شريف جا سڀ اسرار فاتحه (الحمد) ۾ آهن ۽ فاتحه جا اسرار بسم الله ۾ آهن، ۽ بسم الله جا اسرار "ب" ۾ آهن، ۽ "ب" جا اسرار ان جي نقطي ۾ آهن. شيعا خود جناب حضرت عليءَ (رضہ)کي بسمله جي "ب" جي معني ڪري سمجهندا آهن. قاشاني قصيده تائيه جي شرح ۾ لکي ٿو تہ "ب" مان مراد آهي "هن ظاهر متعين وجود جي صورت" جيئن "الف" آهي "باطن عام مطلق وجود جي صورت" ۽ "ب" جي نقطي مان مراد آهي "حدوث". ڪن عارفن جو قول آهي تہ "ما رايت شيئا الاو رايت الباء مکتوبة عليه" يعني جيڪا بہ شي مون ڏٺي تہ ان جي مٿان "ب" لکيل هئي. ابن عربيءَ جو قول آهي تہ "سارو وجود "ب" جي وسيلي ظاهر ٿيو، ۽ نقطي جي وسيلي عابد ۽ معبود جي وچ ۾ تميز پيدا ٿي". شبلي (رحہ) فرمايو آهي "انا النقطة التي تحت الباء" يعني مان اهو نقطو آهيان جو "ب" هيٺان آهي. جنهن مان مراد آهي تہ جيئن "ب" کان سواءِ ٺهڪو ڪي بہ ڪين آهي، تيئن مان بہ عدم ۽ فاني آهيان.

"ب" جي بخشش سان "ل" "الف" سان لڳو. انهيءَ رمز جي اڄا مون کي پروڙ نہ پئي آهي. "الف" سان "لام" لڳو سو تہ ٺيڪ آهي، پر وچ ۾ "ب" جو ڇا ويو؟ جيڪڏهن خدا گهريو تہ پئي ڇاپي ۾ انهيءَ تي روشني وڌي ويندي.

الف ۽ لام سان "م" ڳنڍيو تہ آلم ٺهي پئي.

الف ـ لام ـ ميم حروف مقطعات آهن، جن جي معنيٰ جي ڪنهن کي نہ خبر پئجي سگهي آهي. چون ٿا تہ انهن ٽوڙي پين مقطعات ۾ رب تعاليٰ ۽ حضرت رسول اڪرم ﷺ جي وچ ۾ ڪي اونها راز اوريل آهن؛

ميان عاشق و معشوق رمزيست      کراما کاتبين راهم خبر نيست

حضرت عبدالله ابن عباس هڪ روايت ۾ فرمايو آهي تہ "الف" "انا" (= آءٌ) جو پهريون اکر آهي ۽ "لام" الله جو وچون اکر ۽ "ميم" "اعلم" (سڀ کان وڌيڪ ڄاڻندڙ) جو پويون اکر آهي يعني "آءٌ آهيان الله سڀ کان وڌيڪ ڄاڻندڙ" ۽ ٻيءَ روايت ۾ فرمايو اٿس تہ "الف" الله جو پهريون اکر آهي ۽ "لام" جبريل عليه السلام جي نالي جو پويون اکر ۽ "ميم" حضرت محمد ڪريم صلي الله عليه وسلم جي نالي جو پهريون ۽ ٽيون اکر يعني هي قرآن مجيد الله تعاليٰ جي طرفان، ملڪ جبريل جي واتان، حضرت محمد ﷺ جن تي نازل ٿيو آهي. اهي سڀ زٽل قافيا آهن. و الله اعلم بالصواب.

هن پڙهڻي موجب اهي تي اکر قرآن مجيد ۾ "ام الکل" يعني سڀ جي ماءُ آهن. يعني ڪلام الله جا سڀئي اسرار انهن ٽن اکرن ۾ سمايل آهن. تعاليٰ الله علوا ڪبيرا.

## ۹- دربيان ڪلمهء طيّبَه

هن سٽ جو مطلب اڳ ۾ سمجهايو ويو آهي.

رسول الله ﷺ جا هڪ حديث موجب پنج نالا آهن ۱- محمد- ۲. احمد- ۳. حاشر (گڏ ڪندڙ- يعني منهنجي قدم تي ماڻهو گڏ ڪيا ويندا)- ۴. ماحي (ميساريندڙ - يعني منهنجي وسيلي الله تعاليٰ ڪفر ڪي ميٽي ڇڏيندو)- ۵. عاقب (پڇاڙي ۾ ايندڙ). پاڻ ڪريمن فرمايو آهي تہ "انا العاقب الذي ليس بعده نبي" يعني آءٌ اهو پڇاڙي ۾ ايندڙ آهيان، جنهن بعد ٻيو ڪو نبي نہ هوندو.

## ۱۰- اساس الفرائض

هن سٽ جي سمجهاڻي اڳ ۾ اچي وئي آهي.

يعني تبيين الحقائق علي ڪنز الدقائق جنهن جو مصنف زيلعي (وفات ۷۱۳ هہ) آهي. اهو شرح آهي نفسيءَ جي ڪتاب "ڪنز الدقائق" جو.

# سنڌي بيت

## (سر ڪلياڻ)

بيت ١ـ هن بيت جو مطلب پوريءَ طرح معلوم نہ ٿيو. شايد بزرگ جو مطلب آهي تہ الله تبارڪ تعاليٰ جو نور ڪاري رنگ جو آهي، جنهنڪري سنديس ذات پاڪ جي ماهيت پروڙي نٿي سگهجي، ۽ انهيءَ ڪري ئي ذات پاڪ جي مشابهت گهپ رات سان ڪئي وئي آهي. پڻ احتمال آهي تہ "الله ڪارو اوجرو" وارن لفظن ۾ "ڪان الله في عماء" ڏي اشارو آهي، جيئن مٿي سمجهايو ويو آهي. انهيءَ جي برخلاف رسول ﷺ نسورو نور آهي، جنهن جي وسيلي الله پاڪ جي ٿوري گهڻي سڌ پئجي سگهي ٿي. ذات پاڪ اڻ لکي ۽ نامعلوم آهي. ان جو تصور فقط صفتن جي رستي ڪري سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ تہ صفاتي نور حسي آهي يعني ان کي حواسن سان محسوس ڪري سگهجي ٿو. يا هن بيت ۾ "حجابن" واريءَ حديث ڏي اشارو آهي؛ ان لله سبعين حجابا من نور لوڪشفها لاحرقت سبحات وجهه ما ادرڪه بصره ـ يعني تحقيق الله تعاليٰ کي نور جا ستر (بي عدد) پردا آهن، جيڪڏهن انهن مان هڪڙو بہ کولي تہ سندس منهنجا تجلا هوند ساري ڪائنات کي ساڙي چٽ ڪري ڇڏين". هيءَ حديث مختلف نمونن ۾ آئي آهي، ڪنهن ۾ ستر هزار پردا لکيا اٿن، تہ ڪنهن ۾ هڪ هزار، ۽ ڪنهن ۾ فقط "نور ۽ اونداهيءَ جا پردا" لکيا اٿن.

قادر جي قدرت انسان جي سمجهہ کان ٻاهر آهي؛ وٽيس تہ درياه مان واهڙ وهائي، وٽيس تہ ساري درياهہ کي واهڙ جي منهن ۾ پلٽائي...

ٻيٽيو شاهہ لطيف جو بيت:

ڪاري رات، اڃو ڏينهن، اِيءَ صفتان نور
جتي هوت حضور، اُتي رنگ نہ روپ ڪو.

بيت ٣ـ هي سارو بيت هيٺينءَ عربي عبارت جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي، سفينة الطريقة الاحمدية و سفينة النجاة وصل الرحم و حمل الڪل و ڪسب المعدوم و قري الضيف و ان تعين علي

نوائب الحق - يعني احمد ۽ محمدي طريقي جي ٻيڙي ۽ چوٽڪاري جي ٻيڙي آهي؛ مائٽي ڳنڍڻ ۽ کهين جا بار کڻڻ ۽ سڄڻ لاءِ پورهيو ڪرڻ ۽ مهمانن کي ماني کارائڻ ۽ مصيبتن ۾ هڪ ٻئي جي مَدد ڪرڻ. عربي عبارت جو منڍ قدري غلط آهي.

بخاري سريج الخ: شايد هن سٽ ۾ اشارو آهي ته حضرت بهاء الدين نقشبند جي طريقي جي پيروي ڪر، جو بخارا جو ويٺل هو.

## (سر يمن ڪليان)

بيت ٣- اجر رءِ جي جوڙ يعني بنا اجوري ترتيب يا ته هيءُ پڙهڻي اختيار ڪجي "آجڙنديءَ جي جوڙ". اوريون عقل جو سلوڪ ۾ بيڪار آهي.

بيت ١٠- ٻيءَ سٽ جي صحيح پڙهڻي آهي "هڏ، ڪرنگهر، مک" هي بيت پڻ شاهه جي رسالي ۾ اچي ويو آهي. گوندر چڏم گل (ڪل غلط آهي) يعني گوندر جي گلي (گهٽي) نه ڇڏ.

## (سر رامڪلي)

بيت ١٠- قابول = ڪابول= ڪابل جتي سامين جو هڪ ڏو تيرٿ گاهه هو.

بيت ١٤- پهرينءَ سٽ جي صحيح پڙهڻي اجا معلوم ٿي نه سگهي.

## (سر آسا)

بيت ٦- پيتيو شاه لطيف جو بيت؛

ڳاڙهو ۽ ڳاڙهو، ڪارو پسن ڪينڪي،
اکڙين پاڙو، وڃي ڪيو لاک سين.

بيت ٧- ملا سڀ مرندا الخ . عنقاء مان مراد آهي "هباء" يا "هيولي" يعني اهو مادو جنهن ۾ الله تعاليٰ اوائل ۾ عالم جون صورتون جوڙيون. بزرگ کي ظاهري ملن تي سخت ڪاوڙ ٿي ڏسجي.

١٠- هي بيت صاحب ابن عباد جي مشهور عربي بيت جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي:-

رق الزجاج و رقت الخمر فتشابها فتشاكل الامر
فكانما خمر و لا قدح و كانما قدح ولاخمر

يعني شيشو ۽ شراب ٻئي ايتري قدر لطيف آهن، جو هڪجهڙا ٿيا ڏسجن ۽ ڳالھ منجهي پئي آهي. ڇڻ تہ صرف شراب آهي ۽ پيالو ناهي، يا ڇڻ تہ صرف پيالو آهي ۽ شراب ناهي.

هن بيت ۾ عارف الله تعاليٰ جي هستي ۾ محو ٿيڻ ڏي اشارو آهي. اها حالت جنهن ۾ حسين بن منصور حلاج بي اختيار ٿي پڪاريو "انا الحق" ۽ با يزيد بسطامي "سبحاني ما اعظم شاني".

بيت ١١ـ سچو خيال مولانا جلال الدين رومي جي مثنويءَ مان ورتو ويو آهي:

| | |
|---|---|
| ابلهان گفتند مجنون را ز جهل | حسن ليلي نيست چندان هست سهل |
| بهتر از وي صد هزاران دلربا | هست همچون ماه اندر شهر ما |
| گفت صورت كوزه است و حسن مي | مي خدايم ميدهد از طرف وي |
| مرشما راس كه داد از كوزه اش | تا نباشه عشق او تان گوش كش |

ڪن مورڪن پنهنجي اڻڄاڻائيءَ ڪري مجنون کي چيو تہ ليلي جو حسن ڪو ايترو گهڻو ناهي، بلڪ خسيس آهي.

ڪائنس هزار دفعا وڌيڪ سهڻيون چنڊ ورنيون دل ڪسيندڙ نازنينون اسان جي شهر ۾ موجود آهن.

چيائين تہ: ٻاهرين صورت ڪوزي وانگر آهي ۽ حسن شراب آهي، مون کي خدا سندس ٿانءَ مان شراب ٿو ڏئي.

اوهان کي سندس ڪوزي مان سرڪو ڏنو اٿس، تان تہ سندس عشق اوهان کي ڪن ڪان نہ پڪڙي.

اهو ساڳيو خيال وڌيڪ تفصيل سان پنهنجي ڪتاب "فيه مافيه" ۾ پڻ ڏنو اٿس. يعني مجنون ليليٰ جي ٻاهرين صورت تي عاشق نہ هو. انهيءَ صورت رڳو سندس معنوي حسن کي محفوظ ٿي رکيو. جنهن جي خاطر ليلا خود قرب وچان لهرين ۾ لڙهي پنهنجي صورت فنا ڪري ٿي.

## (سر سسئي)

بيت ٦ـ هي بيت شاھ جي رسالي جي ڪن قلمي نسخن ۾ "سر سنهڻيءَ" ۾ آيل آهي.

بيت ٢٦- هن بيت جي صحيح پڙهڻي معلوم ٿي نہ سگهي.

## (سر ڪاموڏ)

بيت ١- هنن غريبن ميڻن (مهاڻن) جي واهہ ۽ اوٽ آهي پاڻ کين سمجهڻ.

بيت ٢- هن بيت جو مطلب حال في الحال سمجهي کين سگهيس.

بيت ۴- مولوي عبدالرزاق صاحب سيتائي جي لکڻ موجب هن بيت ۾ الله پاڪ جي ذات ۽ ان جي ستن صفتن (ستن ٻٽن: حيات، علم، قوت، اراده، ڪلام، سمع، بصر ) ڏي اشارو آهي.

سائو ورک ـ الخ : لامڪان ۾ سائو وڻ (سائي نور) مان مراد آهي "حقيقت محمدي" "ڪشف الحقائق شرح ڪنزالدقائق" (تاليف الشيخ عبدالحڪيم الافغاني) ۾ آيو آهي تہ "اول ما خلق الله تعاليٰ شجرة لها اربعة اغصان، فسماها الله شجرة اليقين، ثم خلق نور محمد من درة بيضا،" يعني الله تعاليٰ پهريائين هڪ درخت پيدا ڪيو، جنهن کي چار ٽاريون هيون ۽ ان کي يقين جو وڻ ڪري سڏيائين ۽ انهي، ڪان پوءِ حضرت محمد ﷺ جو نور اڇي موتي مان خلقيائين.

لالچ نہ آهس ـ الخ: الله تعاليٰ جي ذات پاڪ بشري صفتن جهڙوڪ کائڻ پيئڻ کان خالي آهي. تون پيو سندس ڪاڄ ڪاءِ. (ڪاءِ تون) يعني ان جي فيض مان بهرو وٺندو رهہ.

ست ٻڻ سونهي ـ الخ: سندس دل کيهر شينهن جهڙي آهي، جنهن جي ڏهڪار ڪري ڪو بہ سندس ويجهي وڃڻ جي اجازت نٿو رکي. الله پاڪ جي ذات جو منجهہ پروڙڻ انساني عقل ۽ ادارڪ کان ٻاهر آهي.

## (سر رپ)

بيت ١- هي بيت اڳيئي اچي ويو آهي. هتي ڀل کان دوباره ڇپجي ويو آهي.

## (سر ڏناسري)

بيت ١- "تذڪره مخاديم کهڙه" موجب بزرگ گروهڙي، هي بيت تڏهن چيو جڏهن حضرت سلطان الاوليا، کان لنواري، مان فيض وٺي گرهوڙ ۾ پهتو. ڏڪڻ ۾ چنڊ ڏٺو يعني خواجه صاحب جن جو فيض ڏڪڻ (لنواري،) کان جاري ٿيو، ۽ انهي، فيض جي اثر ڪري اُتر (يعني گرهوڙ) ۾ عيد ملهائي وئي.

نوٽ:- هن بيت کان سواءِ ٻيا بيت سيئي ڪن مريدن جا چيل ٿا ڏسجن، جيئن شاهہ جي

رسالي ۾ پڻ "سر ڏناسري." جا سڀ بيت سندس مريدن ۽ معتقدن جا چيل آهن.

بيت ٦ - هي بيت ميين محمود ڪڙيه واري جي ڪنهن مريد جو چيل ٿو ڀائنجي.

## (ابيات متفرقه)

بيت ١ - هن بيت جي پوين چئن سٽن جو مطلب سمجهڻ ۾ نہ آيو.



# ضميمو

## سر ڪاهوڙي(١)

ڏس نہ سنڌي ڏوٿيين، نڪ ڏيهہ سنڌون،
پري ڏيهہ ٿيون، جت پير نہ آہ پکيءَ(٢) جو.

—

## سر مارئي(٣)

ا. مارئي نالو مڙس جو، پسڻ عورت آهي،

---

(١) هي بيت سيني نسخن ۾ موجود آهي، ۽ سر رامڪليءَ بعد پڙهڻ گهرجي.
(٢) م جي پڙهڻي، ٻئن سيني نسخن ۾ "پرينءَ" لکيل آهي جو ظاهرا غلط آهي.
(٣)
مارئي جو سر اصل متن ۾ سر سهڻيءَ بعد رکيو ويو هو، پر مطبعة العرب وارن اهي مسوده جا صفا ٺي گم ڪري ڇڏيا، ۽ جنهن صورت ۾ ڇاپايل نسخي جي صفحن جو تعداد لاڳيتو رکيائون تنهن صورت ۾ مارئي جي سُر گم ٿي وڃڻ جي خبر ٺي ڪانہ پئي. تان جو تاريخ ١١ آڪٽوبر جو ڇپيل متن کي ڦولهيندي ان جي ساروٽي ٿي ۽ سڄو پورهيو نئين سر ڪرڻو پيو. پر ارمان فقط انهيءَ ڳالهہ جو آهي، جو هي سر پنهنجي جاء تي پڄي نہ سگهيو.
جان محمد، حامد الله، ابو الحسن ۽ الله بخش وارن نسخن ۾ هيٺيان راتين جا بيت زائد آهن، جي ڪنهن گمنام شاعر "ملار" جا ڇيل ٿا ڏسجن:

(الف) پسو پير رات، پهرين پنهارن ري؛ (ڏسو حاشيه اڳئين ص تي)

پاهيو پاهي پاڻ(١) کي، رچڻ روح لاءِ.
ٻلي ڄائي مارئي، جنهن مارو ملهائيا،
سنتيءَ سامائي، ٻڌا موڙ ملير کي(٢).

(آندل حاشيه پوئين ص کان)

من ۾ مروئن جي، تن ۾ طلب تات؛
وائي ٻي نہ وات، عمر اباڻن ري.

(ب)

ٻيجهيءَ ڏيان ٻن، ماڙيون محل ملار ڇٽي؛
قضا آنديس ڪوٽ ۾، ڇنيس ڪنهن نہ ڇن؛
سدا سانگي سج ۾، تا ويڙيچا وسن؛
مارو اٿم من، راتو ڏينهان روح ۾.

(ج)

ٽيجهيءَ ٽڪاٽا، وسه مون وه ٿيا،
پلنگ پٽرائيون پالڪيون، وه ٿيا وهاٽا؛
ڏوٿي ڏاڏاٽا، مون وسان ڪين وساريا.

(د)

چوٿين، رات چڱا، ڏٺم خواب خوشيءَ جا؛
ڏونرا ڏيهاين سان، ٿي پٽن پاس پيچان؛
اٿم آس ايان، ويڙيچي وڃڻ جي.

پهرين رات کي حافظ حامد الله وري ٻيهر هن طرح دهرايو آهي:

پهرين رات پٽن تي، عمر جا پيئي؛
اوسيڙي اندوه مان، وهائي ويئي.

جي نس پس شاہ لطيف ڏي نسبت ٿيل هيٺين بيت جو پهريون ۾ سٽون آهن:

پهرين رات ملير ري، منکي جا پيئي؛
اونداهيءَ اندوه ۾، وهامي ويئي؛
ڏور ٿيا ڏيهي، ڪن ڪر پيچان خبرون.

(١) پڙهڻي ح موجب: ٻيا سڀ "پاه"
(٢) هي بيت فقط حافظ حامد الله واري نسخي ۾ آيل آهي.

(٣)

جيڪر آءٌ جيان، تہ پٽ پرهيان سومرا،
ٻاٽي ٻتاشن جو، پايو پوڄ پيان،
ڪائي ڪاڄ خوشيءَ مان، ماهہ پڻ مچايان،
پر ڪارڻ ٻن ڏينهان، ٿي لاهيندي لڄ مران.

(٤)

جي هڏ ڪائي ڪير، ماس مٿاهون چاڙهيان،
(تہ)مچي(١) ڪينءَ ملير، ٿيان ڪارباٽي ڪاند جي.

(٥)

تڪ ڏين توحيد ۾، وجهلن وصالت،
مون جيڏيون ملير ۾، پين ماڪي معرفت،
پرتيان پنهواريون پين، شربت(٢) شريعت،
هادي حقيقت، مولا مونکي ميڙيين.

(٦)

ڪرڙ، پڪا ۽ پال، جن سڪونت سچ ۾،
واحد ڪر وصال، تن بر ۾ بدوين جو.

---

(١) م: مچي؛ ٻيا نسخا: ميچي (٢) ل ۾ ن خ: شرب؛ ابوالحسن ۽ ج: شربت.

(٧)

اسين جتان آئيون، تتي ڪڇنب ناهہ،
عمر جي وياهہ، ماتم ويٺي مارئي(١).

(٨)

اسين جتان آئيو، تتي ڪک نہ پن،
توڙي ڪين نہ ان، پڻ وهہ وهہ سين ڳڏبا.

(٩)

ڪيريون، ٻيريون، ٻائريون، جن جا ڪک سين
ڪوندا،
آهـر أن هنـدا، گـنـدا غـريـبـن جـا.

(١٠)

جيڪس ڪي ڪيامہ، اوڳڻ اباڻن سين،
اچي عمر ڪوٽ ۾، ٻاٿي ٻهر پيامہ،
مارو ٿر ٿيامہ، آءٌ ٿي نير نجهران(٢).

---

(١) هي بيت شاهہ ڪريم جي تتبع تي چيل ٿو ڏسجي:
اسين تتان آئين، جتي ڪهنيو ناهہ،
جي وجهون ڪنه وهاء، تہ پڻ مٿهون لوڻيون.
(٢) شاهہ جي رسالي جي ڪن نسخن ۾ هي بيت هن ريت ڏنل آهي:
جيڪس ڪي ڪيامہ، اوڳڻ اباڻن سين،
اچي عمر ڪوٽ ۾، ٻہ ٿي ٻهر پيامہ،
ڏيهي ڏيهہ ويامہ، ڏيان ڏراپو ڪن ڪي.

(١١)

هتن حاج وه تي، نيٽن ننڊ حرام،
مارو منهنجو ڄام، عمر ڄام ٻين جو.

(١٢)

واسي(١) وار نہ ويڙهيان، مر ڇڳن منجهہ ڇيڙ،
ههڙي حال حمير، وري ڇا(٢) ويڙ وڃان.

(١٣)

سڀ سلنداس(٣) ڳالهيون(۴)، الله جي آندا،
ٿيندا هيڪاندا، ماروئڙا ملير ۾.

(١۴)

اکڙيون ملير ۾، جيئن راتو ڏينہ،
اُجاري آڇا ڪيا، نيٽن تنين جا نيه،
عمر ڪندو(۵) ڪينءَ، اُنين(٦) آسائن سين(٧).

---

(١) ابو الحسن ج خ ل؛ وانسي. شاهہ جي رسالي جي ڪن نسخن ۾ هي بيت هن طور ڏنل آهي:

وسي وار نہ ويڙهيان، مر ڇڳون رهن ڇيڙ،
مارو، جي مهاڙ ري، منڪي اندر ناهہ آڪير،
ههڙو حال حمير، ولي شال ويڙ ڇان.

(٢) ابو الحسن: شل. (٣) م: سليندياس. (۴) ج: ڳالڙيون. (۵) خ ل: ڪندون. (٦) ل: آئي. (٧) هن بيت ۾ شاهہ ڪريم جون هيٺيون بيت تضمين طور ڪم آيل ٿو ڏسجي:

« اکڙيون ملير ڏي، جنين راتو ڏينهن،
هاٿي ڪندين ڪينءِ، عمر آسائن سين.

(١٥)

ٻڪر ٻن پيا، جنين وس وه ڪئي،
عمر مون ويا، سندا سانوڻ ڏينهڙا.

(١٦)

ٻڪر ٻن پيا، جنين وس وهہ ڪئي،
ڇيلا ڇڏي پٽ ۾، هلج تون هٿان،
ڪمند ڪانهي ڪا، ويڙيچاٽيءَ وس جي.

(١٧)

سرتيون سپن ڪان، سڪو ريت سڪڻ جي،
اوڏي اوڏيائي نہ اچي، گهري آب مٿان(١).

(١٨)

سپون هون سمنڊ ۾، سمنڊ نہ سپن نہ پون،
هوءِ جي همه پون، تن الف نہ اندر رکيو.

---

(١) هن بيت ۾ شاهہ لطيف جو هيٺيون بيت نسخ مسخ ڪيو ويو آهي.
سڪو سپن ڪان، سرتيون ريت سڪڻ جي،
مگن جر مٿان، اوري ڪن نہ آسرو.

